# سوچ - لوچ

## گهوڙن ۽ گهوڙن...

— جن هٿن قلم جو علم کنيو هو، سي سدا لاءِ سرد پئجي ويا.
— جن اکين سپنان جا سپنا ڏٺا هئا، سي سدا لاءِ پٿرائجي ويون.
— جندڙيءَ ۾ اهڙي به ڪا گهڙي ايندي آهي، جا گهايل ۽ رتوڇاڻ هوندي آهي. وقت جي اک مان ڳاڙهي ڳوڙهي جيان ڳڙي پوندي آهي. تڏهن مان سهي نه سگهندو آهيان. ڀڄڻ چاهيندو آهيان، پنهنجو پاڻ کان. ۽ چِتَ هوندو آهي، جو ڇُنڊن کان جهلي گهليندو آهي سوچن جي آٿاهه سمونڊ ڏانهن. دم ٽٽڻ لڳندو آهي، ته مٿاڇري لاءِ من تانگهيندو آهي. ڪارو ڀاڻي پنڀٽن تي ڪٽي، نيري نڀ کي پسڻ جي سڌَ آڌَ هوندي آهي اندر ۾ - ۽ تڏهن ”شاهه جو رسالو“ سنهنجي لاءِ نيرو نڀ بڻجي ويندو آهي؛ پر ”نسيم“ جي خونَ ڀرڪي ڳاڙهي جلد واري ”شاهه جي رسالي“ ڏانهن، ڪوڙ چاهيندي به هٿ وڌيو ئي ڪينَ. ڇڻ ڪپجي ويو هجي. ڪرائيءَ ڪنان!

— ”نسيم احمد کرل“ سنڌي ادب ۾ هڪ اهڙو نالو آهي، جنهن نثر جي سڀ کان وڏي صنف ڪهاڻيءَ کي، مقبول بڻائڻ ۾ تمام مکيه ڪردار ادا ڪيو، ايستائين جو ڏات جي منڪرن کان به داد وصوليائين. سندس ٻن ڪتابن ”شبنم شبنم ڪنول ڪنول“ ۽ ”چوٽيهون در“ جون ڪِچ ڪهاڻيون نه رڳو ”نسيم“ جون؛ پر سنڌي ادب جون بيحد اهم ڪهاڻيون آهن. ”ڪني آڱر“، ”گذريل واردات“، ”ڪافر“، ”زماني جي گردش“، ”چوٽيهون در“، ”ڀهرين مراد“، ”منڌ ٻوڙيو مهراڻ“... اهڙيون ڪهاڻيون آهن، جن کي ڪڏهن به زوال ناهي. اهي ڪهاڻيون هر دور ۾ پڙهيون ۽ پسند ڪيون وينديون.

— اها مقبوليت ”وڏيري نسيم“ کي نه؛ ”ليکڪ نسيم“ کي ملي هئي؛ پر جيئن ته سنڌي ادب ۾ پنهنجي ساٿي ليکڪ جي اميج کي ڊاهڻ هڪ ڪارنامو ليکيو ويندو آهي؛ ۽ هرڪنهن تي ڪو نه ڪو الزام آهي ئي آهي، انهيءَ ڪري ”نسيم“ کي به ”وڏيرڪي ذهنيت“ رکندڙ سڏيو ويو، ڪن ڪيس ”وڏيري ليکڪ“

جيتري رعايت مس ڏني. جيتوڻيڪ هو چاهي ها، ته "ترقي پسند وڏيري" جو ليبل ته الاٽ ڪرائي پئي سگهيو. ائين هو پاڻ چاڻ "ادبي وڏيرو" ته پهرين سٽ ٿي وڃي ها ۽ مڙهجي به وڃي ها! پر "گنس" جي ڪهاڻيڪار ۾ اهڙا گنس ئي نه هئا. ڪيس ان جي ڪاپي به ڪهڙي هئي؟ بلڪ هن ڪي ته اهڙن هٿ ناٿي مڙهيل ڦڳڙ بازن کان بچاءَ ايندي هئي - ۽ شايد ان ڪري ئي ادبي وڏيرن هٿان "نسيم" کي گهٽو ڪجهه پوڳڻو پيو.

— ۽ ائين نه رڳو "نسيم" جي هوندي ٿيو، پر ڪمري مان هن جي ٻاهر نڪري وڃڻ کان پوءِ به ٿي رهيو آهي. ڇا اسين "نسيم" جي خون تي سگهي لوڪ- پتر به نٿا پاري سگهون؟

— ويجهڙائيءَ ۾ "نسيم" ڪا به ڪهاڻي نه لکي، پر هن لکڻ سان پنهنجو ناتو ڪڏهن به نه ٽوڙيو. ويجهڙائيءَ ۾ سچو ڏيان تاريخي پس منظر ۾ خيرپور بابت لکيل مضمونن تي ڏئي رهيو هو ۽ انهن مضمونن جي ڪتاب "هوُ جي وڻ وندر جا" کي مرتب ڪري رهيو هو. "مهراڻ" سان "نسيم" جي سهڪار جو اهو ثبوت آهي، ته جڏهن 1/78 جي پرچي ۾ سندس ڇپيل مضمون ۾ مون ٿوري ڪاٽا ڪوتي ڪئي، تڏهن پاڻ ڏاڍو ڪاوڙيو هو، پر ساڳئي وقت "مهراڻ" لاءِ ساڳي سيريز جو هڪ مضمون "چيڙيون نبيريون" پڻ ڏياري مڪائين، جيڪو 2/78 جي پرچي بدران، هن پرچي ۾ آيل آهي.

— "نسيم" جو خون، هڪ ليکڪ جو خون آهي. هڪ اهڙي ليکڪ جو خون، جنهن کي شمشير "سنڌ جو سڀ کان وڏو ڪهاڻيڪار" سڏيو آهي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ناهي، ته "نسيم" پنهنجي دور جو هڪ وڏو ليکڪ آهي. "نسيم" اڪيلو ليکڪ آهي، جنهن ڳوٺائي توڙي شهري پس منظر ۾ انتهائي ڪاميابيءَ سان لکيو آهي - ۽ ائين هن فيشن طور نه ڪيو آهي، بلڪ سنڌي ڪهاڻيءَ کي هن جيڪا اوچ ڏني آهي، آها گهري مشاهدي، ٻوليءَ جي چاڻ ۽ ڪردارن جي اصليت جي آڌار تي ڏني آهي ۽ اهو ڪو گهٽ ڪارنامو ڪونهي.

— پهاڙ پنهنجي جاءِ تان هٽي سگهن ٿا، پر سنڌي ڪهاڻيءَ تي "نسيم" جي جيڪا گهري ڇاپ آهي، اها ڪڏهن به نٿي لهي سگهي. "نسيم احمد کرل" سنڌي ڪهاڻيءَ جي هٺ هٺ نراڙ تي لهوءَ سان لکيل آهو نالو آهي، جنهن کي ڪڏهن به نٿو ميساري سگهجي:

موت برابر
آئيني جو آهي پٿر
پر مون جيڪي هٿ جا ليڪا
ڪوري ڪاغذ تي ليڪيا

رهٽا آهن، ڍهٽا ناهن
چاڪاڻ ته، ڪنهن به پهاڙ وٽ
سورج لٿي ڪو پٽر ناهي!

## علامه عبدالعزيز ميمڻ

— علامه عبدالعزيز ميمڻ جي مرتبي جا عالم صدين ڪان پوءِ پيدا ٿيندا آهن ۽ قوم ۽ ملڪ لاءِ فخر جو باعث بڻجندا آهن. سنڌ جي ناميااري عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ چواڻي: ”علامه جهڙين هستين جو هئڻ ڪنهن به معجزي ڪان گهٽ ڪونهي.“ علامه صاحب غير عرب هوندي به، عربي ٻوليءَ ۽ ادبيات تي جيڪو عبور حاصل ڪيو، انهيءَ کيس عرب عالمن ۾ به هڪ اعليٰ مرتبو عطا ڪيو. علامه صاحب جو لاڏاڻو، نه رڳو ملڪي سطح تي، پر بين الاقوامي سطح تي ايڏو وڏو نقصان آهي، جنهن جو پورائو شايد ئي ٿي سگهي!

## استاد الله بخش

— استاد الله بخش جي لاڏاڻي سان، چترـڪلا جو هڪ اهم باب ٻُجي ويو آهي. استاد پنهنجي نرالي اسٽائيل سان، پوري پاڪـ هند ننڍي کنڊ کي متاثر ڪيو، خاص ڪري پنجاب جي ڳوٺاڻي جيون ۽ لوڪـڪلاسيڪل اتهاس کي، رنگن ۽ لڪيرن وسيلي، جنهن پيار، پورهئي ۽ اتساهه سان هن ڪئنواس تي آندو، انهيءَ کيس امر بڻائي ڇڏيو آهي.

## عنايت علي فقير

— ”رخ رانجهن ماه منير هويا، ساڏا دم دم ساهه سڏير هويا“، ”ڪيڙو مست پرينءَ جي ڪنهن ناز مون کي، وسريو روزو نه ياد نماز مون کي“ انهن ڪلامن کي جنهن مڌر آواز اسان جي ڪنن تائين پهچايو، اهو آواز اڄ چُپ آهي. عنايت علي فقير ڏاڍو دير سان ريڊيو وسيلي عوام تائين پهتو. يڪتاري ۽ کڙتال تي، پنهنجي مخصوص رنگ ۾ آلاپيندو، سنڌ جي ماڻهن کي مست ڪندو رهيو ـ ۽ تمام جلد ريڊيو، ٽي ـ وي ۽ ٻين ادارن جي روايتي بي حسيءَ ۽ بي قدريءَ جو شڪار ٿي ويو.

## موج پيڙيو مهراڻ

سامُونڊي! تو سَنبَهين، ساڃو جَهل سُکاڻُ،
لَڳي واءُ وَڏاندَرو، مُنجهائي مَهراڻُ،
جَنين پانيهو پاڻُ، ڪري تَوائي تَن کي.

— ثقافت جيڪڏهن ڪنهن به قوم جو چهرو آهي، ته ٻولي ۽ ادب، اُن چنڊ چهري تي ٻن نرمل نيڻن جيان آهن. جڏهن به انهن نيڻن جي جوت جهيڻي ٿيڻ لڳندي آهي، تڏهن اهو چنڊ چهرو به پَنَ ـ ڇڻ جي پيلي رُت جي سڪل پَنَ جيان ڀاسندو آهي ـ ڄاڻ ڇڻيو... ڄاڻ ڇڻيو! ان صورتحال ۾ رَت ٻاري تيل ڪري، اُن جوت جيئارڻ جو ڪم ليکڪ جو آهي. اهو سچ آهي ته اهو جوکم جو ڪم آهي؛ پر اهو به سچ آهي، ته اڄ جو ليکڪ انهيءَ جوکم کڻڻ جو ساهس رکي ٿو. هيل جا رُت ڦري آهي ۽ چهري تي جو وَرَن وريو آهي، تہ اهو اڄ جي ڏات ـ ڌڻين جو هڪ اهڙو ڪارنامو آهي، جنهن کي ڪا به ٻُلن ڊنل آگر نئي ڍاهي سگهي. ”مهراڻ“ جو ان ڏس ۾ ڪهڙو حصو پتي آهي؟ ان جو فيصلو سُڄاڻ پڙهندڙن تي آهي.

— ”مهراڻ“ پنهنجي محدود وسيلن آهر جيڪي ڪجهه ڪري سگهي ٿو، آهو ڪندو رهندو؛ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي بچاءَ، ڦهلاءَ ۽ ڦُلار جي لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهندو. گروهه بندين، جهل، ڪٽرپڻي، پڇاڙپائين، تنگ نظريءَ ۽ ذاتي وٺت ـ اٿوٽت جي بنياد تي قائم ڪيل اڏوهيءَ ڪاڏل نظرين خلاف پنهنجو هاڪاري (positive) ڪردار ادا ڪندو رهندو؛ پر اهو سڀڪجهه توهان جي سهڪار سان ئي ٿي سگهندو. لکندڙن جو سهڪار ”مهراڻ“ کي اڳيئي حاصل پئي رهيو آهي ۽ سرجڻهار پنهنجون تخليقون ”مهراڻ“ کي donate ڪري، ٻوليءَ ۽ ادب جا گهڙا ڀري رهيا آهن، انهيءَ لاءِ مان سندن بيحد ٿورائتو آهيان. ”ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا“.

— ڪن جو خيال آهي، تہ ”مهراڻ“ جو معيار ڪري چڪو آهي. ان ڏس ۾ منهنجي ڪين رڳو اها گذارش آهي، تہ ”مهراڻ“ تي گذريل دؤر ۾ بہ سخت تنقيد ٿي آهي. جائز/ناجائز؟ اهو هڪ الڳ بحث آهي. گرامي صاحب جي دؤر ۾ تہ سچو ”مهراڻ“ ريڊيو جي لکڻين سان ستيل هوندو هو. ”مهراڻ“ ۾ تہ فارسيءَ ۾ ڪتبا ڇپيا هئا. تڏهن ”مهراڻ“ جو گذريل دور ساراهي سگهجي ٿو؛ پر اتيئي دنگ آهي، اها ڳالهہ صحيح ناهي. ”مهراڻ“ لاءِ منهنجو پنهنجو الڳ concept آهي. تقليد ۾ منهنجو ڪڏهن بہ ويساهہ ناهي رهيو.

— ڪنهن غير ضروري مواد جي ڪري؛ تبصرا ۽ ڪالم روڪڻا پيا ۽ خطن کي بہ مختصر ڪرڻو/ روڪڻو پيو، ان جو مون کي ڏک آهي.

— ”مهراڻ“ ۾ نہ رڳو ”سوچ ـ لوچ“، پر هرڪا سٽ سڪي جيان وڃائي، پوءِ توهان آڏو آڇي ويندي آهي ۽ ان جي پرک لاءِ سُرت ۽ ساڃاهہ ضروري آهي. ”مهراڻ“ هينئر بہ توهان تائين دير سان پهچو آهي، ان تي مان ڏک جوئي اظهار ڪري سگهان ٿو. ”مهراڻ“ جي گيٽ آپ ۽ ڇپائيءَ جي سونهن پريس ورڪرز جي هٿن جو ڪرشمو آهي.

— امداد حسيني

# لطيفي لات

هر ڪو هلندو گهر، د رگيذر، ڪو ڪو نظر، يار! سائيهہَ جو!

وُنڙا سينهن ملير َ تي، ڀِٽن پاسي پر، ٽر ٿوهر، ملڪ موهر،
ماڳ مارئيءَ جو!

ليلا پنهنجي لَڇڻَين، سٽين تي توڙ نہ مر، سُرت ٻہ ڪر، عشق آپر،
ڪانڌ ڪونروءَ جو!

راڻو رات رُسي ويو، آبٽي پيرن ڀَر، تُرت تِڪَر، سنڀهيو سئر،
محب مومل جو!

لائون لال لطيف چئي، نرمل ڪر ڪو نظر، ڀوريل د ر، ڀيج ڀيڙ يل،
قلف قلب جو!

(ميين محمد ابراهيم ڪان ٻڏل)

# تخليق ۽ تنقيد

● هرڪا ٿيي فن جي تصور بابت پنهنجي پسند ۽ ويا ڪاڻ جا ماڻ پاڻ مقرر ڪندي آهي.

● هر عظيم شاعريءَ ۾ ڪجهه شيون اهڙيون هونديون آهن، جن کي راز ۾ ئي رهڻ گهرجي، پوءِ پلي کڻي شاعر بابت اسان جي ڇاڻ ڪيڏي به مڪمل ۽ وسيع ڇو نه هجي. ۽ اِها ئي آها ڳالهه آهي، جا اصل ۾ گهڻي اهميت رکي ٿي. جڏهن به ڪو نظم مڪمل ٿي وڃي ٿو، ته هڪ اهڙي شيءِ ظهور ۾ اچي ٿي، جنهن جي وضاحت ڪنهن اهڙي شيءِ سان پيش ڪري، نقا ڪري سگهون، جيڪا پهرين ئي وجود ۾ اچي چڪي آهي. اِها ئي آها شيءِ آهي، جنهن کي مان تخليق جي نانءَ سان تعبير ڪريان ٿو.

● اهو نقاد، جو ادب ڪانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ ۾ دلچسپي نٿو رکي، انهيءَ وٽ چوڻ لاءِ به گهڻو گهٽ هوندو آهي- ڇوته ائين سندس ادب نج ۽ هڪ الڳ ۽ پاڻمرادي شيءِ بڻجي وڃي ٿو. شاعر شاعريءَ ڪانسواءِ به ڪجهه دلچسپيون رکي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهن ڪانسواءِ شاعري پُسي پُسي رهندي. شاعر ان ڪري شاعر آهي، جو سندس مڪيه دلچسپي اها آهي، ته هو پنهنجي تجربي- ۽ خيال کي ڪوتا جو روپ بخشي.

● ادبي نقاد جي حيثيت ڇڙو ڪنهن فني ماهر جي ناهي، جنهن موُل متا سکي ورتا آهن، جن جي پابندي انهن ليکڪن کي ڪرڻ جڳائي، جن تي هو تنقيد ڪري رهيو آهي. نقاد لاءِ ضروري آهي، ته هو هڪ پوري اڪائيءَ جي حيثيت رکندو هجي. هڪ اهڙي ماڻهوءَ جيان، جنهن جا پنهنجا عقيدا ۽ اصول هجن- جنهن وٽ علم هجي، ته زندگيءَ جو تجربو به.

— ٽي- ايس-

## حامي خيرپوري

### غزل

اکين سان حال دل جا يار تو سان اوڙا پوندا،
زبان خاموش رهندي، چپ نہ هرگز چوڙا پولدا.
محبت ۽ مصيبت جا هزارين مرحلا ايندا،
ڪشالا ڪاٽبا ڏونگر ڏکن جا ڏوڙا پوندا.
جڏهن تشريف فرما حسن جي سرڪار هت ٿيندي،
قيامت خيز قدمن جي مٿان سِر گهوڙا ٿيندا.
غذا ٻي ڪين ڪائيندو ڪڏهن شهباز الفت جو،
هڏن تان ماس وارا پنهنجا عضوا ڪوڙا پوندا.
سُڪائون باسيون، پيرن تي پٽ وجهبا، چِلا ڪبا،
سوين سِڪ جا سڳا تنهنجي ملڻ لئي سوڙا پوندا.
پچڻ پچرڻ، جلڻ ڪامڻ جا وٺبا ذائقا ڪيئي،
جدائيءَ ۾ جگر دل جان ۽ تن جهوڙا ٿيندا.
ميٺن ماڻهن اڳيان 'حامي' مٺو ڳالهائڻو پوندو،
زبان چورڻ کان اڳ ۾ حرف سارا تورڻا پوندا.

## رحيم بخش قمر

### مارئي جا سلام

وڃي ڏيج ڀريِن مين کي سلام، سنگهارن ۽ سانگين سڄن کي سلام،
ڪري گوڏ، وڃ ڏي ونهين کي سلام، گهڻا ڏيج مارن ميٺن کي سلام،
اوهان ري اچي ٿو نہ آرام چئجان!
جيئن شال جهانگين کي جهڙ جام چئجان!!
ڳنوارن مٿان وس، ڳاين جي مٿان وس، وٿن جي مٿان وس، والين جي مٿان وس،
ترابن مٿان وس، تلين جي مٿان وس، ڀرحال ڀٽڙن، ٽلين جي مٿان وس،
وسان وڏ ڦڙو ٿو انهين عام چئجان!
جئين شال جهانگين کي جهڙ جام چئجان!!

سلامن بعد سرس سينگار ڪر تون، وڻن جا ڪري ويس، وسڪار ڪر تون،
پياري ملڪ شاد، پنوهار ڪر تون، ڪٿن تي گهٽا ڪاهه گلزار ڪر تون،

پنوهارن ڪي پرتئون هي پيغام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

نه لوڻي لڄائي اٿم، ڪين چئجان! نه عادت مٽائي اٿم، ڪين چئجان!!
نه غيرت وڃائي اٿم، ڪين چئجان!!! نه دل ۾ ڀڃائي اٿم، ڪين چئجان!!!!

نيڌر جو نياپو، ڏکيءَ نام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

ڪنهن ڪين هرگز پيو ڪاند چئجان! ڏنو آهي، ڏيندو خدا ڀاند چئجان!:
"السٽي" تو ڳولڄي اڄا ناند چئجان!!! لڳهوسار ٿيندو هي وڏواند چئجان!!!!

دعائون ڪهران صبح ۽ شام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

ٿرين جا وڄي ٿاڪ، ٿاڻا ڀڄائج، پنوهارن جا ڀڪڙا پراڻا پڄائج،
ڪڀڙ ڪرڙ ڪنڊا ۽ لاڻا ڀڄائج، ڇپر، چونرڙا آت اباڻا پڄائج،

سنيها سنياري تون اتمام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

ڪري ڳوڙ ۽ تيندب ٿارين مٿان وس، وطن ويڙهه، جنگربن ۽ چاربن مٿان وس،
مٿين ميل وارين سنگهارين مٿان وس، وري هيج مان خوب هاربن مٿان وس،

ڪندو ڀاڄهه الله اڪرام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

ٿئي موت منهنجو ڏسي مُنهن ميٽن جو، بندوبست هو ڪن ڪو منهنجي ڪفن جو،
۽ حاصل شرف ٿئي قريبي ڪُلهن جو، ڪندا ڪاندهو ڀڻ ڀَسين ۽ ڀَڪن جو،

سگهي ايندي سانگين طرف سام چئجان!
جيئن شال جهانگين ڪي جهڙ جام چئجان!!

## (ڪافي)

سون ڏي ليڙ ڪئي تون نهار سڄڻ، ٿئي خوب اکين ڪي خمار سڄڻ!!
اک، اک سان اڙائج عيد ٿئي، نشو نينهن جو مون ڪي مزيد ٿئي،
تنهنجي درشن مان خوش ديد ٿئي، هڪ دَم نه ٿيان تو ڪان ڌار سڄڻ!

منهنجو روح ۾ تون ۽ رباب ۾ تون، منهنجو مقصد تون، مهتاب ۾ تون،
منهنجو گلشن تون ۽ گلاب ۾ تون، منهنجي باغ جي آهين بهار سڄڻ!

مون کان منهنجا حبيب حجاب نه ڪر، مون کان مُنهڙو لڪائي عذاب نه ڪر،
منهنجي غلطين جو تون حساب نه ڪر، مون ڏي تنهنجا حرف هزار سڄڻ!

رحيم بخش ”قمر“ سان رهاڻ تون ڪر، پنهنجو وصل عطا پرين پاڻ تون ڪر،
منهنجي سڪ جي ڳان ۾ سرهاڻ تون ڪر، سائو گڏجي ڪيون گلزار سڄڻ!

## مهر پروين

### ڪافي

ڪجهه ڏيان چڱيرو ڏار سڄڻ!
هيئن ڪيم هجر ۾ مار سڄڻ!

پرين پيار ڪري، هاڻي رهه نه پري،
منهنجي توريءَ ساعت ڪين سري،
پئي جندڙي جهري، ڏک سور چري،
سي سور سيکيرا تار سڄڻ!

وڃ ڪين پري، ڏسي ڪم ڪُڏا،
توکي ڏيندو چڱائيءَ جو اجر خدا،
اڄ محب مٺا، رهه ڪين جدا،
سُڻي سوال اچي گڏ گهار سڄڻ!

ماندي مفت مري، ڪنهن کي ڪوڪ ڪري،
نٿي دانهن ٻڌي، وڃين نڪري پري،
مٺا مهر ڪري، اچ پير پري،
جيڪي وعدا ڪيئي، اهي پار سڄڻ!

”پروين“ پري رهي ڪيئن سگهي؟
تنهنجي ساٿ سوا سا ڪيئن ٽڪي؟
جيڪا آهه ٻڌي تنهنجي سِڪَ سڳي،
تنهن کي اوکيون ڪل اڪار سڄڻ!

# عنايت بلوچ

## (1974ع جي هڪ ياد)

ٿڪري ٿڪري رُلندو رُلندو، تنهنجي در تي پهتو آهيان
سُور سمائي، پُور پرائي، سڪ جي هڪڙيءَ سُرڪيءَ خاطر
پستي پستي ڀٽڪيو آهيان.
ماڻهن جا انبوهه مليا، پر بي روحا بي قدرا ماڻهو
تن مان ڪهڙو اندر اوري، پنهنجي دل جو درد سڻايان
تن مان ڪهڙو سڪ جو سودو، جي سڀ مطلب جا پوڄاري
مطلب سمجهن، مطلب مائن، ريت پريت سندي نا ڄاڻن
بي گوندر، بيگانا ماڻهو.
ڏَسُ مليو ٿم: تون فقط هڪ تون ئي آهين
جنهن وٽ مون کي سڪ جي سُرڪي آڇي ويندي
چند گهڙيون ڪي گهارڻ ڪارڻ، تڏهن ته تو وٽ آيو آهيان
ٿڪل، ٽُٽل، ساٿو ساڻو؛
تو وٽ من کي مايا ملندي، تو وٽ روح کي راحت ايندي
تو وٽ جسم ٻه جرڪي پوندو، ٿانئن تي ڪجهه ڇنڊا پوندا
آٿت ايندو — ڏينهن ٻه ٽي ڪي ٿَڪُ ڀڃندس.
تنهنجو لطف ڪرم آ ڪيڏو، عين عنايت تنهنجا ٿورا
تنهنجي اکڙين مان اوتي پيو ڍُڪ پريان ۽ آڇ آجهايان
مونجهي من کي ٿو پرچايان.
پر...... تون ڇو ٿي ڇرڪبن پئي، مان ته مسافر واٽهڙو هان
هن سنسار جو سخت ستايل، تنهنجي پيرين گهُور جو گهايل.
روڳي، ٺوڳي پاپي ناهيان، رات رهي ۽ رمندو رهندس.
رات ۾ ليڪن سڪ جي هڪڙي سُرڪ پيري
۽ تن جي تنؤنس وڌائي ويندس، برهه جي باهه لڳائي ويندس.
ممڪن آهي آڳ اُنهيءَ ۾، توکي پڻ جي لهس اچي ڪا
مون کي منٺڙي! بخشي ڇڏجان — روح جي راڻي، بخشي ڇڏجان.



ڪتريءَ جي اسڪيچ-بڪ مان "سن بات"

# نعيم دريشاڻي

( 1 )

منهنجي دل جي
تنگ ڳليءَ
جهوني سراءِ ۾
هڪ غمن جو ارٿريٽڪ(1) ڀوت
رهي ٿو.
اڪثر گهگهه سناٽي ۾
ڪنجهند و ڪنجهند و
اٿند و آهي
رڙهند و آهي
رڪند و آهي
ڪنجهند و آهي
چڙرند و آهي
جڏهن
واءُ لڳڻ تي
ريگزارن ۾
واري
رڙهي
ويهي رهي
ڪجهه سوچي
وري اڳتي رڙهي.

( 2 )

هيءُ جيڪو
منهنجي هٿ ۾
ڪاٺيءَ ٽڪر آهي
آءٌ ان مان
وڏيرَ تہ
تير ٺاهيان
يا ڪمان
ڪرسي، ميز
يا مڪان
ڪليڪ ٺاهيان
يا صليب
گل ٺاهيان
يا گلدان
ڪنڍي ٺاهي
سڀون ٽنبي
وُوڊو(2) جو ناچ نچان
جان وجهان
آءٌ ازلي شڪتي آهيان
Mind آهيان.

---

(1) ارٿريٽڪ (Arthritic) = اُهو ڪراڙو، جنهن کي سنڌن جي بيماري هجي. (2) ووڊو (Voodo) معنيٰ ڪارو جادو.

# ذوالفقار راشدي

## غزل

اءُ قلندر پنهنجي ڌُن ۾ مست، مگن، مخمور،
منهنجي ٻونيان قصا ڪهاڻيون ڪيئن ٿيا مشهور!

ماڻهو آهيان ڪيئن سانڍيان، نڪريو وڃن اوٻاڪ،
آءٌ ته ٻاهر ٻاڦيان وينو، جيڪو سانئي سور!

واڦڻ داڦڻ ناهي، دلبر، هيءُ املهه اظهار،
چپَ وَڏيان چَپَ سِبايان، موت تِهان منظور.

ڪَڪڙيون ناهن اکڙيون پنهنجون، مرجهايل ڪي مُڪڙيون،
راتيون ورقن ۾ واجهايم، اوتي نيڻن نور،

ناهي اڄ ٻي آجرو پنهنجو، ڪلهه ٻي ڪارو انڌارو،
ڏنم ڏيهاڙي حال، ته ماضي ڀلڪ پلڪ جو پور.

ڪامڻ ڪاڪ ۾ خود قيدياڻي، راڻو ريٻي ڪيرا!
دل وارئو، هن وستيءَ ۾ هيءُ عجب ڏٺم دستور.

باغ، بهار ۾ ننگيون ٽاريون، ڳوُنچ لڪو ڦَلَ ڦُولَ،
ٻوڪيل ناهن ڪجيءَ ڪٽوريون، انبن ۾ ڪونهي ٻور.

جوش ٻيا هوش ٻيا ليڻهن - نشي جي، ناهي هتڙي بات،
اهڙي واءُ گهُلي جو دل ۾، هر جذبو ناسور.

ڳالهه - ڳجهاندر لفظن ۾ مون، چاهي ڪريان قيد،
ڳوڙهن سان ٻيو ڪاغذ ٻُسجي، لڪي نه وڃي سور.

ست رنگ، صد رنگ سوچن جا مون، جوڙيا ڪيئن جنسار،
اک - ڇنڀ ۾ سڀ جوڙ اجائي، شيشا ڇڪنا چور.

سهڻن خوابن جون تعبيرون، هاڻي چٽڪ سراب،
اهڙو سپنن ۾ ساڀيان ڪي، ورتو ننڊ اکهور.

## ثريا سوز

## غزل

ڪيئن حياتي آخر گهاريون، سوچيان ٿي،
ڪيئن پنهنجا جذبا ماريون، سوچيان ٿي.

هر روز اندر ۾ جوش نئون ٿو جاڳي،
پڙڪيل باھ پلا ڇو ٺاريون، سوچيان ٿي.

اونداهي ڇو آهي؟ پوست ڇو آهي؟
جڳمڳ جوت نئين ڪا ٻاريون، سوچيان ٿي.

ڪو رهبر آهه نه ڪائي منزل آهي،
پنهنجو ٻه لڳي ٿو ڏُر ڏاريون، سوچيان ٿي.

ڏور ڪنارو، تيز هوائون، مڙھ ڦاٿل،
تار منجهان ڪيئن ٻيڙي تاريون، سوچيان ٿي.

هٿ پير هڻون اڳتي ته وڌون، لَڪَ لنگهون،
ڏاڍ سندا ڪيئن ڏونگر ڏاريون، سوچيان ٿي!

## ماڏيڙو اوڏو

●

دُک جو ڪونهي ڏنگ،        جيون ڪاريهر جو ڏنگ.
مون کي موهي سگهيو ڪينَ،        ڏولڻ سائينءَ جو ڪو ڏنگ.
سوچي سوچي ذهن ٿڪو ته:        ذهن تي ڇو آهي زنگ.
مون کي چارڻ ڪونه سُجهي،        ڇوري جيڪو هاڻي چنگ.
هيڏي هوڏي هاريل آهه،        رندن تي اڄ ريٽو رنگ.
سانوڻ رُت ۾ وسندا مينهن،        جهومي ڳائيندو جهرجهنگ.

●

ڏات ڏيئي ڪي ٻاريندا سين،        جاڳي جوت جياريندا سين.
ڳٽين منجھ ڳرون ڇو سائين،        مُرڪي عمر گذاريندا سين.
گهر ۾ ساھ وجي ٿو گهُٽجيو،        کُليءَ هوا ۾ گهاريندا سين.

# تاج جويو

## الطاف جي ياد ۾

موت !
رانپوٽو هٽي،
سُرڪَ جيون جي چپن تان،
وٺين ڪَنسي اچ اوچتو- !
شل پوي او موت توکي موت ڪو!
سونهن جي،
مرڪندڙ مُک تان جهٽين تو،
ڦول سرها —
۽ ڪرين ٿو،
منت ۾ مهٽيو ميٽي!
بي قياس،
ديوَ ڪارا موت جا!
منهنجي اڳيان منحوس مُنهن پنهنجو هٽاءِ!
مان ڏسڻ توکي نٿو چاهيان-
چو ته :
آهيان آءٌ شاعر زندگيءَ جو،
سونهن جو!
زندگيءَ جا،
سونهن جا ويري هليو وڃ!
تـَـر اکين کان!
مان نٿو چاهيان مرڻ-
مان جيڻ ليءِ،
آئيو آهيان هتي،
۽ جياپي جا سبق،
ڏيهه ساري کي ڏيڻ ليءِ،
گيت جوڙڻ ٿو گهران!

## غـزل

سُهڻي مُنهن تـي موهيڙن ڪَنَ،
ڪيرل وَلِ جـا ڪَـلَ هجن چڻ!

شهـرن جـا رهـواسـي شـاعـر،
واهـڻ جـون تشبيـهـون ڪـڻ!

سـاري پـُـونهء پـَتر جـا ڪُـلـڙا،
جنت کـان وڌ واهـڻ واهـڻ!

کـيـڏي آ سـرهـاڻ هـوا ۾،
بسنـت رُت مَهڪايـو وڻ وڻ!

پـريـن! پـَتـي مان تـولء آيس،
ڳاڙها پير ڳنوَل، پــ تـي ڪـڻ!

سِرنهـن ڦـلاريـا، سِـڪ ڦلاري،
آءُ اجــارڻ مـن جـــو آسـڻ!

## ساز ملاڪاتياري

### ٻه نظم

چنڊ آڌر ۾
ڪڪرائين اجرڪ اوڍي
آڌيءَ ويلي
اوسيئڙي ۾ آس آسڙڪي
نرمل جسم
ٿڙ ٿڙ ٿڙڪي
دل جيئن ڌڙڪي
چالڊوڪيءَ جو
هاڻ تيهائين هڙڪي!

●

دوستو ڇا لکان؟
ڪالهه جان اڄ به مان
پل جيان پل مران

مال تي مست هو
حال تي مست مان
ڇو رئان يا کلان؟

وقت ٿي ويسلائي
ڪيئي ويو وري
مانهون ٻئي لوٽ ڪان
جي لکان،
ڪيئن لکان!؟

## واجد ناز

!

حيرت آهي
مونکي تون کلندو ڏسڻ چاهين ٿو!
پن ڇڻ جي موسم ۾
گل سنگهڻ چاهين ٿو
لاش جي زرد ڳلن کي
سرخ ڏسڻ چاهين ٿو
حيرت آهي!

## سورٺ

### ● نظم

هي چمڪندڙ تارا
ڪيڏا نه آهن سوپارا
توکي هن پل پسندا هوندا
۽ تون به انهن ڏانهن
ڪٿ تي تڪڻ ويل
مون وانگر
اٿاهه مايوسيءَ جي ساگر ۾
ٻڏندو ترندو
هوندين سوچيندو:
ته 'ڪاش، تون به هجين ها تارو
۽ مونکي پنهنجو جلوو ڏيکارين ها
آڇهامندڙ نيڻن ۾
ڪا ته ڏياتي ٻارين ها!!'

## خاڪي جويو

●

هن حياتيءَ هاءِ،
چنگ ڪئي هر جُوءِ ۾.

سوچ آڀاري سچ جي،
جيون جاءِ بجاءِ.

ڏئي مُهاڏا ڏاڍ سان،
مرندي جهرندي ماءِ.

خاڪيءَ هر ڪنهن ڪنڌ ۾،
لڙندي لوڪن لاءِ.

## محمد خان مخمور

●

ڪُوڙيو ٻٽ نه ڪُومَلَ،
ڊمرُو اينئن ڊنيڊ ۾.

ليرڪيءَ والڪر لينگري،
ڪوهه تريڻ ٿي تَلَ.

هريا ڪپڙا ٻُتَ تي،
الڳ الڳ رلڳ آٿلَ.

ڏاڍي آهين اينٺري،
ڀل ڙي جوڀن-جَلَ!

## بشير سيٺائي

●

ڀَرِ ٻه تون پرمار،
هيل ٻه تنهنجي حاڪمي.

سارو آنءُ ڪٽي ويو،
ڪٽري سان ڪمدار.

سُمهون ياڻ ڀراڙ تي،
ڀيٽ ڀُڪيا، ڀوتار!

ڪٽي هلين ڪار ۾،
ساڻ سُريلي لار.

●

ڇا ڇا آءٌ لڪان؟
مون ڪان لڪيو ڪين ڀُڃي،

ڪڄان ڀڄان ڪيئن مان،
آڏو ڪات سنوان.

جهُري منهنجو جهوپڙو،
ڦهري ڪوٽ ڏسان.

جا سر سالڪيٺڙن تي،
ڪهڙو حال ڪيان!

# مقبول اختر

●

ڄڻي چوري
ڪوجهي ڪاري
قاتل ڪپڙن واري لينگر
وچ بازار ۾
هر ڪنهن آڏو
هٿُ ٽنگيندي
ليلائيندي
دان گهري ٿي
پر هي دولت وارا ماڻهو
ٻچان منجهان هن ڏالهن لهاري
پنهنجي پنهنجي راهه رمن ٿا
ڪنڌ ورائي ڪول ڏسن ٿا!!

# شفيع چانڊيو

(ٽيڙو)

آ تہ هلون هٿن ٻار
ڇڏي ڏهنيوءَ ڏيهه کي
لهي لوڪ تان ٻار

ڪُمهلي آيل ساڻ
ڪيجي ڪيهي، هينئڙا
ويهي روح رهاڻ

تو بن لينهن نگر
ائين پيو پاسيم جڻ
سُيج جو آهه سفر

چنبڪي کهڙي ڪَلَ
تو ٻن گذرن ڪيئن ٿا
صديون پهر ۽ پَلَ

# اشرف آصف مصراڻي

(ٽيڙو)

سياڻو يا نادانِ
پرينءَ ۽ پيٽ لـيءَ
هرڪو آ حيرانِ

ڪيئن ڪري السانِ؟
هڪ پاڳل پريت ڪري
پيو نانِ ڪري نادانِ

ماڻهو هرڪو مورِ
ٻُري هين سماج ۾
ساڃ ٻٽيو ڪو چورِ

سولهن سدا گلاب
جوين رُت ٻسنت جي
مالهيءَ جو جڻ خواب.

## اياز گل

### غزل

رم جهم رنگ رچايا آهن،
ڪورا نينهن آهايا آهن.

هيل ٻہ منهنجي دل ۾ ايندا،
سورن ٻُورَ ٻچايا آهن.

ڪجهہ تہ تون ٻي هٿ ڏکهيڙ،
سون جي هٿ وڌايا آهن.

منزل ڀوءِ ٻي ساڳي آهي،
رستا جي ٻدلايا آهن.

آءٌ وڏو ماڻهو ڪونهيان ڪو،
تنهنجا خيال اجايا آهن.

سَچ جي سُنڌر لاريءَ ڪهُوري،
کهوٽ کهٽا ڏي کهايا آهن.

وِسڻا ناهن، وِسڻا ناهن،
سون جي ديپ جلايا آهن.

ڇيڙ ٻڌي سون جذبن جي،
ٻنهنجا گيت اُچايا آهن.

•

مان جنهن سان تو پيار ڪيان سا،
آهي واءُ جيان...
چاهڻ سان ٻہ
جنهن کي ڪين ڏسي تو سگهجي،
هٿ وڌائي،
ٻوٽ وانگي پڪڙي سُور نہ سگهجي،
بس محسوس ڪجي تو،
تيز کهُلي ٿي
دل جو در ٿي کڙڪائي،
ءَ دل جي گهر ۾ رهندڙ
جذبن کي جاڳائي،
پل لئہ تڏڙا منڙا ڪي،
احساس ٿي ڦهلائي،
ءَ ٻئي ٻل هلي وڃي ٿي،
ٻيو ڪو شهر وسائي،
هڪڙي ٻل گڏ آهي مون سان،
ٻئي پل مون سان ناهي،
مان جنهن سان تو پيار ڪيان سا،
آهي واءُ جيان...

## طاهر سنڌي

### غزل

ماڻهو اندر ڪارا آهن،
ٻر ڪي ماڪيءَ ڌارا آهن.

تنهنجي هٿ تي ليڪو ناهي،
تنهنجا ڀاڳ ڀلارا آهن.

منهنجي دليا انڌي ڪوٺي،
تو وٽ چنڊ ستارا آهن.

تنهنجي زلفن ڪي ڏسندي،
ڪڪر ٿي پيا ڪارا آهن.

مُرڪي سُرڪي ٻار اکڙين مان،
ڪوهه تہ سارا ڪارا آهن.

ڇو ٿا منهنجا رستا ڳوليو،
منهنجا هرهنڌ چارا آهن.

وياڪل من کي چين نہ ڪوئي،
ساگر کي بہ ڪنارا آهن.

دل جي در تي ڪڙڪو ٿيو آ،
ڪي اڱڻ اچڻ وارا آهن.

ٻاڻ تہ وڪجي وياسين ٻهرين،
گيت بہ ميت آڌارا آهن.

’طاهر‘ ڏيهہ نہ ڏسندو توکي،
اکڙين ۾ اوتارا آهن.

آپ تي روشن تارا آهن،
سپنا ڪيڏا پيارا آهن.

## غلام نبي ناشاد

### ڪنواري

ها ــ مان خاموش رهان،
ڇو تہ مان عورت آهيان،
قربانيءَ جي ٻڪري آهيان!
ڪجهہ ڪيئند يس،
رُسوا ٿيند يس.
منهنجا پيءُ ۽ ماءُ،
ڀاڄائي ۽ ڀاءُ،
پل سنهڙيون سنهڙيون،
منڙيون منڙيون،
لڪي لڪي ڳالهيون ڪن!
ڇا مان انسان ناهيان؟
ڇا مون کي دل ناهي؟
ها ــ مون کي دل آهي،
مون کي بہ خواهش آهي،
پر ڪچان ٿي تہ
ڇون ٿا:
عورت ذات ٿي،
وات ڪولين ٿي!
ٿي ۾ وار اڇا
تہ بہ مڏجان ڀئي
ڪنواري، ڪنواري!

## بلقيس عارباڻي

●

تنهنجي ليلن نيڻن ۾
اڇا موتي انين ڪيڙن
ڪينجهر ۾ جيئن ڪنول ٽيڙن.

## سروپچند ر شاد

### ڪارونجهر تي دور ٿهو ڪي

### ڀهروپي

هن جي ڪَهرين اکڙين ۾،
برباديءَ جا ڏيک انيڪ؛
هڪڙي هٿ ۾ ائٽم بم آ،
ٻئي هٿ ۾ هئڊروجن بم؛
ذهن ۾ "ليوٽران" ناهڻ جو آ فارمولا.
مُک تي معنيٰ خيز جهلڪ،
۽ چپن تي هيءَ وائي:
"آئون امن جو پوڄاري،
آئون امـن ٿـو چاهيان!
آئون امـن ٿو چاهيان!"

●

### ڏيـاري

آئي ڏياري،
جڳمڳ جڳمڳ ڏيئا ٻرن ٿا؛
پر اجا ٻي،
جڳ ۾ اونڌهہ ڇائيل آهي:
ائين لڳي ٿو،
روشنيءَ جي رامچندر،
اونڌهہ جي راوڻ کي ماري،
سونهن ۽ ساڃهہ جي سيتا کي،
اجا موٽائي،
آندو ناهي.

●

### انقلاب

وَنـو وڏ ـ ڦـڙو:
ڌرتي نوان ويس ڪيا،
ويـو سـوڪـهڙو.

●

### شعر

(1)

مون جو شعر ڇپيو:
ڪارونجهر جي ڪور مٿي،
راڙو مـور ڪيـو.

(2)

مون جو شعر لکيو:
صدين جو هيسايل ماڻهو،
حق گهُرڻ سِکيو.

●

### جذبن جو نـاچ

ڪارونجهر تـي مور ٽهُوڪي،
منهنجا جـذبـا نـاچ اچن ٿـا؛
"سنڌڙيءَ تان سر گهوري ڇڏيان"
دل ۾ هـَر هـَر خيال اچن ٿـا.

●

### صليب

هيءَ ڌرتي هڪ صليب آهي:
جنهن تي لٽڪي،
هر دور ۾ ڏيهہ جا ڏاها،
ڪوڙ ڪوڙ جا ڪرائي،
سچ جا سورج چمڪائي،
ساري جڳ جي سونهن وڌائي،
عيسيٰ جان ٿي امـَر وڃن ٿا.

●

## دُعا *

مُنهنجي گهر جو تون آئين،
مون ائين سمجهيو:
نئون تارو ڪو ڪِرِڙيو آهي،
گل نئون ڪو ٽِڙيو آهي،
بادل آيو ڪو پَرَجي آ،
يا ڪا ٿڌڙي هير گُهلي آ.
مُنهنجي دُعا آ:
”تون شل وڏي حياتي مائين!
تاري والکي جَلي جَلي ڪا جوت جَلائين،
واٽهڙن کي واٽ ٻڌائين؛
گُل وانگي تون سدا ٽِڙين،
سُرهاڻ پکيڙين،
ساري جڳ جي سُونهن وڌائين.
بادل بڻجي ٿڌڙي منڙي ڇانوَ ڪرين،
نوٽ سُڪل ڌرتيءَ تي هَردم مينهن وسائين،
۽ کيتن ۾،
خوشحالي، خوشبوءِ ۽ نرمل لينهن آڻائين،
ٿڌڙي منڙي هير جيان تون،
مُٺلن کي جاڳائين،
گهر گهر سچ سُڳند ورهائين،
نئين صبح جو نئون نياپو پهچائين.“
منهنجي دعا آ:
”تون شل وڏي حياتي مائين!“

## ليڪن جو گهيرو

جنهن ماڻهوءَ کي،
پنهنجو ڪوئي رستو ناهي،
پنهنجي ڪائي،
سوچ نہ آهي، لوچ نہ آهي
سو گهاڻي جي ڏاند جيان آ.
اکين تي هو کوپا چاڙهي،
سار سهي ٿو، خوب وهي ٿو،
پر هڪڙي ئي گول دائري منجهہ رهي ٿو.
هو سوچي ٿو:
”پنڌ گهڻو مون پنيو آهي،
منزل هاڻي ويجهي هوندي.“
پوءِ جڏهن،
اکين تان هو کوپا لاهي
سچُ پَسي ٿو،
پوءِ ڏسي ٿو:
هُو تہ آتيئي بيٺو آهي،
پنهنجن قائم ڪيل ليڪن جي گهيري ۾!

●

## ڏاهو

وقت آهي گهوڙو:
جهڙو تهڙو هن تي چڙهندو
ڪنڌ ڀر ڪِرندو.
پر جيڪو بہ،
وير جيان، رڻ ڌير جيان،
هن تي چڙهندو،
واڳ هٿن ۾ جهلندو
انياءَ سان اٽڪڻ جي خاطر،
رڻ ڀوميءَ ۾ ڪاهي پوندو،
سير ڏيندو،
پر آڻ نہ ميڃيندو،
سو ئي ڏاهو سڏبو.

* (پنهنجي ڀيرئين پُٽ وجيہ ڪمار جي ڄڃيءَ جي موقعي لاءِ لکيل)

# ٿوميندر مفتي

## نظم

ٽڙي سان اڄ ٽڙي ملائي،
مُنڌ جا ٻالا ٻٽائي ڇڏيان.
ڏوکي جون ڏيوارون ڍاهي،
پيار جا ڪنول ڪلائي ڇڏيان.

ڪوڙا رشتا ڪوڙا ماڻهو،
سڀ کان منهڙو مٽائي ڇڏيان.
ڏڪار ڏولي هر ڪنهن دل تان،
نينهن ليا هو سٽائي ڇڏيان.

سارو لوڪ لڙيءَ ۾ پوئي،
وِڇا سڀ سِٽائي ڇڏيان.
سچ مچائي، اندي ٻن ۾،
آڳ مان ڪائي لڳائي ڇڏيان!

پُتلي گهر ۾
تون ۽ مان
پُتليون آ
انهنجي ڏورِ
پاڻ کان ڏُور
ڪوجهن ڪارين آڱرين ۾
هونئن ته لاشو
آڱرين جي چُرپُر تي ٿا
ڪيون تماشو!

---

# عاجز اُجڻ

## (دوها)

ساوڻ آيو برکا برسي، لڳي هنئين کي چَتر،
منڙا ماڻهو هڪڙو پيرو، پاکر سون کي پَتر.

ساوڻ آيو برکا برسي، هينڙي هورَ هُريام،
منڙا ماڻهو توکي ساري، ساري رات رُنام.

ساوڻ آيو برکا برسي، چوڏس ميگهه ملار،
منڙا ماڻهو نانءُ ڏئيءَ جي، هاڻ ته واڳون وار.

# ڪنول لُهاڻو

## موتَ

(ژان پال سارتر جي ناليِ)

وقت جي هر ٿال تي پيو ٿو اچان،
تاريخ ۽ تهذيب جي... (صفحن) تي مان.
جنهن ۾ ڏاهي آئين ڪا ڳالهه ڪئي،
منهنجي پيرن جي ٻڌلجي چال وئي.
۽ چون ٿا سڀ انهيءَ کي زندگي،
ها، چون ٿا سڀ انهيءَ کي زندگي.
مان ڏسان ٿو روجهه ۽ سهڻا هرڻ،
ٿا اچن سڀ ٻوڙندا پاڻي پيئڻ.
چنڊ جي ڪرڻن جو مکڙين کي چمڻ،
بادلن جو پيهي رهڻ ۽ خوش ٿيڻ.
۽ جڏهن ٻوليون ٻڪين جون ٿو ٻڌان:
پيو مڇيون پاڻيءَ ۾ ترندي ٿو ڏسان.
پنهنجي هستيءَ کي تڏهن ڳوليان ٿو مان،
ڪيترا پردا وري کوليان ٿو مان.
پنهنجي هستي کان پري، ڪيڏو پري،
مان ته وينس پاڻ کي قيدي ڪري.
او ———— مشينن جا ڏٺي!
ٻم گولن ۽ سنگينن جا ڏٺي!
فڪر تنهنجو آدمي لئه چار لٺون،
اِزم تنهنجو آدمي لئه هٿڪڙيون.
مون کي گهرجن ڪونه ٿا بنگلا اِهي،
مون کي گهرجن ڪونه ٿا ڪپڙا اِهي.
وقت جي مڪروهه طبلائين کي چٿو،
پاڻ ئي ڳايو وڄايو ۽ لڇو.
مان اڪهاڙو ٻي ڪهي سگهندس اها،
۽ وڻن هيٺان سمهي سگهندس اچا.
مان وري غارن ڏي موٽي ٿو وڃان،
مان وري غارن ڏي موٽي ٿو وڃان.

# سارنگ

●

هيڏي ساري شهر سڄي ۾
ڪو بہ ناهي جيڪو مون کي
ماڳ ڏي ويندڙ واٽ ٻڌائي

هر ڪو پنهنجي ٻوليءَ ٻولي پيو
هڪٻئي جا ڳجهہ ڳولي پيو
پنهنجا اصل پَلَ رولي پيو

ڪو بہ اهڙو ناهي جيڪو
سچ کي سيني سان لائي
من تان چڙهيل دَزَ آڏائي
پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي
منهن تان پنهنجي ماسڪ هٽائي.

●

روز ڍهون ٿا
روز ٺهون ٿا
ڪوئي اوهي واهي ناهي
حال اسان جا
حيدرآباد جي
رستن جهڙا.

●

ڏِڪا، ٿاٻا ڇڙٻون ڪائي
دان مليل سڀ دُکَ سهيڙي
تنهنجي در تي ايندو آهيان
ڪجهہ پل تو سان سور سلڻ لئہ
ڪجهہ سُرڪن جا موتي ميڙڻ لئہ
پر اي دوست!
تون بہ جي، دان ۾ مون کي
ڏِڪا، ٿاٻا، ڇڙٻون ڏيندين
سُرڪن بدران لڙڪ آڇيندين
ٻوءِ ٻڌائي،
ڪيڏانهن ويندس!!؟؟
مري نہ ويندس!!؟؟

# عبدالجبار جوڻيجو

## نظم

پيار تہ منهنجو پوک ڪچي جي،
ندي چڙهڻ سان لڙهيو وڃي.

پيار جي منهنجو لدي هجي ها –
آٿلي پئي ها ميدان تي.

پيار جي منهنجو چنڊ هجي ها –
چانڊوڪيءَ جي ورڪا ٿئي ها.

پيار جي منهنجو مينهن هجي ها –
وسڪارن سان خوب وسي ها.

پيار تہ منهنجو ندي بہ ڪونهي،
چنڊ بہ ڪونهي مينهن بہ ڪونهي،

پيار تہ منهنجو پوک ڪچي جي،
ندي چڙهڻ سان لڙهيو وڃي.

# نصير مرزا

## نظم

•

ڀيج ڀنيءَ جو منهنجي گهر جي در تي وڻنل جهرڪين جڏهن چِرچِر جو چنگ ڇوريو
سڀني ۾ مون پنهنجي ميت جي ڪومل ڪچڙي ڳل تي ڏنهي آخري مِٺي مرڪي آرس موڙيو

وڇڙي ميت ڪـان ڏينهن سڄو مان ڀٽ جي ڪن ۾
بس جي ڦيٿي وانگـر ڦِريس

سُرمئي سانجهه لڙي تـه هـنـن جي پنهي ڀَڪن ۾
ڇٽڪائيندي سِڪان پنهنجي گهر موٽيس.

•

وقت هوا جيئن
سُڻيون پيڙي
هر شيءِ سان ٽڪرائيندو
ديوارن کي ڪيرائيندو
انڌي هاٿيءَ وانگي
ڏُکي پيو-
۽ هي جيون
روزنامچي جي
پنڙيءَ تي
پئسينجر ٽرين جيان
رڙهي پيو.

•

بَس جي ڪَنپَ گيهه ۾
چيڀچي چيٿجي
يا تہ
فوٽ بورڊ تي
لڙڪي سڙڪي.
سنڌ يونيورسٽي تہ
پُهتو آهي
جيڪڏهن پڙهڻو آهي.

# عذرا جبين ميمڻ

## جهومي نچيو مور

(ڏيڙو)

اچي ٿي جڻ ٻهار،
مُرڪي ٿو جڏهن –
ٽڪرڙو پيار.

جهجهو وٺو مينهن،
ڌرتي ۽ آڪاس جو –
ڪهڙو ليهن سنيهن!

وقت جي رفتارَ
ڪري ٿي ڪائي
خاموش گفتارَ

لنڊي ليٽي ڪنوار
ٿُلهي پوڙهي سٺ جي
اکين منجهه خمار

جهومي نچيو مور
بادل برسيا پٽَ تي
ڪري ڏاڍو شور

سنڌو تنهنجو پيار
الڳ ڊڪيٺي تڏهن
مهاڻن وڏو چار

هٿ ڊگهيري مُرڪي
جُواڻ فقيرياڻيءَ جي
تيري پيٺي جرڪي

## جيڻ ڪارڻ جيڏيون

جُڳن ڪنان هن جڳَ ۾
جاڙ جيون پيا
جيون آهي زهر: پيون پيا
چٽني پاسان کهوريند ڙ
اکيون اوپريون
تَن ۾ جن ڪان تُن
نقابن هيٺان
چهرا اڻجاتل
هر ڪنهن من ۾
دوکا ۽ دولاب
ٽُٽا پيا ها وچ رستي تي
ڪيڏا سندر خواب

پوءِ ۽ جيڻ چاهيون ٿا
هن اوپري ڪُل جڳ ۾
خواهش پويان خواهش ڪَيڏَ لڳل
حاصل؟
پور پور آشائون!

# رسول ميمڻ

## دوها

ساز ڪٽي ۽ ڳيڙو ٻائي، هليا ويندا سين دور،
ياد ڏياريندو سنڌ ۽، نراڙ جو سيندور.

ياد اوهان جي وسري ڪيئن، جيسين چم ۽ ماس،
مالهيءَ جي هٿن ۾ سدا، رهي ڦولن جو واس.

وڃي سنڌوءَ ٻار ڦٽي، رکي رکي ايئن ٻُسي،
ٻرچايان جيئن آءٌ ٻرين، ۽ هر هر وڃي رُسي.

اکيون لڳ ملاءِ اکين سان، ٻونداسي روئي،
ڳوڙها ڪنهن جا دامن سان، اگهندو ناهي ڪوئي.

ٻاءِ لڳ ايندو ڪر ٻرين، ٻانهن ۾ راٻيل،
تنهنجا هٿ ٿي سُنگهندي، لنگهي وڃي ٿي ويل.

ٻند اکيون، درد، ٻيڙا، يادن ۾ من چُور،
مٿان ڏکڻ جي هير ۾، چڻي انب جو ٻُور.

سنجهي سنير لڳ سُهرين، ٻري اڃا ٻرپات،
ڪهڙي خبر مري وڃون، متان اڄ ٿي رات!

اوهان وساريو آهي جو، وڏيڪ جيئون ڇو؟
وري هڪ دفعو ياد اچون، متان مرڻ ڪان پو.

تون ٻائي، مان ٻه ٻائي، ٻيار ٻه ٻائي جاڻ،
رهندي سڀ سمونڊ ۾، ترسي ٻولهه ن ڪاڻ.

هيرن جهڙن تارن ۾، آءٌ ۾ چنڊ ته لاهي،
چُگي ٻارس هنس جيئن، سونو ٿي ٻيو آهي.

لڪَ لڳي ۽ ٿرِ سُڪو، وُٺو لڳ آخرڪار،
ٻوءِ ٻه ليهاري لٽَ ۾، ڳائي مور ملهار.

اوسيڙي ۾ مري وڃون جي، چنڊ جو ڪونه مٽيءَ ۾ واري،
اي راهه وارو، ائين رکي چنڊ جو، لاش اسان جو ٽيڪ ڏياري.

ڇير ڇير ڪي ڳاڙها ڇپ، وَڏ وَڏ ڪي وات،
ڇير منهنجا سمجهي ڇپ، رهين چوسيندو رات.

# نورالهديٰ شاهه

## (جنم ڀومي)

پاتال تائين ڦهليل آهن
سرخ ــ پاڙون
۽ مٿي پير کپائي چڙهيا آهن
ڪلهن تي ٽنگيل صليب وانگر
ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ تي

مٽيءَ جي درياهه ۾، وهندي ـ وهندي
لس ـ لس، ميڙي ـ سيڙي
جڳن تائين ويهي جوڙيو آهن
پنهنجو اڻپورو وجود

رب العالمين!
جڏهن ”ڪُن“ جي پڙلاءَ تي
ڪنڌ کنيو هئم ـ تڏهين
مٽيءَ جي خوشبوءِ سان واسيل هئم
بدن سارو

۽، نس ـ نس ۾ وهي رهيو هئم
مٽيءَ جو درياهه
(گهرو ـ اٿاهه)

ٻئي ٻانهون ڦهليل هئم
ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين

سجدي مان ڪنڌ ڪڍي
ڌرتيءَ جي مٽي ٻُڪن ۾، ميڙي ـ سيڙي
اکين ۾ ٻري چڙهي هئم

## مٽيءَ جو درياهه

اکيون ــ
روز ـ ازل جي سج سمانِ
هيل تائين
ٻري رهيون آهن
ٻرنديون ئي رهنديون،
ڌرتيءَ جي، نس ـ نس ۾
جڳن تائين ـ

## (اڻپورو دک)

شهر سڄي جو پاپ
هيڪلي سر
ڀوڳيو آهم

هر ڪوٻه لڙڪ
ليٽڻ مان
ڳوڙهن نه ڏنم

ڪوٻه مڏڪو نه ٻريم

ڪنهن شريف زاديءَ جي
فحش سپنن وانگر
دک سيٺي
جڳ کان لڪايا هوندم

ساري رات
سمهڻ جي ٻهاني
سگريٽ وانگر
پل - پل ڪري
دکي هو لديس
۽ - سج آيرڻ کان اڳ
ڦلهيار جو ڍير
ڪٿ تان چندي چڙيو هو لدم!



ديس جي سنسان گهٽين ۾ لچندڙ گهور اونداهيون
اکين ۾ پري چڙيان تن
نور جي ڌارا ٻجي
ديس سجي تي وشال نيري آڪاش وانگر ڦهلجي وڃن
بيمار - ٻکيا - اڌ اگهاڙا ٻار
گلاب جي خوشبوءِ وانگر، پل - پل ڪري
ڌرتيءَ جي نس - نس واسي چڙين
۽ دک سهڻي بي زبان انسانن جا
گيت ڏئي پي چڙيان
نس - نس پري چڙيان
ڌرتيءَ جي ميري - ميري پلاند ۾، ايندڙ پل
بند ۽ آداس چهن تي ڦهليل
بهرين مرڪ بڻجي آيري
رات - سڄي
ڌرتيءَ جو مُک هٿن ۾ سجائي
چمندي رهان!

# ولي رام ولڀ

•

هنن ٻي لوڙ ۽ پوڙهين اکين ۾
تو ڪڏهن جهاتي پائي
اندر جو سوجهرو پسيو آهي؟
هن ڪاري ڪوجهي لٻل جسم پويان
اندر سرجندڙ
ڪوري ڪاڳر جهڙو ووڙيندڙ وويڪ ڏٺو آهي؟
هي ڏڪندڙ هٿ هميشه رهيا
ڪولڙن ڪچڙن هٿن جي ڇهاءُ جا منتظر
هي ٿڪون ٿيل پير هردم رهيا
ڪنڊا اورانگهيندا هُن ڏانهن
هي ڪن اڃا آهن اوسيئڙي ۾
ماکي- لار جهڙو مڌر آواز ٻڌڻ لاءِ
آئون اڄ به آهيان سفر ۾
منزل ماڻڻ لاءِ.

•

من سمونڊ
سمونڊ ئي ٻيو غوطا کائي
سمونڊ اندر.

•

ڪو ڏند ڪيڏي
مٿان ٻيٺو لهاري
اونهي کوهه ۾
مون کي ڪيرائي.

•

سگ چيني
لاڳاپا لاهي
مون جهڙو هو ماڻهو
جبل جهڙو ڏينهن ڇهاڳي
لٿو وڃي پيو ماٽ ۾.

•

من منهنجي ۾
سنسار سمايل سارو
ڏسندو رهيس
آرسي ٻڻجي سنسار کي.

•

سالوٺيءَ ۾
ڏار ڏِسن ڪان
پن تير ڏارائن جو سنجوڳ
ڪير ڄاڻي
ڪير ڪنهن ۾ اوتيل؟
ڪير ڪنهن ۾ سمايل؟

•

ڪرسيءَ تي چڙهي
هو دوست منهنجو
سڃاڻي مون کي نه سگهيو.

•

ڙر جو هي بارڙو
ڪونلي جهڙو ڪارڙو
انگ آگهاڙو- پيٽ ۾ ٻُڪ
اڄ ٻه ٽاسيارو
هڪ پيٽ ڪان ٻيو پيٽ جي وچ ۾
پاڻيءَ جي ٿو ٻيڪ پني
پاڻي ڪانئس ڏور
پاتال ۾ يا وري آڪاس تي.

•

تنهنجي ساروڻي
جئن ٿوهر جي ٿاريءَ ۾
ٻي ٿاري لسري.

•

تنهنجي جهلڪ
سُڪل ڏار ۾
ڳونچ نئون ڦٽو.

## شرجيل

### نظم

ڪير ڪنهنجو ڪوڻهي
ڪير ڪنهنجو ڪونهي
جنهنجو آهي ڪو
آهون پنهنجو پاڻ آهي
پروسو ٻي ڊِليو
اجايو ڪَٽڪو
اچي نه اچي!
رات جو چا ٿيندو؟!
اوسيڙا اڻ مَيا
ٻي ڏوڪ ٿي،
وقت جي ڳهڙيءَ- ڳهڙيءَ ڪي
مُٺ ۾ بند ڪندو
چڏ پندو وچ
ڪير ڪنهنجو ڪونهي
ڪير ڪنهنجو ڪوڻهي.

# امداد حسيني

## (غزل)

مون وٽ هڪڙي سيٽ لکي ٿي آهي صدين کان،
تنها آهيان، ملين تہ جيڪر دوهو ٿجان مان.

ننگي آپ کي هٿ نہ آهن، ستر ڍڪي ڇا سان،
گهاٽا وڻ ٻاڙان ٿنجي ويا، منهنجي رستي مان.

ڪاروڻجهر جي ڪور مٿاران، آهہ نهوڪيو مور،
ساڳي گولاچ اچي ٿي گجندي، ڪاچ ڪيرٿر تان.

ڪيچ وڃن ڏي ويندي سسئيءَ، پڇيو مروئن کان،
ولدر جي هن وات مٿي ڪٿ، آهہ ادا ڪا ڇان.

پانهن ۾ پل ناهي ڇاهي، هيٺو لاهي هان،
جان جان جيءَ جُسي کي جوکو، تن تالکهي تان تان.

سيج سڙي تہ آهائي آهي، ڪالون جي ڪان ڪان.
چنبد اولڙو ڏسي کوهہ ۾، ڏيڏر ڪن تان تان.

پيٽرول کي هٿ سان هاري، تيلي ڏيکاري،
پوٺي پدران گلشن پاري، ڪيچ ڪنيو هو آن.

جيپ ڇيپون ۽ آماڙ اکيون، دالگيءَ جهڙي دل،
ٿوهر- هٿ ۾ امرت پدران، زهر پربل هو ٿان.

ڌرتيءَ ڪنوار مٿان ٿُل چولڊي، سورج لهندو لان،
اوپر پاسي آپتي رکجو، اکڙيون گڙکين جان.

# آخري ڊائلاگ

(نسيم جي قتل تي)

رُتِ رُتِ جي پنهنجي ريت
ڪنڊا ڪنهن کي هٿ ۾ قول
هيرون ڪنهن کي لال ليارَ
لُڪون جهولا واچوڙا

رم جهم رم جهم بولڻ بهار
ٻُور وڻن ۾ ٻٽ جون پينگهون
سرتيون، ٿهڪڙن ٽاڪوڙا
ان ڇڻ الف آڳهاڙيون ٽاريون
ڪڏهن صليب ته ڪڏهن ڇتائون
رُئنديون رڙنديون
مٿو ھڻنديون تيز هوائون

ھر هر رُت ۾ سورج والڳي
منهنجي من جي ساڳي ريت
ڇڪندا چاڪ ۽ گهاوَ گلاب
ٻوڙي جڳ ۾ ڳولڳي والڳي
اکين ۾ اڻپورو خواب

منهنجي لاءِ ته هرڪائي رُت
جهڙي سرڪڻ ڦاهي آهي
ڇرو آهي گولي آهي
۽ مون ڪيئي پيرا
ڦن ڇڻندي ڪُل ٽيڙلدي
ڇرو پنهنجي هٿ سان
من ۾ لاٿو آهي
سناٽن کي ٽوڙڻ ڪارڻ

لوڻي تي گولي ڪاڏي آهي

منهنجا دشمن منهنجا دوست
منهنجا قاتل منهنجا يار
مون کي ماري سگهندين ڪوا،
خالي پيلي گولي ويندءِ
مون کي لڳندي ٻولي ويندءِ

گوليءَ ٻدلي لولي ٿاهي
ڪانيءَ منجهه ڪُپائي
ٻُڪيئي ٻارڙي جي هٿ ۾
جهنڊي والڳي ڇو نہ جهلائين!

پر جي منهنجي مارڻ ڪارڻ
ايڏو ئي تون آتو آهين
هن ڌرتيءَ تي پاراتو آهين

موت برابر
آئيني جو آهي ڀڃر
پر مون جيڪي هٿ جا ليڪا
ڪوري ڪاغذ تي ليڪيا
رهڻا آهن ڊهڻا ناهن
چاڪاڻ ته ڪنهن ٻہ پهاڙ وٽ
سورج لڪي ڪو ڀڄر ناهي!

سحر امداد

## چٽيل آگريون

اڄ:
الائي اوچتو
پنهنجو چهرو اجنبي ۽ اوپرو محسوس ٿيو
آرسيءَ ۾ پنهنجي چهري کي
ڏسڻ جي لئي وڌيس
آرسي اندي اکين هئي
۽ تڏهن
پنهنجي چهري کي ڇُهڻ جون
خواهشون
ڇتين ڇولين جيان آلريون هيون
وسوسن ۽ وهم مان
پار آڪري
چهري کي ڇُهيم:
چپ؛
نڪ؛
اکيون؛
ڳلا؛
۽ آئي ڪجهه ڪونه هو!
بس رڳو راڳو ڏائل هڪ پيٽ هئي
ان سمي ئي سند م آگريون
اڌ ستّڪل ميتيءَ جي ٽڪرن جان؟
ڇٽيل پيون هيون.

# ڪهاڻيون

...ڪرل ڪنهن خاص طبقي جو ڪهاڻيڪار ناهي. هن هر طبقي جي ڪردارن کي ڪنيو آهي. جيستائين مٿئين طبقي جي ڪردارن جو تعلق آهي، ته ان ۾ به مٿئين طبقي جي ڪوڪلائپ تي طنز ڪيل آهي.

...ڪرل وٽ موضوعن جي رنگارنگي آهي؛ هن جا ڪردار هڪ ئي ٽائيپ جا ڪردار ڪونه آهن، ڪرل جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي، ته هن جي ڪهاڻين ۾ روزمره جي زندگي پيش ڪيل هوندي آهي.

...ڪرل روزمره جي زندگيءَ کي انهن ڪوڙن رنگن روغن کان آجو ڪري، وڌاءَ جي تهه چاڙهڻ کان سواءِ، فطري رنگ، ۾ پيش ڪيو آهي— ان لحاظ کان، جيئن مون منڍ ۾ لکيو آهي، نسيم بلاشڪ سڀ کان وڏو ڪهاڻيڪار آهي.

— شوڪت حسين شورو
’ڏرتي‘ I، 1974ع

● سنڌ جي مشهور ڪهاڻيڪار ۽ اديب جناب نسيم احمد کرل جو قتل يقيناً نهايت ڏکوئيندڙ آهي. هو سنڌي ٻوليءَ جي سٺن ليکڪن مان هو، انڪري ان جي قتل سنڌي ادب ۽ خاص طور تي ڪهاڻيءَ جي فن کي وڏو نقصان رسايو آهي. افسوس آهي ته ههڙي اديب کي قتل ڪيو ويو!

[روزانه ”هلال پاڪستان“ ڪراچي
17- جولاءِ 1978ع]

● نسيم کرل جو ڏار ٿيڻ سنڌ لاءِ هڪ وڏو نقصان آهي، جنهن تي نه صرف سنڌيءَ ٻوليءَ جي هر گهڻگهري کي افسوس ٿيو آهي، پر سنڌ جي هر انهيءَ باشندي کي — جيڪو مُروت، اخلاق ۽ ساٿيپي ۾ يقين رکي ٿو. نسيم نه صرف هڪ بااصول ماڻهو هو، پر اعليٰ آدرشن جو مالڪ پڻ. هو صاف دل ۽ احساس جو ڏٺي هو. هن وٽ فنڪار جي دل ۽ اصول پرست انسان جو ضمير هو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هو زميندار هوندي به هڪ اهڙو ئي انسان هو، جنهن وٽ ڪهاڻين جا ڪردار فروعي نه، پر زندگيءَ جا حقيقي اولڙا پائيندڙ هئا.

[روزانه ”سنڌ نيوز“ حيدرآباد
16- جولاءِ 1978ع]

# علي بابا — اولڙن پنيان ڊوڙ



ڊارلنگ،

سمجهه ۾ نه پيو اچي، ڪهڙي يُگ جو ويرُ ٿي پارين. ڪهڙي جنب، ڪهڙي ڪال اڪال جو!... تو جيئن چيو آهي، مون تيئن ڪيو آهي. آءٌ لنيڊڙو فنڪار سهي، هل لنيڊڙو ته ناهي، ماڻهو ته آهيان. توکي مون تي اتبار ڇو نٿو اچي. قران مان ٽڪي پيو آهيان. ايڏو جو ڪالهه مان هڪ وڻ هيٺان لست ٿي ڪِري پيس. چڱو ٿيو جو وڻ هو. هاڻ ته مون کي هوريان هوريان دل جا دورا پوڻ لڳا آهن. سچ ڪانگ رڙي آيا هئا. ڪالگ ۽ ڪبوتر پرٿويءَ جا سڀ کان ذهين پکي آهن. ڪالگ ته ماڻهوءَ کان به وڌ ذهين آهن. ڪانگن متان منهنجي ڏاڍي سٺي ابزرويشن آهي. ڪالگ کهڻو ڪري ماش خور هوندا آهن. جڏهن به ڪا ڇُرلهڙ پُرندڙ ساهه واري شيءِ نست ٿي ڪِري پچاڙڪا پساهه ڏيڻ لڳندي آهي، ته هوريان هوريان متس ڪانگ لهندا آهن. مون ڪانگن کي ڏڪارئي ٽر ۾ آهن ۽ بُسکن کان پاهه ٿي ڪرلدڙ پورن جون اکيون ڪيلدي ڏنو آهي. سچ، اهي ته ڏاڍيون ڏکوئيندڙ فيلنگز آهن ۽ آءٌ، آءٌ توکي ايترو ڏک به ڇو ڏيان ته ٽر ۾ هيٺن به ٿيندو آهي، هولٺن به ٿيندو آهي. توبهن، ٽرن برن ۾ الائي ڇا ڇا ٿيندو آهي!

هو ايترو خط لکي، يوڪلپٽس جي سرهاڻين پِريل ڇايا هيٺان آئي، وٺن ڏالهن ويندڙ پائيءَ جي ناليءَ مان پِ ڍُڪ پائيءَ جا پيئي ٿو ۽ چنبڻ سان منهن ٺڌو ڪري، يوڪلپٽس جو هڪ پن پٽي، هٿن ۾ مهٽي ڏاڍي آشانتائيءَ مان سُنگهي ٿو ۽ سوچي ٿو، ڇٽي لکان نه لکان؟... ۽ وڏن مونجهارن ۾ ٿو اچي وڃي. ڪاپي پالهن ۾ مٺو مٺو سور محسوس ڪندي، پانهن تپندڙ، پهڪندڙ سج ڏانهن ڊکهيريو ڇڏي، سوريه-تاڪوڙ لاءِ. ۽ الائي ڪيتري دير کان پوءِ وري وڻ جي ڇايا هيٺ، ڇپر متان پيل ڪتاب ۽ ڪاڳر کڻي، وري خط لکڻ ٿو لڳي:

ڏس نه، تو چيو هو، 'منهنجي جيون مان نڪري وڃ. ماڻهو مون تي آڱريون کڻندا، سوين ڳالهيون ڪندا. سور مون وٽ اڳيئي ڏڪارئي مال جيان وٿاڻ ڪري ويهي ويا آهن،' ۽ مان مرڪندو رهجي ويو هئس. تنهنجي نيڻن جي منٿ ۾ ڪيڏا نه ڪامڻ هئا ۽ آءٌ شاندار نمولي سان تنهنجي جيون مان نڪري ويس. اها تمام وڏي ڳالهه آهي، منهنجو تنهنجي جيون مان نڪري وڃڻ، جڏهن ته روز جا گس گام ساڳيا هجن، ساڳي ڊوڙ هجي، ساڳئي سج پٺيان! تنهن هوندي به مان ڪڏهن به تنهنجي سامهون نه آيو آهيان. هڪ ئي پيرو

پَل ڇِڪ ۾ تون ٻاڻ سامهون اچي ويٺي آهين ـ نه آءٌ. مون کان ڀُل ٿي، اهو آءٌ سوچي بہ نٿو سگهان. اهو امپاسيبل آهي. ان لاءِ تہ آءٌ دنيا ۾ هڪ ئي ڳالهہ سکي سگهيو آهيان، وقت کي ڪيئن هڻجي. مون ان پل کي پنهنجي جيون مان ڪٽي ڇڏيو آهي، جنهن پل ۾، تنهنجو ڪٿان ترورو بہ نظر اچي. پوءِ بہ توکي شڪايت آهي تہ مان تنهنجا ڏک ٿو جهليان!... تو منهنجي گهر جي ياتين سان شڪايت ڪري، مون کي ڀُنڊڻ هاڻو ڪري ڇڏيو آهي.

۽ ڇني لکندي هو وري سوچي ٿو، لکان نہ لکان؟ ...’توبهن، مون تہ سڄيءَ ڄمار ۾ ڪنهن کي خط ڪين لکيو. مون کي ڪيهي خبر تہ هي ڏوڙ پيو خط ڪيئن لکبو آهي. ان ڪري ئي تہ آءٌ ڪنهن کي خط لکان ئي ڪين.‘ هو ٻاڻمراد و واقندو، ڪاڳر مٿان ڪاپي اونڌي ڦهڪائي، وڻن ۾ لاٿيون لنوندڙن پکين ڏانهن نهاري ٿو، پري پري سڙڪن ۽ پيچرن تان ماڻهو اچن پيا، ماڻهو وڃن پيا. هو ٿڪي، آرس ڀڃڻ لاءِ، يوڪلپٽس جي لسڙي ٿُڙ جو ٽيڪو وٺي، ننهن کان چوٽيءَ تائين سڄيءَ ديهہ جو بوجهو وڻ مٿان ڀاري ٿو ڇڏي، الائي ڪيتري دير لاءِ. پوءِ اچانڪ ڪنهن جي پيرن جون آهٽون محسوس ڪندي، هو جهٽ ڇال ڏئي، ٻاڻ کي وڻ کان ڊسڪنيڪٽ ڪري ٿو. هيان کان ايندڙ ڇوڪريءَ کي ڏسي، ڪيس پنهنجي نيڻن تي جڻ ويساهہ ئي نہ پيو اچي:

”تون... مون تہ دعا بہ نہ گهري هئي، عجب آهي، تون!“

”ڇو ڀلا، توکي عجب ڇو پيو لڳي؟ ۽ ها، ڪالهہ بس مان لهندي ڇا ٿي چوڻ گهريئي. دري بند هئي، مون کي تہ ڪي بہ سمجهہ ۾ نہ آيو.“

”اوهہ... آءٌ لچيندو آهيان. مون کي ڪجهہ آڏار پئسا گهرجندا هئا.“

”پئسا، مون وٽ تہ ٻاڻ پئسا ختم ٿي ويا آهن. ٻکهار ملي، اڌ تنهنجو اڌ منهنجو.“

”اوهہ، بيڊ لڪ. سڀڻ واپس ڪراچي موٽي وڃڻ پئي گهريو. هتي ڇين لٿو اچي. ۽ منهنجو... هتي تہ آءٌ بُک مري ويندس.“

”ٻڌاءِ نہ ڇا ڪريان، پويون تاريخون آهن.“

”مينشن نات.“ ۽ هوءَ روشن مرڪن جي ڇانئن سان موڪلائيندي هلي ٿي وڃي ۽ هو ڪياڙي ڪنهندو ٻاڻمرادو وڦلي ٿو:

’توبهن ـ آءٌ بہ وڏو گڏهہ آهيان. هاڻي ڀلا اهو بہ ڪو طريقو هو پئسن گهرڻ جو.‘ ۽ هو ڪالهہ جي فليش بئڪ ۾ لڙهي ٿو وڃي.

هڪ ماڻهو بس مان لهي، اڳيان عورتن واريءَ بند ڪڙڪيءَ کي ناڪ ٿو ڪري. اندر بس ۾ وينل ڇوڪري حيرت مان شيشن مان نهاري ٿي. اشارتي ٻولي. لڄوڙي مرڪندڙ ماڻهوءَ جو آڱوٺو ۽ ڏسڻي آڱر لچائي لچائي پئسا ڊمانڊ ڪرڻ. ڇوڪريءَ جو ڪجهہ نہ سمجهڻ ۽ بس جو اسٽارٽ ٿي ڪيس ڇڏي وڃڻ.

هو ڳچيءَ ۾ هٿ وجهي، سرڪس جي ماڻهن جيان زور سان ٻولاتي ڪائي، ڪالهوڪي ان حرڪت تي پاڻ کي ڪوٺي ۽ لڳي ٿو ۽ ٿهڪ ڏئي کلي ٿو. هن کي ياد ٿو اچي ٻالاپڻ. ننڍڙي لاڪي جيڏن سرتن ساڻ کيل ڏسڻ لاءِ، ماءُ پيءُ جي اک وٺي، ڏاڏيءَ کان ڏوڪڙ کيڻ لاءِ کيئن نه ڏسٽي آگر، آگوٺي سان لچائي نچائي بلئنڪ تمام ڪري ڪري، اک پڇي پڇي ڏاڏيءَ کي کهيتاري ڏوڪڙ ڇڏائي ويندو هو.

’آ... هه... هه... هه...‘ هو وڏو اونهون کهرو ساهه ٿو ڀري. اڳي ۽ هاڻي ۾ ڪيڏو نه وڏو فرق آهي. هاڻي ته ساهه کڻڻ به ڏکيو ٿي پيو آهي. هاڻي ته جيون پاڻ کيل تماشو ٿيندو ٿو وڃي. وڏو پرابلم. هاڻي ڪيتري نه عجب جهڙي ڳالهه آهي، ته هن جي ڪا پينٽنگ پنجاهه روپين ۾ به نٿي اڳهامي. هو وري ڪراچي پڇي وڃڻ ٿو چاهي، جتي هوائي جهازن جي آڏام آهي، روپيا ٺي روپيا ڦهليا پيا آهن. جتي وڏن بنگلن ۾ اوٺن جي ٿهين ساڻ فٽ بال کيڏي سگهجي ٿي. ڪا ڳالهه ساري، هو وري چنيءَ تي ويچار ڪري ٿو ۽ سوچي ٿو، جيئي تيئي چني لکجي ويندي ۽ وري ٻاهر ٻاقي ٿو:

’هونهن، آءٌ ڪو هتي چني لکڻ آيو آهيان. افسانه لکهه رهي هون، دل بي قرار ڪا. مون کي ڪنهنجي پرواهه نه آهي. مان جوڳي آهيان، سوڳي آهيان.‘ ۽ وري ٻانهن ۾ ڏاڍو سور محسوس ڪندي، پوري طاقت سان ٻانهن شيڪ ڪري، مچ کي ٺاڪوڙ لاءِ ڏئي ٿو ڇڏي - ۽ ٻانهن کي جهٽڪا ڏيندي وري وڻ جي ڇايا هيٺ اچي ٿو. اوچتو سندس نهار هيٺ لاهيءَ ڏانهن هلي ٿي وڃي. ٻري وڻن جي قطار جي ڇايا وٺيو، سرلا ايندي ٿي نظر اچي:

’ٺيڪ آهي، اج ان سان به ڳالهه ٻولهه ٿي وڃي. آءٌ به ڪو واهيات آهيان. هواهن - سئو روپيا پينٽنگ نه وڪامندي. هاڻي هي ڪهڙو زمانو اچي ويو آهي، جو هڪ شاندار پينٽنگ تان، شاڻاٺي نمولي سان سئو روپيا ملڻ به آهڪا ٿي وڃن. پلا هي فائن آرٽ آهي ڇا! ٺيڪ آهي، اج چواندوسانس، ته ڇا آءٌ چترڪار نه آهيان؟ پينٽنگز... پينٽنگز... آءٌ ته سئو روپين لاءِ ٿوپي گهمائيندو آهيان ڪينواس مٿان. مان پينٽر نه، سنٿون سڌو فلاسافر آهيان. ويري جينئس فلاسافر. فائونڊر آف دا نيوهيومن فلاسافي، ويري نيو ٿنڪنگز آف دا سينچوري. ٿرو دا ڪاريڊورز آف ٽائيم، دس از ويري اگلي اينڊ ڊارڪيسٽ سينچوري. سينچوري آف دا فرسٽ ورلڊ وار، سيڪنڊ ورلڊ وار. وار، وار ود آئوٽ اينڊ، ود آئوٽ اينڊ!... وار... وار... ايوري ويئر وار... سينچوري آف بگ بامبز. شيم. هاڻي ڏس نه، ڇا فلاسافي پينٽنگز ۾ ٽانڪي وڃي، ٽاچڻيءَ سان؟!... مون کي سئو روپيا گهرجن، ڪيئن به. ايماڻداريءَ سان چئو، هيءَ پينٽنگ ڪنهن ڪتاب جو ٽائيٽل نٿي ٿي سگهي؟ آءٌ ڪنهن وڏي اداري جي ڪتاب جي ڳالهه نه پيو ڪريان، آرڊنري ميگزين جهڙڪي نڪرندا آهن، ڪٿن ڪان به گهٽا. اڙي ٻائي، سئو لکڻ ڇا، سئو سوچڻ لاءِ به سٺي ايٽماسفيئر جي ضرورت هوندي آهي. انز ويري نيچورل. اسين ديوتا نه

ماڻهو آهيون. اسان جون به گهرجون آهن. مون کي ان جي پرواهه نه آهي، ته هيءَ تصوير تون کهڙي ايڊيٽر جي منهن تي ٺهڪائيندين‘، مون کي ڏوڪڙ گهرجن. نيٺ ڀلا هي ٽئونڪري سنڌيءَ جا ڦر فائن آرٽ کي سمجهن ڇا ٿا؟ ٻوليءَ جي ڪوجنا ٿا ڪن. ٻڌاءِ نه، ڪهڙو سائنٽيفڪ ايڪيوپمينٽ اٿن، جنهن سان ڪوجنا ڪندا؟ دس از دا ڪمپيوٽر ايج.‘ هو ڪروڌ ۾ اچي سوچي ٿو ۽ جڏهن وري مُڙي ايندڙ ڇوڪريءَ ڏانهن نهاري ٿو، ته ڪيس ڏاڍي مُونجهه ٿي محسوس ٿئي. ڇوڪر سرلا نه، ان جيهي به نه، الائي ڪير آهي. شايد ائين ئي ٻري ڪان سنڌس نيڻ دوکو کائي ويا هئا. هن جو سڄو ڪروڌ پسر ٿي وڃي ٿو. ڇوڪري سنڌس پر مان، وٽن جي هوائن ۾ هلندي ٿي وڃي. هو ڇوڪريءَ جي سڊولتا ڏسي، اونهون ساهه ڀري، ڪاڳرن ڏانهن مُڙي ٿو. ۽ وري چٺي لکڻ ٿو لڳي:

تو چيو هو، آڳهات ڪري ڇڏ، مري ٺري وڃ، پر آءٌ آڳهات ڇو ڪريان، نيٺ ڇو؟!... آپگهات ته ڇا، آءٌ وات مٽائڻ لاءِ به تيار نه آهيان. هن رووليوشن جي دنيا ۾ تون ڪير ٿيندي آهين، مون تي اهڙا حڪم هلائڻ واري. منهنجي پنهنجي وات آهي. منهنجي وات تنهنجي وات سان ملي هڪ ٿي وڃي ٿي، ته ان سان آءٌ ٻدل آهيان ڇا؟ آءٌ ڪنهن ڪان به ٻوٽي ڇو رهجي وڃان؟ آءٌ اڳتي نڪري وڃڻ به ٿو چاهيان. آءٌ ته هڪجهڙائي پسند ماڻهو آهيان. ٻسوءِ ڀلا آءٌ اتي گهوٻي ڪيئن هٽندس. اها ته پنهنجي پاڻ سان ويساهه گهاتي ٿي. ها يا نه؟ ساري، ڪڏهن به مون کي انهن واٽن تان هلڻ کان نه روڪجان، جيڪي توکي وڻنديون هجن. سچ ڏاڍي موڏي ۽ مرچوٽ آهين. ايڏو ته نه آيري اچ، جو ٻيا ڏسڻ ۾ به نه اچن. آءٌ-آءٌ ڇا ٿو لکڻ چاهيان. تون هر ڳالهه کي سڌو پڙهي وڃجان. ان لاءِ ته مون کي چٺي لکڻ ڪانه اچي. مون ڪڏهن ڪنهن کي چٺي لکڻ جي ضرورت ئي محسوس ڪانه ڪئي. وري ماڻهو پڙهيل به ته ڪين هئا. رڳو نياپن تي ڪم هلندو هو، فلاڻي يا فلاڻيءَ کي منهنجو هي ڪم چئجان. جيئرو جاڳندو رهاري رشتو. واهڻن ۾ ته اڄ به اهو ئي سرشتو آهي. سچ سان سُنجهي ويو آهيان. پر نه مان دهلجي ويو آهيان، ان لاءِ ته مون کي سوسائٽيءَ جي سڄي خبر آهي، هاءِ سوسائٽي مور ائنڊ مور هاءِ سوسائٽي!...

ڏس، آءٌ ڪنهن به چڪر ۾ نه آهيان. ڪالهه هڪ پراڻو شاعر دوست مليو هو، چيائين: ’آئيڊيل ملڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. آئيڊيل تائين رسڻ لاءِ، سڄو سولر سسٽم مُٺ ۾ قابو رکڻو پوندو آهي.‘ تون اجايو مون ڏانهن ميارون پئي موڪلين. آءٌ... آءٌ ته اجا هڪ نئڊڙي دؤر مان گذري رهيو آهيان —— مون کي ته پنهنجي آئيڊيل ڇوڪريءَ جا ساروپا به وسرندا ٿا وڃن. ڪڏهن ڪڏهن اهڙن مهاندن جي ڇوڪري ڏسي، ٿڌو ساهه ڀري، آس پلي ڇڏيندو آهيان. هوئٽن ٻہ اسين سڀ آئيڊيل لائيف گذارڻ جا سپنا ڪئيو، ٿڙندا ٿاٻڙندا هلندا آهيون. سچ مان ته ڏاڍو ڊڃي ويو آهيان. ڀلا اهو به ڪو جياپو آهي، جو منهنجي ڪارڻ ڪجهه ماڻهو ڏک ڏسن، ڀوڳين (جي اڳيئي ڀوڳين پيا!) سچ مون لاءِ اها وڏي ڏهڪائيندڙ ڳالهه آهي. هاڻ ڀلا توکي

ڪيئن سمجهايان تہ اُئين ناهي، جيئن تو سمجهيو آهي. منهنجي اندر ۾ تو لاءِ ڏاڍا سٺا، سهڻا ۽ سلوڻا جذبا آهن، ڏاڍا ڪومل. منهنجو وس هلي تہ جيڪر اوشا ۽ سنڌيا جي هوائن ڪي چوان تہ تنهنجي ڇڙواڳ ڇڳن مٿان ادب سان گذرن.

اچانڪ هو رڙ ڪري:

'اڙي ڙي ڙي ڙي... ڇيڙي تہ ڪانہ پوندي؟ الائي ڇا لکي ويو آهيان. مار پويس هيءَ چٺي تہ انگهندي ٿي وڃي. الائي متان ڪا اونڌي معنيٰ ڪڍي وهي!' هو وڏي ويچار ۾ اچي وري يوڪلپٽس جا پن هٿن ۾ مروڙي واس وٺندو ٿو رهي.

'هون - هي ڪهڙي موڙ تي اچي بيهي ويو آهيان. آءٌ لکڻ ٿو چاهيان، سيڪجهہ جيڪو شدت سان محسوس ڪيو ٿم. ڳالهيون ڪٿي ختم ٿي نہ ٿين - ڪٿي اُئين تہ نہ ٿيندو، جيئن سارو جيون اجايو گذري ويو آهي، باقي جيون؟... ها نہ، هاڻ شايد اُئين نہ ٿئي. جيون ٿي تہ گهارڻو آهي، ٿورڙو عقل ڪان ڪم وٺي ڏاڍي سهڻائيءَ سان گهاري سگهجي ٿو. سچ هاڻ تہ اُئين ٿو پاسي چڻ چوراسي لک جيوڻين جو ارڳ پوڳي موٽيا آهيون. هن هيڏي وڏي عظيم صديءَ ۾ بہ ايڏا هيڻا، ڪمزور، ٽڪاٽا ٽٽاٽا؟...' هو ٿڌي ساهہ سان سوچي وري خط لکڻ لاءِ ڪاڳر ٿو ڪڍي ۽ سوچي ٿو: 'ڇا لکان؟...' ۽ هو لکڻ ٿو لڳي:

سمجهہ ۾ نہ پيو اچي ڇا لکان؟ آءٌ سمجهان ٿو ڪنهن ڇوڪريءَ ڏانهن اهو منهنجو پهريون ۽ آخري خط آهي. ايتري دير ۾ تہ آءٌ ڏاڍي سٺي تصوير ٺاهي ڇڏيان ها. تو کي موهڻ لاءِ چٺيءَ ۾ ڪو ڪوڙ لکڻ نٿو چاهيان. اهو سچ آهي تہ آءٌ هر موڙ تي تو کي ڏسڻ چاهيان ٿو، اندر جي اننت گهراين ساڻ مورتي ٺاهڻ لاءِ؛ پر تون ڪڏهن ڏسڻ ۾ ٿي ڪانہ اچين. ڪڏهن محسوس ٿيندو آهي، پر مان ڪو گذري ويو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهو بہ پنهنجو وهم ۽ گمان لڳندو آهي. اڳي... الاهين سال اڳي، ٿين ابج ۾، جڏهن بہ چاهيندو هئس، سپني کي ساڀيان ۽ ساڀيان کي سپنو بڻائي ڇڏيندو هئس. هاڻي سپنا ڇا، ننڊ بہ الائي ڪيئن ايندي آهي! هاڻي مون پڪو ارادو ڪيو آهي تہ ڪڏهن بہ مورتي ڪين ٺاهيندس. (اندر ۾ ڪي آهي ٿي ڪونہ) اوهہ... ساري. پلا مورتيءَ سان تنهنجو ڪهڙو لاڳاپو!... سچ، خط لکڻ نٿو اچي؛ پر ڪيئن بہ، آءٌ چاهيان ٿو غلطفهمي دور ٿي وڃي. ڇو متا ماڻهو پاڻ ۾ کٽا ٿي وڃون! ڇا ضروري آهي تہ هڪ ماڻهو جيئن چاهي، تيئن ٿيڻ گهرجي. پوءِ تہ ماڻهن جي ميجورٽي جنگ پسند آهي. جي اُئين نہ هجي تہ پوءِ دنيا ۾ جنگيون ڪيئن ٿين! پرٿويءَ جا وڏا توڙي ننڍڙا سپ ملڪ، سپ قومون هيروئزم جو شڪار آهن. هر قوم پيءَ قوم کي پنهنجو دٻدٻو، ڏهڪاءُ، طاقت، ڏٺ ۽ اڊمبر تي ڏيکارڻ چاهي ۽ پگن ڪان اُئين هلندو اچي.

خط لکندي هن جو هٿ بيهي ٿو وڃي؛

’الائي ڇا پيو لڳان، ڇو پيو لڳان......‘ ڪن لاءِ هن جو ذهن ڪم نٿو ڪري. هو چوڏس هيناهين ڏرتي ڏانهن نهاري ٿو ۽ مٿي سج ڪاڙهار ٿي آهي. هو وڻن جي ڏارن مان سج کي ٽڏو ٽڏو ڪري، ٿو ڏسي، سائيرو سائيرو سج. ’ڪير ٿو ڪنهن جي ٻولي سمجهي؟!‘ هو ڇڻ يوڪلپٽس ۾ پناهه ورتل ڳيري سان ٿو ڳالهائي ۽ خط ٽڪريون ٽڪريون ٿيندو ٿو رهي. ۽ پوءِ ننڍڙيون ننڍڙيون ٽڪريون لڪ جي هڪ جهوٽي ۾ اڇلائي ٿو ڇڏي.

ڪاڳرن جون ٽڪريون، هوائن جي زور تي اڇن ڪبوترن جي وڳر جيان هيناهين ۽ ڏانهن آڏائيون ٿيون وڃن ۽ انهن پنيان هو چپ چپات هلندو ٿو وڃي. ڏوجهرا ڪائيندو هلندو ٿو وڃي.



نسيم احمد کرل جو شمار سنڌي ٻوليءَ جي بهترين ليکڪن مان هو. سندس افسانن جا مجموعا سنڌ جي ٻنهي يونيورسٽين ۾ تعليمي نصاب ۾ شامل آهن. هن کي سنڌي ٻوليءَ سان وڏي محبت ۽ پيار هو ۽ هن انهيءَ سلسلي ۾ ڪافي محنت ۽ جاکوڙ ڪئي ۽ سنڌي ادب جي ترقي ۽ اوسر لاءِ هن سان وڏيون اميدون وابسته هيون. نه صرف اهو، بلڪ هو پنهنجي تر ۾ سٺو سياسي اثر رسوخ رکندڙ شخصيت ليکيو ويندو هو ۽ قانون سان تعلق رکندڙ حلقن ۾ به هن کي عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو هو. هڪ اهڙي شخصيت جي هن قسم جي بهيمانه قتل تي هر دردمند دل کي گهرو صدمو رسڻ فطري ڳالهه آهي.

روزانه ”عبرت“ حيدرآباد.
16- جولاءِ 1978ع

مشتاق احمد شورو

# هستيءَ جي ٽنل، ٽڪرن جي وچ مان



هن پنهنجي مٿان پاڻي هاريو ۽ لڳن تان وهندڙ پاڻيءَ گڏ صابڻ جي گجيءَ کي ترڪندو ۽ لهندو ڏٺو، اڇين - هرويرو، چتائي ۽ گهوري. جسم تي پاڻيءَ پنهنجا وهڪرا ناهي ڇڏيا ۽ باقي حصو صابڻ جي گجيءَ جي تهه هيٺ هو. ڪجهه دير لاءِ هو اڇين -خالي ذهن سان، بنا ڪنهن سوچ جي، پنهنجي جسم کي ڏسندو رهيو، پوءِ اوچتو ئي اوچتو، ڪنهن جهٽڪي سان بالٽي مان ٽڪڙيون ٽڪڙيون ڇلون پري جسم تان ڪيرائڻ لڳو. جنهن وقت هو پنهنجي مٿان تيزي سان پاڻيءَ جون پريل ڇلون ڪيرائي رهيو هو-ان وقت ڪنهن بئي خيال اچڻ کان اڳ، زندگيءَ ۾ ڀريون پيرو سندس من ۾ آپگهات لاءِ پازيٽو ارج (Positlve urge) اڀري. بلڪل اهڙي ارج جا ڪيس هروقت ڪنهن (ڇتي قسم جي شهوتي) ڇوڪريءَ سان رات گذارڻ لاءِ آڀرندي رهندي آهي. جسم مان هلڪن هلڪن سيسڙاٽن جي اڀرڻ کي محسوس ڪندي، هن ٽوال سان- زور زور سان لڳن کي صاف ڪرڻ/رگڙڻ شروع ڪري ڏنو. آفيس وڃڻ لاءِ باقي رهيل تياريءَ جو خيال، هن ذهن مان ته لاهي ڇڏيو؛ پر پوءِ به سندس هٿ سڪينڪي انداز سان، اهڙي ريت ڪم ڪندا رهيا، ڄڻ ته اهي هٿ سندس نه هئا؛ بر مشينون هيون ۽ هن پنهنجو پاڻ کي، پنهنجي مرضي جي بلڪل ابتڙ، آفيس وڃڻ لاءِ بلڪل تيار ڏٺو. ڪجهه دير لاءِ هو کٽ تي ويهي رهيو، تيار حالت ۾. واچ ۾ ٽائيم ڏسي پوءِ ڇت ۾ گهورڻ لڳو. آپگهات ڪيس بنا ميڪ اپ جي پيلي منهن ۽ گهرين ۽ اداس اکين، ڪنبريل وارن واري سنگتياڻي لڳي ۽ هن در کي بند ڪري تالو لڳايو ۽ سامهون رستي تي ويگن جي اسٽاپ جو جائزو وٺي، اوڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. هلندي ڄڻ اڪيلن ڪا اڻلکي ڪوٽ محسوس ٿيس ۽ ڪيس ياد اچي ويو-هو ڦيرن ۽ چانهه جي لاءِ رستو بدلائي هوٽل ڏانهن وڌڻ لڳو. هن پاڻ کي بلڪل ٺيڪ ٺاڪ ٺار ۾ وهندڙ ڏٺو محسوس ڪيو، جيڪو صبح جو رسو ڪلڻ وقت اڳ قدمن سان ٺاهيل پيچري تان سولڳهندو سڌو ٺار تائين پهچندو آهي ۽ شام جو ٺار مان ڪلندي ئي ان ساڳئي پيچري تان وٺاڻ ڏانهن منهن ڪندو آهي، هڪ قدم به نه ترسندو. ان پيچري تان قدم به هيڏانهن، هوڏانهن نه ڪندو. انهن ئي پيرن جي نشانن تي پير رکندو هلندو، جي اشان صبح جو ٺهيا هوندا. اندرئي اندر ۾ هن ڪان وڏو ٿهڪ نڪري ويو.

ان وقت هو ريستورانٽ ۾ ڪرسيءَ تي ويهي چڪو هو. ويهندي-ويهندي ڪا ڳالهه ياد ڪري هو اندر ۾ کليو ۽ ٻاهران هلڪو مُرڪيو. چار-پنج ڏينهن اڳ شام جو هن، هن ئي هوٽل ۾ کاڌي جو الوکو ۽ نرالو تجربو ڪيو هو. ان شام جو ٻاهران رڌل جا پڪوڙا، اڌ سير انگور ونئي ريسٽارنٽ ۾ اچي چڪن برياني، مٽن مصالي ۽ چڻن نانن جو آرڊر ڏنو: ۽ سڀ کان عجيب ڳالهه اها آهي، ته هو اهو سڀڪجهه کائي ويو، هڪ شيءِ به نه بچي. مٿان وري هن آئس ڪريم کاڌي. خود بيري به چيو: سائين، اڄ توهان تمام گهڻو کائي ويا آهيو. رات جو پيٽ ۾ سخت پِرتي تي پئي، سڄي رات ننڊ نه آئي، ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر وٽ ويٺو پيو هو. هونئن به نيرن کان سواءِ ڪنهن به ڏينهن تي، باقي ويلا هن باقاعدگيءَ سان ڪڏهن به نه کاڌا آهن. سو به هڪ ويلي تي هڪ يا اڌ ماني، ۽ موڪلن جي ڏينهن تي نيرن به ڊسٽرب ٿي ويندي آهي.

آمليٽ کائيندي، هڪ گره ۾ آمليٽ ۾ پيل سائو مرچ هليو آيو ۽ چپاڙ سان وات ڪوڙو ٿي ويو. گره اڇلايو هن نه-ڳهي ڇڏيو. آڳهات واهيات قسم جو ڪچو شراب آهي. هڪ اهڙو شراب، جيڪو ڍُڪ پرڻ سان نڪ جي ناسن مان دونهن ڪڍندو، لڙيءَ کي چيريندو هيٺ لهندو آهي.

هو بل ڏيئي ريسٽارنٽ کان ٻاهر نڪري آيو ۽ بلڪل آرام، ڌيرج سان آهستي آهستي هلندو ويگن اسٽاپ تي پهتو. هڪ-ٻه-ٽي-چار-پنج ۽ ڪيئي ويگنون هن مس ڪري ڇڏيون، ائين-هرو ڀرو-بنا ڪنهن مقصد جي. تيز رفتاريءَ سان ايندڙ ڪا ويگن، ان موڙ تي ڊرائيور جي ڪنٽرول مان نڪري، فٽ پاٿ تي چڙهي، سندس جسم کي ٻن حصن ۾ چيري، دماغ جو ميچالو رستي تي ڦهلائي سگهي ٿي. اتفاق. ايڪسيڊنٽ، پوسٽ مارٽم. بچندو ئي ڇا پوسٽ مارٽم لاءِ.

هو ٽپ ڏيئي هڪ ويگن ۾ چڙهي پيو آفيس وڃڻ لاءِ. آڳهات مان سڀ کان وڏو فائدو اهو آهي، ته ماڻهوءَ کي اٿوڻندڙ حالت جو انتظار نه ڪرڻو پوندو. اٿوڻندڙ بدصورت، بدبودار ۽ مڪروهه حالتون، جي ڪڏهن به ۽ ڪنهن به وقت انسان تي ڪڙڪي سگهن ٿيون. گهٽ ۾ گهٽ ماڻهو پنهنجو پاڻ کي، اهڙين ولگر حالتن جي حوالي ڪرڻ کان بچي ويندو. سڀ کان وڏو فائدو اهو آهي، ته انسان آڳهات ڪرڻ سان ئي هڪدم دوستن ۽ واقفڪارن ۾ بهتر ۽ عظيم قسم جو ماڻهو بڻجي ويندو ۽ انهن کي صرف مري ويل جون چڱايون ئي نظر اينديون آهن، جي ان ۾ نه هونديون آهن، سي به ان تي مڙهيون وينديون آهن. آڳهات سان دشمنيون هڪدم دوستيءَ ۾ تبديل ٿي وينديون-دوستيون وڌيڪ گهريون ٿي وينديون، ماڻهو مري ويل سان دوستي هجڻ تي فخر محسوس ڪندا، ڇو ته اهو ترديد يا تصديق لاءِ موجود نه هوندو. ان وقت هو آفيس جي ڪرسيءَ تي ويهي چڪو هو. آڳهات کان پوءِ

انسان تي ڪيترا وڏا قرض ۽ ڪيتري مدي کان رهيل قرض ٻانمراد و نبيرجي ويندا، وڌ ۾ وڌ ماڻهو قيامت ڏينهن جون ڌمڪيون دل لي دل ۾ ڏيندا رهندا.

هن ٽيليفون جي رسيور ۾ هٿ وڌو، هٿ ڏانهن ڏٺو ۽ ٽيليفون جي رسيور مان هٿ ڪڍي ڇڏيو. فائيلن ڏانهن ڏٺو- ارجنٽ، ايڊيٽ، ڪانفيڊينشل ۽ پراريٽري جون ڳاڙهيون، سايون، پيليون ۽ اڇيون چٽڪيون لڳل فائيل. هن جو هٿ وري ائين پاڻمراد و ٽيليفون ڏانهن کڄي ويو: هن رسيور کنيو ۽ ٻهرين رسيور کي، پوءِ رسيور کي پڪڙيندڙ هٿ ۽ ان کان پوءِ ٽيليفون کي، خالي نظرن ۽ خالي دماغ سان ڏسندو رهيو. ڪنهن جهٽڪي سان هن کان ڇرڪ پرڻ جهڙو ڪجهه نڪري ويو. هو هلڪو مرڪيو ۽ رسيور رکي ڇڏيائين. هن هڪ فائيل کنيو. آپگهات شخص جو ذاتي ۽ نجي موت آهي. اهو انسان جي مڪمل پڪڙ ۾ آهي. هن فائيل آڇلي ڇڏيو. سندس هٿ بنا ڪنهن سوچ جي گهنٽيءَ ڏانهن کڄي ويو ۽ خود وچايل گهنٽيءَ جي آوز- اوچتي آواز تي ڪانئس ئي زبردست ڇرڪ نڪري ويو. سندس هٿ جهٽڪي سان بيل جي بٽڻ کان پري ٿي ويو. گهنٽيءَ جي آواز تي پٽيوالو درکولي اندر آيو ۽ سامهون اڪين ۾ سوال پري بيٺو رهيو. ڪافي وقت تائين هو به ائين ڪجهه سوال ۽ عجب ۽ ششدر پٽي ورين ڳاڙهڙ نظرن سان پٽيوالي ڏانهن ڏسندو رهيو ۽ پوءِ سوچيائين ڪجهه چوان، پٽيوالي کي ڪونه ڪو ڪم چوان جڏهن بيل وڄي ئي ويئي آهي ته. جڏهن ڪجهه به ذهن ۾ نه آيس نه هن چيائين: نه بس نهيو. جنهن وقت پٽيوالو مڙي دروازو کولي ٻاهر نڪرڻ تي هو، ته هن کي هڪدم ڪجهه ياد اچي ويو ۽ زور سان رڙ ڪري چيو: اڙي ها پڌ ته چانهه کٽي اچ. هن اهو ايترو ته اهرائيءَ سان، ايترو ته تڪڙو ۽ ايترو ته زور سان چيو، جو خود کيس پنهنجو پاڻ تي عجب لڳو، ان کان وڌيڪ شرم آيو ۽ هن شرم پرچائڻ خاطر فائيلن ۾ ڏسڻ شروع ڪري ڏنو ۽ هيڏانهن، هوڏانهن ۽ پاڻ کي ڏسڻ لڳو. ٽپال ٻارنهين کان پوءِ ايندي ۽ هڪ تائين ڊسپوز ٿي ويندي. هن فائيل کنيو، هولبر سان پين ڪڍي هٿ ۾ جهلي نوٽ پڙهڻ شروع ڪيو. آپگهات سان اسان جي هن دؤر جي عيش عشرت جي حقيقي حقيقت سامهون پڌري پٽ کلي پوندي. آپگهات جي خبر ٻاهر جيان پکڙجي ويندي، اها خبر ڪجهه ئي ڪلاڪن جي اندر هر ڪنهن جي ڪن تائين پهچي ويندي ٻن ٽن ڏينهن تائين ماڻهو جو آپگهات ڪري چڪو هوندو، سو پين ماڻهن جي مزيدار ڳالهين، نتيجن هٿ نوڪين سببن جو موضوع بڻجي ويندو. فائيل تان نوٽ پهرين اکر کان آخري اکر تائين پڙهي چڪو، کيس اکر به سمجهه ۾ نه آيو. سندس ڌيان ئي نه هو نوٽ ڏانهن، خالي نظرون لفظن تي ترڪي رهيون هيون. هن وري پڙهڻ شروع ڪيو: ٻه ٻه ٽي اکر پڙهي فائيل وري اڇلائي ڇڏيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو. ان وقت پٽيوالو چانهه کڻي اندر آيو ۽ نيڪ ان جي پٺيان سندس ڪلارڪ به. پٽيوالي چانهه سندس اڳيان رکي ۽ ڪلارڪ

بنا ڪجهه چوڻ جي، فائيل اٿلائي پٿلائي ڏسڻ لڳو ۽ ڪلارڪ جي هر حرڪت سان هُن کي ڪجهه عجب سان ڏسندو رهيو ۽ ڪڇيو ڪجهه به ڪين. ڪلارڪ فائيل ڇڏي ڪجهه دير ويٺو، لڳو ائين ٿي ته ڪجهه چوندو، پر چوڻ بنا ئي ٻاهر نڪري ويو. پٽيوالو ڪاغذن کي ڏاهي، پيپرويٽ هيٺان رکي رهيو هو. هن سامهون رکيل چانهه ڏانهن ڏٺو ۽ ڪوپ ۾ هٿ وجهندي، ڪنهن شيءِ جي ضرورت محسوس ٿي ۽ ڪوپ رکي ڇڏيو، پر کيس ياد نه آيو ته کيس ڇا گهرجي. هن سوچيو، ان وقت پٽيوالو فائيل ڏاهي ٻاهر نڪري رهيو هو، ۽ پٽيوالي کي تمام آهستگيءَ سان ۽ منجهيل آواز سان سڏ ڪري ويهڻ لاءِ چيائين. پٽيوالو سامهون ادب سان ويٺو رهيو. هن کي وري به ياد نه آيو ۽ هن چانهه مان نڪرندڙ دونهين کي ڏسڻ شروع ڪيو، ۽ پٽيوالي ۾ سوالي نظرن سان گهوريندو رهيو ۽ ان وقت هن کي لڳو، ته پٽيوالو ڪجهه بي چيني محسوس ڪري رهيو آهي. چڱو ٺيڪ آهي پلا. هن ڌيمي آواز ۾ چيو. پٽيوالو ٻاهر نڪري ويو ۽ هن ڪوپ کڻي وات تائين آندو ئي ٿي، ان مهل کيس اچانڪ جهٽڪي سان ياد اچي ويو ۽ هن ڪوپ رکي، گهنٽي وڄائي. گهنٽي ايستائين وڄائيندو رهيو، جيستائين پٽيوالي در نه کوليو. پٽيوالي در ايترو ته زور سان کوليو، جو هن کان ڇرڪ نڪري ويو ۽ هٿ ٻٽڻ تان ٻاڏهي کڄي ويو. هن پنهنجو پاڻ کي ششدر محسوس ڪيو ۽ کيس ڳالهه وري وسري ويئي. خبر ناهي ڇا ٿي چيم!؟ هن سوچيو. هن پٽيوالي کي ڏسي وري هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ٽيبل جي شيشي هيٺان لڳل ٽيليفون جي نمبرن کي ڏسڻ لڳو. پٽيوالو ڪافي دير ويهڻ کان پوءِ جنهن وقت سوڃي رهيو هو، ان وقت وري کيس ياد اچي ويو. هن سٺل ۽ جهيڻي آواز ۾ پٽيوالي کي پاڻي ۽ سگريٽ آڻڻ لاءِ چيو ۽ وري ٽيبل هيٺان ڪاغذن کي ڏسڻ لڳو- ان وقت سندس ڪلارڪ وري اندر آيو ۽ فائيل هيٺ مٿي ڪري، اٿلائي پٿلائي ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ فائيلن کي اهڙي ئي بي ترتيبيءَ ۾ ڇڏي، بنا ڳالهائڻ جي ٻاهر نڪري ويو. ڳالهايو ۽ ڪجهه پڇيو هن به نه، صرف هن کي ويندو ڏسندو رهيو. آپگهات ڪرڻ وقت ماڻهوءَ کي پاڻ کي مارڻ ۾ تڪڙ کان ڪم وٺڻو نه پوندو، هو بلڪل آرام سان پنهنجي من گهري جاءِ تي، آدم قد آرسي جي سامهون ويهي، سگريٽ جون ڦوڪون پري، بهتر نمولي سوچي سگهي ٿو، پنهنجو پاڻ سان ڳالهائي سگهي ٿو، آرسيءَ ۾ پاڻ کي مارڻ وقت، پنهنجي مرڻ تي پنهنجي چهري ۽ اکين جا تاثر پنهنجين ئي اکين سان ڏسي سگهي ٿو- نه اهو انتهائي پيانڪ ٿيندو، ماڻهو پاڻ کي اهڙي حالت ۾ نٿو ماري سگهي. ان وقت، هن کي گراموفون رڪارڊ ٻڌڻ گهرجي. هو آرام سان رڪارڊن مان پنهنجو سڀ کان وڌيڪ وڻندڙ رڪارڊ ڳولي لڳائي، ان جي لفظن مان مزو وٺندي، پنهنجو انت آڻي سگهي. ان وقت کيس رات وائيس آف آمريڪا تان ٻڌل سانگ ياد اچي ويو، ۽ هن هلڪو هلڪو جهونگاريو:

Lady,
When you are with me,
I am smiling,
Give me Vo-Vo your love,
Lady,
Your hands give me up,
When I am Sinking,
Touch me and my troubles away.

ان سانگ ٻڌڻ کان پوءِ، جيڪڏهين زندگيءَ سان موهه وڌي وڃي ۽ ماڻهو آپگهات جو خيال لاهي ڇڏي ته؟ پوءِ ته نقصان ڪهڙو آهي، اهو جذبو ڪڏهن به موت ڪائي سگهي ٿو.

ٻيڪ ان وقت تي پٽيوالي درڪولي پاڻيءَ جو گلاس ۽ سگريٽ کڻي اندر آيو. هن شيشي هيٺان لڳل ڪاغذن مان اکيون کڻي پٽيوالي ۾ ڏٺو. ان وقت چاله جو اڌ ڪوپ خالي ڪري چڪو هو. ڪيس ٻهرين پنهنجو پاڻ تي سخت عجب لڳو ۽ هن پاڪيٽ کولي سگريٽ دڪايو ۽ پاڻي ميز تي انئين جو انئين رکيو رهيو. پوءِ هن کي پٽيوالي تي سخت ڪاوڙ آئي، ڪجهه ياد ڪري: چسو، نڪمو، ٻهرين پاڻي ڏيئي، پوءِ سگريٽ وٺڻ وڃي ها ته ڇا ٿي پوي ها، اهو به نه سڌرندو. ٻهرين خيال آيس ته ڏاهوڪي چنڊ ٺيس، پر پوءِ خيال لاهي ڇڏيائين، هن کي سگريٽ مان ڏاڍو مزو اچڻ لڳو. آپگهات وقت ماڻهو اهو مزو پوري طرح ماڻي سگهي ٿو. هڪ هڪ ڪش مان. دنيا ۾ جيڪڏهين ڪا سٺي ۾ سٺي شيءِ، يا وڏي ۾ وڏو عيش آهي، ته اهو آپگهات ئي آهي. نه ڳالهه زندگيءَ کان، زندگيءَ جي ڏکن کان، سورن کان، محرومين، ناڪامين ۽ ناميدن کان وير پاڙڻ جي ناهي. ان ۾ وير جو جذبو قطعي ناهي؛ پر ڳالهه Living instinct کي ختم ڪري، پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪرڻو آهي، اڻ ڄاڻدار آئيندي جي پيالڪتا کان بچڻو آهي. انسان جو صحيح ۽ مناسب فيصلو صرف آپگهات ئي آهي، ان کان پوءِ رڳو پاڻ کي مارڻ جي طريقي جو فيصلو ڪرڻو آهي، ته ڪهڙو طريقو بهتر يا مناسب رهندو. اڄ آفيس جو ڪم ذرو به نه ٿيو آهي. هڪ فائيل به ڊسپوز نه ٿيو آهي. ڪجهه ته ڪم ڪجي. هو ڪرسيءَ تان اٿي بيهي رهيو ۽ سگريٽ کي ائش ٽري ۾ ڇٽي ڇڏيائين. جنهن وقت هو سگريٽ کي ڇٽي رهيو هو، ان وقت سندس نظرون آفيس جي ڊائريءَ ۾ هيون. اوچتو-اچانڪ ڪنهن خيال کان سندس سڄو وجود ڏڪي ويو. هن لڱن کي ڏڪندو محسوس ڪيو. هو ڪرڻ جي انداز سان ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. ڪجهه وقت تائين هو سڪرات جهڙي حالت ۾ ويٺو رهيو ۽ پوءِ وري ڊائري ڏٺائين. وڏن ٻولڊ اکرن ۾ 10th May. اڄ هو ڇهويهن سالن جو ٿي ويو. پورا ڇهويهه سال- باقي چار سال، جنهن کان پوءِ ٽيهن سالن جو ٿي ويندو. ماڻهو ٽيهن سالن کان پوءِ ٻنٽي موٽڻ شروع ڪندو آهي. ٽيهه سال پوڙهپڻ جو

ٻھريون ڏاڍو آهي. هن جي لرزُ تي پگھر مڙي آيو. سندس ڏڪندڙ هٿ ائين ٽيليفون ڏانهن ڪجي ويو. هن ڪيترا ڀيرا رسيور کنيو ۽ رکيو، خوامخواه ڊائيل ڦيرايو، پوءِ فائيل کنيا، ڏٺا ۽ اڇلائي ڇڏيا ۽ مسلسل گھنٽيون وڄايون. هي ٺيڪ وقت آهي آپگھات لاءِ. هن وقت ٿي ماڻهو پاڻ کي پنهنجي ٿي مرضيءَ سان ماري سگھي ٿو. پوڙهپڻ ۾ هرو ڀرو به ماڻهوءَ جو روڳي جيون سان موهه وڌي ويندو آهي. هو حياتيءَ کي جڙ ر جيان چنبڙي پوندو آهي. آپگھات لاءِ هي وقت ٿي مناسب آهي. اهو ڪلارڪ در ڪولي سندس سامهون ٽپال جو فائل رکي ويو. ڪلارڪ کي ٽپال جو فائل کڻي ايندو ڏسي، هن جون اکيون عجب مان ڦاٽي ويون. ڪلارڪ ٽپال ڇو کڻي آيو؟ پٽيوالو ڇو نه کڻي آيو؟ ۽ پوءِ هن ياد ڪرڻ شروع ڪيو، ته ڪيترا ڀيرا پٽيوالو ۽ ڪيترا ڀيرا ڪلارڪ ٽپال يا فائل کڻي آيو آهي. ائين ٿيندو ته آهي. ان ۾ نئين ڪهڙي ڳالهه آهي. هو سامهون رکيل ٽپال جي فائيل کي ائين گھوري گھوري ڇتائي ڏسڻ لڳو. ان وقت سندس ذهن بلڪل خالي هو. هن چاهيو ٽپال ڊسپوز ڪري. هن فائيل ۾ هٿ وڌو. فائيل کوليو، هڪ-اڌ ليٽر پڙهي پاس ڏانهن مارڪ ڪيو ۽ ڪو سپرنٽيڊنٽ ڏانهن ۽ باقي ليٽر رکي ڇڏيا ۽ هو اٿي ٻيهي رهيو ۽ آفيس کان ٻاهر لڪري آيو ۽ پوءِ عمارت کان ٻاهر ۽ ان کان پوءِ ڪمپائونڊ کان ٻاهر رستي تي. هو رستي تي تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳو. ڪيس ڪجهه به غيرمعمولي نه لڳو. ڪجهه به نئون نه. ائين ٿيندو رهندو آهي. پٽيوالن ۽ ڪلارڪن کي به خبر آهي. هو رستي تي ڪڏهن تڪڙو هلڻ ٿي لڳو، ته ڪڏهن بلڪل آهستي. هن ويچاريو هتان هلي سڌو سپرمارڪيٽ ۾ سرگھلا ريسٽارنٽ ۾ ويهي انگريزي گانا ٻڌان. اها اسلام آباد هوٽل به نهڻ جي ٿي ناهي. ڪهٽ ۾ ڪهٽ ڏهه سال ته ٿيا هوندس اڏاوت کي. اها هاڻي اسلام آباد جي ڪنسٽرڪشن جو سمبل ٿيجي وئي آهي. ميلوڊي وٽ چالد ريسٽارنٽ ۾ ويهان، اهي واهيات انگريزي ميوزڪ ٿي نه هلائيندا آهن. هو ائين اوچتو، اچانڪ هڪ گهڙيءَ ۾ ڇهويهن سالن جو ٿي ويو. ڇهويهه سال ۽ ڪلاڪ؟ منٽ؟ سيڪنڊ؟ هن پنهنجي سيني ۾ ساهه کي منجهندو محسوس ڪيو ۽ تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳو. باقي چار سال جي رهيل آهن سي به ائين... آپگھات ٿي انسان جي سڀ کان وڏي پناهگاهه آهي. جيڪڏهن پنهنجي مرضيءَ سان زنده نٿو رهي سگھجي ته مري ته سگھجي ٿو، جيئن ماڻهو خود چاهي. جيئڻ جي عادت جا هرعادت تي ڇانئجي ٿي آهي، سا ختم ٿيڻ ٿي بهتر آهي. ننڍن ننڍن ٽڪرن، ذرن، ائٽم جي ذرن جيترن هستيءَ جي ورهايل ٽڪرن کي سانڍي رکڻ مان فائدو. ڪارج؟

هڪ، ٻه، ٽي ۽ چار ها لڳ ڀڳ ڇهن ڇوڪرين کي شاديءَ لاءِ ڏنل آڇ جي ٺڪرجڻ کان پوءِ... پوءِ ڇا؟ ڪهڙو ٿو فرق پوي! زندگي ائين آهي، جيئن هئي. فرق ته ڪو به نه پيو آهي. ڪا به غيرمعمولي ڳالهه ناهي. ڇوڪرين کي، ڪنهن کي ناپسند ڪرڻ جو پورو حق آهي، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ ڪا به اهڙي ڳالهه ناهي، جا ڪا ڇوڪري پسند ڪري، ته پوءِ ڏوهه ڇوڪريءَ جو ناهي؛ پر ڏوهه ان ماڻهوءَ جو به ناهي، جو لاڳيتو ناپسند ڪيو وڃي. آپگھات مهل سڀ کان وڏو فائدو اهو آهي، ته ماڻهو آپگھات ڪرڻ کان اڳ، پنهنجي پسند

جي ڪتابن مان پنهنجي پسند جا بهترين جملا ۽ پئراگراف به پڙهي سگهي ٿو، جڏهن ته پرائي موت وقت اهڙو ڪجهه ممڪن ئي ڪونهي. وڏي ڳالهه ته هو ان وقت ٻچي سگهي ٿو، وڏي واڪي ڳائي سگهي ٿو، ٽهڪ ڏيئي کلي سگهي ٿو، روئي سگهي ٿو، اوچنگارون ڏيئي ۽ وڏي واڪي پاڻ کي ۽ ٻين کي گاريون ڏيئي سگهي ٿو. اهڙي طرح آپگهات بلڪل نجو، ذاتي ۽ پرائيوٽ موت آهي، جڏهن ته ٻيا موت مڙهيل ۽ پرايا هوندا آهن، جن کي قبول ڪرڻ لاءِ، ماڻهو انهن جي اچڻ وقت تيار نه هوندو آهي. جيئڻ جو عذاب بي حالت ۾ ختم ٿيڻو ته ٻيا گهڻجڻو به ناهي، اهڙي موت کي قبول ڪرڻ لاءِ ڪو به شخص تيار نه هوندو آهي، هو پرائي موت کي ڏسي دانهون ۽ رڙيون ڪندو آهي. اهو سڀ ڪان وڌيڪ بهتر آهي، ته ماڻهوءَ جو موت پنهنجي هٿان ٿيڻ گهرجي. پرائي موت هٿان چچرجي مرڻ جو انتظار بي وقوفي آهي. جيئڻ جي عادت کي به ٻين عادتن جيان ڇڏي سگهجي ٿو.

پاسي کان لنگهندڙ تيز رفتار ڪار جي هارن تي سڄو ڏڪي ويو ۽ هن هلڻ جي رفتار گهٽائي ڇڏي. ڪيس ڪجهه به اڻون ۽ غيرمعمولي نه لڳو.

آفيس مان ائين اٿي اچي موٽ آيو، ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي نه هجي. ڪيس ڪجهه ڏينهن اڳي سندس باس جو چيل جملو ياد اچي ويو: مسٽر فلاڻا توهان تنگ ڪرڻ کان به وڌيڪ تنگ ڪيو آهي، هاڻي آءٌ اوهان جي اينيوئل ڪانفيڊينشل رپورٽ خراب ڪري ڇڏيندس، هاڻي هڪڙو ڪم ڪر ته رپورٽ خراب نه ڪندس. صرف هڪ هفتو پوري ٽائيم تي اچ ۽ پوري ٽائيم تي وڃ. هن ڏينهن ڳڻڻ شروع ڪيا، هڪ... ٻه... ٽي، اڄ اٺون ڏينهن آهي، پورو هفتو ائين آءٌ پنڪچوئل رهيس! ڪيس پنهنجو پاڻ تي ڏاڍو عجب لڳو، پر جيڪڏهن باس ان جاءِ تي ڪو ٻيو هجي، سنڪي، جيئن باس ٿيندا آهن، ته پوءِ ڇا نوڪري ڪري سگهان ها!

آپگهات وقت ماڻهو جنهن پوزيشن ۾ ويهي يا سمهي مارڻ چاهي، بلڪل ائين ئي ماري سگهي ٿو. ڪرسيءَ تي ويهي آرام سان سگريٽ پي، ڪنڌ لاڙي موسيقيءَ جي سرن تي پنهنجي پسند جو موت مري سگهجي ٿو. هن سگريٽ ڪڍيو، دکايو ۽ ڊگها ڊگها ڪش پرڻ لڳو. سگريٽ جي آخري ڪش تي هن کي اوچتو محسوس ٿيو، ته هن جي ڇمار هڪدم چار سال وڌي ويئي آهي. هن ڳڻن ۾ هيڏائي محسوس ڪئي. هو ايگزيڪٽلي ٽيهن سالن جو ٿي ويو آهي. برابر ٽيهه سال. هڪ مهينو، هڪ ڏينهن، هڪ ڪلاڪ، هڪ منٽ ۽ هڪ سيڪنڊ به هيڏانهن هوڏانهن ناهي. ٽيهه سال بلڪل جاميٽريءَ جي ليڪن جيان برابر، ذري به وڇوٽي ۽ ڏنگائي نه. ان وقت هن پاڻ کي ٽيڪ پنهنجي گهر واري گهٽيءَ ۾ ڏٺو. سپرمارڪيٽ وڃڻ بدران هو بي خيالي ۾ گهر هليو آيو. ڪيس نار جو ڏکو ياد اچي ويو ۽ هن کان زبردست ٽهڪ نڪري ويو. واپس مڙي سپرمارڪيٽ جو خيال لاهي هو گهر ۾ گهڙي ويو. ڪپڙا بدلائي کٽ تي ليٽي پيو. ۽ ڇت ۾ ڦرندڙ پکي کي گهورڻ لڳو. وقت کان اڳ هو پوڙهپڻ جي پهرين ڏاڪي ۾ داخل ٿي چڪو هو. پکي ۾ گهوريندي ڪيس آپگهات خوبصورت سيڪسي ڇوڪري لڳي جا لڄرن ۽ ماڻڻ سان سڏي رهي هئي. هن پاڻ کي بي انتها ٿڪل پاتو.

# منزل

## ممتاز مهر



جڏهن هو ريل جي ڊبي ۾ داخل ٿيو تڏهن سڀ سيٽون ڀريل ڏٺائين. هڪڙي جٽي کيس هيٺ مٿي جاچي پوءِ سري ويهڻ جي جاءِ ڏنائينس. ويهڻ ۾ هو پاڻ کي تنگ محسوس ڪرڻ لڳو، لاچار هو. هٿ ۾ جيڪا ٿيلهي هيس سا سيٽ جي هيٺان رکي ڇڏيائين.

”ڪيڏانهن پيا وڃو؟“ پر واري ماڻهوءَ ڏاڍي اشتياق مان ڪانئس پڇيو.

”...... شهر“ مختصر جواب.

”...... شهر؟“

”هائو الف شهر“. کيس هو ماڻهو بلڪل ٻور پئي لڳو، تنهنڪري کيس لنوائڻ جو ارادو ڪري ٿيلهي مان هڪ رسالو ڪڍي پڙهڻ لڳو. آخرڪار ريل هلڻ لڳي؛ جڏهن ريل جي رفتار تيز ٿي ويئي، تڏهن ڊبي جون سڀ دريون بند ڪيون ويون. در ته اڳ ۾ ئي بند ڪيو ويو هو. نه رڳو شيشن واريون دريون؛ پر ٻاهرين تاڪن وارين درين کي به بند ڪيو ويو هو. (شايد ٿڌ جي ڪري يا اندر ايندڙ مٽيءَ جي ڪري!) تنهنڪري بيٺل سج هوندي به ڊبي جي اندر اوندهه ٿي پيئي هئي.

ڊبي جي اندر اوندهه، گهٽ، سگريٽن جي دونهين، ويهڻ جي تنگ جاءِ ڪري من منجهڻ لڳس؛ روشني نه هئڻ ڪري پڙهي به نٿي سگهيو. تنهنڪري سيٽ تان اٿي ڪري جيئن ئي هڪ دريءَ جا طاق مٿي ڪرڻ لڳو، ته ڪنهن همراهه اچي سندس هٿن کي جهليو ۽ چوڻ لڳس: ”چو سائين اوهان کي سيءُ نٿو ٿئي ڇا؟“

”مون کي مونجهه ٿي ٿئي... مهرباني ڪري ٿوري تازي هوا کائڻ ڏيو.“ وراڻيائين.

”واهه سائين واهه... اسين پيا ٿڌ ۾ ڏڪون ۽ اوهان کي تازي هوا کپي!“ هڪ ٻئي ويٺل چيو.

”ڀلا ٻاهريون طاق ته مٿي ڪرڻ ڏيو، جيئن ڪجهه ڏسي سگهجي!“

”ڏسڻ لاءِ ٻاهر رکيو ڇا هي... سڄو جهرجهنگ لڳو پيو آ!“

”نظارا پسڻا اٿو ته اونهاري ۾ ڪنهن پهاڙ تي وڃو.. ها ساموندي نظارا به من کي موهيندا آهن!“

”تونک مٿان تونک... رونشو.

”منهنجو اهو مطلب ڪونه هو...“ چيائين ”منهنجو مطلب هو ته ڏٻي جي اندر اونده ٿي پيئي آهي، شيشن مان مڙئي ڪجهه نه ڪجهه روشني ايندي!“

”سائين چڏيو اجاين ڳالهين کي... وڃي پنهنجي جاءِ والاريو...... متان پيو ته وڃي والاري... ٿوري دير انتظار ڪريو، ٻئيون پرنديون ۽ سڄو ڏٻو روشن ٿي ويندو.“ اهو چئي اينل همراهه ڪيس ٿونٽ سان پرتي هٽائي، دريءَ جا اڳيان پويان طاق هيٺ ڪري ڇڏيا.

هُو لهي ٿي پنهنجي سيٽ تي وڃي ويٺو: سندس پر وارو ساٿي مڱيرا کائي رهيو هو، ڪيس صلاح ڪري مڱيرن جو لفافو ڏانهنس وڌايائين.

”نه...... مهرباني“. اهو چئي هن پنهنجو منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو.

مونجهه... وڌندڙ مونجهه، اکيون ٻوٽي ڇڏيائين ۽ ڏکيا ساهه کڻڻ لڳو، ائين ڪرڻ سان ڪجهه سڪون ملي رهيو هوس. گهڻي دير تائين پنهنجيون اکيون ٻوٽيل رکيائين. پرسان وينل همراهه ڪجهه پڇي رهيو هو: ”طبيعت ته ٺيڪ اٿوَ؟“ پر هن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ ڪو جواب نه ڏنائينس.

گاڏي تيز رفتار سان ڊوڙندي پئي ويئي. گاڏيءَ جا ڦيٿا پٽڙن تان ترڪندا، جيئن اڳتي وڌندا ۽ گاڏيءَ جي لوڏ کي جهڪيندا پئي ويا تيئن انهن مان مختلف قسمن جا آواز پڻ نڪري رهيا هئا. مختلف قسمن جا سُريلا آواز! (ڪن کي اهي آواز بي سُرا لڳندا هوندا!) ڪيس ياد آيو: ’ننڍي هوندي، ڊوڙندڙ ريل گاڏيءَ جو سُريلو آواز جڏهن ڪنن تي پوندو هو، ته ائين پائيندو هوس ڄڻ ريل چوندي هجي: ”ٽڪو پيسو... ٽڪو پيسو“ تڏهن ائين لڳندو هوم ڄڻ ريل جي ٻه ڪنهن جيئري جيان ڪا هستي هجي! جيڪا شانَ مانَ سان پنهنجي رستي تان لنگهندي ٿي وڃي ۽ وچ ۾ ايندڙ ننڍيون وڏيون اسٽيشنون، سندس آرام ۽ ٽڪ پٽڻ جا عارضي هنڌ هجن! ۽... اسٽيشن کان اڳ ۾ آيا نظر ايندڙ سگنل ڪنڌ نمائي ڄڻ ته ريل گاڏيءَ جو آڌرڀاءُ ڪندا هجن!... ساڳي ريت اسٽيشنن جي آخري حد تي بيٺل سگنل وري ڪنڌ نمائي ريل گاڏيءَ کان موڪلائي ڪندا هجن! ننڍڙي هوندي ٻارڙيون رانديون ڪندي، امان هڪ پيري هٿ جي هڪ ننڍڙي ريل گاڏي ناهي هئي، جنهن کي مقرر ليڪن (پٽڙن) تي گول چڪري ۾ ڦيرائيندا هياسين ۽ ڪن هنڌن کي اسٽيشنن جا نالا ڏيئي، اتي گاڏيءَ کي بيهاريندا هياسين... ۽ ڪاني جا ٺاهيل سگنل ريل گاڏيءَ جي آجيان يا موڪلائي ڪندا هئا!‘

هُو ننڍپڻ جي انهن ڳالهين تي سوچيندي دل ۾ کلي رهيو هو: ’اڄ ڇو ن گاڏيون وڌيڪ سهڻيون لڳنديون آهن ۽ ڊيزل انجڻ وسيلي وڌيڪ تيز ڊڪنديون آهن. هاڻوڪا سگنل ڪنڌ نمائي آجيان يا موڪلائي ڪونه ڪندا آهن: پر آٽوميٽڪ طور تي، انهن سگنلن جي سائي، ڳاڙهي يا پيلي رنگ جي بتين منجهان تيز روشني نڪرندي آهي (سرچ لائيٽ جيان!)

تنهن کان سواءِ هڪ ٻيو بہ فرق آهي... اَڳ وارين ريل گاڏين ۾ ماڻهن جي رش ۽ ٻهه گهٽ ٿيندي هئي ۽ ڪاڪوس صاف رهندا هئا ۽ انهن ۾ اهڙي بدبوءِ نہ هوندي هئي، جو ماڻهين ارواح ڪڇي وڃي!

سندس سوچون ٿري گهري وري پنهنجي هاڻوڪي حالت تي ٿي اچي بيٺيون. سندس حالت خراب کان خراب ٿيندي پئي ويئي، اُهين ٿي لڳو تہ جڻ بيهوش ٿي ويندو. هن پنهنجي پر واري کي پنهنجي حالت کان آگاهہ ڪرڻ ٿي چاهيو: پر ڏٺائين تہ هُو جهوٽا کائي رهيو هو.

خبر ناهي تہ ان وچ ۾ گهڻو وقت گذري ويو، سندس پر واري ڪيس ٻڌايو تہ ”تون بيهوش ٿي ويو هئين... جڏهن سيني پنهنجا پادر توکي سنگهايا تڏهن مس مس توکي هوش آيو هو.“

”منهنجي دل ٻڏي پئي... خدا ڪارڻ دريون کولرايو!“ پر واري کي ٻاڏائيندي چيائين.

”دريون!“ سندس پر واري زور ڏيندي چيو، ”دريون کلنديون تہ پوءِ ٻيا ماڻهو اندر ڏوکي ايندا ۽ اسان سيني جو وڏيڪ ساهہ منجهندو... ٻيو تہ مان جيڪڏهن چاهيان بہ تہ دريون نہ کلنديون... ٻيا ماڻهو ڪنهن بہ حالت ۾ دريون کولڻ نہ ڏيندا.“

هو مايوس ٿي ڪنڌ جهڪائي، آهستي آهستي ساهہ کڻڻ لڳو... اُهين وقت گذرندو ويو... سيڪنڊ... منٽ... ڪلاڪ!

اوچتو هُو چرڪ پري آٿيو، دريون جيتوڻيڪ اڃا بہ بند هيون: پر نڪ مان تازي تازي هوا اندر وڃي رهي هيس... آهہ! تازي هوا جنهن ۾ خوشبو سمايل هجي! گُلن ڦُلن جي... وڻن ٽڻن جي... ڌرتيءَ مان ڦٽندڙ آنَ جي!

اوڏيءَ مهل هن پاڻ کي تازو توانو محسوس ڪيو: هاڻي نڪو هوس ٽڪ، نہ بيچيني، نہ ئي مونجهہ يا آپس. هڪدم واچ ۾ وقت ڏٺائين: ٺيڪ شام جا ست ٿيا هئا.

”منهنجي منزل اچي ويئي... ماڳ تي پهچي ويس... هاڻي دريون کوليو، دبي جو در کوليو، مان لهندس... مان لهندس“ هن ذري گهٽ جوش ۾ اچي رڙيون پئي ڪيون.

”ڪهڙي منزل؟... ڇاجي منزل؟“

”منهنجي منزل!“ ورائيائين ”ٻڌو نتا آواز... ڇاتل سڃاتل ماڻهن جا آواز... اهائي تہ منهنجي منزل آهي... منزل!“ پنهنجو ڳلو خشڪ ٿيندو محسوس ڪرڻ لڳو.

”بند ڪر پنهنجي بڪواس... منزل اچي ويس... هون!“

”خواب ٿو لهي... ها ها ها... هي هي هي!“

”مان خواب لٿو لهان... سچ ٿو چوان... ڏسو نتا تہ گاڏيءَ رفتار گهٽائي ڇڏي آهي... جاءِ بيهڻ واري آهي!“

”دماغ خراب ٿيو اٿس“. ٺوڪ-

هُو وڏيڪ پريشان ٿيندي پنهنجي ڀر واري کي ڏُونڊاڙي، پڇيس ٿو: ”ادا... ڇا هيءَ گاڏي نه بيهندي؟“

”گاڏي!“... ”هيءَ گاڏي ايترو جلد ڪا بيهڻ واري آهي!“ ڪاوڙ گاڏڙ ٺونڪ جي لهجي ۾ همراهه جواب ڏنس.

”ڇا مان غلط ٽرين ۾ ته نه چڙهيو آهيان!؟“...

”ڇا هيءَ اپ... ڪانهي!؟“ پريشاليءَ جا اهڃاڻ سندس منهن تي.

”اپ...!“ هلڪو ٺهڪ، خبر ڪانهي ته ڪهڙي اپ آهي.... ائين ٿو لڳي ته هيءَ گاڏي جلد بيهڻ واري ڪانهي.“ ايترو چئي سندس ڀر واري پيهر پنهنجيون اکيون ٻُوٽي ڇڏيون.

”سان پڏايانهه ته هيءَ گاڏي ڪڏهن بيهندي؟“ هڪ ٻئي ويٺل مسافر گنڀير ٿي چيس.

”ها ها ٻڌاءِ..... اوهان جي وڏي مهرباني ٿيندي“. سندس اکين ۾ اوچتو چمڪ پيدا ٿي ويئي.

”ها ته ٻڌي ڇڏ..... هيءَ گاڏي تڏهن بيهندي، جڏهن ريل جا پٽا ختم ٿي ويندا ۽ ريل گاڏيءَ جا ڦيٿا وڃي زمين ۾ کپندا“.

”ائين نه ٿيندو... ائين ڪڏهن به نه ٿيندو... منهنجي منزل اچي ويئي آهي... مون کي وڃڻ ڏيو... در کوليو... مهرباني ڪري در کوليو“. بدحواس ٿي هُو ماڻهن جي وچ سان پنهنجو رستو ٺاهيندو ٺاٻڙندو وڃي گاڏيءَ جي در وٽ پهچي ٿو، جنهن جي اڳيان ٻه متارا ماڻهو ٽيڪ ڏيو بيٺا آهن؛ هُو کين آزي نيزاري ڪري ٿو، پر هُو در نٿا کولين ۽ کيس ڌڪو ڏين ٿا. هُو ٿڙندو ٺاٻڙندو ٿڙيل پکڙيل سامان تان ٿڙندو ٺاٻڙندو ماڻهن مٿان وڃي ڪري ٿو ۽ ريل گاڏي وڏيڪ زوڪاٽ ڪندي اڳتي ڊوڙندي وڃي ٿي.

---

### ادب

## هڪ اهڙو مقدس گهر آهي، جنهن ۾ سدائين سامهون واري دروازي ڪان ئي اچڻ کپي.

# عبدالجبار جوڻيجو — بهانو



+ شهر نئون، گهر نئون ۽ اوپرو ماڳ — ٻهراڻين ڏينهن سوير سجاڳي ٿي. آيا کي آٿاريو ۽ نازو به ٿوري دير ۾ سجاڳ ٿي پيئي. هُوءَ چمپل پائي غسلخاني ڏي ويئي، ته آءٌ سوچن جي سمنڊ ۾ گم ٿي ويس. هُوءَ ڪيتري نه سمجهو ٿي ويئي هئي. ساڻ جي ڪا يادگيري نه هئس. خوش خوش! چهرو ائين جڻ صبح جي پهر ۾ ڪِڙيل گُل. هڪڙي پارڙي هيتري همت واري ۽ آءٌ پڙهيل ڳڙهيل، ستن ڪي سينڊون ڪيڊٽ وارو ايترو غمگين، جڻڪ دليا جي پٺي چيڙي تي اچي پهتو هوس، جتان منهنجي لاءِ ڪوبه رستو کُليل هو. هُوءَ کلندي منهنجي سامهون ڪرسيءَ جي ٻانهن تي ويٺي، وري آچل ڏيئي مون کي ڳراٽڙي پاتائين، ته آءٌ مٿرڪيس (ڪوڙي مُرڪ) اهڙي مرڪ منهنجي چپن تي آئي، جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪبو، ته آن کي لُڙڪن جي لَڙي چئبو. هوءَ اسڪول جي تياريءَ ۾ لڳي ويئي. ليرن ڪري آءٌ آفيس لاءِ تيار ٿي ٻاهر نڪران، تنهن کان اڳ ٽيلهو ڳچيءَ ۾ وجهي، ٻاهرئين دروازي تي اچي پهتي. ڪيس اسڪول ۾ ڇڏيندو آءٌ آفيس هليو ويس.

— ڳالهيون لڪائي ٿو: اوهين سمجهو ٿا، حقيقت ائين آهي؟ نه! ائين ناهي! منهنجي للائي ڪير به نٿو کڻي. هرڪو پنهنجو بچاءُ ٿو ڳولهي. دنيا کي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ، هٿراڌو دليل ٿو ڏئي. (ڏاهڻا ٿي پون ٿا: ڪمپنيءَ جي ساک لاءِ). پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ ٽڪر ٽاڪئا ٿي پون ٿا. زال مري ويئي آهي ۽ دماغ جاءِ ناهي (بهانو). ڇگو جي في‌الحال بهانو ناهي، ته به همت پَست، حوصلو سُست آهي. ٻار جي سار سنڀار ٿي مسئلو آهي. آن جو ڪهڙو ثبوت آهي، ته ڪا ذهن ۾ ٻي ڳالهه ناهي ۽ اِهو سوچيو ڪونه پيو وڃي، ته ٻي شاديءَ لاءِ تيار ٿجي. سوال آهي ته مري ويل زال سان محبت جون دعوائون به ته مشهور هيون. آن ڪري ته شهر ٿي پيو اچي وسايو اٿس. ڪو شاهد گواهه، ڪو ميڄيجي، ڪو حوالو ڏيڻ وارو ٿي نه هجي. ستن کي سينڊون ڪيڊٽ سوليون آهن، هڪڙي آدرش تي پورو رهڻ ڏکيو آهي. اهڙا ڪوڙ ۽ ڪوڙا دليل هرڪو مڙد بچاءُ ۾ تيار رکندو آهي.

+ آفيس ۾ آءٌ پيو نمبر هوس ۽ ٻهرئين نمبر جي اچڻ جو ڪو وقت مقرر ڪونه هو. آءٌ ڪم ۾ جنبي ويس ۽ سمجهيم، ته منهنجي جياپي جو بس اِهو ئي هڪ مقصد هو. آفيس کان پوءِ گهر ۾ جيڪو وقت مليو ٿي، سو نازو کي نپائڻ لاءِ هو. ماءُ بنجي ته آءٌ نٿي سگهيس: پر

اصطلاحي معنيٰ ۾ مون کي ماءُ به ٻڇڙو هو. نازو هاڻي ائن سالن جي هئي. هُن کي ماءُ جي ايتري يادگيري نه هئي. ماڻس جي برقعي مٿائڻ وقت نازو ٻن سالن جي هئي. نازو کي آيا ٻاليو ۽ مون نازو جي ماءُ جي يادگيرين کي سيني سان سانڍيو ۽ ايئن پنج-ڇهه سال گذري ويا. انسان ويچارو ماڻهوءَ جي آچار آهي. هاڻي ته پنهنجو اباڻو شهر— يادن جو شهر ڇڏي آيو هوس ۽ يادن مان ڪڪ هوس ۽ آن جي ابتڙ وري نازو کي ماڻس جي ياد ڏياريندو هوس ۽ اڪثر ڪانئس پڇندو هوس ته ”توکي ماءُ ڪهڙي.“ هٿ سان اشارو ڪري چوندي هئي-”نه نه! ڪِيني هوندي، آيا جهڙي.“ ڏٺم ته ڇوڪريءَ لاءِ بابو ئي بس هو، ٻر بابي جو ذهن پنهنجي جاءِ تي نه هو.

— ٻر ڪوڙ ناهڻ ۾ پهريون نمبر آهيان. پيءُ جيڪڏهن ماءُ ٻڻجي سگهي، ته ماءُ ڏي سچو ثواب ڇو وڃي ها. ”اصطلاحي معنيٰ“ لفظ نوٽ ڪريو! اصطلاحي معنيٰ ۾، ماءُ ٻڻجڻ به ايترو آسان ڪوانهي، جيترو سائينجن جي خيالي معنيٰ ۾ هي مسئلو موجود آهي. نازو ٻن سالن جي هئي، اوهين ته ننڍڙا ڪونه هئا. ناهيد زندگيءَ جا ڏک سک اوهان سان ڏنا ۽ ايترو جلد اوهين انسان مان ماڻهوءَ جي آچار پيا ٻڻجو. حقيقت ۾ پنهنجو مطلب ۽ خواهش اوهان کي دليل بازيءَ تي مجبور ڪري ٿي. يادن جي شهر ڇڏڻ سان جيڪڏهن يادون (جيڪڏهن آهن ته) به نه رهن، ته دنيا ۾ جذباتي ڳالهيون ئي ڇڏڻ ۾ نه اچن. (يادن مان ڪڪ هوس اهو پنهنجو پاڻ کي رد ڏيڻ ناهي، ته پيو ڇا آهي؟) ”توکي ماءُ ڪهڙي“ جو مطلب ڇا آهي؟

+ ٻاڙي ۾ چوطرف چڪاس ڪيم. ڪنهن به گهر جي حالت مون کي پنهنجي گهر جهڙي نظر نه آئي. گهٽيءَ مان صبح جو ۽ منجهند جو عورتن جي اچ وڃ گهٽ هئي. ڪي آفيس پيون وينديون هيون، ته ڪي ڪاليج وغيره. اسان جي سامهون جيڪو گهر هو؛ ان مان ٽيهن-ٻٽيهن سالن جي هڪ ڇوڪري عين آن وقت گهر کان نڪري ٽئڪسيءَ ۾ ويندي هئي، جڏهن آءٌ آفيس لاءِ ٻاهر نڪرندو هوس. منجهند جو منهنجي اچڻ کان (شايد) اڳ موٽي ايندي هئي. هڪ اڌ ڀيرو نازو ڏانهن مرڪي نهاريائين؛ ٻر نازو ته نازو هئي، ڪو خاص ڌيان نه ڏنائينس.

هڪڙي شام جو هوءَ نازو کي ڀڪڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي ۽ ڪيس وٺي هلي ويئي. آءٌ نازو جي واپسيءَ جو اوسيئڙو ڪندي ڪندي ليٽي پيس ۽ ڪتاب پڙهڻ لڳس. ايتري ۾ نازو ٽافين جي پاڪيٽ کي هٿ ۾ ڪڏائيندي منهنجي ڪمري ۾ اچي ٽهتي ۽ ٽپ ڏيئي آرام ڪرسيءَ تي وڃي ويئي، ڪيرلدي ڪيرلدي بچي.

”آنٽيءَ ڏنيون آهن.“ ٽافيون ڏيکاريندي چيائين.

”مون کي ڪاراه.“

”نه! وڏا پار ٽافيون نه کائيندا آهن.“

”ڇو؟“ مون پڇيو.

”ڏند ڪيري ٻولدا.“

”۽ لنڊا ٻار...“ مون اڃا جملو پورو ڪيو ئي ڪون، تہ ٻہ ٽافيون ڏيڻي مون کي ڏنائين ۽ چيائين، ”ونو ٻلا! وري کپنو ڪندا.“ پنهنجي ڪمري ڏي ويندي، در وٽ بيهي چيائين: ”آنٽيءَ جو ٽالو زُبيده آهي، ٻي ڳالهہ، تہ مون ماني کاڌي آهي، ٽين ڳالهہ، تہ آءٌ سمهڻ پئي وڃان.“ ۽ هلي ويئي. مون کي هن جي خوشيءَ جو سبب معلوم هو.

— ”پاڙي ۾ چوطرف چڪاس ڪرڻ“ جو ٻيلا مطلب ڇا آهي؟ ٻيئين ۽ دروازن کي ڏسڻ! ڪَهنيءَ کي ڏسڻ! ٽالين ۽ ڪترن کي ڏسڻ! پوڙ ٻاڄي ۽ سودي وٺڻ لاءِ ويندڙ اوڪرن ۽ ٻنيوالن کي ڏسڻ! جيڪڏهن جواب ”نہ“ آهي تہ اصل مقصد ٿيو، پاڙي جي عورتن کي ڏسڻ ۽ انهن مان پنهنجي وجهہ جي عورت ڳولهي لهڻ.

ها! اوهان جي سامهون جيڪو گهر هو، تنهن مان 30-32 سالن جي هڪ ”ڇوڪري“، ”عين آن وقت“ گهر کان ٻاهر نڪري ٽئڪسيءَ ۾ ويندي هئي، جڏهن سائينجن آفيس وڃڻ لاءِ ٻاهر نڪرندا هئا. ڇا اوهان جو اهو اعتراف نيت کي پورو ظاهر نٿو ڪري. پهريائين نازو آن ڏي ڏيان ڪونہ ڏنو، پر پٺس جي ڏيان جي ڦرهيءَ تي اکر لکجي ويا. جڏهن نازو کي هوءَ گهر وٺي ويئي، تہ هيتي دل جو ڪهڙو حال هو. ٽافيون کائڻ کان تہ گهٽايو ڪونہ ويو!

+ صبح جو نيرن ڪندي مون پنهنجي فيلسوفيءَ واري نموني ۾ چيو: ”عورت سان گهر ۾ رونق هوندي آهي.“

”ڪهڙي رونق آهي، آءٌ آهيان، آيا آهي، ٻہ عورتون آهيون، پر رونق تہ هتي ناهي.“ هُن معصوميت سان چيو. ”تون نٿي سمجهين.“ ”آءٌ سمجهان ٿي. ننڍڙي ڪونہ آهيان. آنٽي بہ عورت آهي. آن وٽ بہ هڪڙي آيا آهي. پيو گهر ۾ ڪير بہ ڪونهي. رونق تہ آتي بہ ڪونهي.“ لڳو ائين ٿي تہ جيڪي مون چيو، سو نازو سمجهيو يا نہ، پر مون کي ”رونق“ جي سمجهاڻي ڏيڻ جي ضرورت هئي؛ پر ڪيترو سمجهايانس ها! هوءَ وري چوي ها، تہ رونق تہ اسڪول جي ٻنيواليءَ جو ٽالو آهي.

— فيلسوف ٿيڻ لاءِ عورت جو ذڪر ڪرڻ ايترو ضروري آهي ڇا؟ ڏوهہ مرد کي ٻہ لہ ڏيو. هن جي فطرت ئي اهڙي آهي. رسوا ۽ ذليل ڪرڻ لاءِ بہ عورت کي منتخب ڪري ٿو. ڪڏهن چوي ٿو تہ عورت فريب آهي، دوکو آهي ۽ ڪڏهن ڪائنات جي تصوير ۾ عورت کان سواءِ رنگ ئي نٿو نظر اچيس. هر وقت پنهنجو مفاد ڏسي ٿو. ڪنهن وقت هڪڙا بهانا ڳولهي ٿو اچي تہ ڪنهن وقت ٻيا. ٻار کي ”رونق“ جي سمجهاڻي ڪهڙي ڏيو! سمجهاڻي تہ پنهنجي دل کي ڏيڻ کپي، جنهن ۾ خواهشن جي آروڙي آهي.

+ خير مون کي نازو جي آنٽيءَ ۾ ان کان وڌيڪ دلچسپي نہ هئي، تہ هوءَ نازو کي واندڪائيءَ جي وقت ۾ وندرائي سگهي ۽ نازو خوش رهي. بس! ان کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ!

ايا ته مون همت ڪري زبيده جي منهن مهانڊي کي چتائي ڏٺو ته نه هو. مون کي دلچسپي به نه هئي. جنهن جي زال مري وڃي ان لاءِ "ڪير" ڇا سوچيندو هوندو؟ اهو فڪر اڪثر ڳچ ڳاري وجهندو هو؛ پر آءٌ هڪ تجربيڪار مڙد هوس. ڪو الهڙ جوان نه هوس، جو ڪنهن نه ڪنهن کي نظر ۾ رکندو وتان. منهنجو ڏيان! ها منهنجو ڏيان ڪٿي هو؟ ڪٿي هو منهنجو ڏيان؟

—دلچسپي هئي! تمام گهڻي هئي!! نازو کي وڻائڻ ايترو ضروري نه هو. پاڻ کي خوش رکڻ ضروري هو. پنهنجي خواهشن جو غلام ٿيڻو آهي. دل جي ڳالهه زبان تي ضرور اچي ٿي. چي: جنهن جي زال مري وڃي آن لاءِ "ڪير" ڇا سوچيندو هوندو؟ ڪير يعني "ڪير"؟ اهو "ڪير" پلا "ڪير" آهي؟ دنيا وارا ڇٻو نه! ڪير يعني اهو جيڪو سامهو رهيو ٿي. جنهن جي پنيان هيءَ سڄي گهوڙا گهوڙا آهي. دليلن درياءُ وهي رهيا آهن، ٺيڪ آهي الهڙ نوجوان ناهين، هڪ تجربيڪار مڙد آهين. تڏهن ته مسئلو آهي. نوجوانن لاءِ ڪهڙو مسئلو آهي؟ وهيءَ چڙهيلن لاءِ ئي ته ڪاريءَ وارا ڪک آهن. ڪير نهاري به نٿو.

+ جيڪي به ٿورا دوست هئا، سي اشاري ۽ رمز سان شادي ڪرڻ لاءِ پيا آپاريندا هئا. آءٌ پنهنجي نازو جي نيپاج بابت ئي ڳڻتيون ڪاڻي رهيو هوس ۽ اڪثر ناهيد جو وجود پنهنجي سامهون محسوس ڪندو هوس. اعتبارئي نه ايندو هوم، ته ڇا ناهيد ڪمري ۾ مک کي نه سهندي هئي، سا مٽين مٽيءَ هيٺان دٻجي سڙل هوندي ڪوڙيون ڪتابن جو نه پڙهيل هوس ۽ انهن ۾ مڙوئي هڪڙو حرف لکيل هو. جنهن مون کي چيتاريو هو، ته موت اٽل آهي. جي اٽل هو، ته مون کي به انتظار ڪرڻ گهرجي ۽ ناهيد جي قبر جي پرساڻ آءٌ به هڪ جاءِ چونڊي ڇڏيان. مون پنهنجي سوچن ۾ پاڻ کي انهيءَ آدرش تي پورو رهڻ لاءِ پئي تيار ڪيو. آءٌ نٿو چوان ته اهو مشڪل هو. مشڪل ڪجهه به نه آهي. سڀ سهپ جي ڳالهه آهي. دنيا ۾ رهي وقت ڪان اڳ مرڻ به ته هرڪنهن جي وس ۾ ناهي: منهنجي سوچ جو مرڪز هرحال ۾ نازو هئي! ناهيد جي نشاني!

—دوستن کي ڇا هي؟ هنن کي ته ڪپي تماشو! شال نه ڪنهن جي زال مري! همدرديءَ ۽ مشوري جي بهاني پيا اندر ساڙيندا ۽ پنهنجي دل خوش ڪندا. انهن کي ته مزو ايندو آهي. شادي ڪرڻ لاءِ آپاريندا ڪونه ٿا، پر مسخري ڪن ٿا. ڪجهه سمجهڻ جي ڪوشش ڪر بابا پڌوا (پرائيويٽ پيڪو: چالاڪ)

ناهيد جو وجود به محسوس ڪرين ٿو ۽ پئي پاسي هٿ پير هڻين ٿو! سامهين در مان اک ڪول ٿو ڪيين! اهو سڀ نازو کي وندرائڻ ۽ پرپائڻ لاءِ آهي؟ دنيا ايتري بيوقوف ناهي؟

هر ڪنهن کي فريب ڏيئي نٿو سگهجي. ناهيد جي قبر جي پرسان، پنهنجي قبر لاءِ جاءِ چونڊڻ وارو چرچو چڱو آهي؛ پر موت نه آهي مند تي، نڪي جيئڻ جاءِ. پلي جاءِ چونڊي ڇڏ:

پر سامهين در مان اک نہ ڪيو. آخر ”آدرش“ تي پورو رهڻو آهي. وري ”سوچ جو مرڪز!“ گهٽيون مسخريون ڪيون اٿئي!

+ دنيا جون بہ ڪي گهرجون آهن. مون نازو ڪي پنهنجي نالي سان گڏيڊ ٿي گهريو. هوءَ خوش هجي. اڪثر هوءَ پنهنجي نئين دوست ڏي ويندي هئي، تہ منهنجي سوچ هڪ نئون رخ وٺندي هئي. آءٌ بہ زبيده بابت سوچڻ شروع ڪندو هوس. صورتحال هوڏانهن بہ ساڳي هئي. اها خبر مون کي نازو جي سالگرهہ تي پئي. ٻاڙي مان ڪي پار گهراياسين ۽ نازو پنهنجي ”آنٽي“ زبيده کي خاص دعوت ڏني. خاص دعوت جي ڪري، آءٌ انتظام ۾ وڌيڪ دلچسپي ڏيکاري رهيو هوس. زبيده لاءِ ۽ مون لاءِ وڏا رنگين نوپلا آندم ۽ پيا بہ ڪيترا ٿول آندم، جيڪي موٽ ۾ مهمان ٻارن کي ڏيڻا هئا. ڊرائينگ روم جي غاليچي جي چيڙي ڪان وٺي گيٽ تائين، پيا اچا بہ اڳيرو نيڻ نهار تائين، اکيون وڇائي ويهي رهيس. ساڍا ڇهہ وقت هو. ساڍين ڇهين کان ايڪڙ ٻيڪڙ ٻار اچڻ شروع ٿيا. ست ٿي ويا پر خاص مهمان تہ اچا نظر ڪونہ پئي آيو. مون کي اوسيتڙي ۾ ورتل ڏسي، نازو الائي ڇا سوچيندي! اهو خيال ايندي ئي، منهن تي پيو پنو چاڙهي چڏيم (ڏکي ٻولي آهي)-مطلب آهي تہ چهري کي روپ بدلائي ڪلمکو بڻايم.

—اهو تہ صحيح آهي! دنيا جون گهرجون آهن. نازو هونئن تنهنجي نالي سان گڏيل آهي: پر نازو جو سندس نئين دوست ڏي وڃڻ ڪري سائينجن جي سوچن جو نئون رخ وٺڻ جو مطلب ڪهڙو آهي؟ اسان لاءِ تہ تمام چيتو آهي. اوهان کي زبيده بابت سوچڻ ئي ڪپي. پهرين اهو تہ هوءَ سامهون چو ٿي رهي؟ سهڻي چو آهي؟ سائينجن کي هُن جي هرادا چو ٿي وڻي؟ چو......(۽ اهڙا پيا گهڻا ”چو“، ”چاڪاڻ“ ۽ ”ڇالاءِ“.)

نازو جي سالگرهہ! صحيح تاريخ تي هئي يا پنهنجي طرفان هٿراڌو تاريخ رکي ويئي هئي؟ جڏهن خاص مهمان اچي رهيا هئا، تڏهن انتظام ۾ خاص دلچسپي وٺي، رنگين نوپلا آڻيا؟ ڙال مري وڃي ۽ ٻاڙي واريءَ ۾ نظر رکجي. اهو ڪو گهٽ رنگين نوپلو آهي؟ غاليچي کان وٺي گيٽ تائين، بلڪ نيڻ نهار تائين نيڻ ضرور وڇائيا. مهمان جو اچڻا آهن، جيڪي نيڻن جي غاليچي تان ٿيلي دل جي صوفي تي اچي ويهن ٿا.

+ اوچتو منهنجي زبيده تي نظر پئي. هوءَ هيڪي هيڪي ڊرائينگ روم ۾ داخل ٿي. نازو سندس پنيان اهڙي انداز ۾ پئي آئي، جهڙن هٿ گاڏي ڌڪبي آهي. مون ڪيس ڪيڪاريو ۽ هوءَ بہ مُرڪي. مون پهريون پيرو کيس مڪمل طور ڏٺو. هُن جون اکيون بلڪل ٿاهيد جهڙيون هيون. (آءٌ سچ ٿو ڳالهايان). مون کي متي ۾ ڦيري ٿي سگهي ٿي: پر مون انهن اکين کي ٿاهيد جون اکيون سمجهڻ چڏي ڏنو ۽ ويچار ڪرڻ لڳس، تہ اهي زبيده جون اکيون هيون. هوش حواس درست ڪيم ۽ پارٽيءَ دوران زبيده کي زبيده سمجهندو رهيس.

ته به توائي تي چڪو هوس: جيتوڻيڪ منهنجي من ۾ ذاتي خواهش جي بنياد تي ان ڳالهه جنم نه ورتو، ته زبيده ناهيد ڀلجي! نه نه! بلڪل نه!!

سالگره خير سان ختم ٿي، زبيده گهڻو ڪوله ڳالهايو. مون به گهڻي گهري ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪئي. هن جي شخصيت مون کي گهڻو متاثر ڪيو. متاثر ڪرڻ کي ڪهڙو نالو ڏيڻ کپي؟ ان کان پوءِ هوءِ گهڻو ڪري نازو سان ملڻ ايندي هئي. ٻاڙي وارن ان ملڻ کي مون سان ملڻ سڏيو. اهو انهن جي ذهنيت جو مظاهرو هو. ها اسين ٻاڻ ۾ گهرا ٿيندا وياسين. مسئلو ڪوبه ڪونه هو. جيڪڏهن ڪو هو، ته نازو جي خواهش سان اهو به حل ٿي ويو. ڇهن اٺن مهينن ۾ هوءِ به زبيده سان ايترو انبل ٿي ويئي: جو مورڳو مون کي ”رونق“ جي معنيٰ جي سمجهاڻي ڏيڻ لڳي. منهنجي ته زندگيءَ جو مقصد نازو کي خوش رکڻ هو. اوهين ٻڌايو، ته هڪ نوجوان عورت جو مڙس مري وڃي، ٻئي نوجوان مڙس جي زال مري وڃي ۽ ٻئي هڪ بي رونق زندگيءَ جي غار مان نڪرڻ گهرن، هڪٻئي کي پسند به ڪن، ته پوءِ جي شادي ڪن ته ڪهڙو عيب آهي؟ آن کي خواهشن جي غلامي ته نه چئبو. اڃا تفصيل ۾ وڃڻ نٿو گهران. مون پنهنجي ڌيءَ جي خواهشن کي خاص طور نظر ۾ رکيو ۽ ڏٺو ته هن زبيده کي بلڪل پنهنجو ٻڌائڻ تي گهريو.

شاديءَ تي گهڻو گوڙ بکيڙو ڪونه ٿيو. نڪاح ٿيو. ڊنر ٿي ۽ بس.

—هنن لفظن تي غور ڪريو. ”اوچتو منهنجي زبيده تي نظر پيئي“ ۽ اوهان جو انگ انگ ٺري پيو. سائينجن ڀهريون پيرو هن کي ”مڪمل طور“ ڏٺو. زبانداني ءَ تي آفرين! زبيده جي اکين ۾ ناهيد جون اکيون ڏسڻ! نهايت سهڻي اٽڪل آهي. پرائي شيءِ کي پنهنجي شيءِ چئي ڪاڻڻ ۾ ڪا چوري ڪانهي. (چوي ٿو: توائي تي چڪو هوس). چڱو جو مڃيئين ته سهي. هيستائين ته ٻئي ڪتا پلن تي ۽ ٻلا ڪتن تي اڇلايائين ۽ ”ا ا“ ڪيائين.

”متاثر ڪرڻ“ کي ”چنبڙي پوڻ“ چئي سگهجي ٿو. (جيئن ڏوڙ پاڻ کي پاڻوڊر هڻڻ چئبو آهي).

چوڻ جو مقصد آهي، ته هڪ (نوجوان) مڙد کي نوجوان رن زال سان پرڻجڻ کان ڪير به روڪي نٿو سگهي. وچ ۾ نازو محبت جي پڙل ڀڄجي نه ڀڄجي! گوڙ بگيڙو اهڙي شاديءَ تي نه ڪرڻ ۾ به رمز آهي.

مبارڪون قبول ڪندا ۽ بس!

# آدرش

## رعنا شفيق صديقي



5000 رپين جي ساڙهيءَ جو خيال، شيرين کي هڪ ڏوهه جي احساس وانگر چُڀنتي بي‌آرام ڪري رهيو هو: ”ممي“ نيٺ چيائين ”ايڏي مهانگي ساڙهي مون لاءِ اجائي هوندي“.

”ڇو؟ اهڙيون ساڙهيون ته ڪنهن به شانه‌دار ڏاج جي لاءِ بيحد ضروري آهن ۽ ان ۾ ڪيترا نه سٺا رنگ آهن! مون ته هيڙو ڪم ڪڏهن به ناهي ڏٺو!“ مسزخان ارٿ ڪرڻ لڳي.

”مسزخان“ مسزخان جي اسسٽنٽ رفعت ڪلندي چيو ”لڳي ٿو توهان جي ڌيءَ ڏاڍي ڪنجوس آهي“.

”نه، اهڙي ته ڪا ڳالهه ڪانهي“. مسزخان کي ڪنجوس لفظ ٻڌي ڏاڍو خراب محسوس ٿيو.

”ممي، اڄ آءٌ توهان جي بيوٽي پارلر ۾ پوريون پيسرو آئي آهيان.“ شيرين ڳالهه مٽائيندي چيو.

”ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي مسزخان- توهان هن بيوٽي پارلر جو نالو پنهنجي ڌيءَ جي نالي تي رکيو آهي: ’شيرين بيوٽي پارلر‘... ۽...“رفعت ماڪيءَ ۽ آلن جو مرڪب شيرين جي منهن تي لڳائيندي چيو.

”منهنجي هميشه مرضي هئي ته هن ڌنڌي ۾ شيرين به منهنجي پاڙون پيلي ٿئي ۽ ’شيرين بيوٽي پارلر‘ کي سنڀالي: پر هن ايتري خوبصورت، آرٽسٽڪ ۽ ماناٿتي ڌنڌي کي ڇڏي ميرين، تنگ ۽ گهٽيل جاين کي پسند ڪيو.“ مسزخان پنهنجي اڇن ۽ نرم هٿن ۾ شيرين جي خشڪ ۽ ڪاري چمڙيءَ واري ٻانهن جهلي تيل سان مساج ڪندي چيو: ”آس ۾ رُلي رُلي ۽ راتين جو جاڳي جاڳي، ڏس ته پنهنجي حالت ڪهڙي ڪري ڇڏي اٿس... ۽ مٿان آيتي‌سبتي ڊائيٽ چمڙيءَ لاءِ ڏاڍي نقصان واري هوندي آهي.“ شيرين پروٽينس جو فيس‌ماسڪ پنهنجي منهن تي آڏرالدو محسوس ڪيو. هن جي اکين آڏو ان ميري پار جو ڪوماٽيل وجود اچي رهيو هو، جنهن جو پيٽ ڪنهن ڦوڪيل ڦوڪڻي وانگر ڦٽندي وڌو ٿي ويو هو ۽

چنگھون ۽ ٻانهون ڪک جهڙيون سنهيون ٿي ويون هيون. ’ڇا منهنجو حسن ٽيڻ انهيءَ ٻار جي زندگيءَ کان وڌيڪ ضروري آهي؟‘ شيرين ماٺس ڌانهن ڏسندي دل ئي دل ۾ سوال ڪيو.

ماٺس جي نظر ۾ هر عورت لاءِ خوبصورت ٿيڻ ايترو ته لازمي هو، جيترو ڪنهن پيغمبر لاءِ انسانيت جي ڀلائي. ماءُ ۽ ڌيءَ جي سوچڻ ۾ ڪيڏي نه وٿي هئي! هن محسوس ڪيو ته اهو ميرو ٻار اڌ و ٻنو، هن جي منهن ڪي هيڇي نظرن سان تڪي رهيو هو. شيرين ڪي پنهنجو ساهه گهٽجندو محسوس ٿيو، جڻ اهو منهن تي لڳل مرڪب هن کي هيٺ ڇڪي رهيو هو... هيٺ... اٿاهه اونهاين ۾، ”ممي!“ هن واڪو ڪيو: ”منهنجو منهن...“

مسز خان هن جو منهن نونهن سوڙي پاڻيءَ سان ڌوتو ۽ لوشن لڳائيندي اچرج مان چيو: ”ڪمال آهي، توکي آسي جهڙي ڪومل شيءِ کان به الرجي آهي. سڄي منهن تي rash ٿي پيو آهي.“

شيرين پاڻ کي ڪجهه هلڪو محسوس ڪيو. خبر هيس ته دماغي طور آنن کي مُنهن تي نه برداشت ڪرڻ جي ڪارڻ، سندس جسم به دماغ والگر react ڪيو هو.

”هٽ، هاڻي تنهنجي سوانا ٻاٽ جو وارو آهي.“ مسز خان ٻئي ڪمري ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ڪيس رفعت جي ٻلي ڪري، پاڻ ٻين ڇوڪرين ڏانهن هلي وئي، جيڪي سندس ٽريٽمينٽ لاءِ انتظار ڪري رهيون هيون.

شيرين ٻاٽ جي مخمل جهڙي آتساهه ڏيندڙ ٻاڦ ۾ به relax نه ڪري سگهي. هن جي بي آراميءَ جو سبب اهو ميرو ٻار هو، جيڪو اڃا تائين ڇڻ ڪيس ڏيڇاري رهيو هو. ’اهڙن هزارن ٻارڙن کي منهنجي ضرورت هولدي! ڇو؟؟ هن ٻيوٽي ٻاٽ سان، انگ ڍڪڻ لاءِ ڪنهن ڪنهن کي لٽا ملندا؟ ڪنهن ڪنهن جي ٻُک جون سوٽون الوپ ٿينديون؟ خوبصورت ٿيڻ جي ان چٽا پيٽيءَ ۾ حصو وٺي، آءٌ ڇا جو ثبوت ڏيئي رهي آهيان؟ ته دنيا چڙهت تي ئي هلندي آهي! ته گوري هئڻ تي فخر ٿيڻ کپي ۽ ڪاريءَ چمڙيءَ تي شرمساري؟ ٻر خوبصورتيءَ جا ته هر سوسائٽيءَ ۾ پنهنجا ماڻ آهن. يورپ ۾ انڊسٽريل سوسائٽي آهي، جتي غريب ڇوڪريون سڄو ڏينهن فئڪٽرين ۾ ڪم ڪري، پيليون ٿي وينديون آهن. ۽ ڏنوان ڇوڪريون سڄو ڏينهن بيچ تي ليٽي tan ٿي وينديون آهن. آتي ڪاري رلگ جي چمڙيءَ جو فيشن آهي— ۽ هتي ايگريڪلچرل سوسائٽيءَ ۾ غريب ڇوڪريون آس ۾ ٻنين تي ڪم ڪري ڪري ڪاريون ٿي وينديون آهن ۽ امير ڇوڪريون، جيڪي گهر ويٺيون هولديون آهن، اُتن لاءِ اڇي چمڙي سونهن جي نشاني سمجهي ويندي آهي. پاڻ کي حسين بڻائي ماڻهن آڏو سيڪس آبجيڪٽ بڻجڻ پاڻ سان دوکو ناهي؟ ڇا ثابت قدميءَ سان سماج ۾ پنهنجي خود مختار حيثيت لئي ميڙائي سگهجي؟‘

”شيرين جي ٻيءُ کي سنڌن جي سور ۽ دل جي بيماريءَ ته گهمڻ ڦرڻ بنهه لٽي ڏي.“ پنهنجو ٽالو ٻڌي، شيرين مٿي نهاريو. مسز خان ٻئي ڪمري ۾ شايد ڪنهن سان فون تي ٻئي

ڳالهايو: ”ڊاڪٽر هنن کي diet تي رکيو آهي. نه گوشت، نه آنو، نه ميٺو — ڪجهه به کائڻ جي موڪل ناهي، سواءِ اوٻاريل ڀاڄين جي.“ شيرين جي چپن تي نوڪ پري مُرڪ هئي. هوءَ جن ماڻهن ۾ ڪم ڪندي هئي، انهن کي ته ٽي-بي هئي ۽ ڪين آوچن کاڌن کائڻ لاءِ چيل هو. غريبن ۽ اميرن ۾ بيمارين به ونڊيون ويون هيون، ’جيڪڏهن اسلم کي منهنجي خيالن جي خبر پئجي وڃي ته هو ڇا چوندو؟ ڇا منهنجي ڳالهين جو قدر ڪندو؟ ايترو versatile هوندو، جو منهنجي ڳالهين کي پُڄهي سگهي وڃي؟ يا مون کي ڪا حيثيت نه ڏيندو؟ ۽ هڪڙي عام سنڌي وڏيري وانگر malechauvnist هوندو؟‘ شيرين کي شفقت ياد اچي ويو ۽ اهو ڏينهن به، جڏهن شفقت چرچي ۾ اڳڪٿي ڪئي هئي، ته هن جي شادي اسلم جهڙي ئي ڪنهن گورنمنٽ آفيسر سان ٿيندي. ڪجهه چرچي ۾ ٿيل اڻ ٿيڻيون ۽ اڻيو اڳڪٿيون ڪڏهن ڪڏهن سچ پئجي، ٺڳڙ وانگر ڪيڏو نه حيران ڪري ڇڏينديون آهن! قدرت کي به اهڙا چرچا شايد نه وڻندا آهن، ۽ هوءَ به انسان جي زندگيءَ سان چرچو ڪندي آهي. گهاتڪ چرچوا‘ شيرين کي پنهنجي fatalistic سوچن تي حيرت ٿي.

* * * *

اُن ڏينهن شفقت پوڙ جي ڏٽڙيل ڳوٺاڻن لاءِ سامان پئڪ ڪري رهيو هو. شيرين کي اچڻ ۾ دير ٿي وئي هئي. ايندي ئي ڪم ۾ جنبي وئي؛ پر هن ماحول ۾ زبردست ڇڪتاڻ محسوس ڪئي. لڳي پيو ڇڻ ڪمري ۾ شفقت کان سواءِ ڪو پيو به هو، جيڪو کيس گهوري رهيو هو. هن چوڌاري نهار وڌي. هوءَ ٽڙيل پکڙيل شين ۾ گهيريل هئي. کيس احساس ٿيو، ڇڻ ٽڙيل پکڙيل سامان کي ڏسڻ جي سگهه هجي ۽ هن کي عجيب احساس سان گهوري رهيو هجي. انهيءَ چپنڊڙ گهور ۾ پاڻ کي ڏوهي محسوس ڪيائين: ’پر منهنجو ڪهڙو ڏوهه آهي؟ ڇا ڪيو آهي مون؟‘ شيرين ڏاڍو مشڪل سان سامان جي ان هيپناٽڪ ڇڪ مان پنهنجي اکين کي آجو ڪري، شفقت ڏانهن ڏٺو. هن جي لرڙ تي ڪاوڙ جون ريکائون هيون ۽ هٿ ۾ جهليل اڌ پئڪ ٿيل بنڊل کي گهوري رهيو هو. کيس ياد آيو، ته ڪٿي پڙهيو هئائين، ته انسان جي دماغ مان infra-rays نڪرنديون آهن ۽ جڏهن دماغ ۾ ڪا inspiration ايندي آهي، ته beta-rays نڪرنديون آهن، جنهن جو ماحول تي به اثر پئجي سگهي ٿو. شايد شفقت جي لرڙ تي پيل ريکائن، انهيءَ سامان کي هيپناٽائيز ڪري، ڪاوڙ جو روح منجهس ڦوڪي ڇڏيو هو. شيرين کي الهن شين جي هيبتناڪ ڪاوڙ جو وسيلو، پنهنجي ساٿيءَ جي نرڙ تي ڏسي اچرج به ٿيو، ته ڇا تل سچاتل شخص ۾ به ڪا ايتري اچاتي ۽ پراسرار سگهه هئي! ۽ اُتت به مليس ته ان سڀڪجهه جو وسيلو شفقت ئي هو.

”ڇا ٿيو شفقت؟ ايتري ڪاوڙ ڪنهن تي؟“ شيرين جي آواز ڇانيل ماٺار جي خوفناڪيءَ کي پڃي ڇڏيو. هاڻ سندس اڏو ڪنهن ڦٽيل مروڻ بدران رکيو شيون هيون: بسڪوٽن جا پئڪٽ، اناج جون ڳوڻيون، ڪمبل، لٽا...! شفقت به پنهنجي ڪاوڙ جي reflection کي

پور پور ٿيندو ڏسي، ڳالهه ڪي ساڻيڪو محسوس ڪيو ۽ ڪيسي مان لسٽ ڪڍي ڪاوڙ جي
اپرندڙ لاوي ۾ ٻڏندڙ آواز ۾ چيائين: ”ڇا نه ٿيو آهي، ڪا خبر اٿئي؟ هتي ماڻهو نه مرون
ٿا رهن... حيوان... انساني خون جا پياسا... cannibals“ هو شيرين ڏانهن نهاريندو چوندو ويو،
”ٻڌڻ ٿي چاهين ته ڪير آهي cannibal؟ تون... تنهنجو بورجوا ڪلاس blooby oppurtunists
توهان جو چيترو لنڊو ذهن آهي، اوترويئي وڏو پيٽ آهي... ڏس هيءَ لسٽ... 200 ڪمبل هئا:
پر 150 ته ڪامورا مٿان ئي ٽڪائي ويا؛ جڏهن ته سوَن اگهاڙن ٻارن لاءِ، اهي 200 به پورا
نه هئا، جيڪي ٿڌ ۾ مري رهيا هوندا!“

”شيرين اهي ڳالهيون ٻڌي دل شڪستي ٿي پيئي- پر جڏهن ٻئي ساٿيءَ جي دل پڇي
پئي، ته هو سارو سور وساري، پنهنجي ساٿيءَ کي دلاسو ڏئي، اڳتي وڌڻ جو اتساهه ڏياريندو
آهي.“ هن به پنهنجا لڙڪ پي، شفقت جي ڪنڌ تي هٿ رکي ڪيس دلاسو ڏنو.“ اجا به ڪجهه
نه ٿيو آهي. انسان کي مايوس ٿي پنهنجي فرض کان منهن نه موڙڻ کپي- ۽ جنهن تي ڪو
وس ڪونهي، ان تي مڇرجندين ته bars جي پٺيان ٿي ويندين- ۽ هن مهل هتي تنهنجي
وڏيڪ گهرج آهي.“

ايتري ۾ زاهد اچي ويو. شيرين پنهنجو هٿ شفقت جي ڪنڌ تان هٽائي ڇڏيو. شفقت
اوچتو سندس هٿ جهلي زور ڏنو، ”تون پنهنجي ڪرذهن طبقي جو ڏچڻو ذهن پٺيان ڇڏي
هتي ايندي ڪر، هن ڪم ۾ اسين سڀ ساٿي آهيون. پيو ڪجهه بس نه-سمجهينءَ.“ شيرين
جواب ڏيڻ جي ڪا ضرورت محسوس نه ڪئي. شفقت هن جي خاموشيءَ جو فائدو ورتو،
جيڪو هرڪو، هرمهل ۽ هرهنڌ وٺندو آهي. ”منهنجي ذهن ۾ تنهنجو آئيندو اچي رهيو آهي،
ڪجهه ٿلهي ڪجهه موڪي ۽ گنجي گورنمينٽ آفيسر جي زال-اڪين ۾ پوريت ۽ ڇهري تسي
بي شڪريءَ جا ٻاچا. ڪڏهن سوشل ورڪ جي ڊگريءَ جو خيال ايندو، ته وڌ ۾ وڌ ڪنهن
ويمن ائسوسيئشن جي صدارت ڪندي هڪ اڌ تقرير...“

شيرين کي شفقت جون ڳالهيون ٻڌي احساس ٿيندو هو، ته هو هڪ نه پر پيٽو آهي-
جڻ هن جو جسم هڪ، پر اندر روح ٻه هجن. هن جون ڳالهيون، سخت ڪاوڙ کان وٺي اوچتي
چٽريلي چرچي- ۽ گنڀير بحثن کان وٺي ٻاراڻي ڇوهه تي ختم ٿينديون هيون: پر شيرين سمجهندي
هئي، ته شفقت انهن ماڻهن مان هو، جن جي اڳيان هرواقعو ڪو خاص مقصد ۽ ارٿ رکندو
آهي ۽ هو ان کي يوڳي، ذاتي تجربي وانگي ڳالهه ۾ ڇَهي ڇڏيندا آهن. اهڙي پيٽي شخصيت
جي ڪڏهن ڪاوڙ ۽ چٽريلي ڇوهه جهڙو خسيس ورتاءُ، شيرين کي اسهه نه پاسندو هو.
ڪيس ڏڪ ته رڳو ان ڳالهه جو هو، ته شفقت اجا تائين هن کي سمجهي نه سگهيو هو،
”تون مون کي ايترو اڇاترو ۽ ڪوڪلو ڇو ٿو سمجهين؟ خبر اٿئي، منهنجي ڪلاس جي ڏچڻ
ماڻهن مان ئي ڪو ليڊر نڪري ايندو آهي، جيڪو توهان ۾ هلچل پيدا ڪري ڇڏيندو آهي!“
شيرين اهو چئي، هر پيري ڳالهه کي چرچي ۾ ختم ڪري ڇڏيندي هئي.

شفقت جي سنگ ۾ رهي، شيرين ڀاڻ کي ڪنهن ٽڙيل سورج مکيءَ وانگر محسوس ڪندي هئي، جنهن جو مُک سج جي ڪرڻن مان رنگ پيئندو هو. هوءَ هڪ مڪمل شخصيت بڻجي ويئي هئي، جنهن جا سيئي حواس تکا ٿي ويا هئا، شيرين جي هئڻ ۾ شفا ڏيندڙ سمرتي هئي. اڳي ڪيس غريبن ۽ ڏتڙيلن جي مدد ڪرڻ سان آٿت ملندو هو: پر هاڻ هن پنهنجي ڪم سان گڏ، سوچڻ ۽ محسوس ڪرڻ به شروع ڪري ڏنو هو. سندس سوچون سنڌءَ سان، ڪنهن Shangrila وانگر شاندار آئيڊيالوجي ڏانهن سري رهيون هيون ـــ جتي هميشه بهار هئي.

هن ارادو ڪيو ته شفقت جي انقلابي ڳالهين کي لاٽ بڻائي، پنهنجي منزل تائين پهچي ويندي. اها منزل جيڪا شفقت جو خواب هئي ـــ ۽ هاڻي سندس به خواب بڻجي وئي هئي. هن جا سمورا اصول شفقت جي آئيڊيالاجي کي مدار بڻائي، ائين گردش ڪرڻ لڳا، ڄڻ سج جي اردگرد ڪو گرهه.

ان رات شيرين سوچيو ته شفقت کي پنهنجي ارادي بابت ٻڌائي ڇڏيندي.

* * * *

ٻئي ڏينهن شيرين ۽ شفقت پنهنجي ٻين ساٿين سان گڏ، ٻيڙيءَ ۾ سامان کڻي، پاڻيءَ ۾ گهيريل هڪ ڳوٺ ڏانهن وڃي رهيا هئا. چوطرف پاڻي ئي پاڻي هو... پاڻ ۾ سوين موتمار شيون لڪائي: مئل جانور، موذي مرض، زالن جا سڏڪا، ٻارڙن جا لاش...! شيرين کي لنيڊ ڀڻ ۾ ٻڌل کهاڻي ياد اچي رهي هئي، جنهن ۾ هڪڙي ڏائڻ نانگ جي ڦڻ، ڏيڏر جا ننهن، ڪرڙي جي پُڇ... کي گڏ رڌي هڪ بلا ٺاهيندي هئي. نامعلوم شين جي انهيءَ ڊپ ڪان، سندس هاڻ ڪجهه ڦيڻ لڳو، 'ننڍڻ ۾ مميءَ جون ٻڌايل جنن ۽ پرين جون آکاڻيون، منهنجي ذهن ۾ گهر ڪري ويهي رهيون آهن ـــ مون کي اجايو وهمي نه ٿيڻ گهرجي.' هن پاڻ کي دلاسو ڏنو: 'پر ڇا سچي چمار بنا ڪارڻ اڻ سڌي طرح اهي شيون مون کي ڊيڄاريندي رهنديون!'

اوچتو شفقت جي گنڀير آواز ماحول جي سڪوت کي ٽوڙي ڇڏيو:

"پالي ري پالي تيرا رنگ ڪيسا
جس نے بنايا آسي رب جيسا."

شيرين کي شفقت جو سڌر آواز گهٽو وڻندو هو: پر هن مهل... هن التجا ڪئي، "پليز شفقت ماٺ ڪر."

شفقت وڏو ٽهڪ ڏنو، "انسان پاڻ کي ڪيڏو نه بي هٿيڪو ٿو سمجهي. پاڻ کان ئي سوال ٿو ڪري، هيءَ ٻوڏ ڇو ٿي اچي؟ پوءِ پاڻ ئي جواب ٿو ڏي، ضرور ڪا طاقتور شيءِ ان کي هيڏانهن موڪليندي هوندي!"

زاهد به چاهيو پئي، ته شفقت ماٺ ڪري: پر نٿي ڄاتائين ته ڪهڙي شيءِ جو خوف ڏياري کيس چپ ڪرائي، "شفقت، ڪجهه ته خوف ڪر."

پر شفقت کنهن ڪَٽ چڙهيل نل مان ٽپ ٽپ ڪرندڙ پاڻيءَ جي ڦڙن وانگر لڳاتار ڳالهائيندو رهيو، ”خوف!؟ خوف اسان جي ذهن جي پيداوار آهي. هر روز هي ٻڏندا مرندا، تڙپندا انسان... ڇا اها قيامت ڪانهي؟“ شفقت جو آواز آلاڻ لڳو ـ اکيون ڳاڙهيون ٿي ويس. شيرين کي انهيءَ بي نام ۽ الوپ پل جو خيال اچي ويو، جنهن جي عدم موجودگيءَ کي هن ڪيترا ئي ڀيرا محسوس ڪيو هو ۽ ان جي آڌو هيٺي ٿي، ان شيءِ کي ميڇيو هئائين، جيڪا گهڻو ڪري حالتن ۽ وقت کي هٿ ۾ ڪري ٽوڙي مروڙي ڇڏيندي هئي.

سر اعظم جي آواز جي سختيءَ تي شيرين ڇرڪ ڀريو، ”شفقت، هاڻي بس ڪر، هي وقت وقلڻ جو ناهي، سانت ڪري سمهي پئه.“

”لڳي ٿو شفقت مينڊريڪس کاڌيون آهن.“ زاهد شيرين جي زرد چهري جي ويجهو ٿيندي سرپاٽ ڪيو.

’ته شفقت ڪوڙيون ونندو آهي! پر ڪڏهن کان؟‘ شيرين شفقت ڏانهن ڏٺو، جيڪو سچ پچ سمهي پيو هو. ’پنهنجي چوڌاري اهڙا آڳرا ڏيک ڏسي، انسان اهڙي ئي جوت ڏانهن وڌندو آهي، چاهي ان ۾ پتنگن وانگر سڙي ڪامي رک ٿي وڃي... پر شفقت ته انهيءَ عارضي آٿت ڏيندڙ گورين کان گهڻو مٿاهون هو! هو ته فريب کي انسانيت جو دشمن سڏيندو هو ـ پوءِ پاڻ کي فريب ڏئي هو سانت ڪيئن محسوس ڪري رهيو آهي؟ ڇا ڪيس اها خبر ڪونهي، ته جڏهن ان فريب کان آزاد ٿيندو، ته پنتي موٽي چڪو هوندو... جيترو رستو پار ڪري آيو آهي، اک ڪُڇندي، ته وري رستي جي مُنڍ ۾ هوندو!‘

ان ڏس ۾ شيرين کي ڪيترن ئي اهڙن خاندانن جو پتو هو، جن جا ڇوڪرا الهيءَ مرض ۾ ڦاٿل هئا. ان چڪر ۾ ڇوڪرا پنهنجي عزت، پنهنجي ئي نظرن ۾ وڃائي ويهندا آهن ۽ اهو جسماني ايذاءُ کان وڌيڪ سورائتو هوندو آهي؛ پر ان کان به وڌيڪ نقصان سندن چاهڻ وارن کي ٿيندو آهي. ڪيس خبر هئي، ته ڇوڪرا ٺيڪ به ٿي وڃن؛ پر سندن چاهڻ وارن جون دليون، ڪنهن ڏ ڪاٿل پکيءَ وانگر، سدائين ڦٿڪنديون رهنديون آهن.

نيڻ اهار تائين پاڻي ئي پاڻي هو. آسمان تي ڪڪر ڇانيل هئا، جن جو سليٽي رنگ چوطرف پاڻيءَ کي به سليٽي ڪري رهيو هو... پري کان ڪا ڪاري شيءِ لڙهندي هُن ڏانهن اچي رهي هئي. شايد ڪو پڳل ٽنل وڻ هو. آهستي آهستي اهو وڻ ٻيڙيءَ جي ويجهو اچي ويو. وڻ کي هڪڙي مائي چنبڙي پئي هئي. سيني مائيءَ کي ڪٽي ٻيڙيءَ ۾ آله و ۽ سر اعظم بيهوش مائيءَ کي انجيڪشن هڻڻ لڳو. شيرين مائيءَ جي آرهـ سان پڌل هڙ کي کوليو؛ هڙ ۾ هڪ مئل ٻار هو؛ جنهن جو بت سائو پنجي ويو هو. شيرين کي پنهنجو جسم ٿڌو ٿيندو محسوس ٿيو، ڄڻ سمورو رت جسم ۾ ڄمي ويو هُس. هوءَ اکيون ٻوٽي، هوريان هوريان سڏڪڻ لڳي.

”شيرين، آر يو آل رائيٽ؟“ سر اعظم پڇيو.

روئي هن پاڻ کي ائين هلڪو محسوس ڪيو، جيئن غسل کان پوءِ لاش! "Yes sir, I am sorry. It wont happen again." هن پل لاءِ همت هاري پاڻ کي ڏوهي محسوس ڪيو.

ليٽ هو انهيءَ ڳوٺ وٽ پهچي ويا. ڳوٺ ڇا هو؟ ڪجهه فرلانگ بچيل سُڪي زمين ۽ پندرهن ويهه ماڻهو، زالون ۽ ٻار. ميني گڏجي مٿل ٻار کي دفنايو. ڏٽڙيلن ۾ سامان ورهائي، کين دوائون ڏيون ويون. رات ٿي رهي هئي. سڀ ڪمبل وڇائي سمهي پيا. شيرين کي ننڊ نه پئي اچي-۽ هوءَ شفقت جي ڳولا ۾ نڪتي. هو هڪ ڪريل وڻ جي ٽڙ تي ويٺو هو ۽ هٿ ۾ جهليل پٿريون سامهون پاڻي ۾ اڇلائي رهيو هو. شفقت هن ڏانهن نهاري مُرڪيو ۽ پاسي ۾ ويهڻ جو اشارو ڪيائينس. هوءَ سندس پاسي ۾ ويهي رهي. ۽ پٿرن کي پاڻيءَ ۾ ڪرندو ڏسندي رهي. پٿرين جي ڪرڻ سان پاڻيءَ ۾ انيڪ لهريون پيدا ٿيون.

”شفقت، تو منهنجي من جي سطح تي، هن پاڻيءَ جيان انيڪ لهريون آياريون آهن“. شفقت ڪجهه نه چيو، سندس خاموشيءَ شيرين کي همت ڏني ته وڏيڪ ڳالهائي، ”مون فيصلو ڪيو آهي... شفقت، آءٌ چاهيان ٿي ته سڄي عمر تنهنجي جاکوڙ ۾ توسان گڏ هجان... هڪ پنڇيءَ جي ٻن پرن جيان— هڪ ٻي آکيري ڏانهن اڏام...“ شفقت چپ هو. ”توکي خبر آهي ته آءٌ اهڙي هر ڳالهه سوچي سمجهي ۽ ان تي ويساهه رکي ڪندي آهيان... ڇا پيو سوچين؟ ڪجهه ته ڪُڇ... منهنجي ڳالهين تي ويساهه نه اچئي، ته آءٌ قسم کڻان...“ ان مهل شيرين جو ڌيان انهيءَ مٿل ٻار جي ماءُ جي سڳهه ڏانهن هليو ويو— ماتا جي سڳهه—

خاموشيءَ ۾ چيل ڳالهيون گوڙ ۾ چيل ڳالهين کان جدا اثر رکنديون آهن، يا وري ائين چئجي ته الڳ جاين ۽ وقتن تي چيل ڳالهيون الڳ معنيٰ رکنديون آهن— جڻ لفظن جي ڪا حيثيت ڪانهي، پر جاين ۽ وقتن جي حيثيت ۽ معنيٰ هوندي آهي. هن ڏڪدڙ من سان شفقت ڏانهن ڏٺو. شفقت هن جي اکين ۾ اکيون وجهي مرڪيو ۽ هن جي هٿ ڏانهن هٿ وڌايائين.

پر شيرين کي ڪهڙي سُڌ ته انهيءَ پرڀ ۾ مرڪ پٺيان ڪهڙيون سوچون هيون!؟ ڪهڙي خبر ته سوچيندو هجي، ته ڪٿي اچي ڦاٿو آهيان!؟ شفقت ته انهن ڇوڪرن مان هو، جيڪي جوابداري ۽ ذميداريءَ جي نالي کان ائين ڀڄندا آهن، جيئن ڪو ٻار ڪوڙي دوا کان. سنهو ۽ ڊگهي قد وارو اهو ڇوڪرو ٻاهران جيترو نازڪ مزاج هو، اندران اوترو ئي پٿر دل هو. ڇڻ ميني ٿر جي آئي. شيرين ٻهرين ڇوڪري نه هئي، جنهن هن جي اڳيان هٿ

وڌايا هئا. هن ته هرڪنهن جي وڏيل هٿن ڪسي ڪپي ڇڏيو هو؛ ڇاڪاڻ تہ هن کي اهي هٿ ڦاهيءَ جا ڦندا لڳندا هئا، جنهن سان سندس ساهہ اٽڪندو هو.

* * * *

ٻئي ڏينهن شهر موٽيا، تہ زاهد شيرين کي پنهنجي ڪار ۾ ٻارنهن ميل پري هاسٽل ڇڏڻ ويو. اهو انهن جو آخري ٽوئر هو. امتحان شروع ٿي ويا هئا. شاگرد ۽ شاگرديائيون ٻن هفتن لاءِ مصروف ٿي ويا. شيرين سوچيو، تہ شايد شفقت لہ فون تي ڳالهائيندو، لہ ٿي ساڻس ملڻ لاءِ ايندو. امتحان هلندي بہ هوءَ شفقت سان نہ ملي سگهي. آخري ڏينهن شيرين پيپر ڏئي ٻاهر نڪتي، تہ شفقت کي هونئا تي ويهندي ڏٺائين. سڏ ڪيائينس: "ڇو يلا، ايترو بزي آهين ڇا جو ملڻ بہ نٿو اچين؟"

"بس ائين ئي" هن رڪاوٽ سان جواب ڏنو.

"يلا، منهنجو ڏوهہ؟" شيرين کي هن جي رڪاوٽ جو سبب سمجهہ ۾ لہ آيو، "مون کي هاسٽل تائين تہ لفٽ ڏي".

شفقت هونئا اسٽارٽ ڪئي، "لفٽ لاءِ زاهد جي گاڏي مناسب رهندي" ۽ هونئا زوزات ڪندي هلي وئي. شيرين ڌڌڙ کي گردش ۾ گهمندي ڏسندي رهي- ۽ سندس من ۾ خيال هن جي آئيڊيالاجي جي گرد گهمڻ لڳا:

'شفقت... تون ڀاڻ ئي تہ چوندو هئين تہ ڪم ۾ اسين سڀ ساٿي آهيون- پوءِ تو ان ڏينهن زاهد سان منهنجي هاسٽل وڃڻ کي ايترو خراب ڇو سمجهيو؟ اسان ٻئي هڪٻئي کي سمجهڻ ۾ ناڪام رهيا آهيون، يا شايد غلط آءٌ ئي هيس. آءٌ پنهنجي مرضيءَ موجب حالتن ۽ وقت جي ڏور هٿ ۾ وٺي، ڀاڻ موڙڻ پئي چاهيان- تون... جيڪو ڀاڻ کي ايترو ترقي پسند سڏيندو آهين- شايد منهنجي جرئت کان ڊڄي وئين. آهين لہ آخر مڙدا- ڪاش آءٌ ٻهرين وک لہ کڻان ها! آءٌ ڀاڻ کي تنهنجي ڳالهين ۾ ڪيترو لہ ڏوهي سمجهندي هيس! ڇا آهي سڀ ڳالهيون بڪواس هيون؟ ٻي وزن ۽ ارٿ هيڻ؟' شيرين سوچيندي سوچيندي هاسٽل پهچي وئي. سندس اصول تيزيءَ سان ڀرڙ ڪري ڦرڻ لڳا.

* * * *

ٻئي ڏينهن شيرين کي خبر پئي تہ شفقت ڳوٺ هليو ويو هو. ڪيس احساس ٿيو تہ هن سات نياڻن جا قول ڪنهن فرض جي پورائي لاءِ ڪيا هئا. اهڙا قول امنگ وانگر ٿئي پيون تہ دليا ۾ ڪنهن بہ اچا تي ويساهہ لہ رهي. ڇا هن ايڏو وڏو قسم رکو ان کي ٽوڙڻ لاءِ کنيو هو؟ ڇا هن جو اهنڪار انهيءَ پنڌڻ کان وڏيڪ آتم هو؟ انڌ تہ انسان کي ڏلڌ ۾ گهٽو پوئتي ڌڪي ڇڏيندو آهي... ۽ لمرتا ڪيس پريات جي آهاءُ ۾ اکيتي ڪندي آهي. هن تہ ڪيتريون مصيبتون سهي، گهٽن ئي ڇوڪرن کي نشي جي پيٽ کان آجو ڪرايو هو، پوءِ

الهيءَ دوستي جي لاتي، شفقت جو نالو بہ الهن انيڪ سياڻن ڇوڪرن جي لسٽ ۾ ڇو نہ اچي وڃي؟

ٻن هفتن ڪان پوءِ شفقت واپس آيو، تہ شيرين ڪي يونيورسٽيءَ ۾ مليو. شفقت جي اکين ۾ سک ۽ آنند جا ڇاڇولا ڏسي، هن جي بہ چپن تي مُرڪ تري آئي: "ڏاڍو خوش پيو لڳين، خير تہ آ؟"

"ها شيرين، ڳالهہ ئي ڪجهہ اهڙي آهي... مون کي گورنمنٽ جي هڪ اداري ۾ نوڪري ملي وئي آهي." شفقت جو آواز بہ سندس اکين جهڙي سک ۽ آنند سان پريل هو.

"ڇا؟— ڪهڙي نوڪري؟"

"ان اداري جي رسالي جي ايڊيٽر جي- منهنجو دوست آهي نہ، آصف؟ ان جو بابا وڏو آفيسر آهي، ان جي Influence جو نتيجو آهي. سمجهيو نہ؟ نہ تہ سوشل ورڪ ۾ رکيو ڇا هي؟ ۽ تون تہ ڄاڻين ٿي، تہ وڏڻ لاءِ پي. سي. ايس جو امتحان منهنجي لاءِ ڪيڏو نہ ڏکيو ڪم آهي؟" هو وڏائيءَ سان پنهنجي مستيءَ ڪي ساراهڻ لڳو.

شفقت جون ڳالهيون ٻُڌي پيون هيون. اهو شفقت، جنهن جا اصول مون پنهنجا اصول بڻايا هئا، پاڻ ڪيڏو نہ بدلجي ويو هوا ڄڻ ڪو پار هڪ ماسڪ لاهي، پيو ماسڪ چهري تي چاڙهي ڇڏي... ڇا اصول اهڙا Capricious هوندا آهن؟ رڳو پُور— ٺلهو ريچڪ! سماڻتا، آچار ۽ انسانيت جهڙن فئشنيبل لفظن تي بحث ڪرڻ ڪيڏو نہ سولو ڪم آهي!؟ ان مهل لفظن جي بي معنيٰ ٿيڻ جو وڏيڪ احساس ٿيس.

"سٺي نوڪري آهي. لڳي آهيان جو گهر ويٺي ئي ملي وئي- بنگلو، ڪار ۽ عاليشان پگهار... پيو تہ رڳو آفيس ۾ ويهي رعب هلائڻ- اسٽوڊنٽ لائف بہ ڪا لائف آهي... رُلڻ پنڪڻ بہ ڪيستائين؟"

"مبارڪ هجئي شفقت." شيرين جي مُک تي ڦِڪي مرڪ هئي-- ۽ من ۾ هارائجي وڃڻ جو وڏيڪ زور ڀڪڙيل احساس.

"توکي خوشي نہ ٿي ڇا؟ ڏس نہ، منهنجي ترقيءَ ۾ تنهنجي بہ ڀلائي آهي. هاڻي اسان جي منزل سامهون آهي— هل تہ ان تائين پهچي وڃون." شفقت ويجهو ٿي سرپات ڪيو.

شفقت هاڻي شيرين کان ڪاوڙيل نہ هو: ٻر پنهنجي من جي ڳالهہ هن جي واتان ٻڌي بہ شيرين کي ڪا الولي ڪونہ ملي- بلڪ ڪيس اها ڳالهہ ڏاڍي آچاتري ۽ کوکلي لڳي. نہ چاهيندي بہ چيائين، "پر شفقت، تنهنجي منزل تہ ڪا ٻي هئي!"

شفقت هڪ ڊگهو ٿهڪ ڏنو، "شيرين، منهنجي هن پَل جي منزل: گذريل پَل جي منزل کان جدا آهي... جيئن ڪالهہ کان اڄ— گذريل پل تي ويچاريندو آهيان، تہ پنهنجي بيوقوفيءَ تي ڪِل ايندي اٿم، پر شيرين، تنهنجي منزل تہ آءٌ آهيان، پوءِ منهنجي منزل ڪهڙي بہ هجي!"

"That's where you are wrong" شيرين ورائيو، "منهنجي منزل ڪو ساڳيو ڪونهي؛ پر اصول آهن. تنهنجا هين پل جا اصول، منهنجي اصولن کان جدا آهن -- سو رستا به جدا ٿي ويا آهن... چڱو، No hard feelings" -- ۽ شيرين هاسٽل وڃڻ واري واٽ تي اڪيلي هلڻ لڳي.

* * * *

شيرين به ٿي ڏينهن پنهنجي گهري مان نه اٿي. ٽُٽل مالها جي موتين والگر، پنهنجي ٽڪرائيل خيالن کي گڏ ڪرڻ لڳي. ڪيس ڪٿي پڙهيل انگريزيءَ جون هي سٽون ياد اچي رهيون هيون: 'آءٌ پاڻ کي رد ٿو ڪريان - آءٌ اٿاهه آهيان - مون ۾ انيڪ سمايل آهن.' سوين ڀيرا پاڻ کي سمجهايائين، ته شفقت وانگر سيڪجهه وساري ڇڏي ۽ گهر موٽي وڃي؛ پر اڌ ۾ ڇڏيل ڪمن کي وسارڻ ۾ هوءَ اسقل رهي. جيئن ڪيڪڙي جي هڪ ٻانهن پڇي پوي، ته ان جي جاءِ تي ٻي ٻانهن اُسرندي آهي، تيئن شيرين به ٽئين ڏينهن تيار ٿيڻي هئي، پنهنجي ليمي فرض کي پوري ڪرڻ لاءِ.

شيرين ۽ شفقت هر مهيني جي ٻهر بن تاريخ تي، هڪڙي غريب زال سڪينا جي گهر پئسا ڏيڻ ويندا هئا. ان جو مڙس شيرين جي ڊپارٽمينٽ جي مدد سان ٽي. بي سئنيٽوريم ۾ داخل ٿيو هو. اڄ مهيني جي ستين تي وئي هئي ۽ شيرين انهيءَ دير ٿي وڃڻ تي، پاڻ کي ڏوهي محسوس ڪري رهي هئي.

پيو ته اهو ٻهريون گهُمرو هو، جو هوءَ اڪيلي وئي هئي، سڪينا سان ملي ڪانئس معافي گهريائين. ايتري ۾ سڪينا جو پٽ ساجد اچي ويو. ساجد کي ڏسي، شيرين کي شفقت ياد اچي ويو. ساجد به ته گورين جو عادي هو. هن ساجد ڏانهن مُرڪي ڏنو:

"ساجد، ڪهڙا حال آهن؟ سر اعظم تنهنجي نوڪريءَ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي."

"اسين جنهن به حال ۾ آهيون، خوش آهيون." ساجد جو آواز هڪڙي گهٽتائيءَ واري آسڪ چوڪري جو هو، "مهرباني ڪري هتي نه ايندي ڪر -- اسين تنهنجن پئسن کان سواءِ وڌيڪ خوش آهيون." سڪينا پُٽ کي ڇنڀيندي چيو:

"ساجد، ڇا پيو چوين؟ معافي گهُر پيءُ کان. هن جا ڪيڏا نه ٿورا آهن اسان تي..." پر ساجد ڪجهه چوڻ بنا ئي گهر مان نڪري ويو. شيرين بـ ڪجهه گهڙيون ويهي موڪلايو. ٻاهر گهٽيءَ ۾ انڌوڪار هو. ڪنهن ماڻهوءَ اوچتو هن جي ٻانهن زور سان جهلي، ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪيو. هن ڊڄندي ڏڪندي مٿي نهاريو.

"اڄ خير ته آهي؟ اڪيلي ڪيئن آئي آهين؟ پر شفقت ڪونهي ته اسين ته آهيون. جتي ايتريون مهربانيون ڪيون اٿئي، اتي هيءَ بي به مهرباني ڪر." اهو ساجد هو.

شيرين ٺٺڙائي پاڻ ڇڏايو ۽ مين روڊ ڏانهن ڊوڙڻ لڳي، جتي روشني هئي، ماڻهن جو ميڙ هو: پر اتي پهچڻ کان اڳ ساجد سندس پرس کسي ورتو هو.

*    *    *    *

هاسٽل ويندي هُن هارايل من سان سوچيو، ته هاڻي هوءَ پنهنجي گهر هلي ويندي. روم ۾ آئي ته ماڻس پاران هڪڙو خط سندس انتظار ڪري رهيو هو. خط ۾ ڊپٽي ڪمشنر اسلم جي پروپوزل جو ذڪر هو. ۽ شيرين گهر وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳي.

اسلم ۽ شفقت ذري گهٽ هڪ ئي category جا ماڻهو هئا، پر شيرين لاءِ پنهي ۾ گهڻو فرق هو. جڏهن سچ ئي پنهنجو رستو پُٽجي وڃي، ته الهيءَ بي جوابداريءَ جي ڪري انهن گرهن جي ڪهڙي اوستا ٿيندي؟ اهڙي سچ کان ته هو ڪنهن غير سچ تي وپساهه رکندا! پر شيرين جا اصول سندس آڏو ايڏي ته وڏي حيثيت وارا هئا، جو هوءَ الهن جي بچاءَ لاءِ ڪوٽ ٻنجي بيهي رهي. هن فيصلو ڪيو ته هوريان هوريان ڏيرج سان اسلم کي brain wash ڪندي- ۽ پوءِ پيهر پنهنجي محاذ تي هلي ويندي.

هُن پاڻ کي ڀهريون پيرو گهر اچي relaxed محسوس ڪيو.



گذريل هفتي ٽي. وي تان سنڌي ٻوليءَ جي بي تاج بادشاهه نسيم احمد کرل بابت ”مخزن“ پروگرام ڏسي بي حد رنج ٿيو. لاشڪ ته اهو پروگرام هن جي شان مان ۽ مرتبي وٽان نه هو... شرڪت ڪندڙن به مشڪي اهو ضروري نٿي ڄاتو ته ”هو پلنگ تي اونڌو ٿي، ڇاتيءَ هيٺ وهاڻو رکي، پوءِ لکندو هو“... شايد ڪاٿن نسيم جو جيئرو جيئرو رهنو رت وسري ويو!

— ماهتاب محبوب

روزانه ”هلال پاڪستان“ ڪراچي. ص 3

# شرجيل — نوٽبڪ



**حيدرآباد سنڌ 10.12.74**

توکي ٻڌايو هوم ته مان ننڍي هوندي کان وٺي SELF CENTERED رهيو آهيان، مان جڏهن ٻين ڪنهن سان مقابلو نه ڪري سگهندو آهيان، ته پنهنجي ذات ۾ لڪي وڃي پناهه وٺندو آهيان. منهنجو ڪوبه ڏوهه ڪونهي. اهو سڀڪجهه منهنجو ماحول آهي ۽ منهنجا ويجها مائٽ آهن، جيڪي چوويهه ڪلاڪ مون سان گڏ رهندا هئا. هاڻي مان انهن کان ڪجهه سالن کان آزاد آهيان (يعني پنهنجو ڪمائي پنهنجو کاوان ٿو) پراڻي هيرَ آهي، آهستي آهستي ختم ٿي ويندي. هائو، مان لکي رهيو آهيان - سوچيان ٿو ڪو هجي جو ڪافيءَ جو گرم گرم ڪوپ ناهي ڏي، ڪاش! خير لکڻ کان پوءِ مان پاڻ ٺاهي پيئندس. ڊسمبر ۽ جنوري جي ٿڌين ۾، هند ۾ ليٽي ٽيڪ ڏئي لکڻ يا پڙهڻ سان گڏ، جيڪڏهن ڪافيءَ جون گرم گرم ۽ خوشبودار چسڪيون ملن، ته مون لاءِ اها زندگيءَ جي لذيذ ۽ خوبصورت نعمت آهي.
ها، تون ياد ٿي اچين، ان پوڄاريءَ ڪي جنهن ڪي پوڄا جي عيوضي ۾ ڪيترا پيرا مندرن مان ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍيو ويو - پر هاڻي تون پنهنجي دل ۽ ذهن جا دروازا ۽ دريون بند ڪري ڇڏ - ان لاءِ جو مون کي چوريءَ جي هيرَ ڪانهي. مان ڪسي ڪاڻ جو به هيراڪ ناهيان. ۽ نه وري گهُرڻ جي هيرَ اٿم. رضامنديءَ واري عمل جو پوئلڳ آهيان. مان نٿو چاهيان ته ڪير ڪنهن جو احسانمند يا قرضدار رهي. اهي اسان جي طبقاتي سماج جا ڪوڙها اصول ۽ آداب آهن. مان انسان ۽ انسانيت جي بي عزتي هرگز نٿو برداشت ڪري سگهان. مان چاهيان ٿو، تون پنهنجي دل ۽ ذهن جا ڪليل ۽ اڌ ڪليل دروازا ۽ دريون بند ڪري ڇڏ - ڪوڙ، دوکو، ٺڳي، مون کان نه پڇندو.

(ساهي)

قلم ساڳيو:

ٿوري محنت کان پوءِ هڪ ڪافيءَ جو ڪوپ تيار ڪري پيتو اٿم. ٿوڻن جا ٻه ٽي داڻا چپاڙي سگريٽ دکائي اٿم. وري لکان پيو. تو وڇڙ وقت سُرڀات ۾ چيو هو، "نواز، رڳو مون تنهنجي ڪري ان پائلٽ سان مڱڻو ٽوڙيو آهي" - ۽ شايد هاڻي توکان اهي لفظ وسري ويا آهن. وڌيڪ وقت گذرڻ کان پوءِ تون، مون کي به وساري ڇڏيندينءَ - اها ڏوراپي جي

ڳالهه ڪانهي، اهو فطري دستور آهي، ۽ فطرت ڏوهه ۽ ڏوراپو ڪونهي. تو سان ڇو؟ مون سان به ائين ٿيو آهي. تون وعدو ڪري نه آئينءَ. ڇا توکي مون واري انتظار جو احساس ڏنگيندو آهي؟ ضرور ڏنگيندو هوندو. توکي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي شايد روئڻو به پيو هوندو. ان ۾ روئڻ ۽ پشيمان ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي! مرد کي آگرين تي نچائڻ ته عورت جي ڏائي هٿ جي راند آهي. پر ڏس، مان نچيو ناهيان. جيڪڏهن تو ائين سوچي سمجهي ڪيو آهي ته پوءِ، تنهنجي اها آخري پُل ڪنهن آخري مرد لاءِ هوندي!

●

11.12.74

حيدرآباد سنڌ.

تنهن جي لاءِ هڪ خوبصورت عيد ڪارڊ آدبيات تان وٺي آيو آهيان. سپائي پوسٽ ڪري ڇڏيندس. سان پئي ڏينهن ڳوٺ هليو ويندس. عيد جي پئي ڏينهن تي دوستن اڳوات منچر ڍنڍ جو پروگرام رٿيو آهي. لسٽ ۾ منهنجو نالو به لکيو اٿن، جيڪڏهن وجهه مليو ته لونبڪ ۾ لکندس. هوئن اهو سچ آهي ته ڪاڏي نڪرڻ تي اصل طبيعت ٺي لٿي ٿئي ـ وڏي پيڙا اها آهي ته هتي به سڪون ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن عجيب دورا پوندا اٿم. هتان پري ۽ تمام پري ڪنهن ڳوٺ ڏانهن نڪري وڃان. سادا ماڻهو، معصوم ماڻهو، ڪُليل فضا، ساوا ساوا کيت، سادا پر لڄ ڪاڄ، ننڍيون ۽ پرپور خواهشون. سڪ ۽ آڪير اڻ مَٽي ـ ها، هليو وڃان. هميشه جي لاءِ. ڪڏهن نه واپس ورڻ لاءِ. انهن ماڻهن سان جيون ڏرڙ نپائڻ جا آمر رشتا قائم ڪري ڇڏيان. هتي دونهين ۾ ساهه مُنجهي ٿو. هجومن ۽ گوڙن ۾ به اڪيلائپ جو شديد احساس ڏنپي ٿو. زبان رکندي به چوڏاري تالن کي ڏسندو آهيان. چاپيون آسمان ۾ ٽنگيل هونديون آهن. ۽ ماڻهو منهنجي سمجهه کان مٿي آهن، يا مون کي تمام هيٺ لهي اچڻو پوندو آهي، جيڪو مون کي پسند ڪونهي.

●

12.12.74

حيدرآباد سنڌ.

عيد جون موڪلون ٿي چڪيون آهن. پاسن وارا فليٽ به خالي ٿي چُڪا آهن. مان به سپائي هليو ويندس. الائي ڇو گرمي پيو محسوس ڪريان. جڏهن ته ٻاهر ٿڌي هوا پئي لڳي. پوءِ به سامهون دري کولي ڇڏي اٿم. ٿڌي هوا اندر پئي اچي ـ سڪون پيو محسوس ڪريان ـ طبيعت گهٻري پئي ٿڌي پاڻيءَ جو هڪ گلاس پيان. نيڙي ڪندا ڪندا، سگريٽ جو چڪيان ٿو. صبح هڪ دوست گهڻلي وير. شاهه لطيف آباد ۾. نئون گهر مسواڙ تي ورتو اٿس. نئين دليا آباد ڪئي اٿس. ٻه چار ڪلاڪ آتي گذاريم. اڪائي جي ٽيپ رڪاردر تي انگريزي سليڪشن ٻڌم. ٿڪ ڏاڍو آهي. سمهڻ چاهيان ٿو. دري بند ڪريان، هاٿي سيءُ پيو محسوس ٿئي ـ سمهڻ کان اڳ ۾ پاڻيءَ جو گلاس ٿو پيڻ چاهيان.

●

18.12.74

حيدرآباد سنڌ.

مان ڪُوئان ڪالهه وريو آهيان. تون اوچتو اچي وئينءَ. پنهنجي ڪيل ڏوهن تي سٺي اداڪاري ڪيئي. ڇا به ٿئي، انسان کي سچ ڳالهائڻ گهرجي، پر تو جهڙي عورت ڪڏهن به ائين نٿي ڪري سگهي. ان ريت هوءَ پنهنجن دوستن ۽ چاهيندڙن کان محروم ٿي وڃي ٿي. مون کيترا ڀيرا چيو هوندو، ته ڇا اهو منهنجي چاهه يا عشق کي برقرار رکڻ لاءِ ڍونگ ضروري آهي!!؟ تو هر ڀيري نئون موڙ ڏنو هوندو. نئون انداز اختيار ڪيو هوندو. مڃان ٿو، تنهنجي اکين ۾ گهرائي آهي، سوچن ۾ پاڪن جهڙي خوشبوءِ ۽ سوجهرو آهي؛ پر مان توکان صرف اهو ٿو پڇان، ته تون مون کي منهنجي خواهشن جي تياس تي ڪيستائين ٽنگي رکڻ جو ارادو ٿي رکين!؟ ڪجهه سوچ! مون پاران نه ڪلهه پابندي هئي، نه وري اڄ. اهو ڪيڏو نه سٺو آهي، جو اسان ٻئي، هڪٻئي لاءِ وري اڻسڃاڻ ۽ ڌاريان ٿيڻجي وڃون. ان ريت ڳالهه به رهجي ايندي ۽ تنهنجي منهنجي آنا جو ڀرم پڻ — سمجهُو ڇري، مان توکان صرف ان ڪري ڊڄان ٿو، جو تون هڪ پٿر وانگر آهين. تو ۾ شيشي جهڙي سچائي ۽ آجروپڻ اظر ڪونه ٿو اچي. مان هر ڀيري توسان ٽڪرائيندي پڄي پورا پورا ٿيو آهيان. بس اهو ئي خوف اٿم. هوئڻ تون ماس ۽ هڏن جي ٺهيل وٺندڙ گُڏي آهين. مون کي معاف ڪجانءِ، جو توکي منهنجو انتظار ڪرڻو پيو. مون ڄاڻي ٻجهي ائين ڪيو آهي. مان به چاهيان ٿو ته ڪير منهنجو انتظار ڪري. پوءِ اهو سالن جو ڪٿي نه، ڏينهن، ڪلاڪن ۽ منٽن جو ئي سهي.

●

26.12.74

حيدرآباد سنڌ.

ڪافيءَ جو گرم گرم مڳ ڏاهي پيتو اٿم. رات ڇا ساڍا ڏهه پيا ٿين. مون کي افسوس آهي جو اڄ منهنجي ڪري تنهنجو ۽ تنهنجي گهر وارن جو پڪچر جو پروگرام ڊهي پيو. مون واپس آن وقت ئي حيدرآباد موٽڻ چاهيو؛ پر تو مون کي نه ڇڏيو ـ ۽ اها ڳالهه مون کي اڃا تائين ڏنگي رهي آهي. رڳو توکي بروقت منهنجي پروگرام جي خط نه ملڻ ڪري ائين ٿيو آهي. هوئڻ به ڏٻي جيڪو مزو اوچتي ملڻ ۾ آهي، اهو ٻڌائي اچڻ يا ملڻ ۾ ڪونهي، پر تڏهن به مون محسوس ڪيو.

مان جڏهن توهان سڀني کان موڪلائي ٻاهر گهر کان نڪري رهيو هوس، ته تو پنهنجي خط جي پهچڻ جي باري ۾ سُرٻاٽ ڪيو هو، ۽ مون ان خط جي پهچڻ جي باري ۾ رڳو هلڪي ها ڪئي هئي. جڏهن ته مون توکي ان جو جواب روبرو ڏيڻ ٿي چاهيو. تنهنجو خط

پيو آهي. هڪ پيرو، ٻه پيرا، ٽي پيرا پڙهيم. آها ئي پراڻي شڪايت، تنهنجي دل، تنهنجون اکيون. ڪيڏي نه بي حس آهي تنهنجي دل. ڪيڏيون نه انڌيون آهن تنهنجون اکيون. افسوس اٿم جو انهن کي مون جهڙي شخص سان شڪايتون ۽ ڏوراپا آهن! زبي، تنهنجي قلم مان اهڙين ڳالهين جو لکجي وڃڻ ڪجهه مناسب ڪونه ٿو لڳي

(ساهي)

ڪجهه دوست اچي ويا هئا. رات جا ساڍا 12 ٿيا ٿين. ريڊيو ڪويت تان اولهه جي موسيقي پئي هلي. وري چانهه پيڻ جي ڪري ننڊ آڏامي چڪي آهي. تنهنجو خط ٽيبل تي پيو آهي. تنهنجي خط جا آخري لفظ پڙهان ٿو. لکيو اٿئي: ’پر افسوس نواز، تو مون کي نه سڃاتو.‘ تنهنجي اِن شڪ جي ڪري، پنهنجي شخصيت جو محاسبو ٿو ڪريان — جذباتي آهيان، سخت مزاج آهيان، گهٽ ڳالهائيندڙ آهيان، هٺيلو آهيان. سچ ٻڌاءِ، ڪنهنجي لاءِ خراب ٻه سوچيو اٿم!؟ ياد اٿئي، جڏهن تو ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ پنهنجي پرس مان لنڊي پاڪيٽ ڊائري ڪڍي مون کي ڏني هئي، ته ان تي ڪجهه لکي ڏيانءِ! مون لکيو هو: ’مان گوتم ٿيڻ نٿو چاهيان.‘ پر ان جي ابتڙ مان گوتم ٿي ٿيس. ڪنهنجا ڳوڙها اگهيم، ڪنهنجي مٿي تي هٿ رکيم. ڪنهنجو قرض لاٿم. ڪنهنجي لاءِ مرڪيس. ڪيترن ئي لاءِ وڏا وڏا گڏجي ٿهڪ ڏنم. پر زبي، راتين جو مان لڪي لڪي رنو آهيان. اج تائين ڪنهن نه پڇيو آهي، ڇيڪ آهي — مون تنهنجي دل ڏکوئي آهي — پوءِ ڇيپاڻي ڇڏ منهنجي وجود کي — آڏائي ڇڏ خاڪ، منهنجي ارمانن جي — ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏ، منهنجي دل ۽ ذهن کي، جيئن تنهنجي وسائل اکين جون مانڪيون ٻري پون!

●

31.12.74

حيدرآباد سنڌ.

اج اداس آهيان. بيحد اداس. تون ياد ٿي اچين. تمام گهڻو ياد ٿي اچين. تو سان مليس، اٺين ڇڻ مليس ئي ڪونه. تنهنجي لاءِ نوٽ - بڪ جا ڪجهه صفحا وچو واڙي آتاري آيو هوس، جن ۾ تنهنجو ذڪر هو. اهي ٻه ته نه ڏسي سگهيس. مان سياڻي ڳوٺ وڃي رهيو آهيان، هينئر مڪمل سڪون آهي. فليٽ جون سڀ بتيون ٻري رهيون آهن. سان وسائل آهيان، ڇڻ سچو فليٽ اونداهو آهي. ڏس زبي، مون سان چرچا ڇڏي ڏي. مون کي منهنجي حوصلن سان گڏ اڪيلو ڇڏي ڏي. مان يقين سان ٿو چوان، ته تنهنجون ٻانهون، منهنجي ڳچيءَ لاءِ ڪونهن. آهي ماڻهو جيڪي رڃ هٿيان ڊوڙندا آهن، سي مري ويندا آهن. دليا ۾ مون ڪان سٺا ماڻهو پيا آهن. مون ۾ ڇا رکيو آهي!؟ — جيڪڏهن هروڀرو چاهه ۽ ناتو ڏئي

مارڻ گھرين ٿي تہ، اڻين ٿي ہہ نہ وجي! ڀوءِ ڇا ٿيندو؟ هڪ وڏو طوفان ايندو. تون خاڪ ۾ٽجي اڏامي ويندينءَ: پر اها ڏاهپ ۽ عقلمندي تہ ڪانہ چئبي!

**قلم ٽازو:**

خاڪ منهنجي اڏامندي. جسم منهنجو ڀڳهرندو—تنهنجي اکين سان صرف ٻہ ڳوڙها ڳڙندا ۽ بس. خود غرض نہ سمجھجانءِ. مان پنهنجي وجود ۽ محبت جو ڪو بہ آجورو نٿو چاهيان. ڪو ماڻهو رُسي وڃي ڪين صحتمند اختلافن جي ڪري، تہ پوءِ ڏک ۽ پڇتاءُ بي ڪار آهي.

●

10.1.75

حيدرآباد سنڌ.

اڄ موڪل هئي. ٻن ٻهرن جي ماني ڪائڻ کان پوءِ هڪ دوست وٽ هليو ويس، ڏهين وڳي رات جو اتان آئيس. وات تي هڪ هوٽل تان ماني ڪائي، مانڊڙيءَ تان سگريٽ ۽ ميڊيڪل اسٽور تان COUGH SYRUP وٺي، هيٺئر هيٺئر پهتو آهيان. رات جا ساڍا 11 ٿيا ٿين. تون اڄ اميد جي برخلاف اچي وئينءَ. اڄ بہ تو سان ڇيٽي ڳالهہ ٻولهہ نہ ٿي سگھي. تو رکيو پرس مان ’چارلي پرفيوم‘ جي ننڍڙي شيشي ڪڍي، منهنجي ڪپڙن تي هاري ڇڏي. جڏهن تہ منهنجو ننڍو ۽ ويڪل آئيندو، ڪنهنجو اڄ بہ منتظر آهي. ڇا اهو بهتر نہ آهي تہ منزل ملي وڃي! تون ٻَڌي آڱرين ٿي ۽ آڱري وري ٻَڌي ٿي وڃين. مان توکي سواءِ پنهنجي ذات جي، ٻئي ڪنهنجو واسطو ڏيان؟ ساد ن اکرن ۾، تہ مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي. مون کي تنهنجي خلوص تي ڪو بہ شڪ ڪونهي: پر منهنجي لاءِ رکيو اميدن جا پيلا ڏيئا ٻاري ڇڏڻ ئي تہ سڀ ڪجھہ ڪونهي. هونئن بہ مان اهڙو ڏکيو ڪونہ آهيان، جو تون مون کي سمجھي ڪونہ ٿي سگھين. مان ڪليل ڪتاب آهيان، شايد تنهنجي سمجھہ ۾ لڪٿي ڪانہ ٿي اچي. ڪوشش ڪر، ذهن تي زور ڏي. تمام سولو آهيان، پهرئين درجي جي ڪتاب وانگر، الف انب، ب بلا وانگر—ڊگھي ڇڪر هٽڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي. مون وٽ ڪا بہ دولت ڪانهي. ملڪيت ڪانهي. ڪافي ميٽ مائٽ آهن، جن کي حال آهر پنهنجي پنهنجي دنيا آهي—پنج-ڇهہ سؤ روپيا هين ڪوڙهئي سماج ۾ محنت سان حاصل ڪريان ٿو وڏيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ محنت ڪريان پيو. هن سال ايم. اي جو پهريون سال پورو ڪيو اٿم. ڪو بہ گھر جو ماڻهو مون تي بار ڪونهي. البت اسان کي 100 رپيا هرمهيني موڪليندو آهيان. ساڳي وقت پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي 50 رپيا هرمهيني پڙهائي ۽ سنڌس ٻئي خرچ لاءِ موڪليندو آهيان. جيئن تہ اسان جي سوسائٽي depended آهي. هڪ ڪمائڻ واري تي چار-چار، اٺ-اٺ ڪٽي تہ ٻارنهن ۽ چوڏهن ماڻهو بہ پلجن ٿا. اهو اسان جي ماڻهن جي

ذهن ۽ جسماني ولوڙ جو ڪيڏو نہ دردناڪ پهلو آهي! امان ۽ ننڍڙي ادا کي هر مهيني 150 رپيا رڳو اِن ڪري موڪليندو آهيان، جو مان نٿو چاهيان تہ بابا جي مرڻ کان پوءِ امان ۽ ننڍڙي ادا جو بار، پنهنجي پڇڙيوال پائرن تي وجهان، جن تي اڳيئي پنجن - پنجن، ڇهن - ڇهن ٻاتين جو بار آهي - گهٽ ۾ گهٽ آن 150 رپين مان، ڪپڙو لٽو، ڪتاب، فيس وغيره کان سواءِ پيون ضروري ۽ پسند جون شيون تہ اچي سگهن ٿيون. مون کي تنهنجو وجود رڳو اقتصادي لحاظ کان اوپرو، اوپرو ۽ پرائو ڀاسندو آهي. ڪٿي هڪ ماستر، جيڪو رڳو ڇهہ سؤ ڪمائي ٿو. هاڻي تہ رات جو هڪ مقامي سنيما تي بڪنگ ڪلرڪي بہ شروع ڪري ڏني اٿم، ڀر جيسين مان اهڙ اي. ڪريان، پوءِ پيچ ڌڪا! سفارش!! لڪچرشپ!!! ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. انهن حالتن ۾ محسوس ڪندڙ مجبورين کي ڏسي يقين ايندو اٿم، تہ **ٿون ۽ مان** ڪيترن ئي هزارن جوڙن وانگر الڳ ٿي ويندا سين هميشه جي لاءِ!

●

15.1.75

اڄ صبح B.A, FINAL جي رزلٽ آئوٽ ٿي - تو منهنجو سيٽ نمبر مون کي ڏئي ڇڏيو هو - تون فرسٽ ڪلاس ۾ آئينءَ مبارڪ جي تار ۾ لکيو اٿم:

"CONGRATULATIONS FOR YOUR LITTLE ACHIEVEMENT, I HOPE THAT YOU WILL CONTINUE YOUR STRUGGLE FOR BIG GOAL AND ACHIEVEMENTS."

●

13.1.75

ٿڌڪ ۽ خوشبوئن جي واسي ڪري عجيب حالت آهي. 9 وڳي حيدرآباد پهتس. سخت ٿڌي هوا پئي لڳي، ڪٿي ڪونہ بيٺس البت هلندي هلندي جارج هوٽل تان ريڊ ڪائو ڪهر وٺندو سڌو فليٽ تي پهتس، اچڻ سان پاڻي گرم ڪري هٿ منهن ڌوتم. ڪافيءَ جو مڳ تيار ڪري، هيٽر ٻاري ڇڏيم. هيٺئر بہ پڙي آجرڪ ويڙهي ٺوٺڪ لکي رهيو آهيان. تنهنجي خط ملڻ سان، مان اڄ صبح جو سويل 8 وڳي واريءَ بس ۾ آيس. تو امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ هڪ سادي پر رسمي دعوت جو بندوبست ڪيو هو. دعوت ۾، تنهنجي ساٿڙين، ماستريائين ۽ هيڊماستريائي شرڪت ڪئي. مڙدن جو بندوبست پرسان هڪ ننڍي ڪمري ۾ ڪيو ويو هو، جنهن ۾ مون سان گڏ ڪُل پيا بہ ڏهہ - يارنهن ڪن مڙد هئا. جن ۾ تنهنجي اسڪول جا بہ ڪلارڪ، ڪيشيئر ۽ مقامي مڙداني ڪاليج جا بہ ليڪچرر ۽ پيا ڪجهہ تنهنجي پاءُ جا دوست هئا. هڪ وڳي ڌاري هڪو مڪو ترپو، هٿ ڌوئي، ٿوال سان اگهندي تنهنجي ماءُ کان اجازت پئي گهريم، تہ تون اچي پرسان بيٺين، (ان وقت رڳو تنهنجي هڪ ساهيڙي

بيٺي هئي). تو مون ڏانهن تکين نظرن سان ڏسندي، مون کي ترسڻ لاءِ اشارو ڪيو. پناڪنهن چڪتاڻ ۽ ڏيگهه جي رهي پيس. ان وقت ٿورو محسوس ڪيم، ڇڻ مان تنهنجي ڪنهن اشاري تي ٿوري دير لاءِ نچيو آهيان؛ پر مون کان وڌيڪ هو ڪاليج جا ٻه ليڪچرر لچيا. (تو ٻڌايو هو تہ تنهنجي گهروارن جا آنهن ٻنهي ليڪچررن جي گهر وارن سان سماجي آٿ ويهہ وارا لاڳا آهن). هو ٻئي توسان ڳالهائڻ وقت ڪيڪا ورڪا ۽ ائبنارمل پئي لڳا، مون کي لڳو هو، ڇڻ هنن جي ڳچين ۾ ريشمي ڏوريون پڌل آهن - جن جا سرا تون مضبوطيءَ سان جهليو، کين هيٺ مٿي پئي ڪرين. توکي هلڪي فيروزي رنگ جي ساڙهي پئي هئي، جيڪا ڪاري بلائوز تسي ڏاڍو آڀري آئي هئي - ۽ آنهن ٻنهي رنگن جي ڪنٽراسٽ ۾، تنهنجي شخصيت تهائين وڌيڪ آڀري پئي هئي. خاص طرح سان تنهنجي لرڙ جو تلڪ، جيڪو ساڙهيءَ جي مناسبت سان لڳايو ويو هو. مون کي ڏاڍو وڻيو. ڪجهہ دير ويهي تنهنجي ساهيڙي موڪلائي هلي وئي. تون ۽ مان اڪيلا وڃي بچياسين. تون منهنجي پرسان پيل ڪُرسيءَ تي ويٺي هئينءَ. تنهنجي جسم ۽ ڪپڙن تان چارلر جي هلڪي هلڪي خوشبو پئي آئي. تنهنجو وجود ان وقت مون کي ڪافي رومانٽڪ پئي لڳو. لڳو هوم، پڪل پيرکي ۽ تي پتر هئي پير ڇائجن، جڏهن تہ پير بہ ڪافي نميل ۽ جهُڪيل هئي. پير جا ٻہ سنها ڏار منهنجي ڪلهن تي آهلي پوءِ پاڪر ۾ بدلجي ويا. پوءِ اوچتو پير جي مالڪ جي اچڻ تي پار ٽپ ٽپ ڪندا پڇي ويا. اسان ڇالهہ پي رهيا هئاسين. تنهنجي ماءُ ڪي گهڙيون ويهي هلي وئي. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ، جڏهن مون پنهنجي اڳهيل ڇپن ڪي وري رومال سان پئي آگهيو - مون توکي آئيندي جو احساس ڏياريو - ۽ تو مون سان تفصيلي ذڪر لاءِ هڪ ٻي ملاقات تجويز ڪئي، جيڪا توکي مون سان حيدرآباد ۾ هن ئي مهيني ۾ ڪرڻي آهي، پوءِ مان جلدي توکان ۽ تنهنجي گهر جي ڀاتين کان موڪلائي هليو آيس. ٿڪل ڏاڍو آهيان، اداڻي، ٽي ڪلاڪ بس جي سفر ۽ ٿڌيءَ هوا موڳو ڪري وڌو آهي. تنهنجي چپن ۽ بدن جي خوشبو اڃا سوڌي ذهن ۾ واسو ڪيو ويٺي آهي. سمجهان ٿو رات سڪون سان سمهي سگهندس.

●

.28 .1 .75

اڄ صبح تنهنجو خط مليو. تمام مختصر. حيرت ڪانہ ٿي اٿم. تو لکيو آهي تہ 'هڪ ڏينهن هنڌان منهنجي سڳ جي گهڻر ٿي آهي، ڏاڍي پريشان آهيان. جلدي پيو خط لکنديس'.

●

حيدرآباد سنڌ
26 .2 .75

مون توڏانهن اِن وچ ۾ هڪ خط لکيو هو تہ 'مون تنهنجي سامهون ذري گهٽ سڀ ساز وڄايا آهن. بانسري، بين، چنگ، ستار، گٽار -- سڀ وڄايا اٿم. ڪلاڪن جا ڪلاڪ

وڃايا اٿم. تون سامهون ويٺي هوندي آهين — وڃائڻ مهل، وڃائڻ کان پوءِ، تون مون کي الائي ڇو هڪ جهڙو ئي تاثر ڏيندڙ پاسي آهين: پر آهو پاسڙ به کهڙو نه ڪل ڏياريندڙ آهي! مون کي پاسندو آهي، جڏهن منهنجي سامهون ڪا مينهن وٺي آهي، جيڪا اوڳر به پئي ڪري، ته ساڳي وقت ڪنن کي اڳتي پوئتي چنبڙي، اکين ۽ نڪ تان مکيون به پئي هڪلي.

آن خط کان پوءِ، تنهنجو ڪو به خط نه مليو آهي ۽ نه وري تون مون سان ملڻ آئي آهين. ۽ نه وري مون ئي توسان ملڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منهنجو آهو خط احساساتي ۽ چنبڇاڙ وارو خط هو، جنهن توکي پنهنجي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏيو هوندو. هر ماڻهو پنهنجو پاڻ تي غيرجانبدار ٿي، تنقيد نٿو ڪري سگهي. تڏهن ته چونا آهن ته، پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. مون اهڙي خط لکڻ جي تمام سخت ضرورت محسوس ڪئي، جو تو طرفان پڙ ر وڌندي وئي — وڌندي وئي — ۽ مون پنهنجي ڪلين ۾ قاتل ڪنڊيءَ کي ابتيون سبتيون بولائيون ڏئي ڪيڻ پئي چاهيو. نتيجو آهو ئي نڪتو، جنهن جي مون کي آميد هئي. ڳالهه سنئين سڌي آهي، مان هيٺين وچولي طبقي جو ماڻهو (جڏهن ته تون به ائين ئي آهين: پر اهڙي صورت ۾ اسان جي سماج جي عورت اپر مڊل ڪلاس ڏانهن واجهائيندي ۽ ڏوڪيندي آهي)، بس تو مون کي وڃائڻ نه پئي گهريو — ها ۽ نه جي وچ تي nothing برابر توکي لڙڪيل ڏٺم: جڏهن ته مان، ها يا نه مان ڪنهن به هڪ کي پڌڻ پئي چاهيو.

●

13 .4 .75

حيدرآباد سنڌ

اوچتو ڪو نه پر سمجهيم پئي، ته ڪجهه ڏينهن کان طبيعت خراب آهي، سو ڊاڪٽر کي ڏيکاريم — چيائين ته ٽائيفائيڊ آهي: سو ائين ئي ويهه پاويهه ڏينهن پيو هوس. ڳوٺان تار ڪري لنڊي پاءُ رضا کي گهرائي ورتم. ان وچ ۾ نوٽ بڪ جو هڪ صفحو ته ڇا: پر هڪ لفظ به نه لکي سگهيو آهيان. لاڳيتو ڇهن سالن کان هوٽلن جي ڪَٺهلي مالي. ظاهر آهي اهڙي حالت ۾ ته ديو جهڙي مشين به بيهي ويندي. ڊاڪٽر علاج سان گڏ، آرام جو سختيءَ سان چيو آهي: اِن ڪري گهڻو نڪران ڪو نه ٿو. رضا، منهنجي اجازت سان فلم تي ويو آهي. ڪجهه گهڙيون اڳ ۾ اسڪول جا ٻه-ٽي استاد پڇڻ آيا هئا — ويچارا بنا چالهه ۽ ڪوڪ جي هليا ويا — جو ماڻهو ڪو نه هو- هينئر شديد اڪيلائي جي ڪري، مٿان وري تنهنجي شاديءَ جو ڪارڊ مليو آهي، تنهنڪري نوٽ بڪ ڪڍي، وهاڻي کي پٺ سان ٽيڪ ڏياري، آن تي آهلي لکي رهيو آهيان ڪجهه احساس ضرور ٿيو اٿم. اِهو به ان ڪري جو ويهه پاويهه ڏينهن هن فليٽ ۾ قيد پيو آهيان. رڳو کٽ، کٽ کان ليٽرن، يا گيلريءَ ۾ ڪُرسي

رکي هيٺ روڊ تي گاڏين ۽ ماڻهن جي اچ-وڃ کي ڏسڻ--اهڙي حالت ۾ تنهنجي شاديءَ جو ڪارڊ مليو آهي. مان آرهو هرگز نہ آهيان. ساڳي وقت پاڻ کي خوش بہ ڪونہ ٿو سمجهان (آهو بہ ان ڪري جو لاڳيتو هڪ هفتو ويهي ويهي، ذهني ۽ جسماني طرح ويچارپڻي جو احساس وڌيو آهي).

اڄ رڳو هڪ ڳالهہ جو ٿيو اٿم، جو تون ڪنهن نہ ڪنهن هفتي آتڪي پنهنجي منهنجي نقطي نظر ۾ اسان جي سماج ۾ ڪو بہ ماڻهو ڏوهي ڪونهي، جو جيڏاڻهن ڪيڏانهن، جتي ڪٿي هر ڳالهہ ۽ عمل جا سبب پکڙيا پيا آهن. جڏهن بہ ڪو جاني، مالي ۽ احساساتي ڏوهہ ٿو ٿئي، تہ اتي آن جي هئڻ جا بہ شديد سبب ملن ٿا. پر ڇا ڪجي، جو اسان وٽ سماج بيٺل ٿي ڪلراٺي پيڙهہ تي آهي. ان صورت ۾ مان تو تي پنهنجو ڏوهہ هڪطرفو ڇو آڇليان؟ تون جنهن سماج ۾ رهندڙ آهين، آتي هر ڳالهہ کي جواز ۽ سبب آهن. تو وٽ پنهنجو مستقبل آهي ۽ ان پر اسان وٽ هر ڪو ماڻهو انفرادي طرح پنهنجي بهتر اڳينديءَ لاءِ غلط سلط طور طريقا ٿو استعمال ڪري. خبر اٿم تہ تنهنجي شادي هڪ ارڙهين گريڊ جهڙي آفيسر سان ٿي رهي آهي، جڏهن تہ تون هڪ اٺين گريڊ جي ماستريائي آهين؛ پر تنهنجي پگهار واري گريڊ کان تنهنجي خوبصورتيءَ وارو گريڊ ڏاڍو مٿاهون آهي، جيڪو ذات پات، نسل، قوم ۽ طبقي جا سڀ فاصلا لتاڙي ويندو آهي. باقي رهيو عشق ۽ محبت جو اندو ديوتا، آهو بہ جڏهن پيٽ جهڙي حقيقت سان ٽڪرائبو آهي، تہ سجدي ۾ ڪري پوندو آهي! هي سڀ ڪجهہ مان پنهنجي شڪست جي اعتراف ۾ ڪونہ پيو لکان. سچ ڙُبي هي سچن احساسن جي ورڪا ۽ ارپنا آهي.



## هند ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اهم مسئلو.

ڪيترن ليکڪ دوستن مون کان معصوميت سان پڇيو آهي: هڪ ليکڪ جو لپيءَ سان ڪهڙو واسطو؟ هاڻ توهان کي لکڻ جو موڊ آيو. پوءِ سوچيندا ڪهڙي لپيءَ ۾ لکان؟ عربيءَ ۾ يا ديوناگريءَ ۾؟ پائي هيلتائين ڪهڙي لپيءَ ۾ لکندا آيا آهيو؟ عربيءَ ۾ نہ؟ ڪهڙي لپيءَ توهان کي ساهت ۾ استاپت ڪيو؟ عربيءَ نہ؟ پوءِ هيءَ ديوناگريءَ جي ”جي حضوري چالاءِ؟ هيءَ مانسڪ غلامي چالاءِ؟

-وشنو ڀاٽيا (نئين ساهت جا سوال)

نسيم ٿيٻو

# رِسندو پرجندو گهاءُ



هوءَ مرڪندي اچي منهنجي پر ۾ ويٺي. مون هن کي ڪُڪ واري لت وهائي ڪڍي. هوءَ چيلهه تي هٿ ڏئي وڃي پٽ تي ڪِري سندس اکيون بي‌اختيار ڳوڙهن سان پرجي آيون. هڪ جسمالي تڪليف، ٻئي بي‌عزتيءَ جو سور پيئندي، هوءَ وري اچي منهنجي کٽ جي پر ۾ پٽ تي ويٺي ۽ منهنجي پيرن تي ڳوڙهن سان آلو ٿيل ڳل رکندي چوڻ لڳي:

”سچڻ، جي توکي لٺي وڻيس، ته مون سان شادي نه ڪرين ها. ليڪ تون پار ته ڪونه هئين جو تنهنجي سنهن تي زوري موڙ پٽا ويا هجن. بيزار ٿيو آهين ته ڪٿي ڳالهه ڪر. لٺي وٺانءِ؟ پر ايترو جلد تنهنجو پيار ڪيئن مٺو؟“

”مان اِهوئي آهيان جيڪو ڏسين ٿي. مون وٽ نٺي گهاري سگهين، ته هتان هلي وڃ. باقي تنهنجو اهو روج راڙو مون کي اصل ڪونه ٿو وڻي.“ مون پنهنجو پير هن جي ڳل هيٺان ڪڍندي چيو. هن ٻانهن ڏگهيري وري منهنجي پير کي جهلي ورتو ۽ ان تي وري پنهنجو ڳل رکي ڇڏيو. ڳوڙها ٽپ ٽپ ٿي منهنجي پيرن تي ڪِرندا ويا.

”تون ويٺي رو، مان وڃان ٿو ڪمري مان لڪري. تون سمجهين ٿي ته توکي روئيندو ڏسي، مون کي خوشي ٿيندي هوندي!“

”نه مان ائين ڪٿي ٿي چوان، جي خوش نٿو ٿين، ته پوءِ روئارين ڇو ٿو؟“

”مون سان گڏ هجين ته روئيندي نه ڪر.“ هوءَ اهي لفظ پڌي مرڪي پئي. سندس اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ چپن تي اوپري مرڪ، جيڪا هن جي پنهنجي نه پئي لڳي.

”تون مون لاءِ ايترو مرين ٿي، پر مني مون کي ڪٿي جيان وفادار عورتون وڻن ئي ڪو. انهن ۾ خودي ڪانهي. پنهنجي سڃاڻپ ڪانهي“.

”مون کي ڪتي ٿو سمجهين. توکي لڄ نٺي اچي ائين چوندي!“

”ڪوڙ ڪونه ٿو چوان. عورت جي وفا پٺيان سندس مجبوري آهي گهر وسائڻ جي... ٻارن ڄڻڻ جي...... سهٺي حياتي ساٿ لاءِ مرد کان سواءِ عورت جڳ ۾ هلي نه سگهندي. عورت کي protection گهرجي. انهن مڙني ڳالهين کي ساٿ لاءِ عورت کي مرد جو ساٿ گهرجي. ان مجبوريءَ کي هوءَ وفا ٿي سڏي، ته پوءِ اها سندس ڀُل آهي.“

”ڇڱو مڇير ته عورت جو پيار مجبوري سهي؛ پر اها گهر وسائڻ جي مجبوري به سندس جبلت آهي. مڙد اصل کان رولاڪ آهي، پڻائيءَ جي هن سٽ جيان:

اوڳڻي ذات انسن، وڻ وڻ وات وجهن.

”پوءِ جڏهن سيڪجهه سمجهين ٿي، ته رهڻ ڏي وفائن جي ناٽڪ ڪي.“

”منهنجي ايڏي موهه ڪي ناٽڪ ٿو سڏين. مون ڪي جي توسان پيار نه هجي، ته دليا جي ڪابه طاقت مون ڪي توسان گڏجي گهارڻ لاءِ مجبور لئي ڪري سگهي، نه هي روايتون ۽ نه مذهب ۽ نه وري منهنجي مجبوري... گهر لاءِ... ٻارن لاءِ... سهڻي ۽ سڪاري حياتي ماڻڻ لاءِ Prostitute ٿيڻ مون ڪي نه اپندو آهي. تو وٽان ملندڙ Protection لاءِ مان تو اڳيان هيڻن ذليل ڪڏهن به نه ٿيان، جي تو ۾ ايڏو مون ڪي موهه نه هجي ها! توکان ڌار رهي مان ڪيئن جڳ ۾ جيئنديس. توکان الڳ رهي نه سگهنديس. اهو فقط ان حد تائين سچ آهي، ته مون ڪي توسان پريت آهي. تون منهنجو ساهه پساهه آهين؛ پر جي تون ان ڳالهه کي سمجهين!“

مون ڪي جڏهن ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته مون هن کي چڙب ڏني:

”تون آخر چاهين ڇا ٿي—؟“

”تنهنجو پيار. گهٽو نه سهي منهنجي ايڏي پيار جي عيوض موٽ ۾ به لفظ ٻي مٺڙا ڳالهائيندو ڪر. لهي ته ڪونه ويندين نه!“

”پيار“ منهنجي چپن تي وِهڻ ڳاڙر مرڪ مڙي آئي. مون هن جي آلا ڪي وڏيڪ ڇهڪ ڏيڻ لاءِ چيو:

"Love is untouched, it is very Sacred."

اهي لفظ هن مٿان وڄ جيان ڪڙڪيا. مون ڪي ڀڪ هئي، ته اهي چيندڙ لفظ هن جي من ۾ مون لاءِ ڌڪار پيدا ڪندا ۽ مون به اهوئي پئي چاهيو، ته مان پاڻ لاءِ ڪابه چڱي ياد هن وٽ نه ڇڏيان. پنهنجي هر چڱائي مون ڪانئس لڪائي رکي ۽ مڙد جو Vulgar ۽ ڪنور روپ سندس آڏو آندم. مون ۾ تمام گهڻيون چڱايون به هيون. مان بيحد Co-operative به هوس. تمام گهٽو ذميوار ۽ بيانت پيار ڪري سگهڻ وارو سگهارو مڙد؛ پر مون هن ڪي ڪڏهن به پيار نه ڪيو. هن جي عزت نه ڪيم ۽ نه پاڻ کي ئي اهڙو عزت پريو ثابت ڪيم. جنيءَ چماهيءَ جي ڪڏهن پيار به ڪندو هو ماس، تہ بہ صرف پاڻ ڪي سرچائڻ لاءِ. مون ڪڏهن به هن جي آسنگن جو قدر نه ڪيو. مون پنهنجو جملو وري ڏاڍي چيندڙ انداز ۾ ورجايو:

"Love is untouched, it is very sacired."

”تون چوين ٿي ڇا پيو؟ عورت ۽ مرد جو پيار اڃُهيو ڪيئن تو ٿي سگهي! اڃُهيل پيار ته رڳو قدرت جي نظارن سان ڪري سگهجي ٿو. گيتن سان ۽ ڪلا سان ۽......“

”۽ گلن سان- اهوئي پئي چوڻ چاهين نه؟“ مون هن کي هٻڪندو ڏسي سندس اڌورو جملو پورو ڪيو.

نه گلن سان به نه. گلن جي سونهن اکين ۾ اچي وسندي آهي ۽ ان جي سرهاڻ هوا ۾ رچجي جڏهن اسان تائين پهچندي آهي، ته ساهن ۾ سمائجي ويندي آهي، تڏهن بي‌اختيار گلن ڏي پير ڪڇندا آهن ۽ پوءِ گل پٽي، اسين يا ته وارن ۾ ٽنڊا آهيون، يا گلدان ۾ سجائيندا آهيون ۽ تيو پارا گلن کي ڪاٺي ڇپاڙي ڇڏيندا آهن ۽ پنهنجي رت ۾ سمائي ڇڏيندا آهن.“

”تون مڃين يا نه مڃين پنهنجي مجبوريءَ کي چاهت جو روپ ڏين؛ پر سان ڪجهه پيو ٿو سوچيان، ته تون مون کان ڌار رهي بڪ ته ڪاله مرندينءَ؛ پر هي مڪ ماڻي نه سگهندينءَ. ان ڪري جي تون ڌار ٿيڻ چاهين، ته مان توکي پوءِ به خرچ ڏيندس“.

”پئسا پئسا...... مان هنن زيورن، لٽي ۽ عيش کي پن ڏينديس ڇا؟ جيستائين تنهنجي زال آهيان، تيستائين مان تنهنجي هر شيءِ تي پنهنجي پنهنجو اڌڪار ٿي سمجهان؛ پر جڏهن تون ئي نه رهندين، پوءِ مون کي تنهنجو ڪڪ به نه گهرجي.“

”پوءِ ويٺي ڇو آهين؟ ڪهڙا ڏانوڻ پيا اٿئي؟ ڇو اچي منهنجو رت پيتو اٿئي، مون کي به جيئڻ ڏي ۽ پاڻ به ڪا سهڻي حياتي وجي ماڻ. دنيا پري پئي آهي ماڻهن سان. هر وقت هڪ ئي ڳالهه سوچڻ سان تنهنجو ذهن ننڍو ٿي ويو آهي. هي گهر پلا سڀڪجهه ته ناهي. گهر کان ٻاهر به ڪا زندگي آهي. سڄي ڪائنات تو اڳيان پنهنجي سموري سونهن سان پکڙيل آهي. هن وقت پاڻ کي ڇٽن پٽين ۾ قيد ڪري، رڳو مون لاءِ پئي سوچين. مان ڪو علادين جو ڏيئو ته ناهيان، جنهن کان تون هر تمنا پوري ڪرائين.“ هن جون اکيون ساوڻ جي ڪڪرن جيان وسڻ لڳيون سندس پيئي اکيون ڳوڙهن سان ڀمشار هيون. ڳوڙها هڪ هڪ ٿي ويا ٿي ڳڙندا. هڪ دل ۾ آيم ته آئي پيار ڪيانس پاڪر ۾ پري ايڏو ته پيار ڪيانس، جو وري ڪڏهن پيار جي چاهنا نه رهيس. ايڏو پيار ڪيانس، جو منهنجي ساهن ۾ سمائجي وڃي؛ پر مون دل کي پڪو ڪيو. هوءَ روئي منهنجو رُڪو رويو سهي سون کي هميشه ڪٺر ڏئي ويندي هئي پر هن پيري مان ڪس ۾ رهڻ پئي چاهيو مٺهنجي دل ۾ آيو ته ڪا اهڙي غلطي ڪري ويهي جنهن جي ڏوهه ۾ سان هن کي سيڪت ڏيان. هوءَ منهنجو ڪبڏو نه خيال ڪندي هئي. مون تصوير وهائي هيٺان ڪيئي هن جي هٿن ۾ ڏني. جيڪا صوفيا ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏي.

”ميٺي تون اچايو ٿي روٽين. تنهنجو اهو روج راڙو منهنجي دل ۾ ستل پيار کي جاڳائي نه سگهندو.“ مون هن جي هٿ کي ستت سان پري هٽايو.

”ته ڇئو تو مجي ورتو، ته تنهنجي من ۾ پيار آهي، مون لاءِ.“

پر تون خوش نه ٿيءُ، جو اِهو تو لاءِ ڪونهي. منهنجو پيار رڳو پاڻ سان آهي. مون کي ڪنهن سان پيار ڪونهي. تو سان به نه!“

پاليان ٿو هن جي من ۾ سور جي سٽ اپري هوندي. هوءَ ان وقت ڏرتيءَ تي پير پساري ويٺي هئي. هن پنهنجو مٿو پلنگ جي پاڻهن تي جهڪائي ڇڏيو. اکين مان لڙڪن جي لڙي ٽُٽي پئي.

اِهو سڄو هفتو هن ماني نه کاڌي هئي. هوءَ ڏاڍي آجڙيل آجڙيل پئي لڳي. وارن ۾ ڦڻي نه ڪندي هئي. وار چيڳرين جيان منهن تي پيا پوندا هئس؛ ۽ مون هن سان ڳالهائڻ به ڇڏي ڏنو، هڪ گهر ۾ رهندي به---

سياري جا ڏينهن هجن، ٽيپهريءَ جو وقت هو، مون نم هيٺان ڪرسيءَ تي ويٺي پڙهيو. پر ۾ ٽيبل پئي هئي، جنهن تي ريڊيو رکيو هو. ريڊيو تان گيت پئي هليو، اهو گيت امان پنهي کي ڏاڍو وڻندو هو:

پوچو نه ڪيسي مين ني، رين بتائي
اڪ پل بيتا اڪ جُگ جيسي
جُگ بيتي موهي نيند نه آئي

مون کي اها سڌ هئي، ته اهو گيت منهنجي زال کي به ڏاڍو وڻندو آهي، ان ڪري ئي مون ريڊيو بند ڪري ڇڏيو. مان هر اهو ڪم ڪندو هوس، جيڪو منهنجي زال کي گهٽي ڪان گهٽو ڏک پهچائي. منهنجي زال جو گيتن ۾ ڏاڍو موهه هوندو هو. هن لنيڊڙيءَ سنڌوءَ جا لڳ ڀڳ سوال سان پئي اکيا. لنيڊڙي سنڌو ٽيس پس ساءُ جهڙي هئي، ان ڪري سون کي ڏاڍي وڻندي هئي. گول گول منهن، سهڻيون بادامي ون چيرويون اکيون، منڙي منڙي من موهڻي مُرڪ واري سنڌو، گلن ۾ ڊمپلس پوندا هئس.

”ريڊيو ڇو بند ڪيَو؟ توهان کي سڌ آهي، ته مون کي گيت ڏاڍا وڻندا آهن ۽ اِهو ڏاڍو وڻندو اٿم.“ هن ڏوراپو ڏيندي چيو.

”پر مون کي گيتن سان پوي ٿي ڪاله. هونئن به مان هينئر پڙهان وينو، ان ڪري ريڊيو بند ڪيو اٿم.“

”هونئن ته هليو پئي، مون کي ڏسي ڪٿي ريڊيو بند ڪيو!“ هن سنڌوءَ کي توال سان اکهي بس ڪيو هو ۽ سندس بدن تي پائوڊر ڇٽي، ڪپڙا پارائڻ لڳي. سنڌي پرت پريل چولو ۽ سوسيءَ جي سلوار پارائي، سنڌوءَ کي منهنجي هنج ۾ اچي ڏنو.

”هان هان - ڇا تي ڪرين؟ ڏسين ڪانه ٿي تہ پڙهان ويٺو. الڏي تہ ڪالھ ٿي ٿي آهين نہ؟ پري ڪر ڏيٺين ڪي. هڪ تہ مون کي ٻارن سان ٻوي ڪالھ پيو وري تون اچي زوريءَ اچلينس.“

صوفيہ سنڌوءَ کي هڪدم کڻي ورتو ۽ سيني تي ليٽائي ڪمري ۾ هلي وئي. مان ٻہ سندس ٻويان ٻويان ويس. ننڍڙي سنڌو ماءُ جي ڀر ۾ ليٽي پئي هئي ۽ ڏڙهيون پئي هڻائين ۽ صوفيا مُرڪندي ڀري رلي پئي. هوءَ هنڌ تي سنڌوءَ جي ڀر ۾ ليٽيل هئي ۽ سنڌو ننڍڙن هٿڙن هٿن سان صوفيا جي وارن سان پئي کيڏيو. مان در منجهہ ٻرڌو هٽائي بيٺس. منهنجي من ۾ پنهنجي زال ۽ ڌيءَ لاءِ پيار جا آڌما اٿيا، پر مان اڳتي نہ وڌيس ۽ اڳڻ ڏي موٽڻ لڳس. منهنجي پيرن جي آواز تي هن منهن مٿي ڪري مون کي ڏٺو ۽ مون کي واپس ورائي ڏسي اٿان اٿي آئي. مون کي ٻاڪر پائيندي چوڻ لڳي:

”مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟“

مان چپ ٿي رهيس.

”ٻڌاءِ نہ سچڻ، مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟“

”مون توکي ڪجهہ چيو؟“

”پوءِ اٿين در تان چو ٿو موٽين؟ تون جي اندر هلي اچي، منهنجي ڀر ۾ ويهي، منهنجي ڳان تان ڳوڙها اگهين ها، مون کي پرچائين ها، تہ تنهنجي ڪهڙي گهٽتائي ٿي ها؟ ڪڏهن تہ قرب منجهان ڳالهائيندو ڪر.“

هن جو ايڏو ٻاڻ ۾ سوهہ ڏسي دل ۾ آيم، تہ پنهنجي اندر ۾ وينل ڪروڌي مڙد کي هميشه هميشه لاءِ ماري ڇڏيان. مون کي هن جي ايڏي پيار کان ڊپ ٿيڻ لڳو هو. هينئر مان وڏيڪ ناٽڪ رچائي نٿي سگهيس. هوءَ سنڌوءَ کي اٿي ٿي روئيندو ڇڏي، رنڌني ۾ هلي وئي. سنڌوءَ کي روئيندي روئيندي ننڊ کڻي وئي، مان ٻاهر نڪري ويس. سنڌوءَ جي ڪناري سان هلڻ لڳس، آهستي آهستي، من ۾ سوچون کڻي.

سنڌوءَ جي پيٽ ۾ واري پئي اڏامي. ڪٿي ڪٿي جتي سنڌو وراڪو ٿي ڪاڏو اتي تورو تورو پاڻي بہ هو، جن مان ٻگهن ننڍڙيون ننڍڙيون مڇيون جهلي پئي ڪاڍيون. سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن کان سايون سايون ٻنيون پکڙيل هيون، جن ۾ مٽرن جون نيرون ڦلڙيون ليڙ نهار تائين ڦهليل هيون. هوا ۾ هوريان هوريان لُڏيون پئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ ساوڪ جو گهرو وشال ساگر هو، جنهن مٿان نيرا نيرا ڳلڙا ترندا هجن. مان وک وک ۾ ڏيندو پنهنجن ئي سوچن ۾ گم اڳتي وڌندو ٿي ويس. مان ڪيڏو نہ ڪنور ۽ هٺيلو هوس - ۽ صوفيا منهنجي ڪروڌ کي سالن جا سال اندر ۾ اوتيندي رهي. هت مان توهان کي اهو ٻڌائيندو هلان، تہ منهنجي ان رُکي ورتاءُ جو بہ ڪو ڪارڻ هو. هوءَ منهنجي ساهن ۾ سمايل هئي.

منهنجو به هن سان ڏاڍو گهرو پيار هو. دل ۾ ايندو هوم ته جيڪر ڪجهه ڪائي وچانس؛ پر پوءِ به مون هن کي ڏاڍا ڏک ڏنا. صوفيا جي ايڏي موهه جي موٽ ۾، مون هن کي ڪيڏو نه ڌڪاريو! هن جيڏو منهنجي ويجهو اچڻ چاهيو، مون اوڏو ئي ڪيس پاڻ کان پري رکيو. هن جي دل چاهيندي هئي، ته مان چوويهه ڪلاڪ گهر ۾ هجان؛ پر ان جي ابتڙ مان مهينن جا مهينا گهر کان ٻاهر هليو ويندو هوس- ۽ جي گهر ۾ ايندو به هوس، ته ڪتاب پيو پڙهندو هوس پنهنجي ڪمري ۾. اوهان چوندؤ، ته اسان ٻنهي جو ڪمرو ڇا هڪڙو نه هو؟ ها اهو سوال اوهان جي ذهن ۾ اڀرڻ فطري آهي. مان پنهنجو ڪمرو الڳ ڪيو هو. مان شاديءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾، بلڪ ائين ڪٿي سمجهو ته سالن ۾، مان سڄو وقت ٻاهر رهندو هوس. جيتوڻيڪ مون کي گهر ۾ رهڻ وڌيڪ سٺو لڳندو هو؛ پر پوءِ رڳو صوفيا کي ستائڻ لاءِ، مان سڄو سڄو ڏينهن ٻاهر گهاريندو هوس ۽ پوءِ جڏهن گهر ۾ رهڻ شروع ڪيم، ته پنهنجي ڪمري ۾ الڳ ويٺو رهندو هوس. صوفيا سان تمام گهٽ ڳالهائيندو هوس. ڪتاب پڙهندو هوس، يا گيت ٻڌندو هوس. منهنجي اهڙي ورتاءَ جي ڪري، سڄي گهر کي هوريان هوريان سانت گهيري وئي. منهنجي ننڍڙي سنڌو، ٻالڪ سان ڦري جوان ٿي ويئي هئي ۽ هوءَ به پنهنجي ماءُ جيان، مون کان ڏنل ڏنل رهندي هئي. پنهنجي ئي ڪمري ۾، ٻهرن جا ٻهر ويٺي رهندي هئي. ان کان ننڍو پٽ هيم سو به اچي جوان ٿيو هو. هو به ڏاڍو ويڳاڻو ۽ چُپ چُپ رهندو هو. سڄو گهر ماڻ ۾ ٻڏل هوندو هو. ماڻ جي اڏوهي گهر جي هر ٻاتيءَ کي اندران ئي اندران کائيندي رهي. سنڌوءَ جو ڪومل چهرو اجهاڻل اجهاڻل رهندو هو. ٻالڪپڻي واري ڪاهه چلولائي ڪاند هوس.

منهنجي من اندر ڪنهن دانهن ڪئي، 'هيءُ گهر آهي يا قبرستان!' ڪيڏي نه ماڻ لڳي پئي آهي. سالت آهي، جا گهر جي هر ٻاتيءَ کي وڪوڙي وئي آهي. ان ٽانگ جيان جيڪو نور کي وڪوڙي ويندو آهي ۽ ايستائين نه ڇڏيندو اٿس جيسين ساهه نه ليوڙي ڇڏيس. هي گهر ٻين گهرن کان ڇا ۾ مختلف آهي؟ وڏو ويڪرو گهر آهي. ڪشادو اڱڻ، اڱڻ ۾ بيٺل گل ۽ ٻوٽا گهر جي وارثن جي باذوق هجڻ جو دليل آهن. ڪمرن جي چوطرف وراندو آهي. چار ڪمرا آهن، ڊرائنگ روم به ڏاڍو سهڻي نموني ۾ سينگاريل آهي. درين تي سهڻا سهڻا پڙدا ٽنگيل، ديوارن تي سهڻا چٽر. سامهون چٽر ۾ مريم هٿ ڍڪيري بيٺي آهي ۽ هڪ ٻيجهه ننڍڙو مهاجهڙو ٻار، سندس هٿن ڏي پيو اچلون ڏي. ڪنواري مريم جي منهن تي ڪيڏو نه تقدس آهي! سندس اکين ۾ ڪيڏي نه ننڍڙي يسوع مسيح لاءِ پيار جي اڇل آهي! مامتا جو سمورو موهه سندس وجود تي ڇانيل آهي. ائين ٿو لڳي ڄڻ منهنجي گهر جو ڪمرو نه، پر اجنتا جو غار هجي، جت قديم زماني جي ڇڏيل آثارن مجسمن جو روپ ڌاريو هجي. شيلف ۾ رکيل ڪتاب، ڪتابن جي چونڊ مان ائين ٿو لڳي، ته سڄي

ڪائنات ڪئي وئي هجي. ڏيهي پرڏيهي ڏات ـ ڏئين جا لکيل سٺا سٺا ڪتاب. قديم ڪان جديد زماني جي سيني ليکڪن جا لکيل ڪتاب هت موجود آهن. جبران، عمرخيام، گورڪي، ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، سارتر، ٽئگور، شاهه ڪان ويندي موهن ڪلپنا تائين. هتي ته ڏات جو ڏيهه آهي، جنهن کي مون پنهنجي گهر ۾ بند ڪيو آهي. ها ڏات ئي سيڪجهه آهي. هوئن ته انسان الائي ڇا ڇا جوڙيو ۽ ٽوڙيو آهي. سرسٽيءَ جي سموري سونهن جيڪا ڪلا ۾ انسان اوتي آهي، اهو انساني ورثو وسارڻ جوڳو هرگز ڪونهي. ڪلا ۾ جت سونهن آهي، اندر جا اڌما آهن، ات انساني جذبن جي رتوڇاڻ به ٿيل آهي. ٽنل دليون، هاڃي هچيل هالون، روئيندڙ ۽ سرڪندڙ مَنَ، ٻڪايل ماڻهو، هڏبن جا پڃرا ماڻهو، جذبن ڪان وانجهيل ماڻهو، سونهن ۽ سچائيءَ سان پريل ماڻهو، ڪلا ۾ انهن سيني کي سمائي فطرت کي پنهنجي وس ۾ ڪيو ويو آهي. ڪلا کي جي ڪيڏي پاهر ڪجي ته باقي انسالي ورثي ۾ ڇڏيل رهندو ئي ڇا؟ جنهن تي اسين ايڏو مان ڪري سگهون. ها ته مون ڳالهه پئي ڪئي ڪلاڪارن جي، حن ڏات جي ڏيهه کي پنهنجو رت ست ڏئي امر ڪيو آهي. هت هميشه منڙا منڙا گيت پيا هلندا آهن. منڙا منڙا سُر پيا اڀرندا آهن. ڪيڏا نه من کي ڀلا لڳندا آهن.

سو مون ڳالهه پئي ڪئي، ته هي گهر به عام گهرن جيان آهي. اڱڻ ۾ ٻر ۽ ٽالهيءَ جو وڻ آهي. گل ٻوٽا آهن. هن گهر کي به وارث آهن. هيءُ گهر ٻوءِ به اجڙيل اجڙيل پيو لڳي. هن گهر ۾ به عورت مڙد آهن، سهڻا سهڻا ٻار به آهن، منڊي مهانڊن ۽ روشن سان سنواريل. هن گهر ۾ پيار به پيو وسي؛ پر پوءِ به چو ايڏي ماٺ آهي! موت جهڙي ماٺ. ماٺ ۾ وڪوڙيل گهر، جڻ ڪنهن رڻ پٽ ۾ بيٺل ڊنل، پڪل ۽ اجڙيل کنڊر. ائين چو آهي؟ هن گهر ۾ جيئرا جاڳندا انسان پيا رهن. مون کي هڪ سهڻي وفادار زال آهي، جنهن جو مون منجهه ڏاڍو موهه به آهي. هڪ ڌيءَ، هڪ پٽ ائم ۽ لنيڙي نمون به آهي، جيڪا ڏاڍي سپاجهي آهي. هوءَ اڃان ته ستن ـ اٺن سالن جي ٻالڪ آهي؛ پر منجهس پاراٽيون ڏنگايون اصل ڪولهن. هوءَ به ماٺ رهندي آهي، مون کان ڊال ڊنل. لڳي ٿو هن گهر ۾ جڳن ڪان ڪنهن نهڪ نه ڏلو هولڊو، ڪنهنجي منهن تي مرڪ نه پکڙي آهي. صوفيا مون سان ڪڏهن ماٺو نه ڪيو آهي، ڪڏهن مون تي حجت نه هلائي آهي. اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪڏهن حجت نه رهي آهي، ڪڏهن پنهنجائپ نه رهي آهي. سال ٿيا آهن، مون پنهنجي زال کي ڪڏهن دڙڪو نه ڏلو آهي. ان ڏينهن مان صوفيا جي ڪمري ۾ ويس، ٽيبل تي ڪجهه ڪتاب هڪ ڪاپي رکيل هئي. مان اها کڻي پڙهڻ لڳس. ڪاپيءَ ۾ لکيل اکر اکر جڻ لڙڪ ڦڙو هو. اکرن ۾ ڪنهن جي من جي پيڙا اوتيل هئي. مان ڪاپي کڻي اچي نيم جي هيٺان ويٺس. اڱڻ جي پرئين حصي ۾ پاپيءَ واري ڪوٺي هئي، جنهن ۾ ٽنڊي پاڻيءَ جا دلا ۽ مَٽ

هئا. صوفيا ان ۾ اندر ويئي، پاڻيءَ جو گلاس ڀري اچي وراڻدي جي چائنٽ تي ويٺي. سياري جي پڄاڻي هئي، ٿوريون ٿوريون ٿڌيون هجن. هوا جي ڦڏن جهوٽن تي وڻن جا پَنَ ڇڻي پَٽ تي ٿي پيا. نما شام جو وقت هو، هريان باغ ۾ ٻهُنل ٻير جي ڍگهن وڻن جي چوٽي نظر پئي آئي. صوفيا ڏاڍي آپاڻڪي پئي لڳي. هن ڏاڍي ڏک ڀريل ليڻن سان آسمان ۾ پئي نهاريو. ان وقت سنڌو ڪمري ۾ اندر ليٽيل هئي. لمون ٻاهران ڊوڙندي آئي، هوءَ ڏاڍي ڇهڪيل پئي لڳي، گلن جيان سنهڙ. لمون مون کي نم هيڻان وينل ڏسي، چپ ٿي ويئي. هوءَ مون ڪان ماءُ جيان ڊنل ڊنل رهندي هئي، سانت ۾ ٻڌي ويندي هئي، ائين ڇڻ ڪنهن گهري ڪاهيءَ ۾ ڦاڪو ڏاو هجيس ۽ سندس وجود سان ڳڏ مُرڪ ۽ منڙا منڙا ٻول به ٻڌي ويا هجن. هوءَ ان وقت به ائين ماٺ ٿي ويئي ۽ ماءُ جي پير ۾ وڃي ويٺي. هن جي هٿ ۾ مڇي جهليل هئي.

”امان... امان... او امڙ، هيءَ مڇي ته ڏس، ڪيڏي سهڻي آهي! مان ڪاسي مان جهلي آئي آهيان. امان، مان رات چانورن سان ڪاليندس، مون کي وڻندي آهي.“

”چڱو.“ صوفيا ٻي دليو جواب ڏنو.

”امان — هو ڏس، چنڊ ڪيترو نه سهڻو پيو لڳي! ٻر امڙ اڃا رات ته ڪانه ٿي آهي، پوءِ چنڊ ڇو ايڏو ساجهر نڪتو آهي؟ امان... او امان، ڏس نه هو چنڊ.“ ماڻس وٽان ڪوبه جواب نه.

”امان ڏس، منهنجا ليڱ ڪوسا ٿي پيا آهن. امان، مون کي بخار ته ڪونهي ٿيو نه! امان تون ٻڌين ڇو ڪونه ٿي —؟

”چڱو —“ صوفيا پنهنجي ٻورن ۾ هئي. لموءَ جي اکين ۾ لڙڪ ڀرجي آيا، هن جي هٿن مان مڇي ڪري پئي ۽ هوءَ اتان هلي ويئي.

روز شام جو پاڻ سان ڳڏجي ٻاهر نڪري ويندي هئي، درياهه جي ڪپ تي. هو ٻئي هٿ هٿ ۾ ڏيئي، گهڻي وقت سنڌوءَ جي ڪناري تي هلندا رهندا هئا. سنڌوءَ جي ٻنهي پاسن تي سايون ٻنيون ٻڪڙيل هونديون هيون ۽ سنڌو ور وڪڙ کائيندي وهندي، ناريءَ جي سينڌ جيان لڳندي هئي. شام جو ٻهر... ٻڏلدڙ سج... وڻن جا ڀاڇولا لڙاٿيل، ٻاڻيءَ سڀان چالورو ڪري ٻيهندا هئا. جهرڪين جو چرٻٽو، ساوا ساوا کيت، مال جو وڻاٺن ڏانهن ورڻ — اهي سڀ ڳالهيون ڳوٺ جي سونهن کي سرس ڪنديون هيون. اڄ ڀاڻس ڪنهن دوست وٽ هليو ويو هو ۽ لمون ڏاڍي ويڳاڻي ٿي پيئي هئي. لمونءَ جي اکين تان لُڙڪ وهي ڳلن تي ڪريا ۽ هوءَ ڦڪل قدمن سان ٻاهر هلي ويئي. مان سندس ٻويان ٻس. هوءَ باغ ڏي ٿي ويئي اڄ هن کوهه تي بيٺل عورت ڏانهن نهاريو به ڪونه ۽ نه ميدان ۾ ڪيڏندڙ ٻارن کي ڏٺو. هوءَ باغ ۾ ويئي ته ان وقت چنڊ مٿي چڙهي آيو هو. چالدوڪيءَ جا ڪرڻا وڻن مان

ڇٽي هيٺ ڌرتيءَ تي ٽي ڪريا. باغ ۾ ٻاگڙين جا ڇڏيل سامان ٽڙيا پکڙيا پيا هئا. ٻاهه تي ڪاريون ٽيل مرون... پڳل ٽٽل دلا... ڳوهن جون کلون... ڪُمين جا کوپا... رسين جا ٽُڪر، ليڙون - نمون هڪ هڪ شيءِ کي ڇُهي ڏٺو. من ۾ اهو ته ته آهيس ته: ’ڪاش، هوءَ به انهن ٻاگڙين سان گڏ هلي وڃي ها.‘ هوءَ هوريان هوريان هلندي وڃي ٽالهيءَ جي وڻ هيٺان ويٺي. پتساريل پيرن کان اڌ ٿي وهي، جنهن ۾ پاٽيءَ بدران واري پئي اڏاٽي. مان وڻ جي اوٽ ۾ بيهي نموءَ ۾ نهاريو. وڻن جا هڙ ان ڇٽي ويا هئا. هوءَ چنڊ جي چالبوڪيءَ ۾ منهنجي گهر جيان آجڙيل ۽ پڙپالڪ پئي پاسي. جڻ ويران مندر. سندس ڳلن تي ڳوڙها ويا تي تِمندا. مان پنهنجي اندر ۾ نهاريو. پٿر ميڻ جيان پگهرڻ لڳو هو. نموءَ جا ڳوڙها وهڻ بند ٿي ويا هئا ۽ سندس ڳلن تي ميرانجهڙي ريکا ٺهي پئي هئي. هن کي شايد ننڊ لنڊ اچي وئي هئي. مان اڳتي وڌيس. نموءَ جي پير ۾ وڃي بيٺس. منهنجي اکين اڳيان اوندهه اچي وئي. مان ايڏو ڪنور ڇو هوس؟ ان جو به ڪو ڪارڻ هو. منهنجي ڳچيءَ ۾ انيڪ ڳٽ پيل هئا. منهنجي مٿان سماج جيڪا ذلت مڙهي هئي، ان سان مُنهن مقابل ٿيڻ جو مون منجهه حوصلو ڪونه هو- پوءِ مون به پين والڪر پاڻ تي مڙهيل ذلتن جو بدلو پنهنجي وليءَ کان پئي چُڪايو. ٻارن کي پيڙي، مان پنهنجي ڪوڙي انا کي آٿت پئي ڏنو.

ڪروڌ... ڪروڌ، جنهن منهنجي گهر کي قبرستان بڻايو هو... ڪروڌ، جنهن منهنجي مومل کان مرڪون کسيون هيون... ڪروڌ، جنهن نموءَ جي اکين کي ڳوڙها ڏنا هئا. هر سنڌي مڙد جيان مان به اذيت پسند هوس. پيڙا ڏئي ۽ پيڙا ۾ گهاري، مان ڪهڙي جذبي کي خوش ڪيو هو!

مون هيٺ نِوڙي نموءَ کي هنج ۾ کنيو، هينئر هن کي ننڊ کٽي ويئي هئي. منهنجي مٿان آڪاش ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ ڪڙيل هو: هو به مون سان گڏ همراهي هو. چنڊ مون مٿان عورت ۽ مڙد جي امر پيار مٿان ڪرڻن جي ورکا ٿي ڪئي. اج مون پانيو پئي، ته جوين جي ڏينهن جيان سگهارو ۽ ٻلوان ٿي پيو آهيان. منهنجي رڳن ۾ رت نه، پر چالبوڪيءَ جا ڪرڻا پئي ڊوڙيا، جن منهنجي اونداهي اندر کي اجرو ڪيو هو.

(ااول جو هڪ باب)



شاعري، ادب ۽ آرٽ سان دلچسپي رکندڙ دوستن لاءِ، رسالو ’مهراڻ‘ هڪ بهترين تحفو آهي.

هفتيوار ’همدرد‘ ميرپورخاص
1978.8.7ع

# ٿڌبيل رت

مشتاق ڪاملاڻي



ڪيس ڏنو هٿائين ڏنوهه آڏ ٽيندي. ٽاڪ منجهند جو ٽيلومل رائيس ميل ڀو يان. ساڻس گڏ هيون پيون ڪيتريون ليڙون ليڙ آپاڻ ڙيون، شهر جي پروارن بالڪ جي گهرڙن واريون ماچاڻيون.

هوءَ اڃا مشڪڙي هئي. گڏبڻ جي بند گل جيان. گهيريل هئي غربت جي ڪٽب سين. گهٽيل هئي جنهن ڪٽب ۾ هن جي هرڪا سڌ. جرڪي رهي هئي، سندس سنهڙي ٻچ واري رانَ، گربيءَ جي ڦاٽي ويل سٿڻ مان، چيٽ جو چنڊ جهاتيون پائي جيئن جهڙ مان.

هَن جون لڳاهون مٿي ڪچنديون ويون- ڳڀجهه ڳوهه ڦولهينديون، بيهي رهيون، ڪيچ وٽان ڦاٽل، ڪاري سٽ سان پريل چيٽ جي چولي وٽ. وڏي ويس دل جو ڌڙڪو. ڳڙڻ لڳس ٻگهر نراڙ تان. ٻنجي ويس ڏانوڻ. بيهي رهيو ڏنيي هٿي.

”لئي امان، ڪٿس هو ياٿي ته ڏس ڪيئن پيو تڪي!“

ماڻس ڪنڌ مٿي ڪنيو. ڇيچ هيٺ چڏيئين. جنوهه ٻائي وڏڻ لڳي ڏلهنس.

”ڪچا وڃايو اٿئي؟ ماڻهين ڪا پٺهين ...“

”......“

”تو ڪَنَ آهيان - ڪين تو سٽين ڪ؟ ڪچا لا بيٺو آهين!“ ڏو ٽڏاڙ يائينس ڪلهي ڪنان.

هن ڪان وڃائون ويون وسري. لتاڙڻ لڳو توهن جا ڏڳ.

”لَڪ جي......“ ڀنيان ٻڄو گروڙ يائينس.

●



ڪريو پيو هو ڪوچ تي. ڳوڙهي ڪنهن سوچ ۾. توهن هاٿي دَزَ ٻه نه ڏوتي هٿائين منهن تان.

”پوتار، ڪهڙي خفقان ۾ آهيو؟“

”نبو، سنو جو آئين.“

”حڪم ڪيو سائين!“

”ٽلومل جي رائيس ميل پويان توهه آهن نه- واهه جو داڻو ڏسي آيو آهيان.“

”رائيس مل ڀو يان؟“

”ها نبو، چوريءَ جي ڳالهہ ئي نہ ڇڏ، ڇڙن وجهي ڇڏيا اٿئين.“

”ڀلا پوتار، ڪاڏيءَ وٽ تر تہ ڪونہ هئس؟“

”......، ان ڪافر تہ ڪانءُ هنيو اٿم.“

”تہ ڀوءِ اها ڪرڙ جي ڏيءَ آئوَ ڪرڙ جي.“

”ڪرڙ! ڪير آهي ڪرڙ؟“

”اوهان پوتار ڪونہ سڃاڻو. بس ائين ڪٿي سمجهو تہ پاڻ پڪو جواري، چرس ۽ ڀنگ جو موالي، ڪمائي پائي بہ ڪونہ. ٻَـڪٿي پيٽ جي ڀورائيءَ لاءِ، روز جوئس ۽ ڏيٿس اينديون آهن ميشين ڀويان ڏَوهہَ آڏٺ.“

”تون ڀلا ڪيئن سڃاڻينس؟“

”منهنجي ڳوٺ جو تہ آهي پوتارا“

”نامراد ڀوءِ ايترو وقت ڳالهہ ئي ڪانہ ڪيئي.“

”سائين جوئس ڏاڍي ڏنگي آهي. جُلوءَ ساڻ وانگي هجي ها، تہ ڪٿي هٿولس ها ٻہ ڏوڪڙ ڀوٽ تي.“

”حراماپائي ڇڏ سوئر، ان سنڌڙيءَ مان سٺوڻ ڪرائي.“

”ڀاڻ ڪنان سائين ڳالهہ ڳري.“

”ڳريءَ جا پٽ! هان وٽ هي.“

نبيءَ ٻہ ويو ٻئجي پنجاهہ جو ڀتو ڏسي.

”ڀر سائين؟!...“

”ڀر ڇا؟“

”اهو ڪم هير ٿي ڪين سگهندو.“

”ڇوين ڇا ٿيو؟“

”اوري ڪيو ڪن.“

”اڙي، ائين ئي ٻڌاءِ.“

”نہ پوتار راز جي ڳالهہ راز ٻہ ڪبي، ٻيئين ڪي بہ ڪن آهن.“

ويجهو ڪيائين ڪن. دل سان لڳيس صلاح. تهڪن ٻہ ويا ٻئي لڙهي.

اتر لڳڻ ٿيا شروع. چڪ پندرهين واري ڪمند جي فارم جي ڪٽائي ٻہ ويئي زور ٿيندي. چوڌاري ڇڙن جيڏيون ڇوڪريون ويون اڏجي. ڪئين ذاتيون اچي ٿيون هيون ڪنيون. هوءَ بہ آئي هئي، ڪٽائي ڪرڻ، ماءُ سين گڏجي. سڄو ڏينهن ڪاڙهي ٻہ ڪيائون

ڦي ڪٽائي، رات جو سوجهاڳيءَ وچي ٿي ٿيا سوڙ پيڙا. سڄي ذهنن جو ٽڪ، جي اڪ لڳين ته سچ ڪنان اڳ کو ڪٽي اٿارين.



۽ هو. چرس جون چار سلفيون چاڙهي، ڪريو پيو هو تڏي تي، ڪهريءَ ڪنهن سوچ ۾. چرڪائي رهيا هئس هوڪرا مولو مواليءَ جا. مولو هو موالي به آڙيڪاپ.

”پنگ ڪرائي رلگ وجهي ونگ وڪوڙي.“ مولوءَ نعرو هنيو. ۽ ڏانهنس وڌايائين پريل گلاس پنگ جو.

”نہ بابا.“

”اڙي، هٽ ٿو موڙائين گيدي!“ مولوءَ کي بخيلي وٺي ويئي.

”ٻرهون ڪرينس، انَ ڪنان ته چرش چڱو آهي. دلير لشو ته آهي، ايها پيڻ ڪنان ٻو ماڙهو ٻورو ٻاتلائي ٻنجيو وڃي.“ ڪرڙ ڪر موڙيندي چيو.

”هائو يارا“ مولوءَ ڪنڌ ڌوڻيندي چيو: ”اڄ موچڙا کائي آيو آهين، تڏهن پيو اهڙيون ڪبرون ڪرين.“

هو چپ ٿي ويو. ۽ مولوءَ چاڙهيو چپن تي پريل گلاس پنگ جو. ڏيڻ لڳس گوگها مولوءَ جو گفتو.

”موچڙا کائي آيو آهين... موچڙا کائي آيو آهين.“

مولوءَ جو جملو اُه هو چڻ سندس ڳڙهه ۾ ڪڪڙ جي چوٻ هڻي. وڏو چور هو ڪاٽڙيو هو، بدمعاش هو، لفنگ هو، ۽ اڄ ڪري وڌو هوس ٻاڙيو پنگ جي گلاس. ڪوهه ڪاڏائين موچڙا. اڳين ته ڪڏهن نه ڪاڏا هئائين. ڪير ڪچندو هو، ڪترا ڪري ڇڏيندو هوس. ڪيترا ٻه چٽا هجن ڪوس وجهي ڇڏيندو هو. ڪنهن ڪنان اُه هو ڪنبندو. ٻوءَ ٻه اڄ هو ڪائي آيو جوارين هٿان موچڙا. ڪالو جوٺاريءَ جو جملو ڪڙڪو ڪري پيهڻ لڳس الدر:

”ڪنجر کهر ۾ ٻيٺي اٿئي ٻسي جي ٿو ڳٽي ڪرين.“ ڏله لڳو ڪرڻ، ’کهاڙي وٺو هجي ها ته ڪوس وجهي ڇڏيان ها.‘ تڪا لڳو ساهه ڪڻڻ ’اڳين ته سدائين ٻاڻ سين ڪٺندو هوس.‘ ٻاسو ورايائين، ڪريس وچي نهار، ڳاڙهن اکين جي لهار، گولن جهڙين اکين جي لهار، ٻاسي ۾ پيل کهاڙيءَ تي. اچي چٽر، لاڙي، ڳاڙهي ڳن واري کهاڙيءَ تي.

’ڪرٽي ڇڏيندس... ڪَن، سمجهن ڪچا ٿا... ٻسو نہ هوم ته ڏيءَ تي ڳار ڏائون... لشي ۾ هوس تڏهن پنج چٽا مٿان چڙهي ويام. ڪير ٽيندو آهي ڪالو جو مون ڪن ٿو ائين چئي. ڪٽي جو، جواري جواريءَ جو پٽ...‘ اندر ۾ آڪ جو ڪير ٻجي ويس. ’آئون به ته جواري آهيان، لشائي آهيان... نہ ڪڏان ها جُوا، نہ ڪان ها ڳاريون... هو حق تي آهن... هو حق تي آهن... سچا آهن... آئون جواري آهيان، لشائي آهيان، بيغيرت آهيان، ٻاڙيو آهيان...‘ ڏڪڻ لڳو سچوئي، ڏاڍا جهليائين هٿ، کهاڙيءَ جي ڳاڙهي ڳن ۾:

'آئون بي غيرت ناهيان... ڀاڙيو ناهيان...' پگهر ۾ تي ويو سڄو ڦل. ٽپ ڏيئي اٿيو.

"ڪيڏانهن ٿي ڪيڏالهن؟" هاشم اوتاري سان نڪرندو ڏسي هڪل ڪيس.

ڪجهه نه ڪڇيو، ٽڪرو ٽڪرو ويو لڪري اوتاري ڪنان پرهون. وڪاري لڳو وڃڻ، لاهين تان، چاڙهين تان، کامن سان، کڏن سان، کوہن سان، لٽين سان، لاٺن سان، ڍڍن سان، کالڊيرن سان، جتان ہي آيو اتان ہئي ويو. وڪاريندو. جهر جهنگ لتاڙيندو، نہ ڪنڊن جي پرواهہ نہ ڪٽين جو ڊپ. ڪسيون اورانگهيندو، پيڌ ڏيندو، سهڪندو، هاليارا هڻندو، پيرن جي دپ دپ ڪندو، ڀڳو ويو. چڙ اتر سان ڊوڙ پڇائيندو.

●

ٻئي ماءُ ڌيئون سياتي ڪنان ڏاڍا ٻڪ وڃهيو، هيٺ تڏي تي، ٻئي ڪيائون اوپاريون لهواريون خبرون.

"امان مون ڪَن تہ هت پئو ٿو ٿئي."

"ڇا جو پئو ڇوري، مون ڪَن ٻڪ وڃهيو ٻئي آهيين، اڄ ٿيو ڪڇا اينئي؟"

"امان ابا تہ اچا ڪين ورپو."

"ڪوهہ ٿي ڇنئينس ابا، ابا هجئي ها تہ هوڙن حالن ۾ ڪوهہ هجيين ها؟ ابا توجو مري ويو ڏيءَ! توجو ڪرڙ ہي مري ويو. تون ننڍڪي آهين. ڇورڙي، جتيم..."

هوءَ چپ ٿي وئي ۽ پوءِ باٺ جي ڏڪا ڏڪا جهوہي مان هوائن جا سُولست دپيل مڏڪن ۾ لڙهي ويا. سرن جي سرپاٽن سان الهي ڪڏهن اک لڳي وين.

●

"امان! امان! آمر..."

گهٽي ڇڏيس ڪنهن آواز. ڇڪي ڪيس ڪنهن ماڻس ڪنان پري. ڦٽوات لڳي ڪرڻ، پڪيءَ جيئن ڦاسي پيو هجي، ڪنهن پارهيڙيءَ جي ڪنڌيءَ ۾. اوچتو ڪنهن گهر ۾ اندر جهوت پاتي، تارن جي ڇاٽ ۾ اچي، چٽر، لاہڙي کهاڙي، ڳاڙهي ڳن واري کهاڙي، مٿي آيي ٿي. شيڪي مٿان شپڪو ٿي ويو. رت جون ڪسيون وهي هليون. هوءَ پيپاڪجي اٿي. چمنيءَ جي ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ ڏٺائين، بس لاشا رت ۾ ٻڏاٺا، جن جي وچ ۾ بيٺو هو مڙسهنس قابو جهليو کهاڙيءَ کي، رت هاڻي ريٽي کهاڙيءَ کي.

# سانول — خالي پنو



سورج-اڀ ۾ ڦُلو پئجي ويو هو.

۽ ڏينهن ٿيندرندو، پٿرين کي جهليندو، پهاڙ جي چوٽيءَ تائين پهچندو، ساهيءَ پٽڻ لاءِ ڪجهه دير هانيارو هٽندو رهندو، پوءِ پهاڙ تان پاڻ ڊاري ڇڏيندو— آتاهين کان هيٺاهين ڏانهن جن جو ڪٿي به ڇيهه نه هوندو.

هو به ڪِري رهيو هو. لاهيءَ تان مسلسل لُڙهي رهيو هو. بولاٽيون کائيندو. مٿان کان هيٺ ڏانهن. بندوق جي نالي کان به وڌيڪ پوساٽيل اونداهه ڏانهن. گهر کان آفيس... ڳوٺ کان شهر... دشمنن کان دوستن ڏانهن— ۽ هن جا هٿ ڪٿي به ٽِڪي نه سگهيا. جنهن به شيءِ کي پڪڙڻ چاهيائين، سا به ساڻس گڏ رِڙهي، لڙهڻ ٿي لڳي— وڻ، پاهڻ ۽ گاهه جا پٽ— پوڙا.

۽ گهٽين، رستن، چوڪن تي، جتي ڪٿي، هر هنڌ آهو اندو ماڻهو هن جي ڪَڍَ هو.

”تون دروازو کولين، ته ان ماڻهوءَ جي الڏين اکين ۾ نه ڏسجان، نه ته تنهنجي ليٽڻ جي جوت به کسجي ويندي— ۽ تنهنجي کُليل ليٽڻ تي هٿ رکڻ جو ساهس مون ۾ ناهي. جي مون دروازو کوليو، ته مان ته آلهيءَ ساڻ پيڙهه ٿي ويندس، منهنجا ساڻس ڪيترائي پلاند رهيل آهن: حفيظ عالمائيءَ، ثميره الطاف، نسيم جا پلاند، رخشي ۽ جاليءَ جا پلاند.“

سورج-اڀ آڏو اڌيرو ڦهلجڻ لڳو هو.

۽ ڏينهن نظر نه ايندڙ لڪيرن بنا هٿن سان ٺيلهجندو، پهاڙ جي لاهيءَ ڏانهن ڏِڪبو ويندو. رات جا پير پڪڙيندو— ۽ رات هڪ ٺُي ٽڏي سان هن جي نراڙ تي آٽمنهو ٿُتي رت ڇڏي، پير ڇڏائي ويندي— ۽ پٿر پنهنجي جڙ ڇڏي ڏيندو.
نديءَ جون گهرائيون ۽ پهاڙ جون اوچائيون هن به چاهيون هيون، پر ٿيو اُن جي بلڪل اُبتڙ. نديءَ مٿان هُو اولڙ ڪاٺيءَ جيان هو ۽ پهاڙ تي پنهنجي جڙ ڇڏي ڏنل هڪ پٿر سمان... ۽ لڳاتار ويو ٿي هيٺ ڪِرندو— پستين ڏانهن.

سورج-ڳانو لڙڪي پيو هو.
”سورج-مُکين کي آجهاڻ لہ ڏجان. ڀرڪڻ لڳن تہ الهن آڏو ہڪڙ ۾ پنهنجو مُک ڏري چڙهجان!“

آڏو پيل ڪوري ڪاڳر تي مس ڪُپڙي هارجي ويئي هئي. ۽ هو مس جي ڪارلهن کي ڪاڳر جي رهجي ويل اڇاڻ ڏانهن وڌندو ڏسندو رهندو. اڪ بہ ٿہ ڇنبي سگهندو. ۽ رات ڇاهي جيان لوسيندي وڌندي ايندي. هٿ وڌائيندو تہ گول تي ويندي ڪينهوء جيان ڪنڊا سيڙهيندي- ۽ هٿو قلم ڇپن ۾ جهليو، انڌي مس کي سڄي پني تي ڦهلجندو ڏسندو رهندو. ڪٿي نہ ڪٿي رهجي ويل اڇي ٽُبڪي جي آس ۾. پوء گهنگهور آپ ۾ رهجي ويل اڪيلي ستاري جيان، اُن اڇي ٽُبڪي تي پنهنجا نيڻ ڪُپائي ڇڏيندو.

”ڪوهن جا وات سدائين آسمان ڏانهن پٽيل ڇو هوندا آهن؟“
”جيئن تارا ڳڙڪائي سگهن.“
”۽ ماڻهن جا وات؟“
جواب ساريل هوس:
”روشنين کي ڳيهڻ ۽ اندر جي ڪارنهن کي اوڳاڇڻ لاء.“
۽ ڪارنهن اوڳاڇجي رهي هئي. ڪاڳر جي ڇپن ڏسائن کان انڌي مس ڦهلجي رهي هئي.

”ڪوئلي جو ڪاروبار ۽ پبلشنگ جو ڌنڌو ساڳي ڳالهہ آهن؛ هٿ بہ ڪارو تہ منهن بہ ڪارو.“
رائٽر/ايڊيٽر/پبلشر/پرنٽر/ڊيلر/ايجنٽ/.../... پنهنجو وات پٽي ڇڏيو هو.
”توکي رچنا جي دوا لاء ڏوڪڙ کپن ۽ مون کي ڪهاڻي کپي.“
--۽ هو ڪهاڻي لکڻ لاء ڪمري ۾ بند ڪيو ويو هو. هن در بند ٿيندي ڏٺو. ڪڙي ڏيڻ جو آواز پڌائين. ان ۾ تالو ڦاسائي ڪنجي گهمائي ويئي-- پوء سڀ آواز مري ويا.
......؟؟......(--)”......“
؛ ؛ ؛ / ؛ ؛ ؛ / ؟ ؟ ؟

هن ڪهاڻي لکي ورتي: ”خالي پنو“. سري کان سواء سڄي پني تي ڪجهہ بہ لکيل نہ هو- ۽ انهن اڻ لکيل اکرن ۾ انيڪ ڪهاڻيون سمايل هيون. اونداهي ماضيء، ميساريل حال، انڌي آئيندي جي ڪهاڻي... اسپيس ايج وارتا... نئين يُگ جي نئين ڪٿا... پولار جو ماڻهوء جي اندر کي ڪوريندو ويو ٿي ڦهلجندو؛ ان جي ڪهاڻي. ڪوڪلن رشتن لاتن جي ڪهاڻي، پر پبلشر ۽ پڙهندڙ؟ damn Care...

تڏهن ڪيس لڳو، ڄڻ هو انهيءَ ڪمري ۾ ڄڄڻ ڪان بند آهي. ۽ 200 وولٽ جو بلب مسلسل سندس تارونءَ تي ٻري رهيو آهي. ’ڪٿي پبلشر تالو ڏيئي چابي سوالبه ۾ ته نه آڇلي ڇڏي؟! ۽ جڏهن هيءَ عمارت ڪنڊر ٿيندي ويندي، تڏهن ڪوتيندڙن کي ڇا ملندو؟ پير ڪڙيءَ ۾ قاتل سُري جو هڏو/شو ڪيسن لاءِ‘/...... ۽ هن تالي ۾ چابي گهمڻ جو آواز ٻڌو—پوءِ لڪاءَ سان دروازو کُليو. ٻن دستانن چڙهيل هٿن سان هڪ سنهڙس آڏو ٻيل پنو ڪنيو، ۽ ٻئي ڪرانيءَ ڪان جهلي ڪيس ڏکهي ڪاريڊور ڏانهن گهليو، ڪاريڊور جي ڇيڙي تي آڊيٽوريم جي ٻيڪڙيل در مان روشنيءَ جي ليڪ ڦٽڙاتي رهي هئي.

روشنين ۾ وهنتل آڊيٽوريم ۾ گهڙندي هن کي لڳو، ڄڻ ڏينهن ڏني جو ڇمڙن واري ڪوٺيءَ ۾ هليو آيو هجي. آڊينس کي چهري تي نقاب ۽ جسم تي ڪارا ڪائون پاتل هئا. اڳين رو ۾ وينلن کي دل واريءَ جاءِ تي دالڳيءَ جيڏا ٻيج لڳل هئا. اڳين رو ۾ وينل دستانن پهريل هٿن واري سان، ڪنهن سُس پُس ڪئي، پوءِ ڪنڌ ڌوڻيندو اسٽيج ڏانهن هلڻ لڳو. هير-رانجهي جي ڪهاڻيءَ جي ڪردار ڪيدوءَ جيان. ٺيڪ آن پل لائيٽ آف ٿي ويئي—۽ هن جي چوڌاري چمڙا چرڙاٽ ڪندا آڏامڻ لڳا. هڪڙو ٿلهو متارو چمڙو هن جي شهه رڳ تي اچي چنبڙيو. هن الهيءَ کي پتي لاهي، اسٽيج ڏانهن آڇلايو ۽ ٻيڪڙيل در ڏانهن لُوهه پاتائين........ پهرئين ڏاڪي تان پير ٿڙي ويس—۽ هو ڪِرڻ لڳو.. بولاٽيون کائيندو... هيٺ... هيٺ... پچاڙڪي ڏاڪي ڏانهن... جيڪو پاتال ۾ لهي ٿو.

پهاڙ تان ڍرندي بازر ۾ نه هليل سورج—سيڪو مُٺ مان ڇڏائجي ويندس—۽ ڏينهن، انڌ مان هٿوراڙيون ڏيڻ لڳندو. ليندس ته ڪڏهن ٻن ترين وچ ۾ گهندو، آڱوٺي ۽ ڏِسٽيءَ آڱر جي وچ ۾ رهڙيندو، ڪُڙيءَ ۽ ڌرتيءَ جي چيپاٽ ۾ مليندو، مهٽيندو رهندو... چمڪائيندو رهندو.

# ٻ ڄڻو

ڪيهر شوڪت



هو ڪرسيءَ تي ويٺل هو، ڪبس بلب وسائي ڪافي وقت ٿي چڪو هو. ڪمرو هاڻي ڀيانڪ ۽ پراسرار تاريڪيءَ جي قبضي ۾ هو، ۽ هن جو ذهن هاڻي هڪ ئي نقطي جي چوگرد ڦري رهيو هو—۽ اهو نقطو هو: ثريا کي انهيءَ بيوفائيءَ جي هڪ وڏي سزا—اهڙي سزا جنهن سان ايڏي وڏي ڏوهه جي تلافي ٿي سگهي.

”نه نه... خدا جي واسطي مون کي اهڙي سزا نه ڏي—اهڙي سزا... خدا جي......“

”نڪري وڃ ڪُتي، مان چوان ٿو منهنجي اکين آڏو ٽري وڃ. هاڻي مون سان ڪوئي واسطو نه رهيو آهي نڪري....“

”نه نه، مان تنهنجي پيرن ۾ سرڻ چاهيان ٿي، مان... مون کي هن گهر مان هاڻي موت ئي ڪيدي سگهي ٿو. مان نه ويندس، مان...“

”ڪيئن نه نڪرندين، حرامزادي تنهنجي پيءُ جو گهر آهي جو نه نڪرندينءَ—نڪري وڃ—مان چوانءِ ٿو هلي وڃ ذليل رن... ڪتي... بدمعاش، لچي هلي وڃ هن گهر مان.“

هن ڀرپائين ثريا کي لتون هڻي ڪيرايو ۽ پوءِ نوڪرن سان ئي هن کي ڌڪي ٻاهر ڪيو.

”او الا! مان ڪاڏي ويندس؟ ننڍڙن ٻچڙن کي ڇڏي ڪيڏانهن ويندس؟ منهنجي ۽ منهنجن ٻچڙن جي زندگيءَ کي ائين تباهه نه ڪر—ٻچڙن جي صدقي مون تي قياس ڪر، تون...“

”نڪري وڃ ٻچڙن جي سڪي نڪري وڃ-وڃي پنهنجن يارن سان اهي تال ڪر، مان تنهنجي ناپاڪ وجود کي هڪ منٽ لاءِ به هن گهر ۾ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان-هلي وڃ.“

هن زوردار لتون هڻي ثريا جي هٿن کي چانئٺ تان هٽائي در کي بند ڪري ڇڏيو.

”هاڻي ڏسندس ته يارن وٽ ڪيئن ٿي سڪ ماڻين!“

ثريا کي اهڙي سزا ڏيڻ تي هن جي چپن تي فاتحانه مرڪ لڙي آئي. هن تصوير ۾ ثريا کي در در تي نوڪرون ڪائيندي ڏٺو، ذلتن جي گندگيءَ ۾ ڪرندي ڏٺو-تباهه ٿيندي ڏٺو. هن جا حال ٻچڙا ٿي ويا هئا ۽ ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿي ويا هئس. جسم ڪوڙهجي

ويو هيس. هن جي جوانيءَ جا گل ڇڻي چڪا هئا، ۽ هو هڪ هڪ جي اڳ۾ هٿ ٻڌي ڀيري سوال ڪري رهي هئي.

”او سائين الله جي نالي...“

”او بابو خدا......“

ثريا جي اهڙن حالن تي هن ڪان هڪ پوائنٽو ٺهڪ نڪري ويو ۽ هو خيالن جي دنيا مان نڪري آيو. هاڻي هو ان طلاق ڏيڻ تي، ۽ طلاق ڏيڻ کان پوءِ ثريا سان جيڪي سمجهه ٿيڻ وارو هو، ان تي تصور ڪري من ئي من ۾ مزو وٺڻ لڳو. ڪيتري دير تائين اها طلاق هن جي گهاوَ تي ملم رکندي رهي. پر اوچتو ئي اوچتو هن جي اها خوشي ڪافور ٿي وئي، جو هاڻي هن جي سوچ جي ڌارا ان طرف وهڻ لڳي ته خود طلاق هن سان انصاف ڪري نٿي سگهي. ازالو ڪري نٿي سگهي. الهيءَ گهاوَ تي مرهم رکڻ ته ٺهيو ويتر ان تي لوڻ ٿي ٻرڪي. چير ٿسي ڏئي. هن چاهي ورتو ته ثريا جو بي پناهه حسن ثريا کي تباهه ڪري نه سگهندو. ڪوڙهي فقيرائي بنائي نه سگهندو، اٽلو هن کي زندگيءَ جي جنتن ڏانهن وٺي ويندو. هوءَ جنهن کي به چاهي پنهنجي سونهن جي ڄار ۾ ڦاسائي غلام بنائي سگهندي. ڪو به هن جي سونهن جي دام ۾ ڦاسڻ کان انڪار ڪري نه سگهندو. هو ان سونهن جي هٿيار سان نه رڳو سارو جوڀن ئي عيش سان گذاري سگهندي، پر ان جوڀن جي بهار کان پوءِ به هو پنهنجي لاءِ ايترو بچائي سگهندي جو اڃن وارن ۾ به مڇي ماني کائي سگهي. هن کي ثريا جي منصوبن ۽ سليقي منديءَ جي مڪمل ڄاڻ آهي. ۽ ايئن ٿيڻ هن کان ڪڏهن به برداشت ٿي نه سگهندو. هو ان جو تصور به ڪرڻ نٿو چاهي. هاڻي طلاق هن تي ٺهڪ ڏيڻ لڳي. هن تي چٿرون ڪرڻ لڳي. هن سوچيو ته ثريا تي طلاق ڏئي هن کي عيش واري زندگي گذارڻ نه ڏيندو. پر هو هن کي اهڙي سزا ڏيندو جنهن کي ثريا جا پويان به ياد ڪري لرزي ويندا، ڪنبي ويندا، ڏيهه کي ڏس ڏيندا:

هن هڪ دفعو يقين ڪرڻ لاءِ وري ثريا کي پاڪر پائي ڏٺو. ثريا کي واقعي ننڊ ڪٺي وئي هئي.

”نانگڻ توکي ننڊ ۾ ننڊ نه ڏنم ته منهنجو نالو ڪتيءَ تي رکجانءِ.“

هو پنهنجي منهن پڙڪيو ۽ پوءِ آهستي آهستي پلنگ تان هيٺ لٿو. ٻلب ٻاريائين. اڳهور ننڊ ۾ ستل ثريا ڏانهن ڏٺائين ۽ پوءِ ساري گهر ۾ چڪر هنيائين. ٻين مان ڪڏ سنڌس ٻئي ننڍڙا ٻار ۽ ماڻس ۽ پيٽس سان موت جهڙي گهريءَ ننڊ جي قبضي ۾ هئا. هو ڪمري ۾ گهڙيو. در بند ڪيائين ۽ پوءِ اڳتي وڌي ٻلب وسائي، پنهنجو وهاڻو ثريا جي وات تي رکي، وهاڻي جي مٿان ليٽي پيو، ڇاتي ۽ سموري جسم سان وهاڻي کي پنهنجي پوريءَ طاقت سان زور ڏنائين. ثريا جو وهاڻي ۽ ڇاتيءَ جي زور سان ساهه منجهڻ لڳو ۽ هو پاڻ ڇڏائڻ جي ڪشمڪش

ڪرڻ لڳي. هن اڃا بہ پنهنجي سموري طاقت گڏ ڪري ورتي. ثريا جي لڇڻ پڇڻ ۽ ڦٿڪڻ ۾ هاڻي تمام گهٽي واڌ اچي ويئي هئي. موت جي شديد جنگاڻ ۾ آخرڪار ثريا ڦاٿل ڪرڙيءَ جان اچي ڦٿڪي هڪ آخري وڏي ڪوشش ڪئي ۽ پوءِ سندس جسم سنجي هميشه لاءِ ٿڌو ٿي ويو. هو ٿڪا ٿڪا ساهہ کڻڻ لڳو. هٿ سان نرڙ تان پگهر اگهي، هن ثريا ڏانهن نهايت نفرت سان نهاري ثريا جي منهن ۾ ٿڪ وهائي ڪڍي ۽ پوءِ کٽ تان اٿيو.

خيالن جي ننڊ سان ئي هن جي چپن تي فاتحانہ مرڪ نچڻ لڳي. هن کي لڳو تہ اهائي صحيح سزا آهي. ان سان اهڙو لڳل داغ ڌوپجي سگهي ٿو. ان سان ئي منهن تي گهمايل دالڪيءَ جي ڪارنهن ڪان اڃو ٿي سگهجي ٿو. اهوئي ان مرض جو صحيح علاج آهي، ٻي ڪابہ ڦڪي فرق نہ ڪندي. هاڻي هو ان موت ۽ موت ڪان پوءِ پيش ايندڙ ڳالهين لاءِ پاڻ کي تيار ڪرڻ لڳو:

”ماءِ لارڊ مان بلڪل بي قصور آهيان، مان هڪ انهيءَ عورت کي ڪيئن ٿو قتل ڪري سگهان، جنهن سان سون کي شاديءَ ڪان پوءِ ئي نہ پر شاديءَ ڪان اڳ ۾ ئي محبت هئي. ماءِ لارڊ اسان جي لوُ ميرڊيج هئي. مقتولہ جي زندهہ رهڻ تائين اسان جو پيار قائم هو. ۽ اها رڳو منهنجي مائٽن جي ئي نہ پر سموري پاڙي وارن جي راءِ آهي، ماءِ لارڊ اسان کي ڄاڻيندڙ اسان جي مثالي پيار جون هرهنڌ پچارون ڪندا هئا. اهو توهان معلوم ڪري سگهو ٿا. ماءِ لارڊ مان پنهنجي اهڙيءَ شريڪ حيات کي ڪيئن ٿو ماري سگهان جنهن...

۽ پوءِ هو اهڙي بچاءَ جي طريقن ۽ ثريا کي جدا جدا نموني جي اذيتن ڏئي مارڻ جي طريقن تي تصور ۽ خيال پچائيندو رهيو. هو ڪڏهن ثريا کي گهٽا ڏئي ماري رهيو هو، ڪڏهن هن کي مڏي ڪاتيءَ سان ڪهي رهيو هو تہ ڪڏهن هن کي گوليون هڻي ماري ٿي وڃائين ۽ وري ڪڏهن پوليس تہ ڪڏهن مائٽن ۽ دوستن سان تہ ڪڏهن ڪورٽ ۾ پنهنجي بچاءَ ۾ بيان ٿي ڏنائين. اڻين ثريا جي موت ۽ ان ڪان پوءِ جي حالتن تي سوچيندي هن کي ڪافي دير ٿي وئي. ان ڳالهہ کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ هاڻي هو ثريا جو انتظار ڪرڻ لڳو، پر ثريا هئي جنهن اڃا تائين اچڻ جو نالوئي نہ ٿي ورتو، ۽ ان ڳالهہ هاڻي هن کي پريشان ڪرڻ شروع ڪيو هو. هو بي چيني مان ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ ڪجهہ وقت ورالدي ۾ بيقراري سان هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ لڳو، ۽ پوءِ هو در ڪولي گهٽي ۾ آيو، ۽ اتي ڪافي دير تائين بيٺو رهيو. رستو هاڻي سنسان ٿي ويو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪا ٽيڪسي يا رڪشو ٿي آيو تہ هن کي ثريا جي اچڻ جو گمان ٿي ٿيو. آخر تنگ ٿي هو وري گهر ۾ موٽي آيو. پلنگ تي ليٽڻ ڪان پوءِ بہ هن کي آرام نہ آيو. هاڻي هن جي ذهن هڪ ٻئي نڪتي ڏانهن سوچڻ شروع ڪيو هو. هن کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ ثريا نہ رڳو اڄ موٽي ڪونہ ايندي، پر هوءَ هميشه لاءِ وري هن جي گهر جي چائنٺ ڪونہ ٽپندي ۽ ان ڳالهہ هن جي جسم ۾ ڏڪڻي پيدا ڪري ڇڏي. هن جي

اکين ۾ ڏپ لهي آيو. ٻکي جي فل اسپيڊ ۽ هن جي جسم ۾ ٻگهر کي روکي نہ سگهي.
هن سوچيو، ثريا جي ڇڏي وڃڻ کان پوء هو پاڳل ٿي پوندو. هن جو گهر برباد ٿي ويندو.
هن جا ٻار رلي ويندا. هن جي مائٽن جي زندگي تباهہ ٿي ويندي. هن سوچيو، هو ائين
ٿيڻ نہ ڏيندو. ثريا کي ان پوڙهي مکروهہ ٻاس سان وڃڻ نہ ڏيندو. هن سوچيو، ثريا کان
سواء هن جي حيثيت ئي ڇا هئي! خسيس ڪلارڪ، جنهن جي پگهار خود هن جي وجود لاء ئي
پوري نہ آهي. اها ثريا آهي، جنهن جي آمدنيء سان گهر جو گاڏو گهلجي ٿو، نہ تہ مائٽس،
ننڍڙا ٻار، ٻائر، جوان ڀيڻرون ۽ ڀُٽس جو ڪاڏو پيتو، ڪپڙو لٽو، دوا درمل ۽ پڙهائي ڪٿان
پوري ٿيندي؟ ڪير الهيء دوزخ جو پيٽ ڀريندو؟

”نہ مان ثريا کي وڃڻ نہ ڏيندس--وڃڻ نہ ڏيندس.“

هن محسوس ڪيو تہ ثريا هن لاء، هن جي گهر لاء هڪ اهم هستي آهي. هڪ بيحد
ضروري شيء آهي. هڪ لازمي حصو آهي، جنهن کان سواء هر شيء اڻ پوري آهي. نامڪمل
آهي. اڌوري آهي. رهجي ويندي. هاڻي هن کي پنهنجو پاڻ تي چڙ اچڻ لڳي تہ هو ڪهڙو
نہ بيوقوف آهي. هڪ اهڙيء هستيء کي سزا ڏيڻ ٿو چاهي، جنهن کان سواء هو هڪ پل
بہ جيئي نٿو سگهي، جنهن جي مدد کان سواء هن جي زندگي تباهہ ٿي سگهي ٿي. ثريا کان
اڳ هن جي زندگي ڪهڙي هئي؟ هن جي گهر ۾ ڇا هو. گهر هو يا گند ۽ ڪچري جو ڍير.
ڀيون شيون تہ ٺهيو، پر ضرورت جي شيء بہ هن وٽ ڪونہ هئي. ٻيءَ جي طرفان ورثي ۾
ملندڙ ٽپڙن کان سواء هن هڪ بہ شيء ورتي هئي؟ سڀ ثريا جي طفيل--ها سڀڪجهہ ثريا
جي صدقي ٿي. ثريا گهر ۾ لڇمي بڻجي آئي آهي. هن کي محسوس ٿيو تہ اڄ جڏهن هرڪنهن
جي وات تي هن جي گهر جي تعريف آهي، سو رڳو ثريا جي ڪري، ٽي. وي، صوفا، سون،
بئنڪ بئلنس ۽ ٻيو سڀڪجهہ ڇا ٻهريائين هو؟ ۽ اهو پيار، اهڙو والهانہ پيار ڪا ٻي عورت
ڏئي سگهندي؟ هن جي ڇپن جي ڪنڊن تي هڪ عجيب مرڪ ڦڪڙڻ لڳي.

”ٻي ڳالهہ ٻڌي اٿئي؟“

”نہ.“

”بس بابا قيامت آئي.“

”اڙي ڳالهہ ڇا هئي!؟“

”بابا، بي غيرتي جي حد ٿينهي آهي--ڏس تہ ڪهڙو زمانو آيو آهي. زال وتي يارن
سان هلندي ۽ مڙس وتي ٽانء ۾ ڀريو-- توبهہ توبهہ اي منهنجا رب! لڪ هجيس تہ ٻڏي مري!!“

”اڙي ڪنهن جي باري ۾ ٻيو ٻکين؟“

”ٻکان ٻيو! ميان حقيقت ٻيو ٻڌايانء. پاڻ وارو حليم آهي نہ ان جي زال ٻين سان
ڪارو منهن پئي ڪري.“

”ڇو نه؟“

”اڙي مان جوڻس کي اکين سان ڏسي چڪو آهيان. هن جي ڪنهن سان به ڪا ڳالهه ناهي. ڪوڙ ڳالهائي ٿو.“

”مسٽر حليم توکي اکيون ڪونهن يا بي غيرت ٿي ويو آهين؟“

”ڇا ٿو چوڻ چاهين؟“

”ڇا ٿو چوڻ چاهيان—تون منهنجي ڳچيءَ سان هٿ نه ڪر. ميان، پنهنجي زال کي سنڀال، هوءَ مان نڪتي ٿي وڃي...“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“

”ڪوڙ ٿو ڳالهايان ها ها... واهه...“

”توکي ان جو ثبوت آهي؟“

”ثبوت ڪوڙ. ثبوت مان توکي ڏيکاريندس. ميان، هڪ تون ئي الٽو آهين، دنيا ٿي ڄاڻي تنهنجي جوءِ جا ڪرتوت.“

ڪافي ڏينهن جي ٿُڪ-لعنت، سوچ ويچار ۽ پيڙا کان پوءِ دوست سان ڪلب ۾ گهوڙي آيو آهي. بال روم آهي. ڊانس پئي هلي. جوڙا شراب جي نشي ۾ ڌت هڪٻئي جي جسم سان گڏيل جسم—۽ ثريا پوڙهي باس سان سينو سيني ۾ ملائي، نچي رهي آهي. باس جي ٻانهن مضبوطيءَ سان هن جي چيلهه ۾ جڪڙيل آهي ۽ ثريا جو انگ-انگ انهيءَ پوڙهي جي لڱ-لڱ سان جڪڙيل آهي. هو پاڻ کي ڪنهن وڏي گندي نالي ۾ ڪِريل محسوس ڪري رهيو آهي. هن کي لڳي رهيو آهي ته هن جي حيثيت هاڻي هڪ ڪاڪروچ کان مٿي ناهي. هن جي اندر ۾ باهه ڀڙڪي اٿي آهي. هن جي اکين مان اماڙيون نڪري رهيون آهن، ۽ هو ان سڀڪجهه کي ختم ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي رهيو آهي، پر پٺ-ئي قدم اڳتي وڌي، هن کي الائي ڇا ٿي ويو آهي، جو هو جنهن تيزي سان اڳتي وڌيو هو، انهيءَ تيزي سان ئي ڪنڌ جهڪائي ڪلب کان ٻاهر نڪري آيو آهي. دوست جا سڏ به هن کي روڪي نه سگهيا آهن.

هاڻي هڪ دفعو وري ثريا جي خلاف هن جي اندر ۾ باهه ڀڙڪي اٿي. هن کي بي غيرتيءَ جو احساس ڪاريهر بڻجي ڏنگڻ لڳو. پر هن جي اڳ و سندس دوست جي صورت ٿي آئي ته هن کي خودڪشي ڪرڻ جو خيال ٿي آيو. هاڻي هن جي دل ۾ اهو خيال وري گهر ڪري ويو ته هو ثريا کي هاڻي اتي ئي ڪلب ۾ وڃي عيش اڏائيندي ختم ڪري ڇڏي. هن اهو سوچي، رڊ ٿي مان ڇُري ڪنئي ۽ در ڪولي ٻاهر نڪري آيو ۽ روڊ تي ڪنهن ٽئڪسي يا رڪشا جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. پر هاڻي ته هڪڙي رڪشي کان سواءِ ٻي ڪابه سواري نه لنگهي ۽ ان رڪشا واري تي رڪشي کي بيهارڻ به مناسب نه سمجهيو. هن رڪشا واري کي گاريون ڏئي، پنڌ هلڻ شروع ڪيو. ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هن کي پنهنجي ديوانگيءَ

تي چڙ آئي. هن کي ياد آيو تہ سڄي رات جي پنڌ کان پوءِ بہ هو ان ڪلاب تائين پهچي لڳو سگهي. هن ٿڪل قدمن سان هاڻي پاڻ کي گهر ڏانهن گهلڻ شروع ڪيو، گهر پهچي وري اچي ڪرسيءَ تي ويٺو، ۽ ثريا کي سزا ڏيڻ لاءِ وري مختلف طريقن تي سوچڻ لڳو. اوچتو سندس در تي ڪنهن ڪار جي بيهڻ جو آواز ٿيو. گهڙيءَ ڪان پوءِ گهر جي گهنٽي وڄڻ لڳي، هن ٻهريائين ان گهنٽي کي نوٽيس نہ ڏنو، ۽ پوءِ اهو سوچي تہ متان گهر وارا جاڳي پون ۽ هن جو ثريا کي مارڻ وارو منصوبو پورو ٿي نہ ٿي سگهي، اهو سوچي هو در تائين آيو. ڪار جي وڃڻ جو آواز ٿيو، ۽ ان سان گڏ ثريا جي لرزندڙ آواز ۾ ”باءِ باءِ“ ٻڌي هن در کوليو، هن در کان هٽي ثريا کي اندر اچڻ جي جاءِ ڏني. ثريا ساڙهيءَ کي سنڀالي گهر ۾ گهڙي. هو ثريا جي پٺيان هلڻ لڳو.

”ٽائيم ڏٺو اٿي؛ ثريا؟“

”ڏٺو اٿم، ٻہ ٿيا آهن نہ!“

”۽ تون ايترو وقت ٻاهر هئين! ڪنهن سان هئين؟ ڪنهن سان هئين؟“

ثريا ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ هلندي ٿي رهي.

”مون ڇيو ڪنهن سان هئين ايترو وقت؟“

”آخر توکي ٿيو ڇا هي! ڏينهون ڏينهن وڃي ٿو شڪي مزاج ٿيندو وڃي ٻڌجندوا خبر بہ اٿي تہ ڪڏهن آفيس جو ڪم وڌي ويندو آهي - آخر مون کي ايڏا پئسا مفت ۾ ڪونہ ٿا ملن، ڪم ڪرڻو آهي ۽ اڄ باس جي ڌيءَ جي سالگرهہ هئي - مان جنهن پوزيشن ۾ آهيان اتي ائين ڪرڻو پوندو، توکي ان جو احساس هئڻ گهرجي، ۽ تون آهين جو منهنجي باري ۾ اجايو سجايو ويٺو سوچين!

”تون سالگرهہ ۾ هئين يا؟“

”يا ڇا؟“

”.........“

”ڪيچ ڪٿي تنهنجو آخر مقصد ڪهڙو آهي؟ دليا ۾ پين زالن جا بہ مڙس آهن يا صرف تون ئي اچي ساماڻو آهين! توکي ايترو ڪنزرويٽو نہ ٿيڻ کپي - ان ۾ خود منهنجي انسلٽ آهي!!!“

هن کي باهہ وٺي وئي. هن جي من ۾ آيو تہ اتي ئي ثريا کي پٺيان پاڪر وجهي کيس هميشہ لاءِ چريءَ ساڻ ڪِترا ڪِترا ڪري ڇڏي پر هو ائين الائي ڇو ڪري نہ سگهيو - ثريا ڪمري ۾ گهڙي وئي ۽ هو اتي ٻاهر ورانڊي ۾ ئي رهجي ويو. هاڻي هن کي پنهنجي اي غيرت هجڻ جو پڪو ويساهہ ٿي ويو. ان احساس هن کي وري تپائي وڌو. ثريا جو هليو وڃڻ - ۽ ان کان پوءِ وري ٻي شادي نہ ڪري سگهڻ جي سڌ ۽ نهيل گهر جو ڊهڻ هاڻي هن لاءِ ڪائي معنيٰ رکي نہ سگهيو.

هن سوچيو، هاڻي هو بي غيرت نہ ٿيندو. هن حالتن سان ڪنهن بہ لمولي ڳالهہ نہ ڪندو، پنهنجي زندگيءَ يا گهر ڪري ڪوبہ سمجهوتو نہ ڪندو. هو ثريا کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ اچا اندر ڪمري ۾ ٿي ويو تہ ايتري ۾ ثريا ٻاهر لڪري آئي. ثريا کي هن وقت نائيٽ ڊريس پاتل هئي ۽ هوءَ انهن ڪپڙن ۾ بي انتها حسين لڳي رهي هئي. لنڊاڪڙن نيڻن هن جي سک کي اچا وڌيڪ سندر ڪري وڌو هو ۽ اها ثريا جي خوبصورتي هئي يا حسين ۽ عيش واري زندگي، جنهن هن کي قاتل بنجڻ نہ ڏنو. اهو هو سمجهي نہ سگهيو. هو هاڻي قاتل نہ ۾ بي انتها رحم جوڳو لڳي رهيو هو. ثريا هن ڏانهن وڌي آئي.

”ٻاهر ويٺو ڇا پيو ڪرين!؟“

هن ڪوبہ جواب نہ ڏنو. ثريا هن جي ڳچيءَ ۾ ٻاڪر پائي، هن جي ڪِهي ڳل تي چمي ڏني.

”هل، هلي آرام ڪيون — رات بہ ڪافي لڙي چڪي آهي.“

هو ثريا سان ڪنهن لنيڙي رئل پار جيان وڃڻ لڳو. ثريا هن کي پلنگ تي ليٽائي، بلب وسائڻ وئي. ثريا جي بلب وسائڻ سان هن ڇُري ڪيي آهستگيءَ سان پلنگ جي هيٺان رکي ڇڏي. ثريا هن ڏانهن وڌڻ لڳي.

”بي ڳالهہ پڌي، باس کان تنهنجي لاءِ هڪ سٺي نوڪريءَ جو واعدو ورتو اٿم. تو جهڙو ماٺهو واهيات ڪلارڪيءَ جي چڪر ۾ ڦاٿل هجي، اهو مون کان ڪڏهن بہ برداشت ٿي نٿو سگهي.“

هن ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ اکين ۾ آيل لڙڪن کي هٿ جي ترِيءَ سان اکين چڏيائين. ثريا اچي هن سان ليٽي، تہ هن ڏاڍي زور سان ثريا کي پنهنجي ٻاڪر ۾ پڪوڙي ڇڏيو، ڄڻ هن کان ڪوئي ثريا کي ڌار ڪندو هجي، کسي وٺندو هجي، يا ثريا هن کي ڇڏي ويندي هجي.



’مهراڻ‘ جي ٻي ٽماهي جو رسالو 252 صفحن تي، علم، ادب ۽ بامقصد مضمونن ڪري گوءِ ڪڍندو پيو وڃي. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي، جو ٽي.وي تي هلندڙ سنڌي پروگرامن تي تنقيد ڪئي وڃي، جيڪي ايڏا تہ غير معياري آهن، جو ڇٽي ڪٽي چپ ڪجي... مجموعي طور اٿين ڪٽي ڇڄي تہ امداد حسيني ’مهراڻ‘ کي ماٺ مان ڪيي سيلاب ڏانهن وٺي ويو آهي. شال ’مهراڻ‘ اچا وڌي وڌو ٿئي.

هفتيوار ’مجاهد‘ شهدادپور

8.8.1978

# ڳالهه                مسڪين ملاڪاڏياري



**وقت** گذرندي دير ئي ڪين لڳي. پل، پهر، ڏينهن هفتا، مهينا، سال، صديون... پوءِ واريءَ تان واءُ پيرا به آڏاريو وجي؛ پر ساروڻيون؟ ساروڻين کي سنگهر ڪير وجهي سگهيو آهي؟ هيءَ ساروڻي به ان وقت جي آهي، جڏهن سنڌ تي انگريزن جي بادشاهي هئي -- جهڙي ڪاٺوئي ڳالهه!

ڪپڙو، جيڪو عام جام پيو ملندو هو، ان تي ڪنٽرول پئجي ويو. واپاري وڙي جي ته جهڙوڪر الله ڪئي سٺي، ۽ ڪپڙو لڪائي ڇڏيائون. سرنديات ته بلئڪ تي ڳنهي پئي سورت ڪئي؛ پر گريب گُربو ته مانيءَ ڳيي لاءِ ئي حيريان هو، سو انگ ڍڪڻ ته پري رهيو؛ پر ميّت کي ڪمن ڏيڻ لاءِ به لاڪس مسئلو ٿي پيو ۽ هو ڳوٺ ۾ ويڙهي مڙدا دفن ڪرڻ لڳا! واپارين جي پيگهي سچي آئي؛ ۽ چوُر وانگي سيشڪينن جو رت چوسڻ لڳا- هنن ٽڪراٽا ٺاهيا: ڪو ٽڪر چولي جو، ته ڪو سٿڻ جو؛ تن کي ملائي ڪئي ٻتڙيون ٺاهيائون. آءٌ به انهن ٻتڙين جي ڀهراڙين ۾ گهور ڪندو هوس.

اسين شهري ته ڳوٺاڻن کي بي خرچو ڪيلي ڪيڪاريون به ڪين؛ پر جڏهن ڀهراڙيءَ ۾ وڃڻ ٿيندو، ته ماروئڙا گهوريو پاڻي پيا پيئندا. سا جاءِ ته ليندن، جتي ڪٽي ويهارين. آئي جي آڌر ته ڪو ڪاٺن سکي! هوئن به سنڌڙي سچي سولي آهي ۽ سنڌ جا سانگي املهه مائڪ چئجن ته وڌاءُ ڪينهي- هڪ ڏهاڙي بنا نيرن نڪتس گهورپ تي. اچي هڪ ڳوٺ پيڙو ٿيس. ويهه- پنجويهه چنا ۽ لانڍيون، تار لوڙها ڏنل. ”آيو ڪپڙو وارو“ اچا هوڪو ئي مس ڏنم، ته ڪتو ڀؤنڪي وريو. ”ڪتو“ ڪنهن مائيءَ هڪل ڪئي ۽ ڪتو پڇ لوڏي، اتيئي گروشيون ڪندو ويهي رهيو. مائيءَ مون کي اندر اچڻ لاءِ چيو: ”هليا ابا هليا“. ٿونرن ۽ ٽڪن وارو ڪَچ پاتل، سٿي تي ٻه- پوتي اجرڪ اچين ليڪن، سوسيءَ جي ڪاري تَر تي وڏي جهولدار سٿڻ. پيرن ۾ ته- ٿونري جتي. مائي ساڻ ڳنهي مون کي اڱڻ ۾ پيل کٽ تي اچي ويهاريو. چوُ پاسي نهار ڪيم. گهر اڳيان ليڌِ سان لِتل اجو ڪير جهڙو ٿلهو ’ڪر پنت‘ ناري، ويهي مٿس ڪائجي‘. مائيءَ پنهنجي ليائيءَ کي سڏيو. ليائيءَ سٽپ ڪئي، ڪُنديءَ جو ليڙو ڪولي، پاجهري ڪڍي ۽ ان ڪئي لنگهه ۾ لاهي، سُهريءَ جا ٻه- ٽي چڙڪا ڏنا ۽ پوءِ ڪئي اچي جنب تي ويئي. وارا ئي به ڪڍيائينس. اتو ڪئي اچي چُلهه وٽ ويئي. چُلهه تي ٿوبي چڙهيل هئي؛ ان هيٺان باهه

ٻاري لينگري ويٺي اٽو ڳوهڻ. ٻه سوڪ سنهڙيون مانيون پچائي، مکڻ مکي، دٻڪيءَ ۾ رکي، ڳهاٽي ڏڌ جي چوٺريءَ ۾ مکڻ جو اڌ پاءُ چاڻ پري، مٿان ڪنجهي جو وٽو رکي، ننڍڙي ٻنگاريءَ ۾ ٿورو ڳُڙ ڪٽي اچي مون آڏو رکيائين. ”ادا، اوهين شهري ڪائو ڪندا! اسين ڪندا ڪا عيد براد تي ڏسون، سا به نه ڏسڻ جهڙي.“ ماني ڪائي اڳريون ٻه چٽي ويس. مٿان ڏڌ جا ٻه وٽا چاڙهيم.

هاڻي مائي وڏيءَ چوڪرين کي سڏيو؛ جيڪي چوڌاري گهرن مان نڪرنديون اچي ڪپڙي تي ڳاهٽيون. آءٌ ٻه ڪٽ تي آهلي پيس ۽ ننڊ ڪجي ويم. سجاڳ ٿيس ته پيشيون اچي ٿيون هيون. ٻرائي گهر ۾ اٺين سمهڻ تي پاڻ کي سيٺيم. مائي وڏي مون کي جاڳندو ڏسي ڪلي پيئي: ”ابا، اهو ماهي لسيءَ جو لشو هو.“ تيسين ٻريان هڪ ڪرڙوڊ همراهه، اجرڪ جو ٻٽڪو ٻڌل، ڏاڙهي ڪرڙ جهرڙ، اچي مون کي هٿ ڏنائين: ”ابا تون سڪٽي رازي جو پٽ آهين نه؟“ مون هائوڪار ڪٽي ۽ ڪالٽس لالو پڇيم. ”ابا، منهنجو لالو تورپيو آهي، تون ننڍڙو آهين، پٺهين ۽ چاچهين منهنجا ساٿاري هئا، ڏاڏيون ساٽن مزوريون ڪيونسين، تون ورهين ڪري آيو آهين، اڄ رات ترس ته ڪريون ڪي ڪچهريون.“ مون سندس ٿورو مڃيو ۽ هو ڍڳن کي پاڻي پيارڻ لاءِ هليو ويو.

مون کي اچي منهنجي ٻڙين جي اڻ تڻ لڳي؛ جيڪي سڀ ڪچي وڌون هيون، ۽ پنڙ پالهو لڳو پيو هو. ڳٽي ورائي ويم ته ڪا ڳم نه ٿي وڃي. ”ابا، ٻڙيون ته تنهنجون سڀ ڳٽيل هولديون، اچي پنهنجا پئسا ڳنهه.“ تڏهن ساهه پيم ۽ پنهنجي سوچ تي لڄي ٻه ٿيس. حساب چڪتو ڪري ورڻ لڳس، ته وڏي مائي انج پاڻيون ٻاجهري منهنجي ڪپڙن واري ٻدوڪيءَ ۾ پائي، اچي منهنجي آڏو رکيون! ”ابا، هي تنهنجي مهمانيءَ جون آهن.“ نينگرين مان هيڪڙيءَ ڪتي جي ڪنڌ تي لت رکي —۽ پيءَ ڪڙهه جو ڍلگر لاهي، مون کي گهٽي آڪاري—۽ ڳنوارن ڳوٺاڻن جون ڳٽن پريون ڳالهيون ڳٽي، مون ماڳ ڏانهن ويندڙ مارڳ تي وِکَ وڌاري...



نسيم احمد کرل جي لکڻ لاءِ جاکوڙ، سنڌي ٻوليءَ کي زندهه رکڻ جي جاکوڙ آهي.

## بيدل مسرور (پورٽريٽ)



# اولڙا اولڙا زندگي اولڙا (٢)

”پوءِ...“

”بهتر آ ته ان ڳالهه تان لهي-وڃ تون مون کان رکو اهو پڇ، ته هزماسٽرس وائيس يا ان جهڙو ڪو افسانو اسان جي مائن ڀينرن ۽ ڌيئن تائين پهچندو ته ڪهڙو اثر ڇڏيندو؟“

”ها ٻڌاءِ ڀلا“.

”اهو هڪ اهم سوال آهي، جنهن بابت ڪوبه فيصلو تڙتڪڙ ۾ ڏئي ڇڏڻ، پڙهندڙ لياڻين سان هڪ قسم جو انياءُ ٿيندو، ته ٻئي طرف اصل مسئلي سان بي‌انصافي ٿيندي. ڪهاڻيڪار ته ڪلاڪار آهي، هڪ سر قبول نه پيو ته هزار سر سٽيندو ۽ پنهنجي اندر جي آڳ پڙهندڙن تائين پهچائيندو.“ هن لڪڻ کي هوا ۾ لوڏائيندي چيو، ”اسان جي سماج ۾ هڪ اهڙو سرشتو صدين کان ڪم ڪندو رهيو آهي جنهن هزار حوا جي ڌيئن کي ڏکي الهيءَ اوڙاهه ۾ نيو آهي، جنهن کي مون حسن جي بازار ڪوٺيو آهي ۽ جنهن کي آغا سليم (تنهن وقت آغا شاهين جي نالي سان لکندو هو) ساڳي ئي پرچي ۾ ’جسمن جو ليلام گهر‘ ڪوٺيو هو، جنهن کي عام طرح ’چڪلو‘ ڪوٺيو ويندو آهي. عام زندگيءَ ۾ اسين هزار حيلا ڪيا هلايون، لک اپاءَ ڪيا ونون، ته جنهن ريت اسان جون پنهنجون نياڻيون انهيءَ اوڙاهه ڏانهن ڌڪجي وڃڻ کان بچي پون. هزارن حيلن ۽ لک اپائن کان پوءِ به، هزارها شريف گهرائن جون ڌيئون، ڀينر ۽ ڪن حالتن ۾ مائر پڻ مجبور ٿيو ڌڪجي وڃيو انهيءَ اوڙاهه ۾ ڪرن. ظاهر آهي ته اسان جا اهي اپاءَ ۽ حيلا وسيلا اهڙا ئي آهن جهڙو ان ماڻهوءَ جو تدارڪ، جيڪو پنهنجي پٽيءَ مان ڪانڌيرا ڪيڏي ڇڏڻ جو خواهشمند هجي ۽ روز صبح جو کهو کڻي، وڃي هڪ منڍي کان پٽي منڍي تائين ڪانڌيرا چالڪي اڇي، هفتي سوا بعد اهي ڪانڌيرا جيڪي سي زور وٺي لڪري ايندا ۽ وري اهو کهو ۽ اهو وٺج—اهڙيءَ حالت ۾ علاج رڳو هڪڙو آهي، ته اسان انهن ڪالديرن جي پاڙ پٽي ڪيون. پاڙ پٽي ڪيڻ لاءِ ظاهر آهي، ته ان جي پاڙ تائين پهچڻو پوندو، ڪانڌيري جي پاڙ لاءِ هرهڪ هاريءَ کي ڄاڻ آهي، ته زمين ۾ نون انچن کان فوت تائين هوندي آهي. گهرائيءَ ۾ جي هڪڙو نرڪنڙ جو هر

وهائبو ته ڪم تي ويندو، پر اسان جي هن مصيبت جون پاڙون اسان جي معاشري ۾ ڪيتريون اونهيون ڪتل آهن، ڪيئن انهن تائين پهچبو، سو به چڱيءَ طرح چئي نٿو سگهجي. خاص ڪري، جيستائين پيئرون، جيڪي هن مصيبت جو شڪار ٿين ٿيون، سي جيڪڏهن انهيءَ ڳولا ۾ هٿ وٺن نه ڪنديون، ته الهن جو انت لهڻ ڏکيو ئي نه بلڪ اڻ ٿيڻي آهي؛ خواهشون، تمنائون، جذبا، سڌون، لالچون سڀ گڏجي هڪ اهڙو تيز وهڪرو ٺاهيو ڪين، جو سڄڻ چون سمجهائيون ۽ حبين جا حيلا وسيلا سڀ بيڪار ٿيو وڃن ۽ ڪانه ڪا پيڻ وهيو وڃيو انهيءَ اوڙاهه ۾ ڪري. جيڪڏهن آءٌ چوان ته ادا منهنجو گهر بچيو پيو آهي ته مون تي خدا رحم ڪيو آهي، ته اها ڳالهه ائين آهي جيئن ڪو چنگهه چرڪي وات ۾ پيل ساٿهو چوندو هجي، خدا جو فضل آهي ڏڙ ته ڏاڙلي وَس نه آهي—باقي رهيو سوال مڻي به مات سُڻي به مات واري ڳالهه جو ۽ اهو سوچڻ جو، ته هائي ڪهڙو ويهي پاڻ ڪولي پڌر تي پڌرو ڪجي، سو آءٌ سمجهان ٿو ته اڄڪلهه انهيءَ ڳالهه ڪي وزن ڪين آهي. اهو زمالو يـاد اٿم، جڏهن ڪيتريون عورتون، انهيءَ ڪري پنهنجي بيمارين جو علاج ئي ڪين ڪرائينديون هيون، ته متان ڪين ڊاڪٽر جي سامهون ٿيڻو پوي. اڄڪلهه هرڪو الهيءَ ڳالهه ڪي اجايو ٿو سمجهي. چوڻ جو مطلب اهو اٿم، ته جسمن جي ليلام گهرن جو مسئلو، اسان ڪان وڌيڪ اسان جي پيئرن جو مسئلو آهي. اسان جون، اسان جي سيئيرن جون ناڪامئيون، پيئرن جون ڪمزوريون ۽ اسان جي سماجڪ جوڙجڪ جون اوڻايون گڏجي انهيءَ گندگيءَ جو بنياد پئيون هن، ڪنهن هڪ کي ڏوهاري پٺائڻ غلط ٿيندو، جيسين هر ذهن الهيءَ مسئلي تي غور نه ڪيو آهي، جيسين هر سيني ۾ سور جي سٽ نه اپري آهي، ان جو تدارڪ محال آهي. جسمن جي ليلام گهرن جي تاريخ الـگريزن جي عروج ۽ زوال کان گهڻو پراڻي آهي ۽ شايد موهن جي دڙي واري دؤر کان بہ پراڻي هجي ۽ عجب جي ڳالهه اها آهي ته اسان اڃا ان بابت سوچڻ لاءِ تيار نه ٿيا آهيون. مڪليءَ جي ٺڪرين سان سر ٽڪرائيندڙ ماڻهن کي ڪٿي آهي فرصت، جو انٿروپولاجي ۽ سوشيوايڪنامڪ ڊرائيوز جو اڀياس ڪن. گورڪن ۽ معمارن ۾ اڃهو اهو فرق آهي."

"ڪنهن دوست اهو به ته اعتراض واريو هو، ته تو پنهنجي ان ڪهاڻيءَ ۾، پنهنجي دوستن جي پت وائـڪي ڪئي آهي."

هو مرڪي مون ڪي ڏسي، چوڻ لـڳو: "آءٌ پنهنجا ڪردار پنهنجي ماحول مان ئي ڪڍندو آهيان. هز ماسٽرس وائيس ۾ ئي خود منهنجو ڪردار به اهڙو ته ڪين آهي، جو ان لاءِ آءٌ فخر ڪري سگهان. اها بي ڳالهه آهي، ته مون پنهنجي الهيءَ ڪردار کي زلدهہ پشيمان ڄاڻايو آهي، دراصل آءٌ پنهنجي دوستن کي تمام پيارو ۽ سٺو پائيندو آهيان ۽ هنن بابت هڪ آدرشي نقش ذهن ۾ رهندو اٿم. جڏهن ڪڏهن ڪو دوست پنهنجي حد اورالـگهي، اهڙيون اوڻايون اختيار

ڪندو آهي، جو ان آدرشي نقش کي ڌڪ رسندو آهي، تہ آءٌ مچرجي پوندو آهيان ۽ ڪا نہ ڪا ڪهاڻي جڙي پوندي آهي. هاڻي اهو دوستن جي وس آهي، تہ هو مون کي منهنجي ان پيار لاءِ ڌڪارين يا پيار ڪن ––“

”تنهنجي ’نواءِ سنڌ‘ ۾ ملازمت دوران ٿيل هڪ واقعو ڏاڍو مشهور ٿيو.“

”ڪهڙو؟“

”تہ تون ڪنهن سان، ڪنهن ڳالهہ تي ٿورو موڙئي ناراض ٿي پيو هئين. هڪ ڏينهن اهو پاڻ ۽ سندس هڪ دوست تو وٽ آفيس ۾ لنگهي آيا، تو ڪرسيون گهرائي کين ويهڻ لاءِ چيو هو، تنهن تي هُن چيو: ’ڪُتي جي ٻچ کي يارنهن مهينا نڙ ۾ وجهي پاهر ڪيڏجي تہ سانگيو ڏنگي جو ڏنگو.‘ تنهن تي تو جواب ڏنو هوس: ’پيارا، اها تہ ڪتي جي ٻچ جي اصليت آهي‘ ۽ اهو ٻڌي همراهہ ٻاهر هليا ويا هئا.“

حفيظ جي اکين ۾ مرڪ تري آئي، هو ڪنڌ ڦيرائي لڪڻ هوا ۾ ڦيرائڻ لڳو: ”ان ٿي نموني جي ڪا ڳالهہ نسيم کرل بہ لکي هئي؟“

”تہ ––“ مون ڪانئس پڇيو.

”’روح رهاڻ‘ ۾ ڇپي بہ هئي.“

”ڇپي هوندي، پر منهنجي ذهن تي ناهي هن وقت. ڪهڙي ڳالهہ هئي؟“

هو مرڪندو رهيو ۽ ڪلندي چوڻ لڳو: ”روح رهاڻ جي سيپٽمبر 1963 وارو پرچو هو شايد، جنهن ۾ نسيم کرل ’سچو سچو سچ چوان‘ ۾ هڪ هنڌ لکيو هو تہ ڪانئس ڪنهن پڇيو تہ: ’حفيظ شيخ ڇا پيو ڪري؟‘ تہ هن جواب ڏنس: ”ڪلهوڪي خبر تہ اها اٿم تہ اي پي اي جو رپورٽر هو، اج متان ڪنهن اسٽيشن تي پورٽر هجي.“ ڪلندي ڪلندي هن ٿورو سنجيدو ٿيندي چيو: ”ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين يارن جون! آءٌ تہ ٿورو اڳتي هلي ڏسون.“ اسين چالبڊوڪيءَ ۾ هلڻ لڳاسين، چڻ ٿڌي پاڻيءَ ۾ ترندا ٿي وياسين.

”ان ساڳي وقت جي ڳالهہ آ، جڏهن مون چار-پنج ڪهاڻيون لاڳيتيون لکي ’مهراڻ‘، ’نئين زندگي‘ ۽ پين رسالن کي اماڻيون هيون، جن مان ’سسئيءَ جا سور‘ ۽ ’مکڙي مرجهائجي وئي‘ مهراڻ 1956 جي ٻئي پرچي ۾ ڇپي هئي ۽ ’سسئيءَ جا سور‘ سنڌ مسلم ڪاليج جي 55-1956 واري مخزن ۾ ڇپي هئي ––“

هن جواب نہ ڏنو، رڳو ڪنڌ کي هلڪو ڌوڏائي ٻڪ ڏئائين.

”’مکڙي مرجهائجي وئي‘ ڪهاڻيءَ ڏهن ڏينهن جو ادبي العام بہ کٽيو هو.“ مون کيس وڌيڪ ياد ڏيارڻ لاءِ چيو: ”جنهن جو ڪردار ننڍڙي فرزانہ هئي.“

”ها –– فرزانا، جنهن کي ڊاڪٽر لاعلاج چئي، موٽائي موڪليو هو ۽ سندس ماءُ جي گهر ۾ سانت ديرو ڄمائي ويٺي هئي، جنهن لاءِ هوءَ چوندي هئي تہ ’هاڻي آءٌ بہ پنهنجي ساهرن وٽ

ڳات ڪٿي سگهنديس. هو روز منهنجي مڙس کي ٻي شادي ڪرڻ جي صلاح پيا ڏيندا هئا-' جڏهن فرزانا پيدا ٿي هئي، ته يارهين مهيني ۾ ئي پنهنجي ٻچڙي کان سلهه جا ڪجهه جيوڙا اڏارا ورتائين ۽ ڪيس ٻــ سلهه ٿي پئي، جنهن کي ڊاڪٽرن جواب ڏئي، اڄ مٽل فرزانا کي گهر موٽائي موڪليو. ان وقت منهنجي ذهن تي گيت تري آيو هو:

گُل ٽيڙن ٽـا، چنڊ ٽـو چمڪي،
ڇـا سنـڌ ۽ ٻـات آ مـٺـڙا.

هي شاعر ڪهڙو نه مورک آهي، هن گل جي ٽڙڻ ۽ ڪنڊڻ جي رخ کي ڏٺو آهي، تصوير جو ٻيو رخ هن کان بلڪل لڪل رهيو آهي، گل ٽڙن ٿا، ها-ها- گل ٽڙن ٿا، پر مرجهائجي وڃن ٿا- مفت- بيڪار-اجايو! ۽ هن شاعر کي انهيءَ جو احساس ئي ڪين آهي. جهان جا فنڪار، اديب ۽ شاعر، هن گلستان ۾ اهڙا گل آهن، جن ۾ سڳنڌ به آهي، سونهن به آهي. جيڪڏهن ڪائنات ۾ وڏيڪ گل اسرڻ ئي بند ٿي وڃن، ته سنسار جي سولهن جو ڇا ٿيندو؟ جڳ ۾ جوت قائم رکڻ لاءِ ڪي ڏيئا ته جرڪندا ئي رهندا پر- گهٽ ۾ گهٽ ڏيئن لاءِ ماحول ته اهڙو هجي، جتي هو طوفان جي لپيٽ ۾ نه اچي سگهن. ڇا اهڙو ماحول پيدا نٿو ڪري سگهجي؟ جتي ڪٿي ڪيتري به ٿوري تعداد ۾ گل ٻوڪجن؛ پر اهڙا گل ٻوڪجن جو موسم جي حالتن جو مقابلو ڪري سگهن-۽ بهار مائڻ کان اڳ ۾ نه ڪومائجي سگهن؟-جيڪر، جڳ کي جاڳ ڏئي، انهيءَ سوال جو جواب ڀڄي ڪيد جي. جهنگ ۽ گلستان ۾ اليڪ گل ٽڙن ٿا، ڪنهن کي ڪل به ڪانه پوي ۽ اهي ڇڻيو وڃن. شايد انسان اڃا تائين اوجهڙ ۾ اٽڪيو پيو آهي، گلستانن لاءِ زرخيز زمين هموار نه ٿي سگهي آهي، پر ڪيستائين ائين ٻـي راهه زندگي هلندي هلندي؟-" چپ ٿي ڪجهه سوچڻ لڳو، ٿوري دير رکي چوڻ لڳو: "جيڪر سڀني شاعرن کي گڏ ڪري چئجي ته ڳايو ڳايو، گل ٽڙن ٿا-چنڊ ٿو چمڪي، ها چنڊ ٿو چمڪي، گل ٽڙن ٿا، جيڪر جهنگ مان وڃي سڀ ڇٽيل گل ۽ ڀن، جيڪي ٻٽ ٿي ٻئي ٻئي سڙي پاڻ ٿي ويا آهن-سي سڀوئي شاعر جي مٿان وسڪارا ڪري، اڇلي ۽ ڀوءِ وڏا وڏا ٽهڪ هڻي چوان ڳايو-ڳايو، گل ٽڙن ٿا- گل ٽڙن ٿا-"

"تون چوڻ ڇا ٿو چاهين- تو ان ڪهاڻيءَ ۾ ڇا ٿي چوڻ چاهيو؟"

"اصل ۾ پنهنجي ديس جي ڏاهن ۽ فرزانن کي ٻڌائڻ ٿي چاهيم، ته اڙي مستو! خيال ڪريو، موت اوهان جي ماحول ۾ ٻي واڳو، ٻي لغامو پيو گهمي ۽ خزان جون تيز هوائون گلن جي تاڙ ۾ آهن، اچو ته ان ماحول کي مٽائي ڇڏيون، نه ته هي چمن گلن کان خالي ٿي ويندو، ٽڙيلي ٿوهر جا ڪنڊا آسري ايندا، انسان فنا ٿي ويندو، حيوان جڳ تي ڇانئجي ويندو- اهي ساڳيون سوچيون هيون، جيڪي جيئن ٻوءِ ٽيئن، منهنجي ذهن ۾ منجهنديون ٿي ويون، جنهن جي نتيجي ۾ مون 'نيواڻو' ڪهاڻي لکي."

”ٽوائي تي ويٺل پوڙهي ڪان مُنجهيل سوالن جي هڙ ونئي، تو پنهنجي مٽي ڦي رڪي هٿي، تنهن مان ڪجهہ مُنجهيل سوالن جو جواب مليئہ بہ يا__؟“

”هڪ اڌ سوال جي جواب تائين تہ مان پهچي ويو هومس پر سوال ايڏا تہ آهن، جو هڪ کي سلجهائيندي پيا بہ ڪيترا سوال منهن ڪيدي، ڳالهہ کي منجهائي ٿا ڇڏين.“

”هائي تہ تون واندو آهين__ڪجهہ سوال تہ حل ڪري سگهين ٿو؟“

”هي ازلي راز، جيڪي منهنجي سيني ۾ سمايل آهن، آءٌ جي چاهيان تہ بہ توکي ڪين ٻڌائي سگهندس. ازل ڇاهي؟ ابد ڇاهي؟ ۽ ڏاتار جي ذات ڇاهي؟ سڀ اهڙا تہ منجهيل مسئلا آهن، جو سنهنجي سمجهائي بہ تون شايد سمجهي ڪين سگهندين.“

هلندي هلندي اسان تمام پري لڪري ويا هئاسين. اسان جي پيرن هيٺان هائي سائي ڇپر لتاڙجي رهي هئي. پرسان ئي هڪڙو واهہ هو، جنهن جي تري ۾ ٿورو ڇمول پاڻي بيٺو هو، جن جي دُبن مان چنڊ بہ ڏيکارجي رهيو هو.

”اڄ جهوڙي ئي چالبوڪي رات هئي ۽ پري ڪنهن پيتاريءَ سان لنگر هٺي بيٺل هڪ پوڙيءَ تي ڪو مهاڻو سُر آلاپي رهيو هو، هوا تي لڏندو لمندو هلڪو آواز منهنجي ڪَن تائين ائين پهچي رهيو هو، جڻ هيءَ سڄي ڪائنات هڪ جيئرو جاڳندو وجود آهي ۽ هن مُهاڻي جي آواز جو لاهہ چاڙهہ هُن جي سيني جو آيار ۽ سوس آهي-“ هو ڇپر تي ويهي چوڻ لڳو: ”هائي تون اهو پڇندين تہ اهڙيءَ ويل بہ تنهنجي قلم ۾ حرڪت ڪاڻ آئي؟“

مان بہ ڇپر تي ويهندي ڪيس چيو: ”ظاهر آ__چو نہ پڇندس.“

”پاڻُ، آءٌ ڪهاڻيڪار آهيان، ڪهاڻي نہ آهيان، جو پاڻ هلتي پوان، ائين ڪٿي سمجهہ تہ آءٌ اهو سنگيتڪار آهيان، جنهن جو سُرندو ڪنهن ڪروڙيءَ ڌڪ هٺي پيچي وڏو هجي، مون کي ڪهاڻين سان پيار آهي، ائين جيئن پيجل کي تند پُرائڻ سان هو. لياز همايونيءَ جو هڪ اٿورو نظم ٿو ياد اچي، ’سنڌ صدين ڪان دلوراهہ جي لڳري آهي.‘ نياز بہ چار بند لکيا پوءِ قلم کي روڪي ڇڏيائين، شايد ڏجي ويو. يا شايد درد جو احساس حد ڪان وڌي وڃڻ ڪري درد پاڻمرادو گهٽجي ويو.“

حفيظ ڳالهائيندي ڇپر تي ليٽي پيو.

”لياز همايونيءَ جي شعرن جو ڪو مجموعو ڇپيو آهي؟“

”ڇپجيس پيو، شايد ڇپجي ويو اٿس.“

”ڪهاڻيڪاري بہ هڪ ڪلا آهي، ڪو زمانو هو جو ڪهاڻيڪاريءَ ڪري ڪاليداس اوتار ليکبو هو. ماڻهو ڪيس پوڄيندا هئا، سيس لوائي سر آڇيندا هيس ۽ ساهہ ڏيندا هيس. اڄ ڪهاڻيڪاري هڪ پاپ آهي، گناهہ آهي، اسان تي ڪافر هجڻ جو الزام آهي، سڙهين ۽ مقامن

جي معتبر ٻوچارين، منهن رکڻ لاءِ هي ساليڊاڻ منديو آهي، گڏي ڻالنگ وانگر، ساهت جا هي سڀ ڪجهه ڪارا آهن، ڪجهه اڇا. گڏو نانگ مثال ڪارو هوندو آهي پر پيٽ اڇو هوندو اٿس، هي ٻاهران اڇا اجرا آهن، پر اندر ڪارو ڪٽ اٿن. ڪٿي ٻه ڪو ڪلا جو ديوالو ڏسندا ته ٻوڙي ڏڪ هڻندس. ڇپ هٿي وهندا، ڏڳ جهلي ٻيهندا، در جو ونگ وٺي وهندا، گهُنڊ هٿي وهندا، جنهن پر جهلين تنهن پر جهليندا، پر چنگ چورڻ نه ڏيندا ۽ جي ڪنهن مست چنگ چوريو ته ڏنگ هٿي ڪيلدا. ٻري چو ٿا وڃو، اسان ڪهاڻيڪارن جي اظهار جو ذريعو آهن ڪتاب ۽ رسالا ۽ تازو مون ڏٺو ته رهيا ڪُهيا رسالا ۽ ڪتاب ٻه بندش هيٺ اچي ويا آهن. سنڌ ۾ جيڪي ڪتاب ۽ رسالا ڇپجن ٿا سي ڪنهن ڪان ڳجها ته نه آهن، ڪهاڻين ۽ افسانن جا ڪتاب ۽ رسالا گهڻو ڪري هڪ اڌ سال لاءِ ڇپجندا آهن. ڇڏيو انهيءَ ڳالهه کي، وٺو رسالي 'نئين زندگي' جو مثال، جو هاڻي ته ڪافي پراڻو آهي، شروع ٿيو هو ته هڪ آس پيدا ٿي هئي، ته هندو پاڻرن جي لڏي وڃڻ ڪري جيڪو خال پيدا ٿي پيو هو سو ڪيقدر پُربو، پر پوءِ هن پيڙيءَ کي اهڙا ڻاڪٺا مليا، جو وڃي ٽڪر هياڻوٽس ۽ اسان کي مڪليءَ جي ٽڪريءَ جون قبرون ڳڻيون پيون. واند ڪاڻيءَ جي وندر ۾ ڪاهي چڙهياسين، ته ته ڇا لڳن مقام ۽ ڇا لڳن جيڏا جاڳندا ماڻهو! تاريخ جي نالي ۾ پيرن جو پرچار ٿيو، ادب جي نالي ۾ ڪاڳر ڪارا ٿي ويا ۽ اها 'نئين زندگي' هاڻي ڇا رهي آهي- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ”هندي شاعريءَ جو سنڌي شاعريءَ تي اثر“ مضمون ڏسي مان کي ڏاڍي خوشي ٿي هئي، پر مضمون پڙهندي جڏهن ڏٺم ته هيءَ يار ٻه وڃي پيري مريديءَ ۾ اڙيو آهي ۽ تبليغي ڳالهين ۾ پيو آهي ته نهايت ڏک ٿيم، شايد انهيءَ ئي مضمون ۾ ڪٿي هن يار لکيو، ته هڪ شاعر چنڊ جي چانڊاڻ نه آهي، بلڪ مومل ماڙي چڙهي آهي، ان جي منهن جو ساڊاڻ آهي، تنهن تي شاعر جي هڪ دوست ڪان چورايو وڃي ٿو. 'اهو مومل جو لقاءُ نه آهي، پر منهنجو مرشد قبر مان اٿي ڪڙو ٿيو آهي، تنهن جو لقاءُ آهي'. تڏهن هياڻءُ ئي ڏري پيو هو ڀاءُ اهو پڙهي. ٻهريون ٻيٽ ڇڪي ٿر جي انهن پٽن ۾ وڃي ويو هو جتي مينهن پٺي چوڌاري چارا، گاهه اسري پوندا آهن ۽ جهنگلي هرڻ ڇال ڏيندا وتندا آهن، جتي موملون ڪاڪ اڏينديون آهن ۽ راڻا ڏاگها ڊوڙائيندا آهن. تصور تي هڪ عجيب منظر تري آيو، روح تي هڪ عجيب احساس طاري ٿي ويو پر پوءِ تصور تي ٽيهن سالن جو هڪ پوڙهو پنهنجي لٺ کڻي ڇانئجي ويو. ڪنهن محبوبڙيءَ کي ڪو ڪمنصيب عاشق جهٽ پل لاءِ جهوليءَ ۾ جهلي ويٺو هجي ۽ اوچتو اچي ڪاري ڏاند جا مالڪ ڪڙڪو ڪندس. اها ڪار ٿي ڀاءُ- ڪيئن هياڻءُ جهڄي پيو، ڪيئن لڙڪ لڙي پيا، ڪيئن دل دهلجي ويئي، ڪنهن کي ڪير سمجهائي، ادب، منهنجي ٻيءُ جي جاگير ڪانهي، پر پوءِ جڏهن ڪو ڪُرپو ڪٿي اڻين سهڻا سلا پاڙئون پٽڻ وهندو آهي، ته سيني ۾ سور ٿيندو آهي.“

”پلا تو زرينا متعلق ڇا سوچيو آهي؟“

”ڪن سالن کان پوءِ زرينا وري پنهنجي پيڪي موٽي آئي آهي.“

”پلا هيءَ زرينا اهائي ته ناهي جنهن تي تو ”ٻه پاڇا“ ڪهاڻي لکي هئي.“

”نه- هوءَ ۽ هيءَ زرينا ٻه الڳ، پر هڪجهڙيون شخصيتون آهن، اڳهون ٻڌايو ماڻءِ ٿي ته هوءَ ٻه منهنجي پاڙي جي هئي ۽ هيءَ ٻه منهنجي پاڙي جي آهي؛ پر هُن کي مڙس موٽايو ڪين هو، هوءَ پيڪن ۾ گهمڻ آئي هئي. جنهن کان پوءِ مون وري ڪاڻ ڏٺي، اهو آخري پيرو ڪوهه تي ڏٺي هئم، پر هن زرينا—زرينا ڪي سندس مڙس پنهنجو ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي.“

”اهو ته تو اڳهون ٻه ٿي ٻڌايو، مان رڳو اهو ٿو پڇانءِ ته تون ان لاءِ هاڻي ڇا ٿو سوچين؟“

”آءٌ—سوچيان ٿو—“ هو سچ پچ ڪنهن گهري سوچ ۾ لڙهندي تمام گهڻي گنڀيرتا سان ڳالهائڻ لڳو، ”سندس مڙس کيس چوسيل هڏيءَ مثل ٻـري اڇلائي ڇڏيو آهي ۽—مون کي اڄ ٻـ هن سان محبت آهي. مون کي اها سياري جي رات ڪڏهن نـ وسرندي، جنهن رات اسان ڪنڌ تي مليا هئاسون. جنهن پوءِ ٿي ته هن جي در تي دهل وڄڻ لڳا هئا ۽ جلد ئـي هـوءَ منهنجي دنيا مان نڪري ڪنهن ٻئي جي گهر هلي وئـي-۽ اڄ، سندس اُن مـڙس کيس ڇڏي ڏنو آهي ۽ آءٌ سوچيان ٿو، ته آءٌ ڇا ڪريان؟ سوچيان ٿو ته منهنجي ان قدم تي سماج ڪهڙو قدم کڻندو؟ ۽ پوءِ زرينه جي حالت ڇا ٿيندي؟—۽ مان الائي ڇو ايترو جلد فيصلو نٿو ڪري سگهان. مون کي زرينه سان محبت آهي ۽ مان چاهيان ٿو، هن جي من مان اڃا ماڻ ٻه نڪري نه سگهيو آهيان.“ هو اٿيو ۽ چڙي هوا ۾ ڦيرائي چوڻ لڳو، ”آ ته اڃا اڳيرو هلون.“

مان اٿيس ۽ هن جي پويان هلڻ لڳس. مون کي ياد آيو تـ جڏهن مان حفيظ ڏانهن ٿي آيس، ته رستي ۾ هڪڙو ماڻهو گڏيو هو.

مون حفيظ کي چيو، ”مان جنهن وقت توڏانهن ٿي آيس تـ رستي تـي هڪڙو ماڻهو گڏيو هو، ڏالو ٻه چڱو ٿي ڏسيائين.“

”ڇا ٿي چيائين؟“

”مون کي رڳو ايترو چيائين ته رڳو ڪهاڻين لکڻ سان ته ڳالهه ڪانه لبرادي؟“

”پڪ اهو شدن مليو ٿي.“ حفيظ مون ڏانهن گهوري ڏٺو، ”تو کي ڪٿي مليو؟“

”ڳوٺ جي ٻاهرين گس تي—توهان جي اڳ جي ڏيٺ ويٺ ٿي معلوم ٿئي؟“

”شدن کي مان پـوريءَ طـرح سڃاڻان. پڙهيل لـکيل آهـي؛ پـر جڏهن شدن جهڙا پڙهيل لـکيل ماڻهو ڪهاڻين جا رومانٽڪ هيرو ٿيڻ لـڳندا آهن، ته پـوءِ واقعي مسئلا ابري نه سگهندا آهن. شدن سان منهنجي واقفيت ڪا اڄوڪي ڪانهي. نڪي مون هن کي ڪو هڪ ٻه پيرا رُئندي ڏٺو آهي ۽ نـ ئـي هـن جي ”پيار“ ڪهاڻي اهڙي آهي، جنهن تي ويهي ڪاڳـر ڪارا ڪجن. اهائي محبت جي پراڻي ڪهاڻي، جيڪا عام رسالن ۾ عام جام ڇپيل هوندي آهي، جن ۾ اهوئي هوندو آهي ته هڪ ڇوڪرو، هڪ ڇوڪريءَ کي پيار ڪندو آهي، پوءِ ڇوڪريءَ

جا ماڻت پنهي جي راهه ۾ رڪاوٽن جا پهاڙ آڻي بيهاريندا آهن ۽ پوءِ پڻي محبت ڪرڻ وارا پهنجي پنهنجي دل ڪان مجبور ٿي نير وهائڻ شروع ڪندا آهن، يا خودڪشي ڪري ڇڏيندا آهن. ڪڏهن وري انهن ڪهاڻين ۾ غريبي ۽ سرمائيداريءَ جو چڪر ڏيکاريل هوندو آهي. جنهن ۾ غريب ڇوڪري ڪي امير ڇوڪري ٺڪرائي ڇڏيندي آهي ۽ وري امير ڇوڪرو غريب ڇوڪريءَ کي ٺڪرائي ڇڏيندو آهي، يا غريب ڇوڪريءَ جي محبت جو ناجائز فائدو وٺي، پنهنجون لفساني خواهشون پوريون ڪري ڪيس ڇڏي ڏيندو آهي. ويچاري ڇوڪري ايئر هارڻ ويهي رهندي آهي. اهي ڪهاڻيون ڪي ليون ڪينهن. يونالي ديوتائن جي قصن ۽ ويدن جي ڏند ڪٿائن ڪان وٺي اڄڪلهه ڇپجندڙ ٻه آنڪي رسالن تائين اهي ڪهاڻيون ٿريون پيون آهن، جڏهن ڪان انسان لکڻ پڙهڻ جو فن سکيو، اهي ڪهاڻيون لکيون ۽ پڙهيون ويون آهن ۽ تنهن هوندي به انهن کي ور ور ڪري لکيو پيو وڃي، ور ور ڪري پڙهيو پيو وڃي. نه لکڻ وارا ٿا ڪٿن، نه پڙهڻ وارا."

”تنهنجي ڳالهين مان ته معلوم ٿو ٿئي ته هو تنهنجو سٺو واقفڪار آهي. پوءِ تون هن کي اصل ڳالهين ڪان آگاهه ڇو ڪونه ٿو ڪرين؟"

”هن جون ڪجهه حالتون نئي اهڙيون آهن. پيءُ کي جيڪڏهن هڪڙو پٽ هجي ته تون سمجهي سگهين ٿو ته هن جو ان سان ڪهڙو ۽ ڪيترو پيار ٿي سگهي ٿو، جنهنڪري نئي شدن جو پيءُ پٽ جي سلسلي ۾ لهايت نئي جذباتي ماڻهو آهي. پيئل ماڻهو آهي ۽ اٺ-ڪوهيءَ ۾ هن جو مٽ ڪو به ڪونهي. راڄ برادريءَ جا سڀ تڪرار شدن جي پيءُ وٽ فيصلي لاءِ ايندا آهن ۽ پنا-- شدن جي ئي ڳوٺ جي هڪ معمولي هاريءَ جي ڌيءَ، پين هارياڻين سنئون هوءَ پڻ پوکن ۾ ڪاهه ڪندي يا ووٽن جي چولڊ تي ٿنيون چونڊيندي ڏسبي هئي، تنهن کي به اچي ست سال ٿيا آهن. سمجهان ٿو ته انهن ستن سالن ۾ اها پنا، پنا ڪانه رهي هوندي، جنهن کي شروع شروع ۾ شدن پيار ڪيو هوندو. پر انهيءَ سچي روح راڙي، ڳوڙهن، ليرن، لڙڪن، هنجن ۽ سڏڪن جي تر ۾ ڪيڏي نه مختصر ڪهاڻي آهي! پنا بيوفا ڪانه آهي. شدن مون کي قسم کڻي ٻڌايو، ته پنا هن لاءِ هر ڳالهه کٽي آهي ۽ ڪندي رهي ٿي، جا ڪا به عورت محبت ڪان مجبور ٿي ڪري سگهي ٿي. ڳالهه ته بس ايتري آهي ته شدن جو پيءُ امير ماڻهو آهي. شدن پاڻ هڪ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو آهي ۽ پنا هڪ غريب هاريءَ جي جاهل ڌيءَ آهي. پر هاڻي ته پنا جي هڪ غريب هاريءَ سان شادي به ٿي چڪي آهي. هوءَ جٽوءَ جي رئيس جي نونهن ڪين ٿي ٿي سگهي. ۽ انهيءَ ڳالهه جو شدن کي احساس آهي، پر پوءِ شدن کي پنهنجي پيءُ جي پيار جو ۽ هن جي قربانين جو به احساس آهي-- پنا به ڪجهه قربانيون ڪيون آهن، شدن جي پيءُ به ڪجهه قربانيون ڪيون آهن، ڪنهن وڏيڪ مان لهڻو، سو شدن نبيري نه سگهيو آهي!"

مون ڪانئس پڇيو، ”ته نيٺ ڇا ٿيڻ گهرجي؟“

”اهي سڀ سوال آهن، جن ڏانهن ٽئگور به هڪ شعر ”شاعر جي شڪست“ ۾ ڇيو آهي ته ڪير اهي سلجهائي، ان شعر ۾ هڪڙو راجا نارائڻ هو، هڪڙي راجڪماري اجيتا هئي، هڪڙو شاعر شيکر هو ۽ هڪڙو لفظن جو جوهري پنڊارڪ هو، هڪڙي هيرن جي مالا راجا جي ڳچيءَ ۾ هئي ۽ هڪڙي جئي مالا راجڪماري اجيتا وٽ هئي. ڇا ٿيڻ گهرجي؟ ڪير ڪهڙي مالا پائي؟ ڪڏهن پائي؟ ڇو پائي؟— تون اهو ڏس، ته ڪهڙيءَ طرح اسانجا سڀ اديب ڪو نه ڪو سوال ڪٿي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن، ويچارا ڪٿن به پيا ڪٿين به پيا. رابندرناٿ ٽئگور ڪي ته هاڻي هن دنيا مان وئي به ڪافي عرصو گذري چڪو آهي؛ پر هاڻي ته اڻ ميا ٽئگور لڪري پيا آهن، ڪوڙ ئي ته آهن، ڏاڍو اسائتو ماحول آ پيا ءُ! انهيءَ ڳالهه جو يقين نه بلڪ ان تي ايمان اٿم، ته سهڻو سمو اچڻو آهي ۽ ضرور ايندو. خوشين پريو اهو سڄ ايرڻو آهي ۽ ضرور ايرندو.“

منهن مٺي ڪري، چند ڏانهن ڏسي چوڻ لڳو: ”هوا ۾ خنڪي اچي وئي آهي، تنهنجو ڇا خيال آهي.“

”جيئن تنهنجي صلاح.“ مون سندس ڳالهه سمجهندي چيو. هن جو مطلب هو، ته اجان اڳتي هلون.

هلندي مون ڪانئس پڇيو: ”حفيظ-“

هن شايد نه ٻڌو، تڏهن ته هن ڪو به جواب نه ڏنو.

”ٻُڌ-“ مون سندس ڌيان ڇڪائڻ لاءِ چيو.

”چئُ-“

”ڀلا اهو اميدن جو سڄ ڇا پنهنجو پاڻ ئي ايرلدو؟“

هن مون ڏانهن غور سان ڏٺو. لڪڻ ڪي آڱرين ۾ گول ڦيرائڻ لڳو، شايد ڪجهه سوچي رهيو هو.

”هڪ ئي اڻ تڻ، هڪ ئي خيال ۽ هڪ ئي فڪر منهنجي دماغ ۾ سمايل رهيو آهي ۽ اهو خيال هيءُ آهي ته آئون ليٿ ڪيان ته ڇا ڇا ڪيان؟ ٻڌجان ته ڇا ٻڌجان! ڇاڪاڻ ته هن سماج ڪي ته ليٿ ٻهلائڻو آهي، سندس دستورن ۽ خيالن ۾ ڦيرو آڻو پولدو، انهيءَ لاءِ ڪهٽ ۾ ڪهٽ آئيندي جو انسان، انسان ٻڌجي سگهي، تڏهن مون پنهنجي سر ڪجهه نه ڪجهه ڪري وڃڻ جو پڪو پهه ڪيو ۽ تڏهن دل چيو ته ڊاڪٽر ٿيان، پر خيال وري انجنيريءَ جو آيو، ڪليڪٽري، مختيارڪاري، صوبيداري، واپار، چوريون، ڌاڙا، فريب، جوا ۽ فقيري سڀ هڪ هڪ ڪري دماغ ۾ داخل ٿيا، پر افسوس جو مان سيڪجهه هڪ ئي وقت ٻڌجي نٿو سگهان! سڄا سارا

ٻه مهينا سوچيندو رهيس. ان وچ ۾، پنهنجو ننڍڙو گهر ۽ ان ۾ رهندڙ ڏيڍ، حسنا ۽ اسي ياد آيا، بابي جي جيئري جو به زمانو ياد آيو. امڙ جي حالت ۽ ڏکن ڏاکڙن تي به ويچار ڪيم. ھُن جي آسن، اميدن ۽ تمنائن تي به غور ڪيم ۽ هن جي پورهئي کي به ساريم. اهي ڏينهن جڏهن آئون بيمار هيس ۽ هوءَ سڄي رات منهنجي سيراندي کان ويهي گوڙهيون هنجون هاريندي هئي. بابي جي امڙ سان اجائي هلت به ياد آئي، ۽ اهو به خيال آيم، ته بابي جي روش سهڻ رڳو ھُن جو ئي ڪم هو، ٻيو هوند اصل ڪين سهي سگهي ها، سندس نشو ڪري گهر اچڻ ۽ ٻوءِ گارگند، مار ڪُٽ سڀ ياد آيا. لوليون ڏيندي هوءَ دعائون گهرندي هئي، مون لاءِ ۽ منهنجي پيرن لاءِ- چوندي هئي: 'لال وڏو ٿيندو، ته ڪلٽر ٿيندو' ٻوءِ- ٻوءِ ھُن جي هوائي قلعن جو ڊگهو زنجير جڙي ويندو هو. بنگلا، محل، ماڙيون، ڪارون، نوڪر ۽ ٻانهيون، سڀ انهيءَ زنجير ۾ ڪڙن مثل جڙي ويندا هئا ۽ امڙ انهيءَ زنجير کي پاڻ کان به پيارو سمجهندي هئي ۽ پڪ اڄ به سمجهندي هوندي--- سوچيم ته صوبيدار ٿيان، پوليس جي نوڪري ملندم ته ماڻهن تي رعب ٿيندو، دشمنن کي دهشت ٿيندي، پگهار سٺي، آيت جهجهي ٿيندم. شادي ڪندس، گهر ٺاهيندس ۽ سکيو ستابو رهندس. مگر وري خيال آيو، انهيءَ ڏينهن جو، جڏهن پوليس وارن چاچي خان محمد جي تلاشي ورتي هئي، چاچيءَ زينب کي دڙڪا ڏنا هئائون ۽ چاچا کي ٻڌي ويا هئا. ڪهڙو ڏوهه ڪيو هئائين؟ اهو ئي ته، ته مختيارڪار جي اڻڱنگي هلت جي ڳالهه تي ڪيائين. ٻوءِ انهيءَ ۾ ڪوڙ ته ڪين هو. مختيارڪار هيو به ته رشوتخور، ظالم ۽ ڊوهي. انهن ڳالهين کي ويچاريندي، آئون ليٺ انهيءَ نتيجي تي پهتس، ته آئون انهن سان ڪو به هڪ بڻيس، ته مون کي به ائين ئي ڪرڻو پوندو، جيئن هو پيا ڪن. رشوت ۽ رساڪاريءَ جي انهيءَ لنبي ڏور کي هزار وڪڙ آهن، اعتبار ڪر. سچ ٿو چوان، انهن نوڪرين سان رشوت جو اصل ناتو آهي، ته ته ٻوءِ نوڪريءَ جي سلامتي اصل ڪين آهي. هرو ڀرو جيڪو ايمانداريءَ تي لهي، پيريءَ ويل پينشن وٺڻ تي اهو ڏوڪڙ ڪين جڙيس، جو بچا سگهيا ڪري سگهي. سندم هڪ دوست آهي "رند"، هو پڻ ان ڪاتي ۾ نوڪري ڪندو آهي، جنهن ۾ مختيارڪار ڪم ڪندا آهن، چوندو آهي: 'جيڪو ماڻهو اسان جي ڪاتي ۾ رهي، رشوت نٿو وٺي، تنهن کي ڦاسيءَ تي چاڙهڻ گهرجي، ڇو ته رشوت اسان جي ڪاتي جو دستور آهي، ۽ جيڪو دستور کي ڀڃندو، سو باغي ٿيندو ۽ جنهن لاءِ سيني ملڪن ۾ ساڳي سزا آهي، يعني موت.' سو اتان خيال ڦيرايو ته ڊاڪٽري ۽ انجنيري دماغ ۾ ڦرڻ لڳيون؛ پر ٻوءِ ليٺ انهيءَ لاءِ به ساڳي فيصلي تي پهتس، اتي به ساڳي رشوتخوريءَ جي ڏُم لڳي پئي آهي، ان ڪري منهنجو وڃڻ عبث هو---" ڳالهائيندي هو ماٺ ٿي ويو. رستي ۾ پٿرن جو ڍير پيو هو، تنهن ڏانهن وڏي وڃي ويٺو- وري پنهنجي ڳالهه جاري رکندي، چوڻ لڳو:

"ٿنگ ٿي مون سوچيو، ته وڃي ٿو ڪو چور ڌاڙيل بڻجان. ڌاڙا هڻندس ۽ گذر ڪندس. اميرن کان کسي، غريبن کي ڏيندس؛ پر وري سوچڻ لڳس، ته آخر ڪيئن خبر پوي، ته

ڪنهن وٽ ڪيتري ناحق جي مايا آهي. ڏاڍا ڏکندي، ته اصل خبر ڪانه پوندي ۽ تنهن ڪان سواءِ پنهنجي جيئڻ جي سامان ڪرڻ لاءِ ڪنهن کي مارڻ... ڪهڙو نه خراب ڪم آهي ۽ اهڙيءَ طرح پيون انيڪ اوڻايون پسي، انهيءَ ڏنڌي ڪان به دل ڏڏڪو ڪاڏو." هو وري ماٺ ٿي ويو. لڪڻ کي پٿرن تي هڻڻ لڳو. مان به وڏي وجهي سنڌس پرسان پٿرن تي ويٺس.

"رهي فقيري، سا گهڻو وقت دماغ ۾ گهر ڪري ويئي. فقيريءَ تي ڪيترا پيرا ڪتاب پڙهيم، مگر هر حالت ۾ لاڳاپا لاهڻ ضروري هئا. سوچڻ ويٺس، ته جيڪڏهن لاڳاپا لاهڻا ٿي آهن، ته پوءِ ڇو نه اهڙو ڪم ڪجي، جو هي لکن جا لک ماڻهو مصيبتن ۾ پيا ڳاهه ٿين، تن کي اُجي ڪرڻ جو ڪو سامان ٿئي. پنهنجي ڳوٺ توڙي هتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي الهن جي سماجڪ جوڙجڪ ۽ انهيءَ اندر رکيل اوڻاين تي غور ڪيم ۽ نيٺ آئون ان فيصلي تي پهتس، ته مون کي هن سماج کي ٽاڏارڻ گهرجي. تون پڇندين ڇو؟" هو پٿرن تان ٽپ ڏئي اٿيو ۽ اڳتي هلڻ لڳو.

"ته پُٽ، اسانجي هن موجوده سماج ۾، جا غريب ۽ امير جي ورڇ رکي ويئي آهي، اوچ ۽ نيچ ۾ فرق رکيو ويو آهي، سو دراصل اسانجي سڀني مصيبتن جو ڪارڻ آهي. اسالجا ڊاڪٽر توڙي فوجدار، ڪلارڪ توڙي ڪاراوا، سڀ مجبور آهن تہ رشوت وٺن، ظلم ڪن ۽ بيداد نگري مچائن، ڇو ته سندن مٿان هردم غربت جي بہ-مُنهي تلوار لڙڪيل رهي ٿي، هو هميشه انهيءَ کان پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. لک ته ٻه ڪروڙ مڙي به هنن جو پيٽ نٿو ڀرجي، ڇو ته غربت جو ڀوت سندن پويان ايترو ته تکو ٿي ٿو لڳو اچي، جيترو تکو هو انهيءَ کان ڀڄڻ جي ڪوشش ٿا ڪن. هو ڄاڻن ٿا ته ڪروڙ ڳڻڻ جي شيءِ آهن ۽ کٽڻي ويندا. ويچارا هاريل جواري ڄاڻن ٿا ته هيءَ جوا آهي، ڄاڻن ٿا ته الهيءَ ميڙ ميڙ ميڙان مان ڪجهہ ڪين ورندو، تنهن هوندي به ميڙ ميڙان ڪان مڙن ڪين ٿا. ظلم ڪري ميڙن ٿا، ناحق ڪري ميڙن ٿا ۽ ميڙيندا رهن ٿا، جيئن ڪو هاريل جواري، ڇوا مان اٿڻ جي سَڌ ئي نہ ڪندو هجي. هجڻ ته ائين کپندو هو، ته اسان انهيءَ ميڙ ميڙان کي ڇڏي ڪا اهڙي روش اختيار ڪريون، جو اسان کي ميڙڻ جي ضرورت ئي نه پوي، جيئن اسان انهيءَ مايا کان سواءِ به پاڻ سکيا ستابا، سلامت ۽ آسودا سمجهون. مگر ائين نه آهي-البت ائين-ٿي ضرور سگهي ٿو-رڳو جيڪڏهين اسين سڀ گڏجي هر ٻار جي پالنا ۽ پوڙهي جي سار سنڀال جي ذميواري پاڻ تي کڻون ته ائين ٿي پوندو-- پوءِ ڪنهن کي رشوتخوريءَ جي ضرورت ڪانه پوندي، پوءِ ڪنهن کي ڦُر ڪرڻ جي ضرورت ڪانه پوندي، ڇو ته ڪيس پڪ هوندي ته سندس ٻارن جي سار لهڻ لاءِ هيڏو سارو سماج ويٺو آهي ۽ سندس پيريءَ جي لٺ بڻجڻ لاءِ پوري قوم تيار آهي، پوءِ هن کي لٽ مچائي، مايا ميڙڻ جي ضرورت ڪانه رهندي، ڇو ته آخر به ته مايا اسين انهيءَ لاءِ طلبيندا آهيون ته انهيءَ سان سک، سهنجائي ۽ سلامتي خريد ڪري سگهون، پر اهو ڪير ڪري؟

هيڏن سارن ٻارن جي سارَ جو ذمو ڪير کڻي؟

ڪير هيترن ٻوڙهن جي ٻڍڙيءَ جو سهارو بڻجي؟
موجوده سماج ته انهيءَ لائق آهي ئي ڪين."
وچ ۾ سوال ڪيم: "ته پوءِ ليٽ ڇا ٿيڻ گهرجي؟"

"مون چيو نه پيارا، تـه انهيءَ سماج کي بدلائڻو پوندو. ان جـي رواجـن، دستورن ۽ خيالن ۾ ڦيرو آڻڻو پوندو، انهيءَ لاءِ ته ڪهڙ ۾ ڪهٽ آئيندي جو انسان، انسان بڻجي سگهي."

هو سـاٿ ڪري هلڻ لڳو. گهڻي دير اسان ٻنهي جي وچ ۾ سـاٿ هئي. پريان ڪتّان ڪنهن ڪڪڙ جي ٻانـگ جـو آواز ٻڌي، مون حفيظ ڏانهن نهاريو. اتفاق سان حفيظ بـه مـون ڏانهن ڏسڻ لڳو. "اهي سڀ سوچون امڙ ڪان ان ڪارڊ جي اچڻ تـي پيدا ٿيون هيون، جنهن جو هن جواب بـه گهريو هو. سو خط منهنجي لاءِ ڏاڍو اهـم هـو، جنهن جـو جواب لکندي، امڙ جون اليڪ اميدون اکين آڏو ايري آيون هيون- پر- چو ته مان پڪو ارادو ڪري چڪو هوس، تنهنڪري امڙ کي اهي سڀ ڳالهيون لـکيون هيم، جيڪي ان وقت منهنجي ذهن ۾ هيون- آخر ۾ ڪيس اهو لـکيو هيم ته:

جيجل -

مـون ارادو ڪيو آهي، تـه آئون انهيءَ لاءِ جيئندس، انهيءَ لاءِ مرنـدس، پـوءِ ڪٿي مون کي تنهنجي تمنائن جي قرباني ڇو نه ڏيڻي پوي- ڪٿي مون کي معصوم زيبو ۽ حسنا کي ٻُڪ وکهي مرندو ڏسڻو پـوي ۽ ڀلي مون کـي سموري ڄمار ڏک، درد- مصيبت- تڪليف، غم ۽ غربت ۾ گهارڻو پوي.

منهنجي امڙ، جي ٻچڙي ته هن نيڪ ڪم ڪارڻ مون کي ٿڃ بخشج، نه ته پوءِ آئون ڳالت ڪٿي ڇٽي نه سگهندس، ته مون جيجل ماءُ جي تمنائن جـي پيڙا هن سماج جـي قدمن ۾ رکي هئي-- پر......

"پر ڇا؟" مون ڪالهه سوال ڪيو.

هن ڪوبه جواب نه ڏنو. بس اڳتي وڌندو هليو.



جـاڳـي ٻُجهي جَـنِ"، تـو سين سـُورَ سَـهَ ڪـيي،
تو ڪٿي سنڌ يـون تـَنِ"، ڀَرَّ سين ڀچارون ڪرين.
- شاهه

# سُرُ سارينگ

● ڪنهن لکيو هو 'انساني جسم جو موت محض Chemical action جو نتيجو ٿي ويڻ تي آهي.' صرف Chemical action ؟
خليل جبران چيو 'موت زندگيءَ جي اهم رازن مان آخري راز آهي. انسان جڏهن ڪائنات جا مڙيئي راز پروڙي وٺي ٿو، تڏهن هو موت جو تمنائي ٿئي ٿو، جو موت آخري ۽ اهم راز...'

پوءِ نسيم جي مرڻ سان سنڌس جيوت جا رهجي ويل خال، ايڏو جو ٿا ڏکين؟ سنڌي ادب جو ٿو ڦٽڪي؟؟ سنڌس پونير ننڍ ۾ سُتي اٿي چو ٿا سُڏڪن؟ فريال ڪي سنڌس بابا خواب ۾ چو ٿو پرچائيون ڏي؟؟؟؟ سنڌي ادب ۾ سڀ ڪان مهانگيون ڪهاڻيون لکندڙ نسيم اڄ ايڏو بي نياز ٿي پلاند چنبي جنهڙيءَ ڪان ايترو پري هليو ويو... جو دل هروڀرو سوچي ٿي: مرڻ وارا ايڏا مٺا — پر ايڏا ظالم چو ٿا ٿين؟

- خيرالنساء جعفري

● نسيم جو ڏک اوهان مان ڇا اوريان؟ 'مڙني معلوم آ توکي'. اهڙو مهان ليکڪ ماريو ويو. هاڃو ته هيڏوا هچارن هچا ڪئي، پر ههڙي! هن ڪان اڳ سنڌي ادب جون جيڪي به شخصيتون اسان ڪان ڌار ٿيون آهن، تن سڀني ڪان نسيم احمد کرل جو مقام سنڌي ادب ۾ تمام اوچو ۽ بلند آهي. سنڌس ڏک به اهڙو ئي ڪرڻ (ٿيڻ) کپي، جهڙو هو پاڻ هو. اڃا تائين اثين ٿيو ڪونه آهي. ٽي- وي جو مخزن پروگرام رکيو چٽر هئي. ڇا اثين ڏک ڪيو آهي، پنهنجي عظيم نقصان تي؟

-ج . ع . منگهاڻي

● ڪهاڻيڪار نسيم کرل جي دردناڪ موت تي 'مهراڻ' ماٺو آ-چو؟ ڇا نسيم سنڌ جي ادبي ڪتب جو پاتي نه هو! ڇا هن اسان کي 'چوٿيهون در'، 'مساوات' ۽ 'ڪافر' جهڙيون امر ڪهاڻيون نه ڏنيون آهن؟

- محمد رحيم زرداري

● الطاف جو دڪ اجا لٿو ئي ڪونہ هو، تہ بهترين ڪهاڻيڪار ۽ اديب نسيم کرل جو قتل ٿيو، جنهن بہ سنڌ کي ڪهاڻي ڇڏيو. نسيم جون مون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون پڙهيون آهن، جيڪي زبردست ڪهاڻيون آهن.

- قربان سنڌي

● نسيم جيڏو ئي نرمل، اوڏو ئي ٽريڊيشنل (پروفيشنل نہ) هو، جو آءٌ سمجهان ٿو تہ هڪن ڪان فن ۽ آرٽ جي اهڃاڻ جون جيتريون آتمائون پيڪن پيون، نسيم انهن مان آهي. هڪ ٽريءَ جي ريکائن جيان نسيم جو پنهنجو سارو جيون بہ اسان سڀني سرگ يا نرڪ واسين والکيان الڳ هو. نسيم هن صديءَ جي سنڌ جو اهو مهان ڪلاڪار آهي، جنهن کي ايندڙ صديون ڪڏهن بہ وساري نہ سگهنديون.

- علي بابا

● مون کي نسيم جي ڪابہ ڪهاڻي معمولي نہ لڳي آهي. سنڌيءَ جي ٻين ڪيترن ئي چڱن ڪهاڻيڪارن جون ڪي ڪهاڻيون معمولي بہ آهن. نسيم جي ڪهاڻين ۾ "ڪافر" کي گهڻو ساراهيو ويو ۽ نظرين جي اختلاف ڪري، هڪڙي ڌُر ان ڪهاڻيءَ جو مطلب ئي غلط ڪيو ۽ واويلا ڪئي. مون کي نسيم جون ڪهاڻيون — "ڪافر"، "چوليهون در" ۽ "ڊمي" — گهڻو پسند آهن. "ڊمي" خاص طور ان ڪري پسند آئي، جو دل گهري ٿي، تہ ان ڳالهہ تي مرد ڪردارن جي باري ۾ هڪ ڪهاڻي آءٌ بہ ضرور لکان.

- عبدالجبار جوڻيجو

● نسيم کرل منهنجي نظر ۾ سنڌي ادب جو چيخوف هو. هو تمام جلد اسان کان وڇڙي ويو. خبر ناهي تہ اجا اڳتي هلي هو ڇا لکي ها. مارلو جي لفظن ۾:

Cot is the braneh
which might have grown strait.

- قاضي خادم

# پهرين مراد
## (چيپيل ڪهاڻي)

نسيم احمد کرل

✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻✻

['پهرين مراد' کرل جي هڪ بهترين ڪهاڻي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ سنڌي ڪاڙڪو ماڻهن جي زندگي بيان ڪئي وئي آهي. ان مان ظاهر ٿو ٿئي، ته کرل عوامي ڳوٺاڻي زندگيءَ کي ڪيترو ويجهو آهي... هيءَ ڪهاڻي سنڌ جي ڳوٺاڻي ماحول، سنڌي ماڻهوءَ جي نفسيات، همت، هوڏ ۽ سورهيائيءَ، دوستيءَ ۽ مهمان لوازيءَ جو چٽو پٽو اولو آهي-- شوڪت حسين شورو 'ڌرتي' 1، 1974ع]

---

**عنايت** ڏانداريءَ سان چڪون لڳينديءَ، پنهنجي پٽ ماڻڪ کي چوڻ لڳو: "تو کي ته ٽيون سال پاڪي ڪندي ٿيو آهي. مان ته ايا پاڪي به پوري نه ڪندي هئي جو راوي چناهه جون مينهون هتي لوڙهي آڻيندو هوس. اسان جي پڙ تان سدائين ويهه-پنجويهه آلوڙيون ۽ ويهه-پنجويهه ڍڳيون ڇُڙنديون هيون. مينهون به ذاتيون، سچڻ لاءِ هنياءَ جو ٺار، ته دشمن تي داغ."

"ابا، مُشڪ ڪان به پليون؟" ماڻڪ پاڻ جي نوڪري هاريندي چيو.

"اڙي مُشڪ جهڙين کي ته ڪيلي سان به نه پڌلدا هئاسين ۽ پيون گور چرنديون هيون. پير سوريندو هوس ته ڪنهن مهالدي جي ست ۾ اچي وڃي، ته ويڳ ۾ پلوڙ چنان."

"ابا، مشڪ ۾ کهڙي گهٽ آ. ستون پيٽ ويائي آهي، ته به ڪينگر تي ڏهائي."

"تو چرٺي کي کهڙي کيرن جي خبر، وڃي ماءُ کان گلزار ۽ ملڪان جو پڇ، جي مان سالـگهڙ مان آنديون هيون. ماڻهين ۾ ٽڻ به ڪونه چڏائي سگهندي هئي. کير به مصريءَ جيان مِٺو. مُٺو مُٺو پاءُ مکڻ ته ماڻهين کير مان آتاري ڪيندي هئي. هن مشڪ ۾ چا رکيو آ. پالڏا سو چڱا اٿس، جو سچو ڏينهن بندرَ تي ٿي جل چري، باقي وَڙ وَجهه ۾ ٽڪو نه لهي. جي جهنگ چرڻ تي وڃي ته پورن مان ڪٽ جي اوسي پاسي جون ليون پچي. اڙي ماڻڪ، هُنن مينهن جا پُورَ نه ڏيار، دلهول ٿو ٿئي. چا ته هنن جو وَڙ هو، چا ته وَجهه هو. هيءَ منهنجي هٿ جي چيچ پورن ۾ نه پوندي هئي. ڪونج جهڙيون ڏگهيون ڳچيون ۽ ريشم جهڙيون ڪلون!"

ماڻڪ چپڙي ڪري ويٺو رهيو. ٻيءَ ڪي بہ وڌيڪ ڪين چوريائين، تہ ڪڪر ۾ ڪين ڪڙو هنيائين؛ پر عنائت کي جيڪي اڳلا پور پيا هئا، تن ڪيس اڻين ڪيئن ڪين ماٺ ڪرڻ ڏني. هن وري ڀڙڪو ڪاڍو: "اعتبار نہ اچئي تہ وڃي انهين ڏيري منهنجا پراڻا ڪنڌا ڪولاءِ. چوٿين ڏينهن ٿين ڪيهہ جو ٿيندو هو. هينئر تہ مانيءَ جو سڳ بہ پورو نٿو ٿئي. ڪو ڏل گهريو مزمان ٿو اچي تہ ڳنڍڻ لاءِ مڪڻ ٿو پنڻو پوي. ان ڏينهن سنجر ڪمالائيءَ منهنجا اهي نڪ وڍيا، جو اها جاءِ لہ ڪين لڌي، جتي وڃي ڦاهو ڪاوان."

"چو ابا، ڇا چيائين؟"

"ڇا نہ چيائين، اصل ڪتن سان گڏ ڪارايائين." عنائت ٿڌو شوڪارو ڀري چيو.

"نيٺ ابا، ٻڌاءِ تہ سهي."

"ڇا ٻڌايانءِ. ڪهڙي ڏوڙ پايان. تو جهڙي پٽ ڪان تہ اوندهہ چڱي هئي. يار مهڻا تہ لہ ڏين ها."

ماڻڪ ڪجهہ لہ ڪڇيو.

عنائت کي وري جڪي اچي وئي: "اڻ ڏينهن ٿون جوڙيءَ کي ڀيڪا گهمائڻ وئي ويو هئين، جو سنجر ڏهاڪو ڪن مهاندا وٺي اچي مزمان ٿيو. مان ست ٻسملاهيون ڪري مزمانن جي آجيان ڪئي. ڪؤارو ڪٽي مزمانن جا هٿ-پير ڌوئاريم. ساڻن حالي احوالي ٿيم. ٻيون تہ لڪ خذمتان ٿيون، پر ڪير جي ٻاڻ وت ٻاڙائي، سو ڪٿان پوري ڪريان؟ خير، مان ويهاروڪن ڍنگ مانين جا پچارائي، ان مٿڪ جو سمورو ڪير ڪٽي وڃي سندن اڳيان رکيو؛ پر ان ڪير تہ همراهن جو وت بہ آلو لہ ڪيو. اڳيان سنجر بہ اگهاڙي ترار، سو ڪرڙي ڪري چوڻ لڳو: "ادا عنائت، ڇنبو تہ ٻڌن بہ ڪولہ ٿيو!" مان جيسين ڪو جواب ڪيان، تہ ڪين ٻروچ وارو هنيو: "سنجر، چاچي عنائت کي لہ ڇڻ. مالي ڪاواري لہ ڪاواري، پر محبت جون تہ لاليون اٿس." پر سنجر اجا نہ مڙيو، رهندو ٺوڪ ڪيائين: "اهڙين محبت جي لاڻين کي باهہ ڏئي ساڙ ٻو. ادي عنائت کي ڪير جي گهٽتائي هئي، تہ پراڻيءَ سنگت کي تہ آزمائي ها. سنگت ڪان هڪ هڪ ٽڪ ڀيني ها تہ ٽلو ڪري اچي ها. ڪُرَ ڦنوڙي لاءِ ڪير جواب ڏئيس ها."

"پر ابا، تو بہ ڪمال ڪيو. ڀاريءَ جو ڪيو ڇو نہ ڪٽي وئين؟"

"ڀاري بہ ڪانگهاري، ان ۾ وري ڪهڙا گهڙا ڪير جا هئا. ان ڪير ۾ ماڻهن سيبتيءَ وري ستاڻ ملائي ڇڏيو هو."

"ٻروچ ڇڏيو بہ ماري. پوءِ تو ڪهڙو جواب ڏنس؟"

"مان تہ پنهنجو اگهاڙو پيٽ ڍڪڻ لاءِ گهٽيون اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪيون. چيومانس تہ ٻيون مينهون اٺين ٻهر آهن، ٻر اڳيون سنجر بہ شير شاهہ جون ڀيريون وڃائي ويٺو هو، سو هن اهي گوهيون ڪٿي ڪين ڪرڻ ڏنيون. مرڪي چيائين: 'ادا عنائت، سنجها

مهل اهڙا ڪوڙ نه ڳالهاءِ. تو وٽ جيڪي سائين سان گهڻا ٿيون چوڻ، سي به ڪوڙ لڳنديون. ڏڪي مچ، نه ته هن مهل ٿي واڙو ڏسي خوار خراب ڪندوسانءِ!"

"پوءِ ابا، ٽڪي مچي ٿي؟"

"ائين ته جود هر مان به وٽ ڪوڙ ڏنو. ڪيس پڌاءِ ته سرءُ ۾ ڏاهڪو ڪن آلوڙيون پٽيري بيون، پوءِ پاڻ پڙهائي، تڏهن ڪو خير ٿيو."

"ابا، اها ته وائي نه ڪيدين ها، ڪا مهل ڪهڙي ڪا ڪهڙي." ماڻڪ ڪي ڪيسڪاٽ اچي ويو.

"نه ته ڳامون سچار بڻجي، پتا پڌرا ڪيان ها، ته ماڻڪ جي ليڪ اچي چوٽي ڪٿي آ؟" عنائت خار مان چيو.

"پوءِ سنجر ويسهه ڪيو يا..."

"هون، سنجر ٿو اهڙين ڳالهين تي ويسهه ڪري. چيائين: 'ادا عنائت، اهڙي بيماري ته اسان ڪانه پڌي!' مان ڪٿي چپ ڪٿي ته هن وري باشاهه پير جو پلو ڏٺي پڇيو: 'گهٽيون ٽکون ٿي ڪل هئو؟؟' باشاهه پير جي قسم کان پوءِ مان به ڪوڙ نه ڳالهايو. ننڍي وڏي ڳٽي، اٿ ڪن پڌايم."

"چاچي جون پنج به چو نه پٽي ڳنڍيٿي؟"

"انهن ۾ اسان جي ربيع يا خريف."

"پڪ ته ڍڪجي وڃي ها."

"جهڙيون اٿ، تهڙيون ٽيرهن. سنجر ته منهنجون سٺ-سٺ مينهون چرندي ڏٺيون."

"پوءِ؟"

"پوءِ چا، بس ڪيلن جا ڪئوڪرا هٿا. سنجر وري مون کي قسم ڏئو ۽ پڇيائين، ته 'اهي ٽڪون اڳليون، يا پٺين به ڳڏيون.' مان پڌايوسانس تہ سڀ اڳليون، اي اچا خير سان پهرين مراد به ڪانه آندي آ. سيني جا تاڪ لڳي ويا. گهڙيءَ ڳهڙيءَ ديرکان پوءِ سنجر مون کي هوريان چيو 'ادا عنائت، پوءِ مچ ني ته پٺهن ڪونه ٿيو!'"

ماڻڪ کي باهه وٺي وئي. هن پيءُ کان پڇيو: "ابا، تو مون کي ڪهڙي ڏينهن موڪل ڏني، جو مان نه ويس؟"

"ابا، ڏنگ پڳي کان ويل نه ويندي؛ پر تون هئين اصل کان دل پڳوڙو، سو تون ڪهڙا لاڻ ڪرين ها. پهريون ماڻهين ڪاري خراب ڪيئي جو منهنجي ڳوڏي ڪان ٽوڪي پري نه ڪيائين. وري پٽر پڙٿايومانءِ، ته جوءِ جي ڪچ نه ڇڏيئي. ڪڏهن ٿو پڪا ڳهمائينس ته ڪڏهن ٿو ٿاناٿا ڳهمائينس. پڌي-چوڙي دل ڪندي آهي، تو ۾ اهي دليون ڪٿي!"

”ها ابا، تو ۾ سو دلين جا ڀانور آهن. تون ٻــ وڇي وڇي ٻـرايـون ٽـڪان ڀڏيون، ڪن تو ڪي واهران ڀلٻون يا مقابلا ڪيا.“ ماڻڪ ڀيءُ ڪي سُهائين هنئي.

عنائت پٽ جو اهو مهڻو ٻڌي، صفا ليڪو لنگهي ويـو. ست ڏنـي پنهنجو پٽڪو لاهي، مٿي وارو چِٽُل لشان پٽ کي ڏيکاريندي چيائين: ”هي مـٿـي وارو چير ڪهاڙي آ يـا ماڻهين جو... آهي!“

”الائي، توکي خبر؟“

”ڀاڙي شهرن جو ٿو مهڻو ڏئي! اسان مڙس ماڻهو هئاسي، ڪن تو وانـگر سڄو ڏينهن ڀٽي رنن سان لاڏ ڪياسين.“

”ابا، ڪهڙا ٿو لاڏ ڪيان؟“ ماڻڪ هيئائين ورتي.

”ڀاڙيا، اهي لاڏ ناهن ته ٻيو ڇاهن. اسان ٻه ڙالون پرڻيون ۽ ڪمايون. رات جو سو سائن ڪلي ڳالهايوسون، ٻـر ڪم لئي ڪان پوءِ ڪـلي جو زيپٽ هولدو هو. ڪن تو وانـگر سڄو ڏينهن تهہ تهہ!“

”پوءِ، ابا، پرڻايئي ڇو؟ زور ته ڪونہ ڪيو هوماڻءِ.“

”پرڻايوماڻءِ ان ڪري ته اتر-اوڀر ويندي پراوا ننگ نہ تڪين ۽ نڪ کي مر نہ لائين. جنهن مهالڊي پراوا ننگ تڪيا، تنهن جو ٻہ ڪم لٿو. جي اڳـلا مڙس ماڻهو هوندا ته پل نہ مڙندس، سر نيندس؛ پر جي اصل پاڻن جا پڙوا هوندا ته وري سمورو وڃ واپار پنهنجي گهر ڀڏي، پنهنجا گهـر پريندا. ڪاڻڪوءِ جو ٻنهي ڳالهين ۾ سر ويو، ۽ ماڻس ٻئي اباڻين سينهن سان ليڪا لاهيندي ۽ پرڻا پريندي.“

ماڻڪ کان ڪو جواب نہ ڦڳو. ڪن چپا ڪري ويهي رهيو.

عنائت لوهہ کي گرم ڏسي، وري تاڙي ڏڪ هنيو: ”اڙي ماڻڪ، ڏاهو ٿي، ڀلي! هن اڇيءَ ڏاڙهيءَ ۾ پار نہ ڪلاءِ. پيهان پنهنجي وهي ته ڏس.“

”پوءِ، ابا، مان وڃان ته ڪيڏانهن وڃان؟“

”ابا، ملڪ مولا جو ڪتو آ. مان سيڪنهن جا هٿ ڏوڻاريا آهن، هرڪو مون کي سڃاڻي. جنهن ٻہ مهالڊي وٽ لنگهي ويندين ته جيءَ ۾ جايون ڏيندءِ، هٿ ڏس ڪندءِ، اوکيءَ ۾ اڳتي ٿپائيندءِ. پلا اوڀر ويندين يا هيٺ؟“

”ويندس ته اوڀر.“

”پوءِ اوڀر ۾ چاچهن سنجر اٿئي. تورو اڳتي پهلوان، وري لعل ڪروس ۽ ڳاجيءَ رند وارا. سڀ منهنجا دلي يار اٿئي. انهن وٽ لکي سندن هٿ ڏس سان سٽ هٿي ايندين ته لـڪ ٻہ ٿيندءِ.“

ماڻڪ ڪي گهڙيون سوچ ۾ پئجي ويو. سوچي سوچي، ڀيءُ کان پڇيائين، ”ابا، ڳالهہ ته ٻڌاءِ، سنجر ۽ لعل وارا پاڙ ۾ وڙهيل يا نهيل؟“

”اصل تارون تار آهن. پر تنهن ۾ اسان جو ڇا. منهنجون ٻنهي سان وڪون ڪنيل آهن، ۽ هنن ٻـ ٻويون ٻير ڪڏهن ٻـ نـ ڏنو آهي. سنجر وٽ وڃين تـ اهائي هيٺين ملڻ واري لشاني ڏجانس. باقي لعل وٽ وڃين تـ ڪيس منهنجي لشاني ڏجان تـ ٽيون مهينو ٿيو جو مان درياهہ تي ميهون ٻئي چاريون، ۽اٹ سانداريءَ تي لڙهيو ٻئي ويو، ٻري ڪان هڪٻئي کي ڪيڪاريوسون، ڪيس ويلي جي صلاح ڪئي هيم، ۽اٹ ڇيو هٿائين تـ ’ٻلؤ ڪري ٿو موٽان، ڪڇو آهيان، تو جهڙي دلـگهرئي يار وٽ ڏينهن ڏئي جو ويلو نہ ڪبو، متان ڪو بار ٻئجي وڃئي. اها نشاني ڏئي ڇئجانس تہ ٻهرينءَ مُراد لاءِ ٻُٽ ٿو موڪليانءِ، سندس ٻارت هجئي. ڪيس اهو بہ ڇئجانءِ تہ ورهين جو سنگتي آهين، ايڏي ٻاجهہ تہ ڪانگهاري نہ ڪر، ٻيو منهن تہ ڏيکار.“

”ڇڱو تہ ٻلا دعا ڪجانءِ.“

”الله جي دعا هوندءِ. هاڻي ٿي...“

”ٻيو نہ تہ وري، جهڙو اڄ وڃئو تهڙو سياڻ وڃئو. تو بہ ٻوءِ لاءِ ڇا ڇڏيو آ.“ ماڻڪ مشڪندي ٻيءُ کي ڇيو.

”ابا، اهڙي ڪـئي ڪل تہ تنهنجي لاناڻن مان ڪنهن جي ڪانهي. انهن تہ سڄي عمر هرڙو ڪاهي ٿـُڪ ٿنيڻ جي ٻئي ڊگڙي ڪاڏي آهي.“ عنائت بہ ٻوگ ۾ ٻوگ ڪيو ۽ سابهان جي سابهان.

”مـُٽ َ تہ تنهنجي جي ٻيدائش آهيان.“

”ٻيشڪ، ٻر ناناڻي رڳ بہ اٿئي.

”اها رڳ اڄ ماري ڇڏيءِ.“

”ٻڪ؟“

”ٻڪ.“

”ٻوءِ الله توهر، هيڏي آءُ تہ ٻاڪر ٻايانءِ.“

ٻيءُ ٻٽ ٻاڪر ٻائي موڪلائڻ لـڳا تـ ٻريان گهر جي اڱڻ تان جو ماڻڪ-ماءُ ٻنهي کـي موڪلائيندي ڏـو، سو هلندي هلندي اچـي ٻهتي. ٻٽ کـي سنبريل ڏسي ڇيائين: ”ڪاڏي ٿو وڃين، ابا؟“

”رَنَ، تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟“ عنائت ڪيس ڇڙٻي ڏ لي.

ماڻڪ-ماءُ سڄي عمر مڙس جا اهي دڙڪا سٺا هئا ۽ اهي ڪمائي وئي هئي. مڙس جي دڙڪي جي ٻرواهہ نہ ڪيندي، هن وري ٻٽ کان ٻڇيو، ”هان ابا، ڪاڏي ٿو موڪلئي ٿهين؟“

ماڻڪ ويچار ۾ ٻئجي ويو تہ ماءُ کي ڇا ٻڌائي، تہ وري عنائت وارو هنيو: ”موڪلياس ٿو تنهنجي ٻيڪن، تہ ڪا ننڍي ليٽي ڪٺي اچي!“

”منهنجن ٻيڪن ۾ اهڙيون وانديون ڪينهن. ٻنهنجي ڏاڏنگ ۾ ڏس تـ ڪوڙَ جـَڙي وهڙيءَ جيان ڇال ٿيون ڏيني.“ ماڻڪ-ماءُ بہ سور نہ سـٺو.

ماڻڪ بہ ڏٺو تہ هينئر ڳالھہ ڊگھي ٿيندي، تہ هن بہ ماءُ کي رهڻ ڏني:

”ڪوڪ، وات نہ هڻ، موت پوندي، ڏياڻءَ نہ مڱڻ واري لٺ.“

ماڻڪ-ماءُ سڄي عمر مڙس جا دڙڪا ٻڌا هئا ۽ پادر کاڌا هئا، پر سندس پٽ سامائي ڪان پوءِ ڪڏهن بہ اڳھاڙي وات نہ ڳالهايو هو. مڙسهنس ڪڏهن ڪڏهن ٺڪ ڇنبا هڻندو هو، تہ ماڻڪ بہ پنهنجي ماءُ جي گوڏي ۾ لڪي پيو ماءُ کي ٻرچائيندو هو. هينئر ان ساڳئي پٽ کي پيءُ سان شامل ڏسي لٺ اولاريندو ڏٺائين، تہ ماڻڪ-ماءُ کي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. ميسڻون منهن ڪري، گهر ڏانهن موٽي. عنائت جي بہ پٽ جي ان وراوڻ تي ڏاڍي دل سرهي ٿي. هن جو منهن ٻھ-ٻھ ڪرڻ لڳو. وڏي پيار سان مٿس گهور گهور ٿيندي چيائين: ”ابا ماڻڪ، الله کي پرٿون: ٻـر پيلي، مڙميءَ سان، پختائيءَ سان! پهرين مـراد اٿئي، متان بسم الله ئـي پرغلط ڪرين!“

انهن ڏينهن اسر اسر هو، جو واڙي ۾ سٿل عنائت پنهنجي لوڙهي ٻاهران مينهن جي ڪيٽڪ ٻڌي، ۽ ان سان گڏ هن مڙس جي پيرن جو بہ دڙڪو ٻڌو. هن کي رسو ڦٽو ڪئي کي ورهيہ ٿيا هئا، ان ڪرت جون واٽون موٽون، سندس هنياءَ تي مينهن جي ڏاغن وانگر اڪريل هيون. پٺي ڪنهن اوپري ڪاڪوءَ جي سندس پـڙ پرسان لنگهڻ، يا سندس پـڙ تي آلي اچڻ جي اها سهل ڪالہ هئي، جو هٿ-هٿ کي پٺي ڏنـو. هن کي ٻڪ پنجي وئي، تہ اهو ڏڪي وارو مڙس ماڻڪ هو. عنائت ان سوچ ۾ هو، جو ٻاهران ڳليءَ جا ڍلـگهر لهڻ لڳا، ۽ ماڻڪ ماهيو ڍور ڪاهي اچي اندر واڙي ۾ بندر سان ٻڌو.

”آئين ابا!“ عنائت ڪانئس پڇيو. اها ڪيس ڪيڪر بہ هئي تہ شابس بہ هئي.

”آيس ابا!“

”خير سان.“

”پيلي، ٻـک لڳي هجئي تہ تنهنجي لاءِ ماني سانيپو وينو آن.“

”ڪيو ڪائيو. پر ابا، مينهن کي ڪو گاهہ چنبو وجهان.“

”پيلي، گاهہ مهانگو آ، پهرين سوجهرو ڪر، تہ مينهن ڏسان تہ گاهہ سجايو ٿو ڪرين يا اجايو.“

ماڻڪ ڪنڌي مان ڪک ۽ چوچا ڪڍي، ارانبي پاري، مينهن پرسان جهلي. عنائت اٿي مينهن جا آڳا پيچا، وَڙ وَجهہ ڏٺو. هنيءَ تي هٿ گهمائي، ملائيءَ جهڙي کَل ڏٺي. وري ارانبي هيٺ ڪرائي، مينهن جو اوهہ ڏٺو، جتي بہ وڏو مَتُ ٽنگيل هو.

”پنر گهنج آ. سگ لڌلس ٿا؟“

”ها ابا، لڌلس ٿا.“ وري بہ ماڻڪ پيءُ کي مينهن جا پٺي لنيڙا سگ لوڏي ڏيکاريا.

”ابا، مبارڪ هجئي. دل جا سڀ سور لاهي ڇڏيئي.“ عنائت کي مينهن دل ۾ ڪي وڻي هئي.

”خير مبارڪ، توکي به مبارڪ هجي.“

”هتي حلالي آ؟“

”آهي ته پري جي. پر ابا، تنهنجي آ ياري ڏکيي، هتي ڪانه بيهاريي.“

”چڱو ٿيو، اهو مال جو مترڪ آهي. هن تي تي مينهون چونڊان ته واهه جو ملنديون.“

”ابا، متان نه مڃين! تو به راوي چناهه جون مينهون آنديون هيون، هيءَ به ڪا سوڪڙي اٿئي.“

”بيشڪ ملوڪ آ.“

”گهر-ڏٺين کي به اهڙي پياري هئي، جو جهنگ ۾ چُرندي هئي. سڄو ڏينهن ڪلي تي پئي راتب ڪائيندي هئي، ۽ رات جو ڪٽ جي پائي سان پڌل هوندي هئي.“

”آهي به گهر ۾ پڌڻ جهڙي. ڪلي تان ڇوڙيئي؟“

”هائو، ابا.“

”مڙسي ڪئي اٿئي. پر پيلي، پيرن جو دٻڪو مار. منهنجي اک تنهنجي دٻڪي تي ئي ڪلي.“

”لوڙهي جي پاهران بوٽ چنبڙيو هوم، اهو دٻڪو پڌو هوندءِ.“

”پلا، وئين خير سان، ليڪ ۾؟“

”اصل ليڪ ۾. رات جو پنڌ ڪيم، ڏينهن جو ٿم ۾.“

”پلا، وات تي پير وچائي يا رند وٺيو آئين؟“

”بن-ٽن جاين تي اهڙيون ڀُلڻيو ڏليون اٿم، جو پاڳيا پاڻ الصاف ڪندا.“

”پيلي، اوير جا پاڳيا به پنهنجي ٽالي سان اٿئي. وسئون ڪونه گهتائيندا. تون به ماٺو ماري آيو آهين!“

”هائو ابا، هن مينهن جو سور سڄي عمر پيو لنڊ ۾ چرڪ پرائيندن.“

”چڱو ٿين. اسان جا به گهڻا ڪير ڪاراپا. تون ننيڙو هئين جو چور منهنجي هير مينهن ڪڍي ويا. آهوڙون ڏنم، گهٽ ورتم، پر ڪانه لڌي: پارهين مهيني منهنجي ڪنهن يار چڱائي ڪئي. چورن وڏن حيلن سان مينهن مڃي. ساڳي ڪانه ڏنائون، پر ويڳيون چنائون. مينهن پرچي ملي: پر هير جو سور اڄ به ڪونه ٿو وسريم. مينهون امڙيون آهن، ابا!“

”هائو، ابا، سور ڪيئن نه ٿيندو.“

”ابا، مينهن جو پاڳيو ڪير آ؟“

”ابا، اهي ڳالهيون پڇيون آهن؟“ ماڻڪ پيءُ کي ميار ڏني.

”پيءَ پٽ جو ڪهڙو ليکو.“

”هن ڳالهه ۾ ليکو آ. هيءَ پهرين مراد آ، جو توکي ڏيکاريم، اڳتي اهڙو تهڙو پور توکي نه ڏيکاريو.“

”ابا، تون سچ ٿو چئين. پر دل گھري ٿي ته جيڪر ان ذوقين جو نالو ٻڌان، جنهن ھھڙيءَ مينهن ڪي ٻئي ٻاليو.“

”هاڻي ته اهو ذوقين تون آن. تو وٽ جو ٻيٺي آ.“ ماڻڪ لتائي ويو.

”ابا، ڀاڳيو ڪٿو ٻڌائين ته طرف ٻڌائي.“

”طرف اوپر.“

”اوپر ۾ ته وڏو ملڪ اچي ويو. پير جي ڪيٽي به اوپر ته فيضل به، ٻنبو به اوپر، ڳڙهي به اوپر ته رستم به اوپر. اوپر ۾ ڪهڙي جُوءِ، ڪهڙو ڳوٺ؟“

”بس ابا، اوپرا“ ماڻڪ ڪلندي چيو.

عنائت پٽ جي رخ مان سهي ڪري ويو، ته هن ڪي ڪاٻه جُڙ ڪانه ڏيندو. حقيقت ۾ ته ڪيس پٽ جي اها ڪائي دل ٿي دل ۾ ڏاڍي وٺي، جنهن ٻنهنجي ڀيءُ ڪي انت نه ڏنو، سو ٻرائي ڀيءُ ڪي ڪهڙي سيڪ ٻڌرائيندو. هو به چپ ٿي ويو.

ماڻڪ ڪرَ موڙي اٿيو ۽ چيائين: ”ابا، مينهن بکي آ، ان ڪي گاهه چنبو وجهان ته پوءِ ٿا وري ڳالهايون.“

”نه، تون گاهه وجهي وڃي آهل، سڄي رات ٻند هنيو اٿئي، وري سيان رات به مينهن ڪي اگهتي ڏڪيندين نه.“

ٻهري ٻهري هئي، ماڻڪ سڄيءَ رات جي اوجاڳي جو ستيل، الوٽ ننڊ ۾ پيو هو، جو عنائت لنڊ ٻئي ڪي ٻجا گهروڙي اچي ٻوٽ ۾ ڏنا. ماڻڪ چرڪ ڀري اٿيو، ۽ پڇڻ لڳو: ”چو ابا چو؟“

”لخ لعنت تنهنجي چمندي گهڙيءَ تي! هو ڏاڏا اوطاق ۾ وينا اٿئي!“

ماڻڪ سن ۾ پئجي ويو، ۽ ڪجهه نه ڪڇيو. عنائت وري نه هم ڪٿي نه تر، ٻئي تريون مٺيءَ هائي پٽ ٿان ٻري، زور سان سندس ٻوٽ ۾ نڪاءُ ڪيون ۽ ڪيس چوڻ لڳو: ”اڙي، ان چوريءَ ڪٿون ٻڌين ها، ته ههڙو خراب خوار نه ٿئين ها. اڙي، توڪي ان سڄي اوپر ۾ مينهن به لڌي ته سنجر جي! سنجر منهنجو يار، ٻائن جهڙو ٻاءُ!“

ماڻڪ سهي ڪري ويو ته ڳالهه ۾ ڪو ليڪ نه رهيو هو. هن ٻيءُ ڪان هيسجڻ ٻدران، سنجر ڪي ٻئي گاريون سرڙي ڪيديون، ۽ چوڻ لڳو: ”سنجر ڪهڙيءَ رن جو پٽ جو هتي نيڪ ڪري اچي اسان تي چٽرون ڪري!“

”اڙي لونڊا، هن ته اهي حجتان ٻئي ڪيون.“

”هون، اهڙيون حجتان جو سندس اٿو ٿا ڪائون! ابا، هونئن تون منهنجو سائين آن، پر جي هن مينهن جي هائو ڪندين، ته لٺ ٿي هڪ لونڊڙيءَ واري ڏيندو سانءِ!“ ماڻڪ سڄي پڇي تانگهه مان لٺ ڪيدي هٿ ۾ ڪئي.

عنائت پٽ جون اهي اکيون ڏسي دهلجي ويو. اهڙيون اکيون هن کي اڳ خدا لاءِ ڏيکاريون هيون. هن وارو اڳيون ماڻڪ، جيڪو هن جا موچڙا کائي چپ چاپ سهي ويندو هو، سو الائي کهڙيءَ جوءِ ۾ گم ٿي ويو هو. ان جي بجاءِ هينئر وري پيو ماڻڪ ساماڻيو هو، جيڪو اڙٻنگ جوان هو، جنهن کي سنڌس کا شناس ڪانه رهي هئي. عنائت پٽ جي ڳاڙهين، ٽانڊاڻن جهڙين اکين ۾ نهاريو، اني به کيس ڪا ديد نظر ڪانه آئي. هن سياٽپ ڪري هيٺاهين ورتي: ”اڙي، مان تنهنجي چڱائيءَ ۾ آهيان. پروچ چوڌاري ڪڙو هنيو ويٺا آهن، اها مينهن ڦاٿي سگهندين؟“

”تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟ مان پهرين مراد ڪانه ٻاسيندس.“

عنائت پنهنجي سر به پراڻو ڪاٽڪو هو، ۽ کيس ڪاٽڪاٽي جي جملي اصولن جي ٽير ٻتير خبر هئي. هن کان اها ڳالهه به لڪل ڪانه هئي، ته پهرين مراد ٻاڻ سونسو ٿيندو آ، جو اهو ڪاٽڪو سڄي عمر اگهاڙو ٿي پوندو آهي ۽ کيس ياءمر پرائي شيءِ لاءِ ڦيندي آهي؛ پر ماڻڪ کي به پاڻ ڪُٺيءَ ڪنيو هو، جو پهرين مراد ۾ ٺي واڳن سان وچڙيو هو ۽ هن پنهنجي بسم‌الله پاڻ ٻر غلط ڪئي هئي. عنائت لاءِ هينئر ٻئي ڳالهيون ڳوريون هيون. هن سوچي سوچي پٽ کي چيو: ”اڙي، پوءِ منهن به پاڻ ڏي، هتي چو ٻوتي ٻائي سمهيون پيو آن!“

”ها ها، مان پاڻ ٿو وڃان. تون چُٽل آن.“

ماڻڪ منهن تي ٻه-ٽسي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا، ٻه-ٻڪائين لٽ ڪيچ ۾ ڪٽي، وڏيءَ لوڏ سان هلندو وڃي ڪچهريءَ کي سلام ڏنو. سيني کي ٻيٺا ٻيٺا ٻاڪر ٻائي ۽ وڏي قرب سان خوش خير عافيتان ڪري، سنجر کي چيائين: ”چاچا سنجر، ٻيا ته سڀ خير خيراني؟“

”ٻائنيا، خير وري کهڙا، اربيلي ڏي ته ڪا ڳالهه وٺي.“

”چاچا سنجر، تنهنجي مينهن سٽين مذهبين سونُرا! تو سان بابي جي ٻگ مٽ ياري، الله اچا ديه ڏني آهي، مون ڏي ست خير اٿئي.“

”ماڻڪ، اهي چاچي سان هاٿون نه ڪر. منهنجي مينهن توکي ڪانهي ته ٻوءِ ٻڌي به ڪانهي. ڪيئن سنگت؟“ سنجر ڪانپ ڪيدي، پنهنجيءَ واهر کان پڇيو.

”بيشڪ، پوءِ ٻڌي به ڪانهي.“

”چاچا سنجر، گهٽا هر ٻنيءَ کي ڏٻا آهن. تنهنجي مينهن جي لاءِ جن نه ڪن، وڏيڪ جيئن تنهنجي دل ٺري.“

”ساڪ ڏينه ين؟“

”ڪنهن کان وٺندين؟“

”جنهن تي دل پيتي.“

”اسين ٻئي ڀيءُ پٽ حاضر.“ ماڻڪ سنجر کي ٻانهون ٻڌي چيو.

اتي ٻين ڇڻن مهالبن جي، سيني ڪان اڳ پيرا تکي اچي پهتا هئا ۽ چوڌاري آهوڙون ڏيئي، وس ڪري بيٺا هئا، سنجر کي چيو: ”سنجر، هن هوندي مينهن جي ساک لـ ڏبي. چاموٽ اڄ رڌ ٻکريءَ تي پيا ساکون ڪڻن. اسان اربيليءَ جا پيرا عنائت جي پڙ ۾ آندا آهن. مينهن پڙ کان ٻاهر ڪاڍي، جهاڙو ڏيندا سون.“

”رئيس، زبان سنڀال، بنا ثابتيءَ جي قراني نـ ڪر. باقي جهاڙو وٺي اٿـوَ تـ اها بـ حاضر ڏيون.“

”اها وات، پوءِ اسين ڪجهه بـ نـ لهڻون.“

”چاچا سنجر، پوءِ گهراءِ ٻاڙي جا بـ اسين.“

”ڪهڙا گهرايون؟“

”جيڪي توکي وٺن - باقي بـ ڳالهيون اٿي.“

”ڪهڙيون؟“

”ٻهرين تـ پڙ ۾ مينهن لـ لڌي، تـ پوءِ عزت جـو پلو، ٻي تـ ڪُر ڪُر ۾ تـون ٻڌل رهنه بن.“

”آهي چا پڙ ۾ اهڙو ڪو ڏور؟“

”پيٽ لاءِ ڪير نٿو چنگهان هٿي.“

”پائنيا، سان ٻڌل.“

”تـ پوءِ پلي گهراءِ.“

سنجر بن چڻن کي اٿاريو. ڪين چيائين: ”اڙي اٿو، وٺي اچو ڳلي ۽ پياري ڪوڪرن کي جود ۾. ڪڙي وارن کي بـ سجاڳ ڪيون وڃجو تـ تـر لـ چرن، متان ساڻڪ ملهه ڪري مينهن نـ ڪيڊي وڃي.“

ماڻڪ گهر موٽڻ سان ڪاتي لاٿي ۽ ڪوڏر سان وڏو پوڻ ڪوٽڻ لڳو.

ٻپهريءَ مهل ڳلو ڪوڪر، پيارو ڪوڪر ۽ سنجر پاڻ، سڄو پڙ تقولي بيٺا تہ ڪاريءَ وارا ڪک هئا. واڙي ۾ مشڪ جو سو پوٽ پڌو پيو هو، باقي سنجر واري سينهن چڻ تـ زمين ڳهي ويئي هئي. سنجر دل تي جهاڙو ڏئي، عنائت کي پاڪر پائي، موڪلائيندي چيو: ”ادا عنائت، اربيلي مري وئي، تہ پرتي رب کي، جي جيئري هوندي تـ پاڻهي پاڳين لهندس - توکي سو ماڻڪ جائي جون مبارڪان هجن!“

(”چوٿيهون در“ تان ڪنيل)

# چيڙيون ۽ ٻٻريون

نسيم احمد کرل

❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋

رياست خيرپور جي اڳياڙيءَ واري دور ۾ ٻاڻ وٽ هيون نه هي سوليون عدليون ۽ نه وري فوجداريون: جن سان آهن سؤ قلم لاڳو، چور چتل پاڳيءَ قابو. ان زماني ۾ اهي مامرا مچن به ڪيئن، جو زمين سموري ميراثي ملڪيت ۽ هرڪو هرهاري، پئسي ڏوڪڙ ۾ هرڪو پنهنجن پاڻ ۾ پورو ۽ تنگ جي معاملي ۾ تنگيءَ تي تنگ. پراڻو اوڙهو لتاڙڻ خون جهڙو ڏوهه - لياڪيون ست قرآن.

انهن ڏينهن مامرا به ٿورا ته ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ججن واري اها اچوڪي لانڍ به ڪانه: ٻه ڪامورا رکيو ٿي ۽ لکڻ سٽيا راج انهن ٽن سان ٿي گز جيان سدا. ترت عملدار ڪاردار پنهنجي لانڍي جوءِ ۾ ٿي هولدي ۽ اوڏي ڪنيءَ ۾، ٽڏي تي ٿي پاڻ سين پاءُ ٿيندو. ان جي مٿان سجاول ڪار جو ٽن چئن ڪاردارن مٿان پيو اک رکيون ايندو. ۽ پوءِ تعلقي جي مٿان مختيارڪار. سنهو سڪو لٽ ٻانڌي جو جهيڙو ٿيو، ته ڳوٺ جو وڏيرو ٻئي ڌريون ٻڌي ٺوڙهي خير ڪري ڇڏيندو يا ڏڪيءَ ڪي ڪو زهرو ڏڪ لڳل هوندو ته ڏوهيءَ تي حجم جي پٽيءَ پوريءَ ۾ ڏنڊ رکي، قرآن مساف تي ٻئي ڌريون ڪير ڪنڌ ڪري ڇڏيندو. چوپائي مال جي چوريءَ ٿي ۽ پيروڪُرو ڪوله لڌو، ته پاڳيو پلي سونهاريءَ ڪي مٿو ڏئي، سپ چوراڻيون ڏٺيون جاچي مبارڪ وٺي، پوءِ ٿي گهر موٽ ڪندو. ڪاٽڪو به پوءِ ڪُرڦا ٿوڙي ڀور لاءِ انڌي واري ڳت ڪاله ڏيندو ۽ اهو ڦاٽل ڀور پوءِ چر لاءِ به پڙ تي ڪونه ٻيهاريندو. ڏاڙا، ڦُريون يا هٿ ڪس ٿينديون ته ڪانه، ٻر جي قضالي ڪو اهڙو ڏوهه ٻاپ ٿي به پيو، ته پندرهن روپيا درماهوءَ وارو اڻ پڙهيل ڪاردار ٿي اتي مان وار موٽي ڪيڏندو. خبر پوڻ سان ٿي پيرادن، وڏيرن جو ٽولو ساڻ ڪري ابتا سبتا پير ڪڍائي، وڃي ڪنهن نه ڪنهن ڳوٺ ۾ وجهندو. ان جوءِ جي رهاڪن جي اهي ٻرا اڇا اجرا ڪري ٻاهر ڪيڍي ڏنا ته پلو پلو، نه ته پوءِ وهٽن تان سنج لهي ويندا ۽ اتي راتاها ڪري جهنگ جهر سڪا آلا سٽي سٽيءَ سڳي سوڌو سڳ هٿ ڪبو: پوءِ اڳيان پويان چور سوداگر هٿ ڪري ڏنڊ چٽيون وٺي پوءِ ٿي پويان پير ڪبا. موٽ تي به لئي لاٿو سٽيون ڪٽيون اڇبو ۽ راڇن جون سنهيون تلهيون چيڙيون ٻٻريون ڪري، پوءِ ٿي اڇي توڙ رسبو. ڪي ڏينهن ڏهاڙا اها جوءِ ٿي ٺري پوندي ۽ اوسو پاسو به گهر ويٺي پيو چرڪ پريندو. هي ڌاڙي مٿان ٻيو يا ٽيون ڌاڙو ته ڪاله ڪالهوڻيءَ جون ڳالهيون آهن، جڏهن ملڪ ٿيو ٻن يا ٽن ڦولن وارن ماڻهن جي ٻلي،

جن کان لاالگ سدائين نڪري وڃي ۽ پويان پنهنجي پيٽ ڀريو ڪُنجي. انهن ٻي سکر ڏينهن ۾ ٺري ميرواهه واري وڏيري واحد بخش ڪُنڀر جو ڌاڙو لڳو ۽ ڌاڙيل سندس جهڳو ٻي جهڙ ڪري هو ويندا رهيا. فريادي پنهن کي ٿيل مکي صدر ٿاڻي تي آيو ۽ پوءِ اچي فرياد جي داخلا تي لٽي لڳي. صوبيدار، شاهدن اوگاهن ۽ فريادي کي لوڏا لما ڏنئي، ڌاڙي واري زوري قلم کي ٺوڙي زوريءَ چوري ڪرڻ لاءِ وڏا زور ڏنا، پر فريادي جو ڪو سُر ڪونه ڏنو، ته پوءِ لاچار ڪيس اها ڪُٽي مک ڳهٽي پئي. فرياد داخل ٿيڻ کان پوءِ، صوبيدار وڏو اٽالو ساڻ ڪري جاءِ واردات تي اچي لٿو. پهريون جاءِ واردات جو مشيرپ ناموں ٺهيو ۽ پوءِ شروع ٿيون سلسليوار ڊاڙيون. سپاهي سڙا ان وچ ۾ پاڙو پنيو، اوسي پاسي جا ٺوت ۽ چور چڪار گڏ ڪندا رهيا ۽ ليڪا چوڪا چڪتو ڪندا رهيا. گهر جي ڪڪڙن مارئي ته اهو ڏوهه ليٺوئي ڪونه هو، سو لڏو به ڪونه ۽ صوبيدار به ستين ڏينهن منزل پٽي اچي ٿاڻي پهتو. پوءِ وارو وريو تن ڦولن واري انسپيڪٽر جو، جنهن به چار ڏينهن منزل ڪري پاڻ ملهايو ۽ چڱن مڻن تي بار رکي پويان پير ڪيا. جيئن ته اهو ڳورو ڏوهه هو، ان ڪري نظر ايس. پي به پنهنجي بار لاهڻ لاءِ اچي پهتو. فريادي واحد بخش ڪُنڀر کان جو هو ڌاڙي جي پيروي پچڻ لڳو، ته هن به اندر جي سور ٺارڻ لاءِ ڦهڪائي ڏنو: ”صاحب، ڪهڙو ٿو ڌاڙو پڇين مون کي ته تي ڌاڙا لڳا آهن.“

”تي ڌاڙا وري ڪيئن، فرياد ته هڪ ڌاڙي جو آهي.“

”سائين پهريون ڌاڙو ته سچ پڌڻ مهل ڌاڙيلن هنيو، جو ڪي ڏينهن ڏهاڙا دارونءَ جي ڏپ ئي ڪاله وئي. ٿاڻي تي وڃي فرياد ڪيم، ته صوبيدارصاحب سڄو ٿاڻو پٽي هت اچي لٿو، ليرن تي چار ڪڪڙيون، ڏوپهري تي پاٽر چيلو ۽ رات جو ماهيي ڪير جا ٻه گهڙا، پورا ست ڏينهن هت رهي پنا ڪارا ڪيائين، اهو ٿيو ٻيو ڌاڙو. ٽيون ڌاڙو منهنجي گهر کي انسپيڪٽرصاحب هنيو، جو چار ڏينهن رهيو ۽ ٽيئي وقت چيلا ٺي چيلا ڪاڏائين. هينئر وري توهان آيو آهين.“

الهن شيرشاهي سڌارن کان اڳ اهي چيڙيون ٻيريون هونديون هيون راڇوٽن ڪاردارن جي ملي ۽ پيا سڀ بار هوندا هئا ٻاريءَ تي، جو راڄن جو ابو امڙ به هو، ته ريزي پروي به پاڻ هو. مير وڏو سڀني ڪاتيءَ سان سير وهائي يا اپني ڪاتيءَ سان آءُ ڪري، سندس ڪٽي حلال هئي ۽ سندس ڪاتيءَ کي مٺيو هو. مير وڏي جي واتان نڪتل اکر، چڻ ته لوح محفوظ جو فيصلو هو ۽ ان تي هوندي هئي نه ڪا اپيل يا ٽپيل. ڪن فيصلن ۾ يا ته فريادي جو سر چٽ هوندو هو يا وري جوابدار جو. اهڙي ئي موقعي تي، هڪ زائفان کي جو ڪُتيءَ ڪنيو، ته ڳوهه جيان پاٿهي اچي شڪاريءَ جو گهر ڳولي لڌائين ۽ مير علي مراد خان کي هٿ پڌي عرض گذاريائين، ته ڪيس مڙس کان شرا جا تي پٽر ڏياريا وڃن. مير سائين جي پروچڪي رڳ کي چوچڙي وئي وئي ۽ ڪيس هڪل ڏني چيائين: ”نيڪر ڪُتي.“ بادشاهه جي اک ڦريل ڏسي رن جا ڪارڙا ئي مري ويا، هن پڙڪو ڪائي پوئتي موٽڻ واري ڪئي، پر ٽيستائين

مير جي ولائتي برج لوڏ کيس ڪارڙي تتر جيان رومال ڪري ڇڏيو، درٻاري سڀ هراسجي ويا؛ پر مير سائين بندوق رکي کڻي دلجاءِ ڏيندي چيو، ”هن ڪني رن کي طلاق ملي ها، ته پوءِ ڪوڙ لونيون به ريس تي پڳيون اچن ها ۽ سمورو ڏينهن پيا اهي ڪنا ڪيس هلايون ها. تنهن ڪان ڪني اڳ ودي ڀلي.“

ٿيو به ائين، جيسين مير علي مراد حال حيات رهيو ته وري ڪنهن لنڊيءَ ڪپوريءَ اهڙو لاڏ ڪونه ڪيو، پوءِ ماٺرا ايندا هئا مڙسان مڙسيءَ وارا، ڦرن جا، ڌاڙن جا ۽ خونن جا، جن جي ڀهرين سزا ته هوندي هئي ڪوٽ تي چاڙهڻ جي ۽ جوابدار ڏنڊ ڇٽيون ڀرڻ يا خون بها ڏيڻ تائين پيو ڪاٺ ۾ لوڙيندو هو، پر سڀ جوابدار جو اهڙا سکيا ستاٻا هجن، ته پوءِ اها قرار ڇو ڪندا. انهن جا وارث ڪين بنا ڏنڊ ڇٽيءَ ڇڏائڻ لاءِ، ڳوليندا هئا سفريون سفارشون ۽ جي ڪنهن جي سفارش هئي هنڌ ڪندي هئي، ته خون جو ڏوهي به لوڙائو ڳائيندو ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ ايڏي پڇندي هوندي هئي. ڳالم جي توبچين جي يا ڪنهن پير فقير جي، جنهن جي ڪانيءَ ڪرامت ڪان وقت جا بادشاهه بہ لڙي لنگهندا هئا. انهن پيرن فقيرن مان، ’لونگ فقير لوڙهي وارو‘ به مير علي مراد خان لاءِ پُڙي هيو ۽ سوالي ايندو هيو ته خالي نہ موٽندو هو. هڪ ڀيري لونگ فقير ڪنهن ڪم سانگي آيو، ته بادشاهه ڪنهن ٻئي برج ۾ هو. هن لنوائيندي فقير کي چيو: ”فقير سائين سفارش ته ٻڌبي هڪ ڀيرو يا لاچار ٻه ڀيرا، هي او هان جون لٺين سج نيون سفارشون ته ڏينگو ڏيري ڪنديون!“

”غريب پرور، اها ڳالهه ته بروبر؛ پر سوالين کي ڇا ڪيان جي در وٽي ٿا ويهن.“

”فقير الهن کي ٻڌ ٻاهر، سوالي ڪو ڪنڻ جا آهن!“

جڏهن لونگ فقير کي ان ڪم ٿيڻ جو ڪو آسرو ڪونه رهيو ته هن آئينهه ڏي سفارش ڪرڻ ڪان ڏاڙهي جو اقرار ڏئي اهو ڪم چاڙهيو؛ پر ان انجام اقرار کي مهينو ماسو مس گذريو ته لونگ فقير وري پيو ڪم وٽي اچي نڪاءُ ڪيو. حالي احوالي ٿيا، تہ مير سائين منهن گهنجائي فقير کي ميهڻو ڏنو“: فقير اڳين ڀيري ڏاڙهي ڏئي وئين ته بہ نہ مڙين!“

لونگ فقير جيڪي جواب ڏنو، سو به ٻڌڻ جهڙو آهي، چيائين: ”غريب پرور مٿور نہ اچان ها، پر سواليءَ ڪٺي الله جو نالو ميڙ وڌو. پوءِ تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ پنهنجي ڏاڙهي وڌم ته ٻئي پڙ ۾ الله جو نالو وڌم. ڏٺم ته سون واري ڏاڙهي ڪنهن پتيءَ پوري ۾ به ڪانہ آئي.“

رياست جون ڇيڙيون نيبيريون ان رلڳ ان ڍنگ ۾ تيسين هلنديون رهيون، جيسين ملڪ سمورو مير وڏي جو هو ۽ ڪانئس ڪو پڇڻ ڳاڇڻ وارو ڪونہ هو. انگريزن سنڌ سان سنمڪ ٿي، رياست ۾ پنهنجو ريزيڊنٽ مقرر ڪري، سُري ڀُري جاءِ ڪرڻ جي ڪهٽي جاڪوڙ ڪئي؛ پر مير علي مراد بہ پنهنجي نالي سان هو. هن حرفت هلائي ماڻهن هٿاران ريزيڊنٽ تي ڪوڙا سچا ڏوهہ پاپ ڏئي، کيس اهو ٿيڙ ڏنو، جو سندس حال حياتيءَ تائين وري ڪنهن

انگريز جي ڪوڏي ڪانه ڦري. پهريون پيرو اها پوهپي ۾ پاڻهن وڏي سنڌس پٽ مير فيض محمد جنهن ابائڻ واٽين وزيرن مان جان ڇڏائڻ لاءِ نوشهري جي ڊيپوٽي ڪليڪٽر قادرداد خان جي پاڻهن پاڻ ڳُهر ڪري ورتي. انگريزن ته الله ڪان هڪ اک پٽي گهري، پر هنن کي جو گهر ويٺي پٽي ملي ويون، ته هنن به ڪٿي لک شڪرانا ڪيا. انهن برٽشي وزيرن جو هڪ پيرو رياست ۾ پير پاتو، ته پوءِ اها ٽُڪ نهي وئي. پوءِ اٺين ٽيڻ لڳو ته جي چوٿيري وڃي، ته ڪوٺيري اچي اها ڇاءِ پري. پهرين زماني ۾ ته قادرداد خان، خانبهادر محمد يعقوب، خانبهادر صادق علي ۽ محمد ابراهيم خان پارا ديسي وزير آيا؛ پر پوءِ هوريان هوريان هيليفاڪس، ڏانٽن، سليڊن ۽ بوٽ پارن نيج انگريزن به اچي ڪَن ڪيا. مير فيض محمد جي پوين ته گهٽائي هٿ گوڏن تي هنيا، پر ڏڏل کير وري ٽٺين ڪونه پيو. ڪو وقت خدا جو اڙو به آيو، جو وقت جيسي بادشاهه مير امام بخش خان کي، پنهنجي وزير جي رڳو بدلي ڪرائڻ جي ڪاتي به لک روپين جي خورجين سهائڻي پئي. لاٽ صاحب اهي مايا جا ميڙ ڏسي، ٺٺان شوخائي ڪندي چيو: ”هزهائينس! هي ڇا؟“

”صاحب، هيءَ تنهنجي مزماني. اسان جو اباڻو رواج آهي.“

لاٽ صاحب کي به پيٽ پرين هيو ۽ هن به ڏلڻ شيڪي کٽي آمنا صدقنا ڪئي. مير امام بخش ان ڏني ورتي کان پوءِ جيڪي انگل ڪيا، سي سورهن ئي آنا ٺاپ پيا. ولي عهد مير علي نواز به بنواس مان موٽيو، ته وزير محمد ابراهيم خان به هتان پير ڏاهيا.

رياست خيرپور جو ميراڻو سرشتو، انگريزن جيسي هٿ لڳڻ سان مٽيو ويو. مير وڏي جي وفادار ڪاردارن مڄاوڪارن کي چٽ چاموٽ سمجهي، گهر جيسي ٽڪيٽ وٺرائي وئي ۽ اهو لڏو لاهي پوليس تي رکيو ويو. سرڪاري زمينون، مُهاڙيون، رکون، هُڙيون ۽ ڪوها خلاصا ڪاتا مٽي ڪاتيدارن کي مليا. ۽ جنس وار بٽئي بدران، پٽي لئيءَ تي ڍلون بست ٿيون. ڪرڙ ڪانڊيري جو پيٽ پريو، ته رتوچاڻ ٽيڻ لڳي ۽ انهن شرن جي نبيري لاءِ سول ڪورٽون، روينيو ۽ فوجداري ڪورٽون پڙ ۾ پهتيون. رياست ۾ وڪيل وڙي ڪڙي ڪرڻ جي پوءِ به ڪو زمانو جهل پل رهي ۽ پنهي جهاني جو بارجن تي رکيو ويو. هوريان هوريان، جيئن ماسرا وڏندا ويا، تيئن ڪامورا به اينگهندا ويا، تان جو سموري ڪامورڪي پڻ پاڻهين ۾ ڦاٻجي وئي. پهرين پاڻهين ۾ هئا اهي مير وڏي جا خاص خدمتگار، فراش، راڪا ۽ توشڪي، جي ’ڪئمپ شاهي‘ جي سريلي نالي سان سڏبا هئا ۽ بي پاڻهين هئي انون ڪامورن جي، جيڪي وڏي وزير هٿ هيٺ پيا ماڻهن سان مٿو ڏيندا هئا. مير فيض محمد خان کان مير امام بخش تائين ته اهو ڍينگو ڪنهن نه ڪنهن نموني رينگندو رهيو ۽ جي ڪڏهن ارا ارن ۾ اٽڪيا، ته به وڏو وزير ٽارو ڪري ويو، يا مير وڏو ئي مڙي جُڙي ويو. ڪئمپ شاهي به انهن ڏينهين روزاني جي ”الله نگهبان — بادشاهي“ برقرار جي ميراڻي سلام ۾ ئي پُر رهي، ته ڪامورا شاهي به پنهي پيڙين تي پير رکيون سانگ رسائيندي آئي. انهن پنهي پاڻهين پڙ ان وقت ڪيو، جڏهن ڪئمپ شاهي

جي سڪئي سيٽ جي ڪل خبر لوڪان لوڪ پنجي وئي ۽ هن پنهنجي قد ڪاٺ وڌائڻ لاءِ
مٿا مونا ڏنا. ان پيلهاڙي جا پيچي ته اهي ٿي ميراڻا خاصخيلي يا ڪاورا هئا، پر هاڙي هئا
هڪ طرف ڪان مير علي نواز خان، ته ٻئي پاسي ڪان آءِ. آءِ. قاضي.

هو ٿئن ته قاضي صاحب پنهنجي سر مير وڏي جو وڏو نيازمند هو ۽ ميل ملاقات وقت
هميشه سندس هٿ چمي أدرڀاءُ ڪندو هو؛ پر ڪائونسل جي هوم ميمبر ۽ سيشن جج جي
سرڪاري حيثيت ۾، هو پنهنجي وقت جو بي ريا ڪامورو ۽ قانون جي برتريءَ ۾ ايمان رکندو هو.
چون ٿا ته مير وڏي جي ڪنهن ڪوڙيءَ جي وار، ڪنهن مامري ۾ ڪيس ڪا سفارش سڙي
ڪئي هئي، ته هن بنا دٻ داءَ جي ڪيس وڏي واڪين چتائي چيو هو: هن پيري ان قصور
جي معافي اٿو، پر آئيندي اهڙو اکر به زبان تي نه آڻجو. منهنجي هٿ ۾ انصاف جي اها ترار
آهي، جا ڪنهن ڪي ٽڪر ڪندي، نه ڊگهي ڪي ڏسندي ۽ بندري ڪي.

اهو مامرو متو هيئن جو ڪئمپ شاهيءَ جي پيٽ پريل چڙواڳ خاصخيلين، خيرپور شهر
جي بازر ۾ تنتو ڪري، هڪ درزيءَ کي مٽي ۾ نايون وجهي ڇڏيون. ڌڪيءَ داد رسيءَ لاءِ
فرياد ڪئي، جا ڦيرندي ڪيهرندي قاضي صاحب جي آڏو آئي. اڳين زماني جي هيراڪ ميراڻن
لوڪرن پهرين ته ڪا پرواهه ڪانه ڪيئي، پر هوريان هوريان شاهدين اوڳاهين ۾ وڪوڙجي
ويا، ته پوءِ ڪين اچي سر جي لڳي. هنن بادشاهه جا اٿندي ويهندي ڪَنَ ڪائي ڇڏيا ۽
بادشاهه به قاضي صاحب کي سندن سفارش ڪري ڇڏي. قاضي صاحب ته اهڙين سفارشن جي
اوڏو ئي ڪونه هو، سو هن ان ڳالهه کي لنوائي ڇڏيو. اهي ميراڻا خاصخيلي، جو ٻي يا ٽين
حاضريءَ تي به ڪونه چڙيا، ته مير وڏي کي رهندو ڪٽر پڄجي ويو. رياست جو ناظم پوليس
شيخ حفيظالله، جو هو ته ڪائونسل جو سڀئون مدو زبردست، پر نوڪري پڪي ڪرڻ لاءِ
پئي ڪلها وهندو هو. دستوري سلام تي جو مير وٽ ويو، ته مير قاضي صاحب تي چوهه چنبڙيا
۽ هن معرفت قاضي صاحب کي چورائي موڪليائين، ته جي پنهنجي نوڪريءَ جو خير گهري، ته
ڪئمپ شاهيءَ جي نوڪرن کي بنا دير آزاد ڪري ڇڏي. شيخ حفيظالله هڪ ڪشميري پناٺ،
پيو پوليس فوج جو ماڻهو، سو عقل جو پورو سارو هو ۽ هن به اڳ- پٺ سوچڻ بنا، وڃي
قاضي صاحب کي سمورو نياپو ڏنو. قاضي صاحب لاءِ ته اها نوڪري ٺوڪري هئي، سو هن جا
ته ان زبرن زبرن وارن نياپن تي ڪپڙا به سڙي ويا. هن ان مهل ته اڪيلائي ڏسي اهو زهر
جو ڍڪ پري ڪٿي ماٺ ڪئي، پر شام جو سکر جي سول سرجن ڊاڪٽر پيتي گراف کي شاهد
طور ساڻ ڪئي، وري ناظم جي بنگلي تي پهتو. ناظم قاضي صاحب کي پنهنجي در آيل ڏسي،
سمجهيو ته هو پنهنجي نوڪري وڃڻ جي پوءِ ڪان سندس معرفت ڳالهه ناهڻ آيو آهي. چانهه
پي هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري، اوچتو قاضي صاحب ساڳي ڳالهه کي ڪئيو: ”شيخ
صاحب اڳهون اوهان پڌايو ته سرڪار مون تي ڏاڍي ناراض آهي.“

”ها، قاضي صاحب سرڪار ڏاڍي ناراض ڏٺي، اوهان به بادشاهه ماڻهو آهيو، نه ته اسان ڪامورن جو ڇا!“

”ڇا چئي فرمايائون؟“

شيخ حفيظالله ذرو به سنڀالي، منهن ڪان وٺي اها ڪهاڻي شروع ڪئي ۽ مير وڏي جا اهي تيڪا ميٺا لفظ الف ڪان وٺي ي تائين هوبهو ورجايا.

قاضي صاحب سموري ڳالهه ٻڌي، ڊاڪٽر کي به شاهد ڪري ڇڏيو: ”ٻڌوَ نه ڊاڪٽر صاحب!“

”ها، جج صاحب ٻڌم، گهٽي تي آهي.“

خبر تڏهن پئي، جڏهن خيرپور ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو هنگامي اجلاس ڪوٺايو ويو. قاضي صاحب هوم ميمبر ڪائونسل جي اڳيان اها ڳالهه پيرائتي پيش ڪئي ۽ شاهديءَ ۾ سکر جي سول سرجن ڊاڪٽر پيٽي گراف جو بيان ڏيارايائين. ڪائونسل بنا دير پنهنجو گهوڙي سوار قاصد ڪوٽ ڏجيءَ موڪليو ۽ مير سائينءَ کان لکت ۾ پڇيو ويو، ته ڇا هن ناظم پوليس خيرپور کي اهڙو نياپو ڏنو هو. مير ان ليٽر کي ڇڪي به ڪونه ڪيو. ڪائونسل وري پيو قاصد موڪليو، پر ان سان به ساڳي ڪار ٿي — نه اقرار ٿيو نه انڪار ٿيو. ان کان پوءِ ڪائونسل شرا شريعت جو ٽيون ٽپالي موڪليو ۽ ڪول ۾ ٻڌائي ڪيو ويو، ته جي هن پيري به ها يا نه جي ڪا ورندي ڪانه آئي، ته ڪائونسل پنهنجو فيصلو ڏيئي ڇڏيندي. مير علي نواز خان به مٿي ڪان پيرن تائين سمورو عقل جو ٺهيل هو ۽ هن به عقل دي دوڙ هٽي ڪائونسل جي چال سهي ڪري ورتي. اهو نياپو جي ثابت ٿي پيو، ته پوءِ ڪائونسل انصاف ۾ هٽ چراند جي ڏوهه ۾ ڪيس تخت تان لاهي، ولي عهد کي تخت تي ويهاريندي. ان ڪري هن سيائي راند يگر جيان، پنهنجي هڪ ڳوٺ سو سهائي، پر سموري بازي ڪانه ڏني. هن ڇورائي موڪليو، ته شيخ حفيظالله اهو نياپو دلئون گهڙيو آهي، سندن ملائڪن کي به نه ڄاڻ نه ڪئن. ان جواب ملڻ کان پوءِ ڪائونسل کي مير وڏي خلاف ڪو وجهه ڪونه مليو، باقي شيخ حفيظالله کي سو بادشاهه تي الزام مڙهڻ ۽ ڪورٽ سڳوريءَ کي هيسائڻ جي ڏوهه ڀاپ ۾، ڏيهه نيڪالي ڏيئي ڇڏيائون. هٽ جي وديءَ جو نه دوا نه دارون، سو ڪو ناڪوئي ڪونه لڳو ۽ شيخ صاحب جا ٽپڙ ٽيشڻ تي ويا. قاضي صاحب اها سري ته ڪئي، پر سندس روح سو رياستي نوڪريءَ مان ڪٽو ٿي ويو. هن پوءِ ستت ئي رضا خوشيءَ سان راند رتل، ميلو متل ڇڏي، هن جوءِ کي ستائي وچي سنڌ وسائي؛ پر مڇڻ مراد آهي، ته ڪات ڀات جو هيءُ مڙس پنهنجي ڳالهه تي واهه جي ويهاري ويو، پر هوين لاءِ به مثال ڇڏي ويو. وري ڪنهن ڪورٽ يا ڪاموري، ڪئمپ شاهيءَ ته ڇا، پر مير وڏي جي به اها ڪاڻ ڪانه ڪيدي. مير علي نواز خان ته وري به پنهنجي حال حياتيءَ تائين، مڪٽي هنيانءَ تي به پنهنجو ڏکو مکو ڪونه ڇڏيو، پر پوين جون پنج پريون ته پاڙون پٽيل هيون ۽ تاس جي بادشاهن جيان رڳو ڏسڻ جا ڏيل هيا — ان ڪنهن کي ڏنائون، نه ڏکويائون.

(لکت هيٺ ڪتاب ’هو جي وڻ وندر جا‘ سان ڪوريل هڪ مضمون)

1- اڳوڻي زماني ۾ رياست جي سموري زمين ٻٽئي ۾ هوندي هئي ۽ ڪاتيدار کي فصل جي جنس وار ٻٽئي ڏيڻي پوندي هئي. سرڪاري حصو هو چوٿون، پر ڪن حالتن ۾ پنجون. ڪن فصلن جهڙوڪ ڪمند يا ڦٽين جي سو ڍل مقرر هئي.

2- ڏوڙهي خير ان ڏاهه کي چوندا آهن، جنهن ۾ ڪنهن ڏر تي ڪا چٽي نه پوي. خرچ ڏرين جو ڏرين تي.

3- چوپائي مال جي چوري چڪار تي قرآن شريف تيڪڻ تسي گهمائڻ وارو رواج خيرپور رياست ۾ ان ڪري پيو، جو پاڳيا انهن ڪرڻ سان پنهنجو مال سموري جو سمورو گهر موٽائي پئي سگهيا ۽ چور بہ ساڳو يا ويڳو مال ڏئي، سرڪاري ڏنڊ چٽين کان بچي پئي سگهيو. لئنگلي پنهنجي ڪتاب A NARRATIVE OF A VISIT AT THE COURT OF MIR ALI MURAD ۾ لکيو آهي تہ :-

(الف) چوپائي مال جي چوريءَ ۾ چور کان چئوڻ مال پرايو ويندو هو، جن مان ٽي پتيون سرڪار جي ٻلي هونديون هيون.

(ب) پاڳيي کي بہ پنهنجي چوري ٿيل مال يا ماليءَ جي موٽائڻ عيوض، سرڪار کي ان جو چوٿون حصو ڏيڻ لازمي هو.

(پ) جاگيردار هاسيڪار پنهنجي ديهن ۾ چور ڌاريندا هئا، جيئن هو مال چورائي اچن تہ پاڳين کي واپس ڏئي، ڪائين قانون مطابق چوٿائي يا چونڪو اڳاڙي سگهجي. اهو سندن آيت جو سبب هو.

4- لئنگلي بہ ان ڳالهہ جي تصديق ڪري ٿو. جي قتل، ڌاڙي يا خون جي ڏانهن بروقت ڪاردار کي ڏني وڃي، تہ جوابدارن جو لڪڻ مشڪل آهي. ڪاردار پيرائن کان پهر ڪٽائي اچي ڳوٺ ۾ وڃهندو، تہ پوءِ چڱي مڙس جي ڏاڙهيءَ ۾ هٿ پوندو هو، جيستائين هو آهي پير ٻاهر ڪيدي نہ ڏئي.

5- مير علي مراد جي زماني ۾ ڪاردار ڍلون اڳاڙڻ سان گڏوگڏ چيڙيون نيپريون ڪندا هئا.

6- قتل يا ڌاڙي کي بيان بازيءَ سان زوري چوريءَ وارو هلڪو ڏوهہ ڪرڻ اڄ سوڏو صوبيدارن جو وڏو مشغلو رهيو آهي، جو ائين ڪرڻ سان مٿن بار هلڪو ٿئي ٿو.

7- ريزي پروي: ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ ۽ پروي ڪائونسل لاءِ چوٽا لفظ، جي ٻهراڙي لوڪ ۾ اڄ تائين مروج آهن.

8- لئنگلي بہ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ جي چور ڏنڊ-چٽيون نہ ڏيندو هو، تہ پوءِ بيل لڳندا هيس، جيسين ڪو اثر رسوخ وارو ماڻهو سندس بچ بچاءُ نہ ڪري.

9- لونگ فقير ۽ مير علي مراد بابت ساڳيو واقعو محترم پير علي محمد راشدي به پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن، اهي شينهن' ۾ بيان ڪيو آهي. لونگ فقير جي درگاهه خيرپور شادي شهيد روڊ تي واقع آهي. ان بزرگ جو سلسلو حضرت شاهه پٽائيءَ جي درگاهه سان آهي ۽ سندن مريد متي سان پٽائيءَ وارو ويس پائن.

10- لئنگلي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو: افسوس آهي جو رياست خيرپور جي دربار ۾ هينئر ڪو ريزيڊنٽ ڪونهي. اسان جو اڳيون ريزيڊنٽ هڪ مسلمان سينڌيءَ ۽ سندس پٽ طرفان بدنام ڪيو ويو. ان زالفان مير وڏي کي اهي لغو ڏنا، جو مير ڪانئن ڊڄي ويو. برٽش گورنمينٽ پنهنجو ريزيڊنٽ گهرائي ورتو.

11- 'الله نگهبان - بادشاهي برقرار' ميرائو سلام هو ۽ سلام ڪرڻ وارا ميرن کي ڏسڻ سان، ٻئي هٿ لوڏي اهو سلام ڪندا هئا.

12- ڪوڙيءَ جو وار: ايڏو ويجهو، جيئن ڪو ڪوڙيءَ جو وار. مطلب ته ويجهو عزيز.

13- ڪتر: بدگماني.

14- ٻئي ڪلها وهڻ: پنهي پيرين تي پير رکڻ. ساڏن سان به سنمک، پئنچن سان به پورو. چاپلوس. هيتان جي خبر هُتي پهچائڻ وارو.

15- جَن نه ڪَن: نه سڌ نه خبر. نه پاڻ وٽ، نه ڪنهن پُڌل.

16- ڏکو سکو: همٿ.

17- پنج پريون: پڪين جا اهي پرَ، جن سان هو اڏامي سگهندو آهي.



## هڪ لوڪ بيت

آهورن جي آسري، جهنگ نه چنائون،
سائو گاهه مليرجو، بيني ڏنائون.
(ڏاڏيءَ کان ٻڌل — امداد حسيني)

ماهتاب محبوب

# سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه

**************************************************

**(اسين هاڻ پڪي پرديسي.**

نسيم ڪنهن به ليک مان ايستائين مطمئن نه ٿيندو، جيستائين ڪيس ان جي پروفيڪٽ هئڻ جي خاطري نه هجي. هن جي شخصيت تي مضمون ڇپجڻ ۾ الهيءَ ڪري ئي دير ٿي. ستين مئي تي حيدرآباد اچي، هن اهو مضمون پڙهيو ۽ ان جي ڇپجڻ جو انتظار رهيس. هن کي الطاف نمبر پڙهڻ جو به گهڻو انتظار هو؛ جيڪو خيرپور ۾ سندس ٽيبل تي رکيو پيو ڏٺم. الائي هن پڙهيو يا نه...! هن کي ادبي فنڪشن جو به انتظار هو، جيڪو اسان سندس ئي خوشيءَ خاطر جٽون ۾ پنهنجي گهر ڪرڻ وارا هياسين. جنهن لاءِ صبح جو ننڊ مان اٿڻ شرط، هن نالن جي لسٽ به لکرائي هئي. ڪم ڪاريون ٿي ويس، تنهنڪري جولاءِ جي پهرين هفتي ۾ واندو ٿي اچڻ جو انجام ڪيو هئائين؛ پر پيو هفتو پورو ٿيڻ تي آيو، جو هو ظلم جو نشان بڻجي، هميشه لاءِ اسان کان وڇڙجي ويو... ڦٽ‌رجي ويو... علم ادب جو عظيم مينار ڪري پيو. هاڻ اسين ڪو به ادبي فنڪشن نه ڪنداسين. هن جي پياري ڀيڻ عظيم فاطمه، جيڪا هن کي منهنجي مهانبي لڳندي هئي، مون کي دل ڏاريندڙ دانهن سان چيو: "ماهتاب! مان پنهنجي ڪچهريءَ جي مور ادا کي توهان ڏي گهلڻ ايندم... هو توهان ڏي ضرور ايندو... تون فنڪشن ڪجانءِ... هو فنڪشن ۾ ضرور ايندءِ!" عظيم فاطمه جا لفظ دل کي ڏڍ ڏين ٿا، ته هو ضرور ايندو. زبان جو پڪو، قول جو سچو نسيم ضرور ايندو. اسان هن جو آخرت تائين انتظار ڪنداسين...

اڄ به فون جي گهنٽي ٻڌڻ سان لڳي ٿو، نسيم جي ڪال هولدي؛ در تي ٽپالي اچي ٿو، ته به دل کي اجائي آس هجي ٿي، ته نسيم جو آخري اسڪيل خط متان اسان کي دير سان ملندو هجي!

هن کي اهي رنگين تصويرون ڏسڻ جو به انتظار هو، جيڪي تيرهين مئي تي اسان سان گڏجي ڪيرايون هئائين...

ڪيس مون جيان مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ جي ڪلامن ٻڌڻ جي ٻه سڪ هئي، جن جا مون لوان ڪيسٽ تيار ڪري رکيا. حيدرآباد اچي منهنجي ڪتاب لاءِ پيش لفظ لکي ڏيڻ جي ٻه اونُ هيس، جنهن لاءِ چيائين ٿي: ”پيو ڪير نه لکندو، انهيءَ تي منهنجو حق آهي.“

هن کي اسان کان تفصيلي ڳالهيون ٻه ٻڌڻيون هيون، جن کي ٿن-چهن منٽن جي ڪال ۾ ٻڌائڻ ڏاڍو مشڪل هو.

هيٺ ڏنل مضمون، ادبي شخصيتن تي لکيل سلسليوار مضمونن جي آخري ڪڙي آهي، باقي شخصيتن تي لکڻ هاڻ منهنجي وس ۾ ناهي، ڇو ته ذهن سان لکڻ جي سوچ-لوچ، آمنگ ۽ سگهه موڪلائي وئي، صدمن ذهن کي ڏيپي ڏکڻي کنڊر بنائي ڇڏيو آهي... يادگيرين جو کنڊر... ماتم ڪده... آثار قديمه... رَڪ ئي رَڪ... مان رَڪ مان ڇِڻنگ ڪٿان ڳوليان...؟ مون کي يادن جي کنڊر ۾ ڪائي ڇڻنگ نظر نٿي اچي... ها، پر انهيءَ اونداهي رَڪ ۾ ٻه چار عڪس چٽا پيا نظر اچن......

اسان جي گهر سونهري ريشمي سوڙ ۾ جيئرو جاڳندو مٺڙي گهري ننڊ ممهيل نسيم.

چوڏهين جولاءِ جي اها رات، جنهن ۾ پنهنجي ڳوٺ جي ٿڌڙين هيرن ۾... دشمن جي گهيري ۾... ڪٽ تي ستل رَتو رت ٿيل معصوم صورت، دادلو، ٻودلو نسيم...

اها شام... جنهن ۾ ڪفن مٿان ڪارو غلاف اوڍي آبدي ننڊ سمهيل نسيم... مُرجهايل گُل... ڪومائيل چنپ... زرد چهرو... ڪعبه جي غلاف جي ٽڪرن سان ٻنڌ ٿيل سنگِ آسود جهڙيون اکيون... روسي شهزادو... روم شهر جا پيل پاوا ڪرندا ڏنم... سمورو خيرپور روم جيان سڙندو نظر آيم...

۽ يادن جي رک ۾ ڏسان پئي نسيم جي آخري آرامگاهه جو عڪس... جنهن تي سانده ڏهه ڪلاڪ آسمان لڙڪ هاريندو رهيو... جنهن کي مان ڇئن فوٽن جي پاٽيءَ مان هلي الوداع ڪيو... اها هُتي هن جي گذاريل پهرين اڪيلي... پوڙائتي... وِڇن جي ڪوڙڪاٽن... ڪرن جي گجگوڙن واري رات هئي...

خيرپور جي سؤ سالن جي تاريخ ۾ آسمان ائين ۽ ايترو ڪڏهن ٻه نه رنو...

مان نسيم جي آلي آلي تربت کي ايستائين ڏٺو، جيستائين اکين کان اوجهل نه ٿي...

اڃان ته صبح جا ست ٿيا هئا، مان سويرئي وڃي پهتي هيس. نسيم ته نوين ڏهين آٿندو آهي. ائين ٿي لڳو ته هو ضرور آٿندو... زندگيءَ سان ڀرپور نسيم ڪٿي مات ڪري ويهي سگهندو...! هو سيني سُتلن کي ٿرٿلو مچائي تربتن مان جاڳائيندو ۽ حسب معمول چانهه لاءِ سڏ ڪندو. پر ۾ رکيل ٽيپ آن ڪندو: ’چنبڪي چنبڪي رات دن آنسون بهانا ياد هي،‘ اڻ پيرا وڄائيندو. ’ٽال سلوڪ دے بول وے ماهي،

اسين هان ڀڪي پرديسي' ڏهه پيرا پڙهندو، تنهن بعد اخبار گهرندو ۽ جڏهن اخبار ۾ پڙهندو 'بزرگ ڪهاڻيڪار نسيم کرل جو قتل' ته بي‌اختيار ٿي پوندو: "ابول ڦهر ٿي ويو!"

-م. م)

سنڌي ڪهاڻيءَ جو امام. سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه نسيم احمد کرل، قد ڪاٺ ۾ روم شهر جو پيل پاڻو، شڪل صورت ۾ ذري گهٽ آهائي انٿوني سيزر واري وڏي شلوار ۽ چولي ۾ ملاکڙي جو مور لڳندو؛ جي پتلون بشرٽ پائيندو، ته ڪو ڪڪڙ وڪيل لڳندو. بنهه شرميلو اصل ڊيڄ جهڙو ٻُٽ. اڻواقفن سان ملندي ٻڪڙجي ويندو؛ پر هڪ پيرو فري ٿيو ته ڪيس ٻڪڙائي ڇڏيندو. ڏيگهه ۽ ويڪر جريبن ۾، ته به مهانڊن ۾ معصوميت جي مٺيا اٿس؛ جيڪا سادگي ۽ صاف دليءَ جو عڪس به ٿي پسائيندي، ته شرارت جون شعاعون به پئي اڇليندي. خيرن سان اڌ ڊزن ٻارن جو پيءُ ٿيو آهي؛ پر ٻالڪپڻ ۽ شرارتون نه ويون اٿس. آهي ئي دريا شاهه جهڙيون سن مستيون، ڪا گهڙي ٻلڪ ماٺ ۾ رهيو ته ٺيڪ، نه ته ان وانگر ئي ڪنڌيءَ ٻيلن ڪاٺيون، ٻوٽن لئي لاٽي، ۽ وڏن وڏن ٿُڙن سان پيو ڪلوڙسڻ جا وچهه ڳوليندو.

هڪ هنڌ ويٺو ته ويٺو ئي رهندو. پيو پاسا 'بدلائيندو' ستيندو، ٻٽيندو آٿو سُٻتو پيو ٿيندو، جهڙو دادلو ٻودلو. ان وقت جي ڪو ڪانئس عمر ۾ ننڍو اديب اچي سهڙيو، ته آٿڻ جو سعيو ئي نه ڪندو ۽ ڪيس ٻه آڱريون هٿ جون اڳين ڏيندو، ڄڻ ڪيس ڪو املهه خزانو ڏيندو هجي. سندس عمر جو يار دوست ايندو، ته گوڏن جي سور جي مريض جيان مس مس اٿڻ جي ڪوشش ڪندو. پر جي ان وچ ۾ ايندڙ اتيئي ڪيس ياڪر پاتو، ته وڏن جيان ويٺي ويٺي ئي ڪيس ٻيتا ياڪر پائي، اها نه اٿڻ واري ڪَس سندس هنيان تان لاهڻ جي ڪوشش ڪندو، مان ديهل ئي ديهل لفظن ۾، سندس ان مزاج جي رُڪائيءَ جو احساس ڏياريو هوندو، ته هن چيو هوندو: "ماهتاب، مان ٻربت جهڙو ڳرو مڙس ڪيئن ٿو هر ڪنهن سان آٿي آٿي ملي سگهان. وري اهي ته منهنجي ننڍن ڀائرن جيترا آهن، انهن کي اها ڳالهه دل ۾ رکڻ جو ڪو ضرور ته ڪونهي." "پر اها ڳالهه ته هر ڪنهن دل ۾ رکي آهي؛ ياد ڪونه آٿوَ، هو سرفراز راجڙ جو نسيم کرل نمبر ۾ مضمون؟"

"ها ها ياد اٿم؛ پر ڏڪ جي ڳالهه اها آهي، ته ان ئي سرفراز کي جي سندس ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر جو ڪيس ويٺي به هٿ جون ٻه آڱريون نه ڏنيون هونديون، ته به وٽس ڏينهن ۾ ڏهه ڦيرا پائي هن خوشي ڪئي هوندي؛ پر طارق جي ان ڪڌڙي ۾، آٿي هٿ نه ڏيڻ تي هن کي مٺيان لڳي هئي!"

"وري جي مليو ته؟"

"ها، ان کي مان سمهي هٿ ڏيندس."

هو مصلحتن مان ته چاڻي ٿي ڪوڙ. ڪنهنجي به ڪٿي ڳالهه ڪندو، ته بي خوف ۽ بي ڌڙڪ چئي ويندو، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جو مبالغو، مصلحت يا بناوٽ نه هوندي. پهريون پيرو مون کي ڏئو هئائين، ته ڏاڍي مسرت مان وڏي واڪ پئي هٿ مٿي ڪري هوا ۾ لهرائيندي چيو هئائين: ”ماهتاب سنوَر عباسي! ماهتاب محبوب!! هو هو هو هو...!“ ۽ کلندي شرمائيندي واپس صوفي تي ويهي رهيو. مان جيڪو سنهڙي سُرَ ۾ سلامڙو ڪيومانس، اهو ته سندس ٽنبور جهڙن ٽهڪن جي گونج ۾ الائي ڪيڏي وڃائجي ويو! بهرحال مون کي سندس ڪيڪارڻ جو انوکو انداز برو نه لڳو.

ڪافي دير تائين مون سان نه ڪڇيو: پر محبوب ڏانهن منهن ڪندي ڳالهائيندو رهيو، جو ته هن سان اڳ ئي سندس ملاقاتون ٿيل هيون. مان پور تي آٽڻ واري هئس، تہ اوچتو مون ڏانهن منهن ڪندي چيائين: ”تمام سٺو ٿيو، جو ننڍي عمر ۾ ئي شينهن ڪلهي چڙهي ويئينءَ. وڏين وڏين ڊگرين جي چس ۾ چوڪريون گهڻو ڪري شاديءَ کان محروم رهجو وڃن.“

سندس خيالن مان پتو پيو، ته هو چوڪرين جي گهڻي تعليم حاصل ڪرڻ جي حق ۾ ناهي. صرف ميٽرڪ يا بي. اي ڪرڻ هنن لاءِ ڪافي آهي. تنهن بعد کين فوراً پيڪا ڇڏي ساهرو گهر ملهائڻ گهرجي.

اسين پوءِ ڊرائينگ روم مان آٿي لان ۾ اچي ويٺاسين. سندس ڳالهيون اهڙيون تہ وڻندڙ لڳيون، جو لنباڪڙو هوندي به وقت گذرڻ جو احساس ئي نه پي ٿيو. ’سنڌي ادبي انڊسٽري‘ جي اديبن ۽ اديبائن متعلق تفصيلي گفتگو ٿي ڪيائين. پڌائڻ جو انداز بہ نرالو، آسمان ۾ نهاري، مُرڪي مُرڪي ائين پي ڳالهايائين، ڄڻ جيڪو اسان کي پڌايائين پي، اهو ڪيس آسمان جي اسڪرين تي صاف نظر پي آيو ۽ پاڻ رڳو ڪمينٽري ٿي ڪيائين. اوچتو جو واچ تي نظر پيس، ته تپوئي هڪڙو ڏنائين: ”پائو، مان هاڻ وڃان ٿو!“ جيپ جون چاپيون کڻي کيٽ ڏانهن ذري گهٽ ڊوڙندي محبوب کي چيائين.

نسيم احمد کرل سان اها ملاقات، شام کان رات جو يارهين ٻارهين تائين ٿي هئي؛ پر پوءِ پئي ڏينهن نسيم پاڻ پڌايو، ته آن رات رستي تي سندس جيپ خراب ٿي پئي هئي ۽ کيس پنهنجن ان ڪوڙن سچن ڳالهين جا ڪيتا ڏينا پيا هئا. هو پرهه ڦٽيءَ ڌاري وڃي ڪکن پيڙو ٿيو.

نسيم کرل ڏاڍو نفاست پسند آهي. لاشڪ تہ اهو سندس نالي جي نزاڪت جو اثر هجي. لکڻ پڙهڻ کان وٺي کائڻ پيئڻ، سنائي صفائي ۽ ڪپڙي لٽي تائين، هو زندگيءَ جي هر شعبي ۾ نفاست پسند آهي. ناهي تہ رڳو چڙو لکڻ مهل. جڏهن حال مان بي حال هوندو، سگريٽ مان سگريٽ دکائيندو، هڪ ڪوپ مٿان پيو ڪوپ چاڙهيندو، چوڌاري پنا پکڙيل هوندا ۽ فرش تي سگريٽن جا ٽوٽا، تيليون ۽ رک ئي رک هوندي. سگريٽن جا پرندڙ ٽوٽا سدائين چڪ پائي پيٺا ڪري آچلي، پوءِ کٽي قالين سڙي يا فرش. چوندو: ”پل تہ اهو داغ هجي، منهنجي يادگيري ڏياريندو.“

ڪار ۾ ڪراچيءَ کان حيدرآباد ايندي، منهنجي لنڊي ڪڪي، جنهن کي هو زمرد ذري ڪري سڏي، هنج ۾ ستل هجيس. اِي خياليءَ ۾ سگريٽ جو ٽڪرو وجي پيٽ تي ڪريس، تـ هوءَ روئڻ لڳي. نسيم کي بہ ڏاڍو افسوس ٿيو. ٻئي ڀيري جڏهن حيدرآباد آيو، تہ ڪڪيءَ کي نشان ڏسي چيو هئائين: "پل تہ اها نشاني هجيس، وڏي ٿي ياد ڪندي." نسيم جا اهي يادگيرين قائم ڪرڻ جا انوکا مثال مون کي مات ڪرايو ڇڏين. هن بيل باٽم پتلونن ۽ بشرٽن جي دور ۾ بہ هو شلوار قميص سان ناتو لباس لپائيندو اچي ۽ اهو لباس مٿس اهڙو نهي بيهي، ڄڻ نهيو ئي هن لاءِ هجي. سفيد لباس ۾ تہ هو پاڪيزگيءَ جو سيمبل يا ڪا آسماني مخلوق لڳندو آهي. تنهن هوندي بہ هو ڪنهن کان ڪا سوڻـگ يا بڇان ڪانہ ڪندو.

ڊي. آر جي زماني ۾ اسان جو ساٿس سات رهيو هو. هڪ ئي گهر ۾ گڏ اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، ڪل ڀوڳ، دلچسپ گفتگو. آهي ڏينهن ڄڻ اپريل جي بادلن جيان آڏامندا ٿي ويا. نفاست سان گڏ سادگي پڻ هن جي شخصيت جو اهم جزو رهي آهي. هو جو عمده ۽ نفيس ڪراڪرين جو ديوانو آهي، تنهن کي جيڪر ڪُٽ جي ٿالهيءَ ۾ ماني کائڻ جو اتفاق ٿئي، تہ مجال جو سنهن ۾ سوَنڊ پئيس. هو خوشيءَ سان کائيندو؛ پر شرط اهو تہ سٺي پڪل هجي. بيسوادي پوڙ پلائن کان، سادي سودي باجهر جي ماني کير سان کائڻ وڌيڪ وڻندس. مان تہ وري پوڙ بہ پاڻ رڌيان. جڏهن کائنس پڇندي هئس: "ادا، اڄ ڇا رڌيان؟"

"جيڪو جلدي ۽ آسانيءَ سان تيار ٿي وڃي."

مان پيهر اصرار ڪري پڇندي هئي مانس تہ چوندو هو: "جنهن ۾ اوهان کي گهٽي تڪليف نہ ٿئي."

ڪيس منهنجي ڏوئي سانجهڻ ۾ دلچسپي نہ هئڻ جو احساس هو. سندس قد بُت جهڙي ماڻهوءَ جي خوراڪ ڪنهن بہ طرح پولو برادران کان گهٽ نہ هئڻ گهرجي؛ پر عجب جي ڳالهہ آهي تہ هو صبح جو نيرن ۾ چڙا بہ-ٽي چانهہ جا ڪوپ پيئي. ٻنپهرن جو سا جلدي ۽ تڪي بڪ لڳندس، تہ بہ ماني عام نارمل ماڻهوءَ جيتري کائيندو، جنهن ۾ گوشت نهايت ضروري آئيٽم ليکبو. نرين کائڻ جو ڏاڍو چاهہ اٿس. منهنجن ٻارن جي ۽ هُنَ جي نرين تان، مانيءَ مهل چڪري رهندي هئي. اِرم پيئي، جنهن کي هوندءَ تہ آس؛ پر چيڙائڻ مهل 'چيٽ' ڪري ڪوئي، سا نسيم جي اک بچائي، اڳوات ئي جهٽ ڪري ڊش سان نري کڻي، ٻنهنجي پليٽ ۾ رکندي هئي؛ جڏهن نسيم ائين ڪندي ڏسي ورتس، تڏهن شوخيءَ سان چيو هيائينس:

"هو... و... ن! اڳوات ئي کڻي ڇڏيءَ، جيئن چاچا نہ کڻي."

جواب ۾ ڪڪيءَ جي چپن تي ڦِڪي مرڪ پکڙجي وئي هئي.

"کاءُ کاءُ... پر سياڻي منهنجو وارو اٿئي."

پوءِ مان کوڙ ساريون نريون گهرائيندي هئس، جيئن منهنجي ٻارن سان گڏ اهو "ٻار" بہ سرچي پوي.

رات جي ماني عام طرح سان نه کائي: جي بک گهٽي لڳيس ته لاچار هڪ ٻاجهر جي ماني، ته ٿڌي کير جو ملائيءَ وارو گلاس. اسان کي چوندو هو: ”مان هڪ ويلو ماني ٿو کاوان، ڏاڏو سستو مهمان آهيانوَ، تڏهن ماڪي خوشيءَ سان رهايو اٿو.“

نسيم لاءِ چانهه ڏاڍي نفاست سان ٺاهڻي پوندي هئي. منهنجو خيال هو، ته ٻڪي مڪس چانهه ٺاهي ڏ بس: پر هن جي فرمائش، ته الڳ ڪنڊي، الڳ کير، سو به گرم گرم! چانهه وري ڪڙڪ ڪڙڪ! ڪوپ ڪيٽليون ته، ماڳهين ٺهڪندڙ ٻاٽيءَ ۾ ڌوتل ۽ وري صاف ٽيل. مان بنيادي طرح سست ماڻهو مون کان ايهي ترالين، ٽي- ڪوزين جا ڪنراڳ ڪٿان ٿي پُڄڳا! نسيم چانهه پنج- ڇهه پيرا پيئڻ جو هيراڪ. هڪ ٿي وقت ۾ ٻه ٻه ٽي ٽي ڪوپ! مان پاڻ ته نه پيئندي آهيان: پر هن لاءِ سٺي چانهه ٺاهڻ جي گهٽي ڪوشش ڪندي هئس، ته به اهڙي نه ٺهندي هئي، جهڙا کيس گهربل هئي. منهنجي ڪڪي چانهه ٺاهي ڏيندي هئس، پوءِ به مطمئن نه ٿيو. مون کي زباني چانهه ٺاهڻ جون هر هر ترڪيبون پڌايائين. آخر هڪ پيرو ڪڪ ٿي، پاڻ ٿي چُلهه تي چانهه تيار ڪيائين ۽ ٽري ۾ سجائي ٽيبل تي رکندي چيائين: ”هيئن ٺهندي آهي چانهه، پي ته ڏس.“

”مان نه پيئندي آهيان.“

”جيتر سٺي چانهه نه پيئندينءَ، تيتر سٺي ڪهاڻيڪار نه ٿي سگهندينءَ.“

”هون! چڱ مان آهيان ڪوڙ!“

”مون جهڙي ڪهاڻيڪار تڏهن ٿيندينءَ، جڏهن چانهيون پيئندينءَ.“

”ٻه ٽي ڪهاڻيون ڇا لکيوَ بس سمجهو ٿا اوهان جهڙو ڪير ڪهاڻيڪار آهي ئي ڪونه!“

جواب ۾ شرارتي مُرڪ منهن تي پکڙجي ويس ۽ زوريءَ چانهه ڪپ ۾ وجهي مون ڏانهن وڌايائين:

”ادي، پي ته ڏس.“

”مون کي وڻي ئي ڪونه.“

”هيءَ چانهه ته پي ڏس.“

”هرو ڀرو!“

”اڇي پي“ ڪوپ اڳتي وڌايائين. مون سندس هٿ نه موٽايو ۽ لاچار ڪانئس چانهه ورتي. اهڙي ڪڙڪ جهڙي زهر، کير جو ٺهه اڌ ڦُڙو! هڪ ڍڪ زهر مار ڪيم ته روح ئي ڦري ويو.

”الائي اهڙي چانهه توهان ڪيئن ٿا پيو. مان ته اهو زهر پي جيڪر مري وڃان!“ ڪوپ واپس رکندي چيم.

”چانهه پيئڻ جو ذوق پيدا ڪر، پوءِ ڏسجان ته ڪهڙو نه سٺو ٿي لڳيئن.“

”چڱ مان خراب لڳندي رهي آهيان.“

”ٻُڌ ٻُڌ ٻُڌ ٻُڌا!“ هن اکيون بند ڪري مخصوص انداز ۾ سمجهائيندي چيو: پر مان ڪجهه ٻڌڻ کان اڳ ’سوجهرو‘ ۾ ڇپيل پنهنجي ڪهاڻي ’ڏکو پير پيران‘ ۽ ’ٻک جا چڪ‘ جو حوالو ڏيندي چيم:

”الهن تي جيترا خط آيا، اوترا ڪڏهن اوهان جن اسٽورين تي آيا؟“

”مونکي لياڻي ڏسي، تنهنجي مٿي تي هٿ رکيائون- وري دادو ۽ عمرڪوٽ وارن جا خطا الهن عام پڙهندڙن کي ڪهڙي ڪهاڻيءَ جي خبر.“

”ڪڏهن مون کي امريڪا يا انگلينڊ مان خط اچن؟ توهان کي خبر آهي، ته مان انهن عام پڙهندڙن لاءِ ئي خاص طرح سان لکندي آهيان.“

”مان جي شاگردي قبول ڪر، مٺائي کارائي، پوءِ ڏس مان توکي ڪامياب ڪهاڻين لکڻ جا ڪهڙا ٿو گر ٻڌايان.“

”اهڙي ڪائي ضرورت ناهي، اوهان جي شاگرد ئي پنهنجي ڪئي ڪمائي ڪُٽ ڪريان.“

’ڪير پتي‘ چالهه تي هريل محبوب، نسيم جو ٿاهيل ’ڪاڙهو‘ پيئندي، ڪنهن مهل هلڪي مٺي مُرڪ ۽ ٻي مرڪيو، ته صورتحال کي نازڪ موڙ تي محسوس ڪندي، مون کي اکين ئي اکين ۾ تنبيهه به ڪئي ڪيائين: جڻ چوندو هجي: ’گهر آئي مهمان سان ائين نه ڳالهائبو آهي‘: پر مهمان جو مُڏا لائي ويهي، ته پوءِ اڳيان مان به مان هٿس.

ان بعد نسيم مون کي ڪن ڪوڪ رائٽرن جا ڪي ڪتاب پڙهڻ جي صلاح ڏني. جنهن کي مون رد ڪندي ورائيو:

”مون کي ڪهڙي پئي آهي، جو اهي پڙهي پنهنجو نور لڇويان. اهو شوق اوهان کي ئي ليبهه هجي.“

هو لڳاتار شرارت مان مُرڪي رهيو هو. لاشڪ ته مون کي پنهنجي ڳالهه مڃرائڻ لاءِ پئي وڏا وس ڪيائين: پر ڪيس ڪهڙي خبر، ته منهنجو ستارو به جهڙس ئي ڪينسر هو، جي پهرين نمبر جا ضدي ۽ هٺيلا ٿيندا آهن. مون کي به هوءِ پوڳ سُجهيو ۽ ڪيس چيڙائيندي چيم: ”تاج بلوچ چوي ٿو، ته نسيم بي ڪلاس جو ڪهاڻيڪار آهي“.

”بلڪل سچ چيو اٿئين. سنڌ ۾ ڪو اي ڪلاس رائٽر ئي ڪونهي. مان برابر بي ڪلاس جو ليکڪ آهيان: پر ويچارو تاج پاڻ ته زيڊ ڪلاس جو شاعر آهي.“

وري به پنهنجو درجو مٿي رکڻ ڪاڻ نسيم ’اي‘ ڪلاس جي رينڪ ئي مِٽائي ڇڏي: پر الدر جي اوپر کان اهو ’زيڊ ڪلاس‘ وارو تير سو هٿي ڪيڍيائين.

باقي ’زيڊ ڪلاس‘ جو جواب نه هو. مان ڪيلي پيس. ٿوري دير لاءِ ئي سهي، نسيم کي ڏياري مان خوش ٿيس.

تنهن ڏينهن هن ڪهاڻيءَ جي ٽيڪنڪ تي تمام سٺو ڳالهايو. ان ۾ ڪو شڪ گمان ڪونهي، ته نسيم کي ڪهاڻي لکڻ جو ڏانءُ آهي. سندس ڪهاڻي شروعات ۾ ئي پڙهندڙن کي پاڻ سان گڏ وٺي هلندي آهي ۽ پڙهندڙ تو ڙ تائين ڪهاڻيءَ جي جادوءَ ۾ گم هوندو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ تُربل تڪيل جملا، چيدا چيدا لفظ ۽ محاورا هوندا آهن. **سندس لکڻيءَ ۾ وچ درياهه شاهه جي سير جهڙي رواني هوندي آهي.** تڏهن ئي ته هو پڻ ڪنهن ٻئي همعصر ڪهاڻيڪار کي ڪوله مڃيندو آهي--جا ڳالهه غلط آهي؛ پر اهو ضرور مڃڻو پوندو، ته هو سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه آهي، جنهن وٽ نج سنڌي لفظن، محاورن جو وڏو ذخيرو آهي ۽ لکڻ وقت اهي لفظ جملا، محاورا سندس ڀڃا ڀالها آهن؛ پر هو پنهنجي مرضي موجب ٻيو چونڊ ڪندو آهي.

پنهنجو پاڻ کي ڳورو ظاهر ڪرڻ لاءِ، ڪي ڪهاڻيڪار گهڻو ڪري اهو رعب رکندا آهن، ته ڇپجڻ کان پوءِ هو پنهنجون ڪهاڻيون پڙهن ئي ڪونه. مون کي پڪ آهي ته آهي پنهنجي لکيل ڪهاڻي وڏيڪ نه، ٻه ٽي ڀيرا ضرور پڙهندا هوندا. اها قدرتي ڳالهه آهي، جنهن ۾ جيتوڻيڪ ڪا بردباري ناهي؛ پر هرويرو جي بردباري به ته ساڻهوءَ کي ٽڪائي ٽي ڇڏي.

نسيم کرل واحد ڪهاڻيڪار آهي، جيڪو ان معاملي ۾ سڀن کان گوءِ کڻي ويو! سندس پنهنجي شيءِ ڇٽي ڇپي، ته پوءِ اها ڪي ڏينهن ڏهاڙا صبح شام سندس دؤر ۾ رهندي. 'نئين نياپي' ۾ سندس ڪو مضمون ڇپيو، ته کيس بار بار ساڳيو رسالو پڙهندي ڏسي پڇيم:

"ادا، رسالي ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي، جو ٻل ٻه پري نٽا ڪريوس؟"

"هو هو هوا!" مخصوص لهجي ۾ کلندي ۽ ڪجهه ڪجهه شرمائيندي ورائيائين: "بس ڇا ڪيون، جيئن جيئن ٿو ڪو مضمون جي ساراهه ۾ فون ڪريم، تيئن تيئن ٿو وري پڙهان." هن ڏاڍي سادگيءَ سان حقيقت مڃي.

اٿندي ويهندي، گهمندي ڦرلدي، رسالو اصل گڏ هجيس. ڪجهه دير لاءِ مان رسالو کڻي وٺي مانس، ته ڏٺم ته جهڙو ماندو؛ پر گهري نه سگهيو. آخر پاڻ ئي پڇيومانس: "ادا، ٻور ٻيا ٿيو، 'نئون نياپو' کڻي اچان؟"

"هئي... ي...!!" اکيون بند ڪري، مُرڪي ڏنائين، ڄڻ منهنجي طنز سمجهي ويو، ته به ڀڪو منهن ڪندي چيائين: "اٿي ڏينم ته ڏسان." وري ڏس کڻي ته اهو پاڻ ۽ سندس مضمون. پڙهي پڙهي ٿڪ کان اکين تي جي لنبد جا ڳهٽ چڙهي ويس ۽ سمهي پوندو، ته جيئن ئي ڪنهن ڪڙڪي تي اک کلندي هئس، ته ڀريائين نظر مضمون تي وجهندو. شال نه رسالو اکين کان اوجهل ٿئيس.

رام والڪر ٻنواس جا ٽي-چار مهينا ڪاٽي، هو جڏهن خيرپور ويو، ته مان ۽ محبوب هن کان سواءِ ويڳاڻا ٿي وياسين. سمورو گهر ڪاٽڻ ٻي آيو. زمر کي به ڄڻ ڏهه پنجي وٺي، ۽ ڇيڙاڪ ٿي پئي. مان کيس خيرپور فون ڪيو. سندس گهر واريءَ کان پڇيم، ته هن ٻڌايو:

”ايو اهي تہ سچو ڏينهن ٻيو اُڪولا جي گراهہ جا“ پڙهي.“

”ڏاڍي ٻور ٿيندي هوندينءَ؟“

”ٻيو ڇا، تنهن ڏينهن چيومااس، تہ پڙهڻ جي هر هر تڪليف ڇو ٿو ڪرين؟ مان ڪي ڏي تہ تعويذ وانگر گهوٽي ڏيانءِ تہ سچو ٻي وڃ.“

مون کي ان ڳالهہ تي ڏاڍي کل آئي. واقعي اها گهر وارن سان سندس ڏاڍي زيادتي هئي. ايترن ڏينهن جو وڇوڙو، مٿان وري مضمون جو لڳاتار دؤر.

اسير، خيرپور تي ڏاڍي محنت سان، دلڪش انداز ۾ تاريخي ۽ معلوماتي مضمون لکيا آهن، جن کي تمام جلد ڪتابي صورت ۾ ٻيدرو ڪري پيش ڪرڻ جو ارادو اٿس. مون کي چيائين: ”اهي تنهنجي گهر ۾ ڏاڍي آرام سان ويهي لکيا اٿم، تنهنڪري توکي آرپيندم.“

”سچ!“ مان خوش ٿيندي پڇيو مانس.

”سچ ٿو چوان.“

”اڳتي هلي متان ڪنهن ڪوڳ شخصيت جي نالي تي نہ ڪرين.“

الهيءَ تي هو مُرڪيو.

”هي ڏس ٽيڪڻ تي هٿ!“ مون کي يقين ڏيارڻ ڪاڻ پنهنجي مٿي تي هٿ رکيائين. مٿي تي هٿ رکڻ ۽ رکائڻ جي ڏاڍي عادت اٿس. تنهن ڏينهن يوڳن ۾ ڪيس ڪنهن ڳالهہ تي ٻيتايم ٻي، تہ مٿو اڳتي وڌائيندي چيائين: ”ٽِڪڻ تي هٿ رک.“

”مان جي ڪوڙو هٿ رکان نہ؟“

”نہ رکندينءَ.“

”ايڏو اعتبار آهي اوهان کي؟“

”ها، آهي.“

۽ جڏهن مان ٽڪڻ تي هٿ نہ رکيو، تہ ڪيس يقين ٿي ويو، تہ اڳهون مون ڪيس ٻيتايو ٿي. هو ٻاڻ سادو ۽ سچو آهي، تنهنڪري ٻئي کي بہ اهڙوئي سمجهندو آهي. مون لاشڪ تہ ڪيس الهيءَ تي ٽوڪيو هوندو، تہ هو هرڪنهن ڪان پنهنجي سر جو قسم نہ کڻائيندو ڪري، ڇوتہ ڪنهن جي نيت جي ڪهڙي خبر.

ڊرائينگ روم ۾ اسيرڪرل، الطاف عباسي، محبوب ۽ مان ويٺا هئاسين. اسان جي تازي چوري ٿي هئي، ان جوئي ذڪر پئي ٿيو. جڏهن خبر پيس تہ چور ٻين سامانن سان گڏ منهنجي لکڻ جي پارڪر ٻين بہ پار ڪري ويا آهن، تڏهن نسيم هڪدم کيسي ۾ هٿ وجهي پنهنجي شيفر ٻين ڪيڍي مون ڏانهن وڌائي.

”نہ نہ ادا، مهرباني،“ مون چيو ”مان ٻي وٺي ڇڏيندس.“

”رک رک،“ هن اکيون بند ڪري هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي ٻين اڃا بہ مون ڏانهن وڌائي ۽ چيائين:

”جي سنڌي قوم قدر واري آهي، ته اڳتي هلي اها مون واري پين وڏي اهميت رکندي ۽ ماڻهو ور ور ڪري پيا ڏسندءِ. سنڌ جا ادبي ادارا ان پين ڪي ڊونيٽ ڪرڻ لاءِ وفد موڪليندءِ، هزارن رپين ۾ اها پين وٺڻ لاءِ تيار ٿيندءِ.“

مون ڪي پين قبول ڪرڻ کان سواءِ ڪو چارو ڪونه هو. مون پين رکي قابو ڪئي.

پهرين ملاقات ۾ هو ڪنهن سان ملندو، ته رُکو ملندو. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ اهو ماڻهو ڪيس پيٽ پيو، ته سائس ڏاڍي گرمجوشيءَ سان موڪلائيندو؛ پر جي اهو نه وڻيس ته ٻوءِ ٻي ملاقات ۾ ڪيس لفٽ ئي ڪانه ڏيندو. نسيم ڪي ان جي ڪا پرواهه ڪونه ٿيندي آهي. هو چوندو آهي، ته هرويرو پنهنجو ۽ ٻئي جو وقت وڃائڻ جو ڪهڙو ضرور: پر تڏهن به نسيم دل جو برو ناهي. هو نه منافق ۽ ڪوڙو آهي ۽ نه وري نيت جو ڪوڙو آهي. نسيم پنهنجي بيباڪي ۽ کرو ڪوڙو منهن تي ٺهڪائي ڏيڻ سببان، گهڻن کي اڻوڻندڙ اندر ۾ بدگمان ڪري ڇڏيو آهي. سندس دوست جي ڳالهه تي ڪا چڙ ڪندا ۽ هو به ڪا منافقي ڪندا، ته هو انهن اوڻاين کي هاسڪار لنوائي ڇڏيندو ۽ وجهه وٺي کين پرچائي ڇڏيندو، چوندو:

”دوستن کي هرويرو انهن سنهين ڳالهين تي ڇڏڻو ناهي. کين اهي مدايون معاف آهن.“

پر پنهنجي دوستيءَ جي حلقي کان ٻاهر، وڏن وڏن ادبي گرڻ پکن جي ڪاڻ ڪانه ڪيلدو. انهن مان ڪنهن کيس هڪ ڀڏائي ته هيءُ ستو ڀڏائيندو. ان ئي ڏينهن پاڻ ٽيليفون کڻي هرڪنهن کي ٻڌهو ڏيندو. جتي ٽيليفون نه پهچندو، ته اتي روبرو ويندو، خط لکندو ۽ وڏي واڪين پيو انهن گرڻ پکن لاءِ ست-سريون ڀڏائيندو.

ياد ٿو پوي، ته طارق اشرف جي گرفتاريءَ وقت ڏاڍو پريشان هو. هفتي ۾ ٻئي ٽئي پيرا محبوب کي پنهنجي اثر هلائڻ لاءِ چوندو هو. نسيم انهن ڏينهن ۾ پاڻ به قاتل هو؛ پر جڏهن هن جي جان ڇُٽي، ته پوءِ هن طارق لاءِ وڏا وس ڪيا: پر پوءِ خبر پئي، ته اهو ڪم سنڌ جي چيف منسٽر کان به زور هو ۽ سندس هوم سيڪريٽريءَ جي هٿ ۾ هو، جو وتائي فقير جي ماءُ وانگر، وٽس ته ماني پچائي، وٽس ته پيتُ رڌي.

نسيم جا ٽنبر جهڙا ٺهڪ هرڪنهن ٻڌا هوندا: پر شايد ئي ڪنهن هن جا لڙڪ ڏٺا هجن! جبل جيڏو نسيم، هرڳالهه کي کل خوشيءَ ۽ ٺهڪن ۾ لنوائيندڙ نسيم، ڪو دل جو ڏاڍو نرم آهي، اصل زالفن کان به پري. پُٽي جي دوُر ۾ مٿس الاهي آفتون آيون: پر هن جي اک مان ڳوڙهو به ڪونه لڪتو: پر پير حسام الدين کي آپريشن ٽيبل ڏانهن ويندي ڏسي، نسيم اوڇنگارون ڏيئي رنو ۽ اهڙو رنو، جو هرڪنهن کي روئاري ڇڏيائين. سندس ڳوڙها تڏهن سڪا، جڏهن پيرصاحب جي آپريشن ڪامياب ٿي. ٻئي پيري جي ڳالهه آهي ته رات جو اسين فلم ’ڪڀي ڪڀي‘ ڏسي رهيا هئاسين، هڪ سين ۾ جڏهن فلم جي هيروئن جي مڙس کي سالن پڄاڻان خبر ٿي پئي، ته هيروئن شاديءَ کان اڳ ڪنهن ٻئي سان پيار ڪندي هئي ۽ کيس پرائيون ڳالهيون ورجائيندي ٻڌائين، ته هن انتهائي فراخدليءَ جو ثبوت ڏيندي هيروئن کي چيو،

۽ انهن ڳالهين کان هو بدظن ٿاهي ٿيو. هيروئن انهيءَ تي پڇيس ٿي: ”تون انسان جي روپ ۾ ديوتا آهين يا ديوتا جي روپ ۾ انسان؟“ مڙس ورائيس ٿو: ”هن زماني ۾ صرف انسان ٿجي ته به غنيمت آهي.“

جتي انهن ڊائلاگس جي ادائگي ڏاڍي ٿڇي هئي، اُتي چهري جا تاثرات پڻ هيانءَ ويڌ جهڙا هئا. ڪمري جي ڊم لائيٽ ۾ اسان ڏٺو، نسيم رومال سان هر هر پنهنجون اکيون ٿي اگهيون. محبوب جي پڇڻ تي چيائين: ”ادا، دل جو ڏاڍو نرم آهيان، اهو سين برداشت ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر هو.“ ۽ تڏهن ئي نسيم جي محرومين جي هلڪي جهلڪ مون کي نظر آئي هئي. ڏينهون ڏينهن سندس اکين جي چوگرد گهرا ٿيندڙ سياه حلقا پڌائيندا رهن ٿا، ته هو ڪڏهن حالتن جي گهاڻي ۾ پيڙبو آهي، ڪڏهن قربانگاهه ۾ قربان ٿيندو آهي، ڪڏهن جذبن جي چتا ۾ جلندو آهي، ڪڏهن معاملن جي وچ منجهه هوندو آهي! ان بعد جڏهن دوستن کي تپائيندو، جلائيندو، ستائيندو ۽ پٽائيندو آهي، تڏهن کيس ڪيقدر سڪون ملندو آهي. هن کي خبر آهي، ته سندس اهي دوست، سڀڪجهه سهندي به هن جا پنهنجا آهن. هن کان ڪڏهن به نٿا منهن موڙين. دل ڏکين ٿي، ناراض ٿين ٿا، ڏوراها ڏين ٿا منافقيون به ڪن ٿا؛ پر جڏهن نسيم جا مٺا ٻول سندن ڪنن تي ٿا پون، ته وري اهڙي جا اهڙا ٿيو وڃن. هٿن آڏو پنهنجو پاڻ کي هڪ فاتح جي روپ ۾ ڏسي، سندس انا کي تسڪين ملي ٿي. نسيم جو راڳ ڪنهن نه ٻڌو هوندو. کيس سٺي راڳ جي شناس ته آهي؛ پر پاڻ به سرتال سان چائي، ٻهريون پيرو مون کي اها ڳالهه محبوب ٻڌائي، جنهن سان هو ڪراچيءَ ويو هو، ته ڏڳ تي بوُد ۾ اچي، کيس ٻئي ٻئي مصراعون ٻڌايون هئائين. ڪي ڏينهن ڏهاڙا کيس ايلاز ڪيائين، ته مس مس مون کي به ٻڌڻ جو موقعو مليو. پوءِ هڪ ٻه پيرو وري به ٻڌايائين، جي ان شرط تي ٽيپ ڪياسين، ته ڪنهن کي نه ٻڌائينداسين.

نسيم سان جن ڏينهن اهي محفلون مچنديون هيون، ته محبوب ۽ مان گهڙي تي سنگت ڪئي، ٻر ميز ڪرسيءَ تي وجت ڪري سرتال ۾ پيا سنگت ڪندا هئاسون. هڪ پيري نسيم چيو: ”اڪي پئو ٿو ٿئي، جي اهڙوئي ڳائڻ وڄائڻ جو شوق رهيوسين، ته اڌين مان ڦري تارا گهنشام واري پارٽي نه ٿي پئون!“

ڪڏهن ڪڏهن چڙي به پوندو: ’مان ڪو ميراثي ڏوروئي آهيان؟‘ پر جي ڪڏهن موڊ ۾ هوندو ۽ طبيعت ۾ ترنگ هوندس، ته ڪوله ڪو انگريزي راڳ ئي ٻڌائي وجهندو:

ماءِ گرل اِز اي ڪوڪر
شي اِز بُش بوڪر
ديٿس: ويئر آر ماءِ مني گوز
شي گات اي لَوليي هپ
جَسٽ لائيڪ اي بيٽل شيپ

ڊيٽس ويئر آر ماءِ مني گوز
شي گاٽ اي لٽولپي ليگ
جسٽ لائيڪ اي وسڪي پيگ
ويٽس ويئر آر ماءِ مني گوز
شي گاٽ اي لٽولپي آئيز
جسٽ لائيڪ اي ڊائمنڊ فائيو
ويٽس ويئر آر ماءِ مني گوز

هر ڪهاڻيڪار وانگر نسيم به ڏاڍو حساس ۽ پورالو آهي. هڪ ڀيري اسين سڀ ٻار ٻچين ڪار ۾ حيدرآباد کان ڪراچي وڃي رهيا هئاسين. نسيم به پنهنجا ڪجهه ڪيسٽ ساڻ کنيا ۽ ٽيپ تي پنهنجون پسنديده غزلن واريون قواليون وڄائڻ شروع ڪيون.

غلام فريد صابري، هونءَ ته مون کي به پسند آهي: پر تنهن ڏينهن الائي ڇا ٿيو، جو سندس الهي قواليءَ 'ساقيا اور پلا اور پلا، اور پلا اور پلا...' ڏاڍو ڪڪ ڪيم — اصل مٿو ڦيرائي ڇڏيائين: پر نسيم هجي، جو راڳ جي لءِ تسي جهڙ ڦڙ ڪيڏيو پيو جهومي. آخر رهي نه سگهيس ۽ چيم: "ادا، ان کي ته بند ڪيو، ٻيو ڪو ڪيسٽ پڌايو." نسيم يڪدم ٽيپ بند ڪري، اهو ڪيسٽ ٽي دريءَ مان ٻاهر اڇلي ڇڏيو! اهو سڀ ايترو جلدي اوچتو ۽ اميد جي خلاف ٿيو، جو مان حيران ٿي ويس. محبوب ڪار فل اسپيڊ ۾ هلائي رهيو هو، حيران ٿي ڏانهس نهاريو: پر نسيم منهن ۾ سُولڊ وجهي چپ ڪري ويٺو رهيو. ان دوران اسان وڏا ته چپ هياسين، پر ننڍا ٻار به وايومنڊل ڏسي سانت ڪري ويهي رهيا: پوءِ به محبوب ان خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ عجب مان پڇيس:

"اهو ڇا ڪيوَ ادا؟"

"پاپيءَ کي نه جو ٿو وڻي."

"مان اڇلائڻ لاءِ ته نه چيو هو." چيم.

پوءِ هن ڪجهه ڳالهائڻ بنا، منهنجي پسند جو ڪشورڪمار وارو ڪيسٽ چاڙهيو، ته به اسان کي ڪو مزو نه آيو.

مان پوءِ اڳتي لاءِ ڏاڍي محتاط ٿي وئي هئس: پر هڪ وار وري اهڙو ئي واقعو پيش اچڻ وارو هو. ڪراچيءَ ۾ ڪرفيو دوران محبوب، نسيم، ٻار ۽ مان جيمس ۾ رهيل هئاسين. تاج بلوچ به اسان وٽ ويٺل هجي ۽ نسيم کان 'برسات' لاءِ افسانو ٿي گهريائين. جنهن تي نسيم چيس:

"تاج تون رسالو ڪڍين، ته توکي مفت ۾ ڏيڻ لاءِ به تيار آهيان."

"پر هي رسالو به ته منهنجي ايڊيٽريءَ ۾ آهي."

”نه، هي يوسف شاهين جو اهي ۽ اهو شخص ٻاڻ شاهوڪار آهي، ڪيس ڊسا ڏيڻ گهرجن.“

”ڪيترا ڊسا؟“

”پنج سؤ في ڪهاڻي.“

”اهي تمام گهڻا آهن.“

”اهي گهڻا آهن، ته پوءِ يوسف شاهين کي اچڻو پوندو، هڪ پيرو لڳ ٻر سو پيرا- منهنجون شيون اهڙيون سستيون ڪونه آهن.“

افساني ڪاڻ تاج جي گهڻي زور ڀرڻ تي، آخر نسيم پنهنجي ڏهه ڊسيءَ وارو دلچسپ کيل شروع ڪيو ۽ شرط رکيائين ته: ”جي اها ڏهه ڊسي ٻنا هٿ لائڻ جي، نراڙ تان ڪيرائي وجڻ ۾ ڪامياب ٿي وئين، ته افسانو ملندءِ.“

تاج انهيءَ تي تيار ٿي ويو. پوءِ ته وٺ وٺان ٿي وئي. تاج کي ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو. محبوب ۽ نسيم متانس گهيرو ڪيو بيٺا هئا. مان ٻارڙا وٺيو صوفي تي سمورو لقاءُ ڏسڻ لاءِ آتي ويٺي هيس. نسيم ٽوال ڪٽي تاج جي پيشانيءَ تان پگهر آگهيو. هٿ ٻه ڀونٽي ڪري ويهاريائونس. مطلب ته نفسياتي طرح ڪيس گهڻو اثر وڌو ويو. سڄي تياريءَ بعد، نسيم ڏهه ڊسي تاج جي پيشانيءَ تي زور سان چنبڙائي، اٽڪل سان لاهيو ويو، مگر تاج تي نفسياتي اثر رهيو، ته ڏهه ڊسي سندس نراڙ تي چنبڙي پئي هئي. پوءِ چيائينس: ”هاڻ ڪند لوڏ.“

تاج پنهنجي گينڊي جهڙي مُنڍي ڏوڻي ڏوڻي مالدو ٿي پيو؛ ٻر ڏهه ڊسي هجي ته ڪري! تاج جو اهو ڪلوزاپ، جيڪر ٽي-وي ’مخزن‘ ۾ ڏيکارجي، ته هوند ماڻهو گهرگهاٽ ڇڏي ڀڄي وڃن. ٽي-وي وارا هونءَ به ’مخزن‘ پروگرام ۾ چڱن چڱن جي ڪلوزاپ ۾ پيڙي پوڙيو ڇڏين، ايتري قدر جو انهن جي مُنهن جا سنهڙا نُنگ به لائن جي ڇُڪهن جيان ناسن ۽ ڏنن جي وارن سوڌو ظاهر ٿيو پون. رڳو سگهن جي ڪسر رهجو وڃي. باقي پنهنجي ڪڇن ۽ ڪڇين کي به سينگاري حالي قلوپطره ٺنائي پيش ڪندا آهن، جيڪي نه رڳو پنهنجي رڪارڊلڪ ڏسن؛ ٻر وٺين ته ڏهه پيرا ري ٽيڪ به ڪرائين. ’اِهه ٻاپين‘ ڪي ٻنڌرهن ويهن منٽن جي پروگرامڙن ۾ اهي سهوليتون لاهن. آهي ويچارا ته ٽي-وي تان خيراتڙي وٺي لسڙا ٿيو موٽيو اچن. ڪڏهن ته اها خيرات وري ٽي-وي ڊرامن جا ڪي ناميارا پروڊيوسر منگهي پير جي ٻڪايل واڳن جهان، دڳ تي ئي جهٽيو ڳڙڪايو وڃن. آخر ڪراچيءَ ۾ رهڻ ڪري پيو ڪجهه نه، ته منگهي پير جي واڳن جو اثر ته منجهن اچڻ کپين...... ها، ته ڳالهه هئي ٿي تاج بلوچ جي. ڪيس مچريل پاڏي واري حالت ۾ ڏسي، اسان جو ته کل ڪان ساهه ٿي نڪتو. آخر هو به سَرَ ڦٽايو ويٺو هو، سمجهي ويو ته ’دال ۾ ڪجهه ڪالا هي‘ ۽ محبوب کان پڇيائين:

”ڏهه پئسي لڳائي ٻه اٿس يا نه؟“

”تون ڪنڌ لوڏي ڪنڌ لوڏ!“ نسيم استادن واري انداز ۾ هڪل ڪيس، اتي تاج ــ جو ڪٽي پيشانيءَ تي هٿ ڦيريو، ته ڪاريءَ وارا ڪـَـک لڳا پيا هئا. چيائين:

”ـان شرط ڪٽي، جو توهان جي شرارت سمجهي ويس. هاڻ افسانو ڏي جلدي ڪري.“

نسيم کي ڪهاڻيءَ لاءِ گهڻوئي زور ڀريائين؛ پر هو پنهنجي ضد ۾ انڪار ڪندو رهيو. تنگ ٿي ڏاڍو ڪيائينس، ڪنهن مهل چويس ڪهاڻي ڏيانءِ ٿو؛ ڪنهن مهل صفا نيپ جواب. تاج اسان کي به سفارش لاءِ چيو. اسان بــ سفارش ڪيس ۽ جڏهن گهڻو چيوسين، تــ تمام سنجيده ٿيندي چيائين:

”توهان جي چوڻ سان ڪهاڻي ڦاڙڻ لاءِ تيار آهيان، پــر ڏيندوماس نــ . چئو تــ ڦاڙي ڇڏيان.“

هو ڪهاڻي ڦاڙڻ لاءِ هٿن ۾ جهلي بيٺو. اسين ڊڄي وياسين، تــ ڪٿي ـچ پچ نــي نه ڦاڙي ڇڏي. تنهنڪري وڌيڪ چوڻ ني ڇڏي ڏلوسين. تاج به مايوس ٿي هليو ويو. خير ڳالهه آئي وئي. ٻئي ڏينهن رات جـو انين وڳي، جڏهن ڪرفيو لڳــو ۽ اسين حيدرآباد وڃڻ ڪاڻ سنبرياسين، ته نسيم تاج کي فون ڪيو ۽ چيائينس: ”نوين لڳي اچي ڪهاڻي کڻي وڃ.“

انهيءَ تي محبوب ياد ڏيارس: ”ادا، انين وڳي تــ ڀاڻ هلون پيا، لوين وڳي تاج ڇا اچي ڪندو؟“

”ٻل تــ اچي رلي ڏڪا کائي.“

ڪڏهن ڪڏهن حقيقت پسندي پڻـي جي دلشڪنيءَ جو باعث بــ بڻبي آهي، جنهن جي نسيم کي پرواهه لــ هوندي آهي؛ پــر جي ڪير منڊس دلشڪني ڪندو، تــ بظاهر تــ ڪائي پرواهه لـ هوندس؛ پر چهرو لٿل ۽ نهايت لماڻو، ڪنهن معصوم ٻار جيان لڳندس. چپن تي بـ اداس مـُرڪ پکڙجي ويندس. هڪ ڀيري ڪراچيءَ ۾ گهر وارن لاءِ ساڙهيون وٺي مون کي ڏيکاريائين: ”ڀاڀي ڏس، سٺيون آهن نـ؟“ ڪيس هميشه پنهنجي پسند تي ناز رهيو آهي.

”خاص تــ ڪونهن.“ ڪيس ٽپائڻ جو مس مس موقعو مليم.

”نــ وڻيءَ!“ چهري تي نماڻائيءَ جا آثار اڀرڻ آيم.

”ٺيڪ آهن.“ وري بـ اڻوڻنڌڙ تاثرات منهن تي آڻي بيپرواهيءَ سان چيم.

”ڪولي تـ ڏس!“ هن هار نـ ٻي ڪائڻ چاهي.

تــاثرات ڏسڻ ڪاڻ هڪ نظر ڏانهنس وجهندي مان پيڪٽ مان ساڙهيون ڪڍيون. هڪ ليري زريءَ جي ڪم تي، ٻي لائيٽ براؤن ۽ مسٽرڊ لڪيردار قسم جي. ليري ساڙهي تـ وري بـ سٺي هئي، پر ٻي نـ وڻيم.

”اهو مٽل رنگ ڇو ورتو؟“

”ڏاڍو سهڻو رنگ اٿئي، ڪولي ڏسڻ سان خبر پوندي.“ نسيم بيحد معصوم ٿي لڳو.

گهڻي دير تائين مون ڪان دلشڪنيءَ جو مظاهرو نه ٿي سگهيو ۽ دل رکڻ ڪاڻ ساڙهي ڪولي پڪيڙي ڏٺم.

”واقعي! ڪهڙي نه سهڻي آهي.“

”هائو ني!“ منهن خوشيءَ ۾ ٽڙي پيس. ”اسان کي خبر آهي شاپنگ جي.“ هُن تيئن ٽُوند مان چيو.

”هو... و... ن، برابر!“ مان به قائل ٿيندي چيو مانس.

کيس هڪ ٻي شوق آهي، بهترين ۽ نفيس پرفيومز جو استعمال. ان ڪان سواءِ پيرت وارا پهراڻ پائڻ جو به شوق اٿس، جنهن لاءِ هو ٻئي پرت-ڪلا واري جي ڳولا ۾ هوندو آهي. ان سلسلي ۾ هو گهڻي ڪان گهڻو بار ناصر موراڻيءَ تي رکي، جو هن جو پيارو دوست آهي. ۽ سال ۾ ٻه-چار پهراڻ ڏڻ جي صورت ۾ کيس پراڻي ڏيندو آهي. نسيم پنهنجي سر اهڙو ٻڪو، جو کيس پوڙن جي هڪ پيتي به نه ڏيئي سگهيو، جا اُدي به هن لاءِ هٿائين؛ ۾ هنيانءُ تان نه لهي سگهيس. ڪراچيءَ ۾ ڪرفيو دوران ناصر جو کيس ٿڌي تي نسو مليو ۽ جيستائين هو کيس ملي، ته ڪائي پاڻ پوري ڪيائين ۽ بقول نسيم جي، ته جڏهن هو ڪاڻ ۾ مصروف هو، ناصر حسب معمول ڊيشنگ ڪري ڪمري ۾ گهڙي آيس. نسيم اوچتو کيس ڏسي ڏڪي ويو— ٻه-ٽي پيريل ٻچيل پيڙا ڪٽي تيريءَ تي رکيائينس، جي هن آٽي جو آٽي پيٽي پير ٽڪي ڇڏيا. ناصر کي هنيانءُ ڪولي سڀ ڳالهيون ٻڌائڻ سان گڏ ڏاڍو پڇائيندو آهي. ناصر پاڻ محبوب کي ٻڌايو، ته نسيم کي ته هن شاديءَ بعد پهرين ملاقات ۾ زال منهن ڪئي؛ پر نسيم کي سال ٽائيندو آيو. ناصر جڏهن به کيس چوي، ته نسيم کيس جواب ڏي، ته مون کي ته ڪو اعتراض ڪونهي، پر هڪ ته سنڌس اڌ رلڪي ڪري واچ گودو ٿي وئي آهي ۽ ٻيو ته هڪ اک ۾ ماتا ڪري ڦُلو به اٿس، ان ڪري ويچاريءَ کي احساس ڪمتري آهي. ناصر اهي ڳالهيون ٻڌي ساڻس همدردي ڪرڻ لڳو: ”پوءِ يار، تون ڪيئن ٿو گذارين؟“

”ادا، پنهنجي سؤٽ آهي، ڪاٿي ڪوجهي ليٽ پنهنجا ٻي ڪٽندا آهن. سان به ڪنڌ ڪڍائي نه سگهيس.“

ڪيترا سال ناصر ان وهم ۾ رهيو. هڪ ڀيري هن کي لاشڪ ته خواجه سليم ٻڌايو، ته نه بابا، ائين ڪاٿي هوندو! پوءِ ناصر چا ڪيو، نسيم جن جو پروگرام معلوم ڪري، زال سوڌو اُپ وٺي جنگشاهيءَ ۾ ويهي رهيو. جيئن ٽرين آئي، ته هو زال سوڌو نسيم واري اي.سي.سي ڪمپارٽمينٽ ۾ چڙهي ويو ۽ وڃي پاڀيءَ سان مليو.

اسان جا اديب پاڻ جتي ادب جي ميدان ۾ اول آهن، اُت ’امور خانداريءَ‘ ۾ به پٺتي ناهن. هڪ به شيون ٻي ڪٽي چوند ناهين، پر اهي به ’لکين دا مت‘ هولديون آهن. امر جليل، رشيد ڀٽي، حميد سنڌي ۽ تاج بلوچ والگر، نسيم به هڪ به ڊش تيار ڪرڻ ۾

ماهر آهي. خيرپور جي کجورن مان هُن نهايت لذيذ شيرخورمو تيار ڪيو. ڪڪڙ جو پاٽي ڪيڏي، پوءِ پچائڻ جو طريقو پڻ نسيم ٻڌايو، ته روسٽ کي پاٽيءَ جي ٻاڦ تي ٻيهر گرم ڪرڻ جو لاجواب نسخو به نسيم کان سکيس. واڳڻن جي ’بوراني‘ ٺاهڻ جون ترڪيبون ڪيئي دفعا نسيم ٻڌايون؛ پر مان ترڪيبون ٻڌي ڇا ڪيان ها؟ جڏهن ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اها واڳڻن جي بوراني به، روسٽ تترن، تلور جي پلاءُ ۽ ڪٽڪ جي حلوي وانگر، خيرپور کان ٽفن ۾ کڻي لڪائي اچي حيدرآباد ڪندي. اوچتو تيار ٿيل لذيذ مانيءَ مان جيڪا خوشي ملندي آهي، اها نسيم جي گڏ آندل ميٺاين مالن مان نه.

هو ڏاڍو ٿڪو آهي. حيدرآباد کان وڃڻ مهل، پاڻ سان آندل سوئي-سڳي کان وٺي، هر شيءِ جانچي يادگيريءَ سان کڻندو، پوءِ کڻي اها خالي ملس ڪوڙي چونه هجي. تنهن ڏينهن ڪيس رڌڻي ۾ وڃي پريشانيءَ مان ٿانون کي اٿلائيندو پٿلائيندو ڏسي پڇيو مانس:

”ڇا ٿيو ادا؟“

”ٽفن جو ڍڪڻ پُڙ رهجي ويو آ، سو ٿو ڳوليان.“

”توهان ايڏي ڳالهه! پلاءِ جي رهجي وڃي ها، ته به ڇا هو، گهر ۾ ٿي ته هو، ٻئي پيري ملي وڃيوَ ها.“

هو ٿورو شڪي ٿيو، پر فوراً حاضر دماغيءَ کان ڪم وٺي، منهنجي ڪمزوريءَ کي ڍال بنائيندي مشڪي چيائين: ”ان ڪري ته کڻي ٿو وڃان، ته وري اچان ته پراڻي کڻي اچان!“

بي صبرو به اهڙو، جو ’بهشت ٿيريءَ تي‘ واري ڇرٽي متس نهڪي ٿي اچي. ڪنهن ادبي فنڪشن جا گروپ فوٽوگرافس ليليٰ ٻالا کان گهرائڻا هئس؛ پر ڪرفيو سبب لاچاري هئي، ته به نسيم چيو: ”ليليٰ کي چئينس ته فوٽا ڏئي وڃي.“

”ڪيئن آڻيندي فوٽا؟ ڏسو به ٿا ته ڪرفيو لڳو پيو آهي، فونن کان گولين ۾ ته ڪوله ايندي!“

”چئينس ته تون پاڻ گولي آن، مارشيل توکي ڪير گولي نه هڻندو.“

”چوانس.“

”ها، ڀلي ڀلي چوينس. اهو به چئجانس ته حميد واري دعوت ۾ چاڙهيل ٽڪي لٿي، هينئر وري لٿين سنئين.“

مون سوچيو، ڪهڙي ٽڪي ٿي سگهي ٿي؟ پوءِ ياد آيم، ته دعوت واري ڏينهن جڏهن گروپ فوٽو ڪيدرايوسين، ته ليليٰ فوٽوگرافر کي رڙ ڪندي چيو ته ”نسيم جو فوٽو پڻ حصن وراهي، پرتي پيرا ڪيل، جو هو ڪئميرا ۾ مچو ڪوله ماپيو.“

انهيءَ تي نسيم ۽ چوٽ ڪندي چيس: ”ليليٰ، گهٽ تون به ناهين.“

”مان ويڪر جي ل، ڊيگهه جي ٿي ڳالهه ڪيان.“ ليليٰ وراڻيس.

اسان جي چوري ٿي، ته ڪنڌ تي ٽورو ۽ ڪُڙڪو ٿيندو هو، ته اسين سڀ سٽل فرد چرڪ ڀري جاڳي پوندا هئاسين. نسيم اڳواڻ ٿي ڪنڌ واري ڏاڪڻ تي چڙهندو هو، پنيانس چوڪيدار ۽ محبوب.

"ڪير آ؟" نسيم ۽ ڏاڪا چڙهي، رعب مان پڇيو هو؛ پر جڏهن خبر پيس ته ڪڙڪو پليءَ ڪيو هو، ته سامت ۾ ايندي، محبوب کي چيائين: "پاڻو، مان ڀاڻ رڳو ڏسڻ جو ڏيل آهيان."

ٽورا ڏينهن ٿيا، جو ورانڊي ۾ نسيم جي پارن سان ويٺي هئس، ته پر واري ڪمري مان، جت محبوب ۽ نسيم ويٺا هئا، سهڪي جو آواز ائين پڌڻ ۾ آيم، جڻ ڪو ملهه وڙهي رهيو هجي.

"ياالله! خير ڪجان، ڇا ٿيو..." مان ڊجي ويس.

اچي ڏٺم ته نسيم پلنگ تي حلوي جي پتڪڙي دبي مٿان پيٺو ٿيو، ڪنڌ هلائي رهيو هو. مڇو ڪِمُرجي ويو، پوءِ ۽ دٻو نه کليس، ته بيزاريءَ مان محبوب ڏانهن ڏيلهيندي چيائينس: "ادا، مون کان زور آ، تون کول."

جڏهن محبوب دٻو کوليو، ته نسيم حلوي ذرو کائي، مس وڃي سامت ۾ آيو.

اهڙو ڪو ڏينهن ناهي گذريو، جو نسيم ڪجهه پڙهيو ڪونه هجي. هو هر نموني جا ڪتاب پڙهي. ڪهاڻيون، ناول، جاسوسي آکاڻيون ته هو پڙهي ئي پڙهي؛ پر ڪيڪائوس جو قابوس نامو ۽ ڪونه ڇڏي. نه پڙهي ته رڳو شاعري، جنهن کان ونءُ وڃي؛ پر اهائي شاعري ڪنهن سريلي ڌُن ۾ ڳاتل هجي، ته پوءِ ڪَن لائي ويهي پڌي. سندس اهو پڙهڻ جو سلسلو رات جو ادائي ٽين بجي تائين هلي، جيسين ڪيس ننڊ نه اچي ۽ ڪتاب هٿ مان ڇڏائجي نه وڃي. وٽس ڪتابن جي سٺي ڪليڪشن آهي. هن وٽ اندي لائبريري آهي. سندس ارادو وڏي لائبريريءَ ٺهرائڻ جو آهي، تيستائين سندس ڪتاب ڪِتن کان علاوه وڏن ڪوڪن ۾، هڪ ڪمري اندر رکيل آهن. حالي ته رڳو ڊرائينگ روم ۾ پنهنجي پسنديده سهڻن هٿن ۽ پيرن جون پينٽنگز ٽنگي دل خوش ڪيو ويٺو آهي.

نسيم سدائين ٻن قسمن جون لکڻيون لکي. اهو ڪمال قدرت جي طرفان ڪيس عطا ٿيل آهي. ليک وغيره لکڻ مهل، سندس لکڻي الڳ هوندي آهي، ته ذاتي وغيره لکڻ مهل وري ٻي نموني هوندي آهي. شروع شروع ۾ جڏهن هن اهڙو انڪشاف ڪيو، ته اسان کي حيرت ٿي هئي، ته ائين ڪيئن هوندو؛ پر جڏهن هن مون کان پيڊ گهرائي ۽ شاهه سائينءَ جون سٽون 'ايئي جا پريات...' ٻن مختلف لکڻين ۾ لکي ڏيکاريون، تڏهن وڃي اعتبار آيو ۽ سندس ڪمال جو قائل ٿيڻو پيو.

ٻه ـ ٽي مهينا اڳ تاج بلوچ جو اخبار هلال پاڪستان ۾ ڪو ليک ڇپيو هو، پر ناٺو ڇپڻ رهجي ويس.

"اهو وري ڪنهن جو ليک آ؟" نسيم مون کان پڇيو.

"تاج جو لکيل آهي."

"توهان کي کهڙي خبر؟"

"تاج جي تحرير پڌري آهي."

"ڌ ڌا! تاج وري ڪاٽئون لکيو."

خير، پڇي ڏينهن ساڳي تحرير تاج بلوچ جي ناالي سان شايع ٿي، جا ڪاميابيءَ سان ڏيکاريندي چيو مانس:

"سان ـهي چيو نـ تـ تاج جي تحرير آهي، هاڻ تہ اوهان کي بہ مڃڻو پيو، تہ سان تحريرون سڃاڻي سگهان ٿي."

"تاج کي ڪهڙي خبر لکڻ جي!"

"تہ بہ چڱو ٿو لکي، اهو ليک ڪهڙو نہ ڏک جهڙو لکيو اٿس..."

"تاج وٽ گهر ۾ آلبم آهي ڪٿي؟ جو لکيو اٿس تہ: اڄ وري منهنجي آلبم مان هڪ پيو فوٽو اريس ڏي پنجي ويو!"

مون کي ان ڳالهہ تي دل ۾ ڏاڍي ڪـِل آئي، تہ ڪهڙا نہ نڪتا ٿو ڳولهي!

"مطلب تہ توهان کان سواءِ ٻيو ڪنهن کي لکڻ اچي ئي ڪونہ!"

"تاج شاعر آ، ان کي نثر لکڻ جي خبر ناهي. ڏک جو ليک لکندو، تہ ڪـِل پئي ايندي ۽ ڪـِل جو لکندو تہ روئڻ پيو ايندو."

"ائين تہ ناهي. پاڻو تاج نثر گهٽ لکندو آهي، پر جڏهن بہ لکيو اٿس، اثرائتي حقيقت لکندو آهي."

"اهو مڙيئي تاج جي هنياءَ تي ڇنڊو ٿي هڻين."

"سندس مشهور ڪهاڻي 'آرسي' جيڪا ستن ٻولين ۾ ترجمو ٿي آهي، سا ڇا اوهان کي وسري وئي آهي؟"

"مون کي تہ ياد ڪونهي."

"هوندي بہ اوهان جهڙي ان پرت پريل جـُتيءَ ۾، اهي سادا سودڙا اديب ڪٿي ٿا پسـر پائي سگهن! ڪنهن پاڻ جهڙي سان پلو انڪيو، تہ خبر پئيو، تہ گهٽي ويهين سو آهي؟"

"هن وقت تہ ڪو ڪونهي، جڏهن چائو تہ ڏلو ويندو." لسيز مـُرڪندي ورائيو، سو وري اوچتو سنجيدو ٿيندي چيائين:

"مان بہ الطاف وانگر ويندم هليو."

مان الهن لفظن تي ڇيرڪ پري سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڳاٽ اوچي ڪندڙ ڏانهن ڏٺو. جي سندس اها وائي پوري پي ٿي، تہ سنڌي ڪهاڻي رک جو ڍير پي ٿي. مان ڪيس چيو:

"اهي ليا ڳيون وايون تہ نہ ڪيو— باقي بچيا بہ ڪيترا آهيون؟"

هن ڪو جواب ڪونہ ڏنو. اوچتو ئي اوچتو هن تاج ڏانهن ڪراچي فون ڪـُڙڪايو. دعا سلام کان سواءِ ئي رڙ ڪري چيائينس:

”تاج يار، تو واري ان چنبڊي آلبم ۾ منهنجو ڪو فوٽو هجي ته اهو ته مهربان ڪيي ڇڏ.“
”ڇو ڇو؟“ تاج لاشڪ پڇيو.
”ان ڪري جو جنهن جو فوٽو ان ۾ لڳبي تو، سو پڻي جهان پيو آسري. ماں بابا مرڻ ڪو نه ٿو چاهيان.“

نسيم پوء پڌايو ته تاج ڏاڍو سنجيدو هو، تنهنڪري طنز کي محسوس ڪندي به لنوائي ويو ۽ بنهه لفت نه ڏنائين، ڇو ته اها طنز کيس دل سان لڳي.

ڏنم ته تاج جو هنيانء ساڙي، پل ۾ سندس چهري تي البلٽ جا ست ئي رنگ ڦري بيٺا.

حيدرآباد شهر، جو سنڌي ادبي انڊسٽريء جو گڙهه آهي، سو گهڻي وقت کان جمود جي ڪوهڙي ۾ ويڙهجي وڪوڙجي، پنهنجي اڳين حيثيت وڃائي ويٺو آهي. پنين-ٽنين مهيني، نسيم هفتي ڏيڍ لاء اچي، ته سندس ٽيڪا ٽپڻيون، ٺـڏا ڦينهڙا ويٺل ڪکر ۾ ڪڙو هٽي ڇڏين. جيترا ڏينهن هتي رهي، ته چؤطرف ڏينهن واري پون-پون ٿي وڃي. هتان آسري ته وري اهائي خاموشي.

شل نسيم سدائين جيئرو هجي، جو پائرن جون اهي ڪچهريون دائم قائم هجن. اهڙا انوکا پيارا ماڻهو پيدا ناهن ٿيندا.



● نسيم کرل پنهنجي ڊيگهه، پنهنجي ويڪر کان به وڏو بنهه وڏو ڪهاڻيڪار. سنڌي ادب جو محمد علي ڪلي (جسماني ۽ ادبي)، بنهي لحاظ کان، نه سندس ڪهاڻين جي ڪلا کي ماں اکرن جي محدود ذخيري ۾ قيد ڪري سگهان ٿي، نه ئي سندس ذهني ۽ جسماني ڦهلاءَ کي پنهنجي محدود حواسن سان ئي پرکي سگهيس ٿي. بس هن کي پڙهيوسين—هن کي ڏٺوسين ۽ هن کان وڇڙياسين، وري ڪڏهن نه ملڻ لاء--پر!! پوري دم کان به پوء جي ڪو دم آ— ته ڪي رهيل ليکا ضرور چڪائبا. —ليليٰ بانا

# نسيم نسيم، ڪرل ڪرل

علي دابا

**************************************************

انز آل ماءِ امجينيشن .
انز آل ماءِ انسپائريشن .
انز آل .
نو آرگيومينٽ .

نسيم.
نسيم احمد ڪرل .

نسيم موهن جي دڙي جي سوئمنگ پول کان وٺي، النرڪالت جي سوئمنگ پول جو ليڪڪ آهي. (ان لاءِ ته مون لاءِ مٿو ناهي.)

نسيم!

اُتون هن کي پنهنجي جيون سان ڪيئن ميساري ڇڏيان؟ پلا ”آخري مراد“ جو ليڪڪ، ”پهرين مراد“ جي رائيٽر کي ڪيئن ٿو وساري سگهي! ڪوئيسچن ڊزنٽ ارائيز.

اسين ڏاڍا سچا دوست هئاسين.

نسيم؟ (جوڪو هاڻ سچي؟ وڏو سوال پڇجي ويو آهي.) الائي ڪنهن پئي چيو:

”نسيم جو موت هڪ فيوڊل لارڊ جو موت آهي.“ مون کي ڪاوڙ ڪاڻ آئي. لارڊ لفظ تي ته مون کي پيار اچي ويو.

”ماءِ لارڊ.“
”يو آر ماءِ لارڊ.“

(دنيا ۾ لارڊ بائرن به آهي، ٻيءَ؟ ڪنهن کي، ڪنهن جي لارڊ هئڻ تي ڪو انڪار به آهي ڇا؟) الائي ڪير ڪنهنجو لارڊ آهي. پلي اسان جو ڪو لارڊ نه هجي، پر اسان لارڊس جي لائيف پڙهي به آهي.

اوهان...

اوهان نسيم سان ڪلهو ملائي سگهندا؟ الائي نسيم ڪيتيهين در سان ويو آهي، يا ”چوڏيهين در“ سان. هو اڇاڳ سمولڊن جو ماڻهو، اڇاڳ سمولڊن ڏاڍهن هليو ويو آهي.

(ڪڏهن نہ موٽڻ لاءِ. ان لاءِ تہ هيءَ دنيا ايهي بڇي ۽ گندي آهي، جو هڪ واري وڃڻ وارو ڪڏهن بہ نہ موٽندو آهي. هو پرٿويءَ جي سوسائٽيءَ کان الڪاري هو. ٽرو هيومن ريس. ۽ الدر ۾ پيار سمويل لفرتن جا پولار پاتار کنيو هلندڙ ماڻهو، پولارن پاتارن ۾ لروان پاڻ ڪاليوهي، آڪاسن سان موٽي اچڻ کان، آنگوٺو ڏيکاري ڇڏيندو آهي. نو سر. ٿئنڪيو ڇئي، آڪاسن مان اونداهين جا پڙدا اچلائي ڇڏيندو آهي.)

نسيم؟...!...

ڇا نسيم ۽ ڇا سنڌ جو هڪ ٽريڊيشنل وڏيرو! سنڌ جو سوڳنڊ، جي آئون نسيم هجان هان، تہ ائين مهاتما ٻڌ جيان ڇُپ نہ ويهان ها. سيف گارڊ کي ڇٽي ڇڏيان ها، تہ نر يا مادي ٻکي، منهنجي ايريا مان پَرُ بہ هٽي، تہ پوءِ منهنجي خاص ڪمري جو سائرن وڄائي ڇڏجو. پل آئون زال مان ستل هجان.

(ڇو پلا-اليگزينڊور جي دور ۾، اليگزينڊور دي گريٽ ٿي رهڻ ڏوهہ آهي ڇا؟) هن پرٿويءَ تي چنگيز خان؟ پرٿوي پاڻ پيدا ڪندي آهي، مائرون تہ پنجن-ڇهن پائونڊن جو الوسينٽ پار ڄڻينديون آهن. پتڪڙو، لرملو، گلاب جي پنکڙين کان بہ ڪومل. جمندي ڄام ڪوئي نہ هوندو آهي، پلا اوهان ڪڏهن نئون ڄاول، اڌوتل پار ڏٺو آهي؟... الائي پارن جو وزن پنجن-ڇهن پائونڊن کان وڌيڪ بہ هوندو آهي. ڏهن-ٻارهن پائونڊن جو پار بہ ماءُ ڄڻي سگهي ٿي. الاهين مائرون ڄاڙا پار بہ ڄڻينديون آهن. منهنجو خيال آهي، نسيم انهن پارڙن مان هڪ هوندو. هاڻ ٻڌايو اوهان نسيم لاءِ ڪهڙي راءِ ٿا رکو؟...

[اچا ڪهڙيون دشمنيون ٿا پاڙيو:...]

هينئر مان لٽو لڪان. ڪن لاءِ، ڪيسٽ تان گيت ڏاڍو سٺو پيو هلي. ساري، ايڪسڪيوز مي. گيتادت آڪاسن مان لهي آئي آهي-

هي هي هي،
الزام اٿالي... ... ... ...
لڳالي، داؤ لڳالي.

نسيم، بگ گيمبلر.

نسيم، ريس ڪورس جي گهوڙي ڪيڏي ۾ هارائي. اهو ڪنهن ڪتاب ۾ لکيل ڪوهين.

سنڌ ۾؟ نسيم:

”نسيم ڪير سڏائي، وڏيرو نسيم. نسيم ليوٽالستاءِ جيڏو ئي وڏو لاره هو. نسيم جهو اياڳ رکيو ايترو هو، تہ هو روس ۾ پيدا ٿيڻ بہ ران، سنڌ ۾ پيدا ٿيو. جي اوهان نسيم کي ڏٺو هجي ها، تہ شايد واهڻ ۾ اوهان کي ٽالستاءِ هلندو نظر اچي ها.

[ٽلي ڀيو ٽالسٽاءِ ڪٽي، اڇي ڀيو ٻڙلاءُ.]

نسيم؟... ها ياد آيو.

مون اهو ٻڌي لکڻ چاهيو، ته نسيم پنهنجي ڪهاڻين تي 'لو آرگيومينٽ جينٽل مين' جي سُهر هٺي ويو آهي!... ۽ اها ڳالهه اوهان مڃو يا نه. اينڌڙ زمانن کي اها ڳالهه مڃڻي پوندي. نسيم اوهان جو نه، اينڌڙ نسلن جو ديوتا، ڪلاڪار آهي. لرواڻ پاتل ڪلاڪار.

يادن جا جهوٽا:

"هاءِ جينٽل مين. تنهنجو ڪُرنات شمن فقير ڪٽي آهي. اڄ اَئون ڏاڍو اپاٽڪو آهيان."

"ڇو، چيلي ۽ ڪُر جي ڪوالٽي نه هولدي آهي ڇا؟ اهو ٽيليويزن جو بوسٽر مون کان ليند و ڪين."

"مون مان ڪُڏ ڊرنڪ ڪندين؟"

"مان تو وٽ ڪڏهن به ڊرنڪ لاءِ نه ايندو آهيان. پر... ٺيڪ آهي، اَئون توکي ڪمپني ڏني سگهان ٿو."

"خبر ٿئي پوتار، اَئون پئندو نه آهيان؛ پر جڏهن پئندو آهيان، ته پوءِ پرٿويءَ جي سڀ کان ڪؤڙي ۽ ليٽ مڌ پئندو آهيان. ساٿ ڏيندين؟"

"مون منجهه ساٿ ڏيڻ جي پوري سگهه سمويل آهي."

(ڏوکهه ڏوکهان.)

۽ جيبس جي اونچي فلور تان پن ماڻهن جا ٽهڪ ٿا گونجن.

[آڪاس ۾ کهُور] ٽهڪ. چڙواڳ ٽهڪ...

ڇا ائين نه ٿيو پاسي ته آسمان ۾ ٽرئينڪلنگ ڪندڙ سڀ تارا، دز پٽجي."

چالديءَ جي پائوڊر وانگي پيا آڏن."

"۽ هيٺ، هيٺ زمين تي ماڻهو ڪيڏڙا نه ننڍڙا آهن. ڪيڏا نه مُنجهاٺا. اجايو پيا ڳڻن. هنن کي هاڻ کهڙجي ته هينئر وڃي سمهين پون. پا... ڪان موٽرون ڦُري، ڳچيءَ ۾ پاچاري وجهي، پرهه ڦُٽيءَ ويلا ۾، ڍڳن جيان هلائجي. هونهن... واهيات شهر. مان جي ڪينڊي هجان ته ان شهر جي مٿان ائٽم ڪيرايان."

"نو جينٽل مين، تون ڪينڊي ڇا، هٽلر به ٿي نه سگهين."

"اڄ اتيئي سمهين رهه نه."

"ساري. نو سر."

"سمجهي ويس. تون وڏو هرامي آهين. ڪير آهي؟..."

"هرامي ته آهيان. مان ڪو اوهان کان پڇندو آهيان ته ڪير آهي. مون ته ڪڏهن پاڻيءَ لاءِ به نه پڇيو آهي ته ڪير آهي. پنهنجي آهي ڪين پرائي؟"

"... مون کان پردو؟"

”ڀاڻ ٿي ڪيري، ڦران. عورتن جو مٿو خراب آهي. ڦران، ڪڙيءَ ۾ عقل.“
(ٺهڪ)
”اوڪي – گڊ نائيٽ.“

ڀولارن ڪان ايندڙ آواز.
[”آڪي هونتون ڀي ٽونينگي ڀالي. آ... ٻڙي دوڪي هين.]

[ساري – آئون اوهان جو ڀيڻ سرولت نہ آهيان. ٿورڙي موسيقي
ٻڌي وٺان. ڀلا ڀيو اسان ماڻهن جي جيون ۾ آهي ڇا؟!...
ڀولارن سان الائي ڪيها ڪيها آواز ايندا آهن.
تون... تون نہ ٿي سگهئين.
۽ آئون آئون نہ ٿي سگهيس. آلا – ڪڏهن ڇڻ جدائي ڪين هئاسين.
هڪ وات تان وينڊي ويندي، چار وکون!
۽ ٻوءِ ڀهڪي، الائي ڪٿي، سدا لاءِ وڇڙي وياسين، ڪڏهن نہ ملڻ لاءِ...

چنڊ تارن ۾ ڇا هي.
چنڊ تارن کي ڇا ڪنداسين؟
اسين تہ ڀرٿويءَ سان ڳنڍيل آهيون.
چنڊ تارا هجن يا نہ،
ڀلي سور ۾ سرشتو ڇا،
آڪاس ۾ آڌري وڃن،
مان سدائين تنهنجي رهندس.
نہ وڃ ڀرين، ڇيچ ڇڏائي،
آئون ڏاڍو رئندس.
الائي ڪٿي دونهن ڀيو آڌري.
من جي مٿرا ۾،
ڀلاٽينم جيها موتي ڀريا ڀيا آهن. داسيءَ سان ايڏو ڪروڌ!...
[ماڻهو موتي ڳوليندي ڳوليندي ڀاتارن ۾ هليا ويندا آهن.]
وڃڻ وارا،
ڏاڍا زوراور،
راوان، ڪنگهن ئي ڪين.

نسيم.
نسيم احمد کرل.
(شبنم شبنم، ڪنول ڪنول)

نسيم نسيم، ڪرل ڪرل، (اڄ ڪولهين) جڏهن سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڪهاڻي ختم ٿي وئي آهي. جڏهن سنڌي ڪهاڻي ڪڏهن چوٽيهين در، ڪڏهن ٽيٽيهين در ۾ ڦاٿي پئي آهي. ڪو به صوبيدار، جاءِ واردات تي پهچڻ وارو ڪولهين. نه ئي ڪنهن نقاد يا صوبيدار جي هام هڻڻ جي ڳالهه آهي، نسيم جڏهن پنهنجي تير ڪمان سان، سڄي صديءَ کي چئلينج ڪري ويو آهي. نسيم، اهو اينٽيڪس، جنهن اڳيان ڪنهن به يوليسس جي دال نه ڳرندي آهي. جامڙن جو وڏو وڏو الڪاس پاوڙو انٽيڪس، آڊيپس ڪان به ڀلوان ماڻهو.

جامڙي ويڳي پاءِ ڪان ته وڏيڪ سگهارو ئي هوندو. جي چاهي ها ته جامڙن جي وڏيءَ اوڏ سان، ڊنگسرين سان ڪلهو ڪاهي ۽ ملائي سگهي ها. (لنڍي ڀُٽيءَ پئي عيش ڪيا.)

”نو ڪمپرومائيز جينٽل مين، اسين پاڻ پاٽاريدار آهيون، جيترا گهوڙا ڊوڙائڻا آٿو ڊوڙايو.“

اسان ڪٿي ڪيترو به انهيءَ ڊگهه ڪان پاڻ بچايون، ڪجهه به ٿي پوي، ڪڏهن نه ڪڏهن اسان کي نسيم کي ياد ڪرڻو پوندو. من اندر جي گهراين سان. اسان کي نه سهي، اسان جي پهريون درجو سنڌي پڙهندڙ ٻارڙن کي.“

[اهو ليک لکجي چڪو آهي. اهو ليک نسيم
پاڻ پنهنجي هٿن سان لکي ويو آهي.]

آڪاس مان آواز پيا اچن. جڏهن ڪوڙين آتمائون گيتا جا پاٺ ڀيون پڙهن.

”مان سمجهيس، منهنجو پرين اچي ويو آهي،
مان جهاتي پاتي،
۽ ڊوڙي گلن جي سيج تي ويهي ويس.“
(ائٽم ڪرڻ ڪان اڳي جي ڳالهه)
ماڻهو ڪيڏا ظالم آهن،
ماڻهن کي ڪهڙي خبر،
ڪيترا ٻارڙا يتيم ٿي ويندا!

”ماڻهو، نيچر جيان اندا آهن، ان لاءِ، ته ماڻهو نيچر جو سڀ کان وڏو حصو آهي، ماڻهو آٽوميٽڪ ڪمپيوٽرائيز مٽيرئل آهن. ڪي ماڻهو زرزلا آڻيندا آهن، ته ڪي زرزلن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ذهن سان اوزار ناهيندا آهن. ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته ڪٿي ڪيجر ڇا پيو ٿئي، ماڻهن کي ڪهڙي خبر، ته وچڙي وڪري ويل زمانا موتي ڪين ايندا آهن. سڀ خاڪ دم-به-دم ٿي ويندا آهن.

حفيظ،
عالماڻي،
الطاف
۽ نسيم،

(چارئي) اسان سان واهجي چئهر چُسي ڪيڏي ويا آهن. ٻولارن ۾ آڏامي ويا آهن. ٽِمر ٽِمر ڪندا، تارا ٻجھي ويا آسن، ٻاءِ ٻاءِ ڪندا. ٽوئنڪلنگ اسٽارز. آڪاس ۾ چڻ ٽيڙن جو راڄ لُٽي ويو آهي. رڳو اُئين ڏسڻ ۾ ايندا آهن،

جيئن،

نانهن ۾ لات جي ڳولا ۾ ٻڻڪندڙ ماڻهن کي، ٻولارن ۾، دگ دڙن تي دونهيون دُکايو وينل ماڻهو نظر ايندا آهن. ايها ماڻهو، جن لاءِ ٻريون سپنا لهنديون آهن. جنهنجي تلاش ۾ ٻڻڪندڙ ٻريون، ٻنهنجا ٻر ساڙي وهنديون آهن. اهو جيڪو ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ٻولار ڪين ٻاتار، ڏاڍو ٻاهين ٻريل ۽ اننت اڇاڳ آهي.

”شبنم شبنم، ڪنول ڪنول.“

”چونيهون در.“ ۽ نسيم.

سان تہ اُئين ٿو وسهان، تہ ماڻهوءَ جا لڪڻ ۽ اچڻ، ان جي آئڻ ويهڻ سان ڪوجي ڪيڙا آهن؛ ٻر هڪ فنڪار کي ڪوجي لهڻ ڏاڍو اهکو آهي. فنڪار کي ڏسڻ لاءِ، هن جي هاڻي ڪاڻي، ڪاڻڻ ٻيٺڻ، ٻهرڻ، ماڻهن سان وڙاڻ، سڀ بيڪار آهي. فنڪار جو ڪوج، سندس فن سان لڳايو ويندو آهي. سندس رچنائن سان.

اوشن جي مهاٻاري، ٻر لٺ ٻريل چولان چرل ڏسڻ لاءِ، ٽيليي-لينسز
ڪيمرائون ڪٽي، ميراج ڪان فاسٽ مووي هوائي جهازن ۾ چڙهڻو ٻوندو آهي.

ٻر ماڻهوءَ جي اندر ۾ ڪيڏي چولان چول هوندي آهي! ان لاءِ اسان ڪابہ سائنسي ايجاد نہ ڪري سگهيا آهيون. سڀ ايڪسري مشينون بيڪار آهن. الائي اسان ماڻهو ڪهڙي ٻرائي ڪال ۾ رهجي ويا آهيون، جتي رڳو ٻنيان لڪي ڏ ڪ هڻڻ جي ٽريڊيشن رهجي وئي آهي، ٻيو آهي ڇا؟ ... (ڇا ڏوڙ) ...

ساري،

نانهين، سان آواز ٻيا اچن. اُئين ٿو ٻاسي، جڻ حفيظ عالماڻي، الطاف ۽ نسيم گڏجي، ڪشورڪمار ٻنيان، چنگ چڙا، جهانجهہ ۽ ڪماچ ٻيا وڄائين. ساري، (زوريءَ ماڻهن جي ڪمرن ۾ ڪَرسر ٿو ٻي ٻائي ڪاهيو ٿا ٻون)

جان من
جان من.
... ... ...

چلتي چلتي،
ميري يہ گيت ياد رکنا،
کبهي الوداع نا کهنا.
روتي هنستي،
يون هي تم، گنگناتي رهنا،
کبهي الوداع نا کهنا.
پيار کرتي کرتي،
هم تم کهين،
کوجائينگي.
ان هي بهارون کي آنچل مين،
ٽک کي سوجائينگي.
سپنون کو، ڦر پيي،
تم،...
يون هي سجاتي رهنا.
کبهي... ... ...
بيچ راهہ هـمـين دلبر
بـچڙ جائين کهين اگر
اور سولي لـگي تمهين
جيون کي يہ ڊگر.
هم لوٽ آئينگي،
تم يون هي... بـُلاتي رهنا.
کبهن الوداع نا کهنا.
... ... ...
... ... ...
چلتي چلتي... ... ...

هڪ ڏينهن مـون شمشيرالحيدري کـان، نسيم جـي ڪتاب "چوڏيهون در" لاءِ رمارڪ ورتو. شمشير ان ۾ لکيو تہ: نسيم منڌ جو هيوي ويٽ رائيٽر آهي، ڀورئين جوڙ جو.

۽ ويجهو جڏهن T.V تان 'بخزن' پروگرام ڏٺم، تڏهن بہ شمشير جي راءِ ساڳي هئي. مون کي حيرت آهي، شمشير اها سڀ ڳالهہ ڪندي، سُرڪي ڪيئن پئي سگهيو!... (شمشيرا!...)
(مون کي خبر آهي، شمشير بيماري پروف ٿي نہ، شاڪ پروف بہ آهي)

(پورو- اڻ پورو)

# ساروٽيون

سحر امداد

❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋

**اها** شايد جنوري 73 جي ڳالهه آهي.

جنوريءَ جو 'سوجهرو' هڪ ڏينهن اڳ مارڪيٽ ۾ پهتو هو. ٻئي ڏينهن تي مان آفيس پهتس. اڃا ٻڪ‍ر ٻئي سڪايس، ته فون جي گهنٽي وڳي. ٽيليفون کنيم:

"هيلو، ڪير؟"

"دوزخ مان هڪ تذليل انسان!" (ان پرچي ۾ ڇپيل منهنجو نظم)

"جي!؟" مون کان پيو ڪجهه به آڪليو نه ٿيو. محسوس ڪيم ته منهنجا هٿ ٿڌا ٿي رهيا آهن. ۽ اِن "جي" چوڻ جي ٿورڙي عرصي ۾ ئي انيڪ سوال مون تي حملو ڪري آيا. ۽ انهن سڀني سوالن ۾ بنيادي سوال هڪڙو ئي هو: 'ڪير آهي؟؟ ڪير آهي؟!؟!'

"نسيم آهيان — نسيم کرل."

۽ منهنجي ساهه ۾ ساهه پيو هو. نسيم 'سوجهري' جي تازي پرچي بابت راءِ ڏني. مون راءِ جو سهارو وٺي، ڪانئس ڪهاڻي گهري. بهرحال ان ٿورڙي ٽائيم ۾ مان پنهنجي ڪنفيوزن تي قابو پائڻ لاءِ جاکوڙ ڪندي رهي هئس.

نسيم جون ڪجهه ڪهاڻيون مون پڙهيون هيون. جن ۾ "شبنم شبنم، ڪنول ڪنول" جي سمورين ڪهاڻين سان گڏ "پهرين مراد" ۽ "چوٽيهون در" به شامل هيون. نسيم سان منهنجي سڃاڻ سندس ڪهاڻين تائين محدود هئي. انهن ڪهاڻين ۾ پکندڙ شخصيت ۽ ٽيليفون تي ٿيل ان 'فارملي انفارمل' ڳالهه ٻولهه جي تاجي پيٺي هڪ آرٽسٽڪ شخصيت جو تصور — نه تصور نه، اصل ۾ هڪ فيلنگ هئي، محض هڪ احساس هو، ته انهن ڪهاڻين جو سرجڻهار ڪو آرٽسٽڪ شخص آهي.

ان ڳالهه ٻولهه جي ڪجهه ڏينهن کانپوءِ دادا مهتائيءَ چيو ته، "اڄ شام نسيم ڇانهن تي اچي پيو." مون کي لڳو ڄڻ ٽيليفون جي گهنٽي زور زور سان وڄي رهي آهي: 'هيلو، ڪير؟' ۽ اتان ڪو گهري ۽ گنڀير آواز ۾ چئي پيو: 'دوزخ مان هڪ تذليل انسان!' ۽ محسوس ڪيان ٿي ته منهنجا هٿ ٿڌا ٿي رهيا آهن.

شام جو پنجين بجي تائين آفيس هئي. آفيس ٽائيم کان ڪجهه پوءِ نسيم اچڻو هو. نسيم آيو — مُرڪي وِش ڪرڻ ۽ 'ڪيتري ڪنهڻ پيئندؤ؟' کانسواءِ ان سموري عرصي ۾ مون

ڪجهہ ڪولہ ڳالهايو. بيحد فارمل رهڻ-نظر اچڻ جي ڪوشش ساهہ پئي منجهايو. نسيم جي وچڻ ڪانپوءِ ڏاڍو ريليڪسڊ فيل ڪيم. ۽ تڏهن ئي ايڏي دير ڪان روڪيل ڳالهہ ڪي وڌيڪ روڪي نہ سگهيم:

”نسيم ڪهاڻيڪار ڪان وڌيڪ وڏيرو پئي لڳو.“

اڃا اهي ئي ڳالهيون ٿيون پيون تہ ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. تاج ٽيليفون کنيو: ”ادي، توهالجو ٽيليفون آهي.“ مان حيران هئس تہ دادا جي ڊائريڪٽ ٽيليفون تي هن مهل، اهڙو ڪير آهي جو مون سان ڳالهائڻ ٿو چاهي!:

”ڪير؟“

”ڏس نہ سحر، زمينداري سنهنجو ڏنڊو آهي. مون کي انهن ماڻهن، ان وڏيرڪي ماحول ۾ اٿڻو ويهڻو پئي ٿو. الڪري منهنجي شخصيت تي اهو اثر ضرور هولدو. مان هتي، هن شهري ماحول ۾، انٽلڪچوئلس سان گڏ نٿو رهان. جي مان هتي انهن ۾ هجان ها تہ يقينن مان بہ شمشير ۽ امداد وانگر هجان ها. آرٽسٽ فيل ٿيان ها...“ ۽ الاءِ ڇا ڇا، اتي وضاحتن جا ڍير هئا: ”پر ادا...“ ۽ هن ڪجهہ ٻڌو ئي نہ پئي. لاڳيتو پئي ڳالهايو. ۽ مان پريشان ٿي رهي هئس، تہ منهنجو اهو رمارڪ هن تائين پهتو ڪيئن! هن آفيس ۾ ڪٿي، ڪو ڊيڪٽا فون آهي ضرور...

هو ڳالهائي رهيو هو، مسلسل -- ڪهري ۽ گنڀير لوع ۾. ۽ هڪ فيلنگ هئي، هڪ احساس هو، تہ پئي پاسي فون تي ڪو بيحد حساس ۽ آرٽسٽڪ شخص ڳالهائي رهيو آهي. مون ڏاڍو ريليڪسڊ پاليو هو، پنهنجو پاڻ کي. ۽ ائين لڳو هئم، فون جي پئي پاسي ڳالهائيندڙ لاڳيتو هڪڙو ئي جملو چئي رهيو هجي:

”دوزخ مان بہ تڙيل انسان!“

* * *

## هڪ راءِ

**نسيم** کرل جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو ”شبنم شبنم، ڪنول ڪنول“ مون ڏهہ سال اڳ پڙهيو هو، ان ڪري پورا ناﻻ بہ ياد نہ اٿم. ڪهاڻين جا ڏنڊلا پاچولا، ذهن جي ساگر تي پيا چلن، پر ايترو سو ياد اٿم، تہ ڪهاڻيون اهڙيون نہ هيون جو ذهن جي پاتال ۾ ويهي وڃن ۽ اڻ سيٽ يادون ڇڏين. سندس ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو ”چوٿيهون در“ ۾ شامل ڪهاڻيون منهنجون اڳ ئي رسالن مان پڙهيل هيون ۽ مون کي سٺيون لڳيون هيون، مثلا ”پهرين مراد“، ”چوٿيهون در“، ان ڳڻکي ۾ جيڪي بہ ڪهاڻيون شامل آهن، تن ۾ سنڌي سماج جون روايتون، ڏک سور ملن ٿا. ڪهاڻيون اڻ وسرندڙ ۽ بين الاقوامي معيار جون آهن.

نسيم کرل وڏيرو هو. پنهنجي سماجي ۽ طبعي لحاظ کان. باقي ڪهاڻين ۾ ابوجهه ڪلاڪار ٿو لڳي. ”چوٽيهون در“ ۾ ڪرل خون جي واردات ڏيکاري آهي، انسان جي بيحسي ۽ پوليس کاتي جي بي حيائيءَ کي ڏاڍي سهڻي انداز ۾ چٽيو آهي. نسيم ڪرل خون ٿي ويندو، پاڻ به سنڌي روايتن جو پڪ ٿيندو! سا شايد ڪيس خبر نه هئي. مون پڙهيو آهي، ته روايتي وڏيرن وانگر ڏاڍو ظالم هو، پر منهنجي دل نٿي مڃي، ته ايڏو پيارو ڪهاڻيڪار، ڪو ايڏو ظالم به هوندو. مڃان ٿي، ته انسان جنهن به طبقي کان هوندو آهي، ان جا اثر مٿس ضرور هوندا آهن، سو ٿي سگهي ٿو منجهس ڪجهه اوڻايون هجن، وڏيري هجڻ جي ناتي؛ پر سنڌي ادب ۾ سندس محنت وساري جوڳي ناهي. هن پنهنجي ئي طبقي تي، بي رياءَ ٿي وار ڪيا آهن. ۽ هارين جي ڏک کي گهرائيءَ سان محسوس ڪيو آهي. سنڌي وڏيرن جي عياش طبيعت، اجائي ناڻ ۽ جهالت تي هن ڀرپور وار ڪيا آهن.

— نسيم ٿيبو

* * *

## امر ڪهاڻيڪار

نسيم کرل ان وقت به منهنجو ونڊڙ ليکڪ هو، جڏهن هو جسماني طور اسان وٽ موجود هو ۽ هن وقت به، جڏهن هو اسان وٽ ناهي. نسيم کرل هڪ ڪهاڻيڪار، هڪ ليکڪ هر وقت، هر دور ۾ جيئرو رهندو. سندس فن، سندس ڪهاڻيون، سندس لکڻيون. هميشه کيس جيئرو رکنديون.

۽ ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي، ته نسيم کرل جي هر ڪهاڻي مڪمل ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڪو جهول ڪو جهوپو ناهي. ۽ شايد اهوئي ڪارڻ آهي، جو هر پڙهندڙ کي نسيم جي هر ڪهاڻي ياد آهي. ”ڪافر“ کان وٺي، ”پهرين مراد“ تائين، ”اٽالو پڊنگ“ کان وٺي ”گِتس“ ۽ ”چوٽيهون در“ تائين، هر ڪهاڻيءَ ۾ ماحول جي مڪمل عڪاسي ڪيل آهي ۽ هر ڪردار هڪ سچو ڪردار آهي. مون کي سندس هر ڪهاڻي پسند آهي، ياد آهي.

”پيو رستو“ جو آخري جملو ”پري پيڙيءَ ۾ واڙيو ڳورو.“ ته بس، بس آهي.

نسيم کرل هڪ ڪهاڻيڪار جو خال شايد ئي ڪو پري سگهي.

نسيم کرل جون ڪهاڻيون شايد ئي ڪو ڏئي سگهي.

— تنوير جوڻيجو

---

# بابا فريد جا دوها

فريدا، مٽي لـ نندجي، مٽيءَ مٿ نـ ڪوءِ،
جيئري پيرن جـي هيٺ، مـوءِ بـ مٿان پوءِ.

فريدا، ٿي هئين ڍبُ جي، لُڀين ڀرين سَٽ،
ڇـڄـي، لتاڙجي، مُيچَ ٿـي، رَمين سائينءَ وَٽ.

فريدا، پيرن ڪـان پيو، پر گهٽري ٿـو چٽ،
سٺ ڪٽيندي عمر وئـي، پـهـرڻ چـاهـي پٽ.

فريدا، اڄـي پڳ ۾، ميري مَٽ مندڀام،
گهلو روح جاٺي نـ ٿـو، ميٺي مٿان پونديام!

## (بلوچي) ولي محمد شاهاڻي

[ولي محمد شاهاڻي پٽ محمد شاهاڻي. اصل وڻل ديهہ ڳاهي چارو، لڳ منچر ڍنڍ-جتي سندن پاڙي جا ٽـلها آهن. عمر: "ڏڪن ڏاڙهي اڇي ڪري ڇڏي آهي، نہ تہ مان ايڏو ڪو وڏو ڪونہ آهيان." سنڌي ۽ بلوچي ڪلام ٻڌندو آهي، ان کانسواءِ ڪيس بلوچي لوڪ ڪهاڻين ۽ منظوم رزميہ قصن جو ڪجهہ يادگيرو آهي. عهدو: ڀرين پبلڪ اسڪول ۽ هاڻ سنڌي ادبي بورڊ ۾ چوڪيدار.]

●

هٿ ٻڌي ڏجانس سلام، ڪجلي اک جو آءٌ غلام
ڳاڏيءَ چڙهيو ڀاڄ وجـان، نيڏڙو منهنجو سڄڻ اچا
آءٌ وڃان ٿـو سنڌ الا، گهوريـان جانب جنـد الا
ڏسان ڪاڇي ٻند الا، ڏوريـان دلـبـر هنڌ الا
ملڪ مـدهـنـو زور الا، مـنـڙو منهنجو مـور الا
ولـي محمد شاهاڻـي، پـارت هـوءِ تـوڙ تـاڻـي.

—ترجمو: امداد حسيني

# موت — سارتر جي نظر ۾

موت جو اصلي سو روپ ڇا آهي؟ ڇا جيئرو رهڻ تائين ئي موت جي نه هئڻ جو ثبوت آهي؟ اهي ڪجهه سوال هڪ جيئري انسان لاءِ تمام اهم سوال آهن. ژان پال سارتر پنهنجي زندگيءَ جي تجربن جو تت پنهنجي آتم-ڪٿا The words ۾ ڏنو آهي، جنهن ۾ هو الهن ئي سوالن جي حل ڏانهن اشارو ڪري ٿو. هن منجهس موت پسڻ ۽ ان کي محسوس ڪرڻ جي ڪيفيت بيان ڪئي. هتي سندس آتم-ڪٿا مان ڪجهه ٽڪرا پيش ڪجن ٿا. —ولي رام ولڀ

مان موت کان لٽي ڊنس، ڇو جو جيئڻ جي خواهش نه هئم، انهيءَ ڪري موت ايترو هراس ۾ وڌو. مون شهرت جوئي پيو روپ سمجهي موت کي پنهنجو مقصد بنايو. مون مرڻ چاهيو ٿي. خوف ڪڏهن ڪڏهن منهنجي بيچينيءَ کي ٿڌو ڪيو ٿي، پر گهڻي وقت لاءِ نه. منهنجي پاڪ خوشي وري جاڳي اٿندي هئي، مان انهيءَ پل جي چمڪ جو اوسيئڙو ڪندو هوس، ته ڪڏهن ٿي مون کي باهه وڪوڙي ۽ رک ٿو ٿيان. اسان جا گنڀير ارادا، اسان جون رڪاوٽون ۽ بهانا آهن، جن جو پاڻ ۾ اڻٽٽ سنبند آهي. مان سمجهي سگهان ٿو ته ٺڳي ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ جي باوجود پنهنجي هستيءَ کي بخشائڻ خاطر، لکڻ جي چرئي ڏنڌي کي ڪا حقيقت هئي. جنهن جو ثبوت اهو آهي ته پنجاهه ورهين کان پوءِ به لکي رهيو آهيان؛ پر جيڪڏهن مان پنهنجي بنيادن ڏانهن موٽان ٿو، ته اتي پنهنجو پاڻ کي اڳتي وڌندو، پرواز ڪندو محسوس ٿو ڪريان، هڪ سادي سودي آتم-هتيا ڪندي. ها، مهاڪاويه (epic) کان وڌيڪ، آتم بليدان کان وڌيڪ، موت جي تلاش ٿي ڪيم. هڪ ڊگهي عرصي تائين، مان پنهنجي رچنائن کي آخري شڪل ڏيڻ کان ڊڄندو رهيس، ڇو ته انهن جي شروعات ڪٿان کان به نه، ۽ ڪيئن به ٿيل هئي ۽ مان سوچيندو هوس ته انهن جو منجهيل انت، انهن جي منجهيل شروعات جو عڪس هو. منهنجي پيشي (لکڻين) هرشيءِ بدلائي ڇڏي، منجهائڻ خنجر جي نوڪ جي ٽڪاڻ اکري ويئي، باقي رڳو لکڻي رهجي ويئي؛ مون ڏٺو ته لطيف ادب ۾ ليکڪ کي پنهنجي ٽُنل رچنا ۾ بدلائي سگهجي ٿو يعني هو نالي ماتر شيءِ رهجي وڃي ٿو.

اتفاق آهي جو ماڻهو ٻنجي ويس، آدارتا موت کي ڪتاب ۾ بدلائي ڇڏيندي. مان پنهنجا پيغام، پنهنجا ويچار نامي جي اڪرن سان آڪري سگهيس ٿي، مان پنهنجي زندگي جي هل بڪيڙي کي امٽ پٿرن تي لاهي سگهيس ٿي، پنهنجي گوشت کي هڪ اسٽائيل (لفظن) جي شڪل ڏيئي سگهيس ٿي، وقت جي ڪمزور پيچيدگي جو انت آڻي سگهيس ٿي.

اها بازيگري ڪامياب ٿي ويئي. موت موت کي شهرت جي ڪفن ۾ دفن ڪري ڇڏيو، مان هاڻي شهرت جي باري ۾ ئي سوچڻ لڳس، موت جي باري ۾ نه. موت اهو سمجهڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي، ته ٻئي هڪئي شيء جو ناالو آهن. هن وقت جڏهن مان اهي سٽون لکي رهيو آهيان، ته موت کي خبر آهي، ته منهنجا ڏينهن پورا ٿي ويا آهن، بس ٿورن گهڻن سالن جي ڳالهه آهي. مان ڪهڙيء طرح تصور ڪريان ٿو- اهو تصور ڪري مان خوش ناهيان- پنهنجو اينڊڙ ٻڍاپو، ٻڍاپي جي هستي، انهن جي هستي جن کي مان چاهيان ٿو. مان پنهنجو موت ڪڏهن نٿو چاهيان. ڪڏهن ڪڏهن مان پنهنجي پيارن دوستن کي سڏيندو آهيان- جن مان کي موت کان 15، 20، 30 ورهيه چمار ۾ ننڍا آهن- ڪانئن وڌيڪ جيئرو رهڻ تي ڪيڏو نه دک ٿيندو. اهي موت تي کلندا آهن ۽ مان انهن تي، پر انهيء جي ڪا معني ناهي ۽ نه ٿيندي. جڏهن مان ڏهن ورهين جو هئس ته منهنجي هڪ آپريشن ٿي هئي، جنهن جي دوران ڪنهن خاص قسم جي احساس جي قوت هلي ويئي هئي. چون ٿا ته اهي احساس انهيء عمر ۾ مڙيئي سرس هوندا آهن. ڏهن ورهين کان پوء ڏٺم ته ايڪولي نارميلي ۾ منهنجي ڪن ڇڱن دوستن تي اوچتو انهيء احساس جو دورو پوندو هو. اهي شروع ۾ ڊپ يا ڪاوڙ جي ڪيفيت ۾ سجاڳ ٿي پوندا هئا. مان ڪاٺ ٻڌيو ڪوٺگهرا هئندو رهيس. منجهائن هڪ دوست سخت بيماريء کان پوء اسان کي ٻڌ ڏياريندي چيو ته موت موت جو سور پوڳيو آهي. موت اهو ته چاتو آهي، ته ماڻهو آخري ساهه ڪيئن ٿو کڻي، ايڏان تي اهڙي قسم جا دورا سين کان وڌيڪ پوندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن هو شعوري حالت ۾ مٿان جيئن نهارڻ لڳندو هو. هو اٿي بيهي رهندو هو، سندس اکيون سڄي ويندڻيون هيون، هو پنهنجو هٿٽ ڪڻندو ۽ غائب ٿي ويندو هو. ٻئي ڏينهن اسان هن کي ڏارين جي وچ ۾ شراب جي نشي ۾ چور ڏسندا هئاسين. اهي سڀ هڪئي کان حقيقتن جي اولهاين ۾ پوڻ کان سواء چڱيء طرح واقف هئا. مان ڪين پڌندو هئس: مان ڪين گهڻو چاهيندو هوس ۽ خواهش هوندي هئي ته مان به انهن جهڙو ٿيان پر ناڪام رهيس. مان سچي ڳالهه سمجهيس ٿي ته هرهند ڏڪوئيندڙ هڪ ڇهڙائي آهي. هڪڙو جيئرو آهي، هڪڙو مري ٿو، ڪنهن کي خبر ناهي ته ڪير جيئي پيو، ڪير مري پيو: موت کان هڪ ڪلاڪ اڳ به ماڻهو جيئرو هوندو آهي. موت کي انهيء ۾ شڪ ناهي ته منهنجي دوستن جون ڳالهيون بامعنيٰ هونديون هيون، جيتوڻيڪ مان انهن ڳالهين مان مطمئن نه ٿيندو هئس. مان مات هوندو هوس، حسد ڪندو هوس ۽ انهن سين کان جدا ٿي ويندو هوس.

ليٽ اهي مون مان مخاطب ٿيندا هئا ۽ غصي ۾ چوندا هئا: ’تون ڇا ٿو چئين؟ ڇا انهن ڳالهين جو توتي ڪو اثر لئو ٿئي؟‘ مان لاچاري ۽ بيوسيءَ وچان پنهنجا هٿ ڇنڊي ڇڏيندو هوس. هو غصي ۾ ڪلندا هئا ۽ ششدر ٿيندا هئا، ته هو پنهنجي ڳالهه مون کي ڇو نٿا سمجهائي سگهن. ’جڏهن تون هنڌ ۾ اکيون بند ڪري سمهندو آهين، ته ڇا توکي اهو خيال نه ايندو آهي، ته ڪي ماڻهو سُتا سُتا مري ويندا آهن؟ ڇا توکي ڏندڻ ڪندي وقت خيال آيو، ته فقط اهوئي منهنجي زندگي جو آخري ڏينهن آهي؟ ڇا تو ڪڏهن ڪڏهن سوچيو ناهي ته وقت ٿورو آهي ۽ پنهنجو ڪم جلدي جلدي پورو ڪرڻو آهي؟ ڇا تون پاڻ کي غيرفاني سمجهين ٿو؟‘ مان ڪجهه انڪاري ۽ ڪجهه ڪجهه ساڻن متفق هوندي چوندس—ڳالهه صحيح آهي. مان سوچيان ٿو تہ مان غيرفاني آهيان، اها ڳالهه ڪوڙي نٿي ٿي سگهي. مون اوچتي موت کان بچڻ لاءِ ڏاڍو احتياط ڪيو آهي، نه رڳو ايترو ڪيو اٿم، پر الله مون کي وڏو ۽ ڏکيو ڪم سونپيو آهي، ڪيس مون کي هن ڪم پوري ڪرڻ لاءِ وقت ڏيڻو پوندو...

هاڻي مان مڃان ٿو ته آهي صحيح هئا. انهن اسان جي ڪيفيت کي انهن جي تڪميل ۾ قبول ڪيو هو، جنهن ۾ سندس ڳُڻتيون به شامل هيون. مون کي آئت گهربو هو ۽ اهو بلڪل صحيح هو، بنيادي طور تي ته مون پنهنجو پاڻ کي غيرفاني سمجهيو ٿي. مون پنهنجو پاڻ کي اڳيئي ماري ڇڏيو هو: ڇو ته رڳو مري وڃڻ ئي اسرتا ماڻي ٿو. نيزان ۽ ميهوڙ کي خبر هئي ته مٿن موت جو وحشياڻو حملو ٿيندو، ڪين دنيا مان جيئري ئي هڪ جهٽڪي ۾ ڇڪيو ويندو، جڏهن ته مان، مون پاڻ سان ڪوڙ ڳالهايو: جئن موت وحشي صورت اختيار ڪري نه سگهي. مون انهيءَ کي پنهنجو مقصد بڻايو ۽ پنهنجي زندگيءَ کي مرڻ جو هڪئي لڪل اصول بڻائي ڇڏيم. مان پنهنجي زندگيءَ جي پوياڙي ڏانهن وڌندو پيو وڃان ۽ مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪتاب لکڻ کان سواءِ ٻي ڪا خواهش ئي نہ ڪئي آهي. مون کي پڪ آهي تہ منهنجي دل جي ڌڙڪڻ تڏهن بند ٿيندي، جڏهن مان پنهنجي ڪتاب جي آخري باب جو آخري صفحو لکي پورو ڪري وٺندس ۽ موت ان وقت هڪ مئل شخص کي کڻي ويندو هوندو. ويهه ورهين جي عمر نيزان موت جي ڊپ کان جلدي جلدي عورتن ۽ موٽرن کي ڏٺو، زندگيءَ جي هرشيءِ کي ڏٺو: سڀڪجهه ڏسڻو هوس. مون به انهن ڏانهن ڏٺو پر لالچ کان نہ، اتساهه سان. مان ڌرتيءَ تي شين جو مزو ماڻڻ نہ، پر بيلنس شيٽ ٺاهڻ آيو آهيان.



اڳيي ٻوءِ مَران، مَرُ مَران مارگيتا ۾،
مَٿي ٻوءِ ٻَريان، خونُ منهنجو جيڏيون.
— شاهه.

# آديسي اٿي ويا

## عبدالحميد "منتظر" سومرو

**ولادت 1915 / وفات 24 آگسٽ 1978ع**

ٽنڊي الهيار جي ادبي گلشن ۾ هڪ گل 24 آگسٽ 1978ع تي ڪوماڻجي ويو، يعني ٽنڊي الهيار جو مشهور شاعر، اديب، عاشق رسول عبدالحميد 'منتظر' سومرو 7-8 مهينا بيمار رهي، هن فاني دنيا مان ڪوچ ڪري ويو.

إنـا لِـلّٰه وَ إنـا اليه راجعون.

مرحوم سچو عاشق رسول هو. سندس ڪيترين لعتون ڇپيل آهن، انهن ڪان ڪهڻيون اڻ ڇپيل به آهن، جن مان خاص ڪري 'صدقي جي پڪري' ۽ 'پٽلي جي ڳُڀي' هر هنڌ واهه واهه مچائي ڇڏي. سندس قومي نظم، مزاحي نظم، ادبي نظم، رسالي 'نئين زندگي' ۽ 'پيغام' ۾ ڇپيل آهن. پاڻ هڪ ڪامڪ يار ويس انسان هو. سڀني سان سهڻو ۽ سٺو پيش ايندو هو. ٻارن سان پيار ۽ انهن سان خاص محبت هوندي هيس.

'منتظر' صاحب هڪ پڙهيل گهر ۾ پيدا ٿيو. ٽنڊي الهيار وارن ۾ پهريون سندس والد بي. اي پاس ڪئي. سڄي عمر تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪري، پينشن تي لهڻ کان اڳ وفات ڪئي. سندس وڏو ڀاءُ حاجي محمد خان به بي. اي آهي ۽ ڊپٽي ڪمشنريءَ تان رٽائر ٿيو آهي. ٻيو ڀاءُ عبدالرحمان بہ بي. اي آهي، جو ڊپٽي ڊائريڪٽر ڊپٽي ميٽر تان رٽائر ٿيو آهي. ڪانئس ننڍو ڀاءُ ليک محمد اسسٽنٽ انجنيئر هو، عمر وفا نہ ڪيس، ننڍي عمر ۾ فوت ٿي ويو.

عبدالحميد ننڍپڻ کان ڏاڍو هوشيار هو، پر افسوس جو نظر خراب هئس، ان ڪري 3-4 درجن سنڌيءَ کان مٿي پڙهي نہ سگهيو.

پاڻ ننڍي هوندي کان ئي شعر لکندو ۽ چوندو هو. جڏهن سندس والد موڪل تي نوڪريءَ تان ايندو هو، تہ ان کي ڏيکاريندو هو؛ سندس والد خوش ٿي کيس انعام ڏيندو هو. ٿوري گهڻي اصلاح ماستر محمد مراد کان ورتائين. ان کان پوءِ هو شاعريءَ ۾ هوشيار ٿي ويو ۽ سندس هڪ هڪ شعر موتين مثل ٿي ويو. سندس اولاد مان فقط هڪ نياڻي آهي. الله تعاليٰ مرحوم 'منتظر' کي پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏي ۽ پوين کي صبر جميل عطا ڪري - آمين.

— سيد گل محمد شاهہ رضوي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# فتحنامو (چچ نامو) ۽ ان جو مترجم علي ڪوفي

(شمس العلماء مرزا قليچ بيگ يادگار تقريرن جو سلسلو)

اڄ اسان هڪ تاريخي ڪتاب تي بحث ڪري رهيا آهيون ۽ انهيءَ ڪتاب جو عام مشهور نالو آهي "چچ نامو". هن ڪتاب جي مؤلف جو نالو آهي 'علي بن حامد بن ابوبڪر ڪوفي'. يعني علي پٽ حامد جو، اهو پٽ ابوبڪر جو، اصل وينل ڪوفي شهر جو. اڄوڪي محفل ۾ آءٌ ٻن ڳالهين جي وضاحت ڪندس: هڪ ڪتاب جي مترجم بابت بيان، ۽ ٻيو هن ڪتاب جي اهميت، ته اهو ڪتاب خود ڇا آهي؟

## (الف) ڪتاب جو مترجم علي ڪوفي

ڪتاب 'چچ نامي' مان اسان کي فقط اها خبر پوي ٿي ته مولف جو سچو نالو علي بن حامد بن ابوبڪر هو، ۽ هو ناصرالدين قباچه، جيڪو ان وقت اُچ جو بادشاهه هو، تنهن جي دور ۾ ٿي گذريو. ان وقت هندستان ۾ مسلمانن جون ٻه بادشاهيون هيون: هڪڙي دهليءَ جي بادشاهي ۽ ٻي بادشاهي هئي اُچ جي. هي جيڪو ذڪر اسين ڪريون ٿا، سو آهي ستينءَ صدي هجري (تيرهين صدي عيسوي) جي شروع جو. دهليءَ ۾ قطب الدين ايبڪ جي وفات کان پوءِ طاقت جو توازن ورهائجي ويو. ان کان اڳ غزنوي دور ۾ لاهور سياسي طاقت جو مرڪز هو، دهلي پوءِ ٿي. لاهور کان اڳ توڙي پوءِ، ملتان ۽ سنڌ طاقت جا مرڪز هئا. تيرهين صدي عيسويءَ جي شروع ۾ دهلي ۽ اُچ سياسي ۽ علمي مرڪز بڻيا. دهليءَ ۾ سلطان التمش وٽ وڏا عالم ۽ فاضل وڃي گڏ ٿيا، پر ساڳئي وقت اُچ ۾ سلطان ناصرالدين قباچه وٽ به وڏي ۾ وڏا محقق ۽ عالم اچي گڏ ٿيا. ناصرالدين قباچه نهايت سخي ۽ علم پرور هو. اُچ شهر قديم زماني کان سنڌ جو شهر هو ۽ انهيءَ لحاظ سان اُچ جي بادشاهي ڄڻ سنڌ جي بادشاهي هئي. ساڳئي وقت تي دهلي جي بادشاهي هئي. خراسان ۽ ايران طرف مغلن جي حملن سببان وڏا عالم اتان لڏي اچي اُچ ۾ گڏ ٿيا. خود بادشاهه جا وزير شرف الملڪ رضي الدين ۽ سندس پٽ عين المُلڪ فخرالدين ۽ عين الملڪ جو ڀاءُ بهاؤالدين تمام وڏا عالم هئا. ٻيو وڏو عالم منهاج سيراج هو، جيڪو ان وقت جو وڏي ۾ وڏو مورخ هو، جنهن پنهنجي مشهور تاريخي

ڪتاب ”طبقات ناصري“ لکيو. ’عَوفِي‘ فارسي زبان جو وڏو اديب هو، جنهن ”لُبابالالباب“ جي ناني سان فارسي شاعرن جو پهريون تذڪرو لکيو. خود علي ڪوفي، جنهن جو اسين ذڪر پيا ڪريون، اهو به هن دربار جو وڏي ۾ وڏو محقق ۽ عالم هو. اڄ ۾ انهيءَ وقت جيڪي علم ۽ تحقيق جا بنياد پيا، سي اسان جي سڳهون ٿا ته سچي هندوستان ۾ ان وقت تاريخ جي تحقيق جا پهريان بنياد هئا تاريخ بابت جيڪي به هن برصغير ۾ لکيو ويو آهي، انهن تاريخي ڪتابن سان پهريون تاريخي ڪتاب ’فتحنامو‘ يا ’چچ نامو‘ آهي. ان بعد ٻيو ڪتاب ”طبقات ناصري“ آهي. پنهنجي پنهنجي نوع نمولي سان اهي ٻئي تاريخي سلسلي جا ڪتاب معياري حيثيت رکن ٿا.

مون ٿي عرض ڪيو ته جيڪي عالم اچي اڄ جي دربار ۾ گڏ ٿيا، تن سان پهريون ادبي ڪارنامو عَوفِي جو هو، جنهن 1222ع ۾ پنهنجو ڪتاب ”لُبابالالباب“ اڄ ۾ لکيو ۽ ناصرالدين قباچه جي وزير جي ناني، ان جو انتساب ڪيائين. انهيءَ ڪان تيرهن سال پوءِ، علي ڪوفي ’فتح نامي‘ جو ترجمو ڪيو. علي ڪوفي بادشاه جي وزير شرف‌الملڪ رضي‌الدين سان وابسته هو، پر اهو گذاري ويو هو ۽ پوءِ سندس پٽ عين‌الملڪ فخرالدين وزير ٿيو. شايد هُن علي ڪوفي کان ڪجهه سُنهن موڙيو، جنهن تي هن خيال ڪيو ته اُهو اهڙو ڪو ڪتاب پيش ڪريان، جو وزير مون تي مهربان ٿئي. علي‌ڪوفي ان وقت اڄ ۾ هو. پر اڳي هو ڪٿان آيو؟ اها خبر ’چچ نامي‘ ۾ به ذڪر ڪانهي، پر ان بابت اسين ڪي انومان ڪيئي سگهون ٿا: پهريون ته جيئن هن پاڻ کي ’ڪوفي‘ ڪري لکيو آهي، ته شايد ڪوفي ۾ جائو هجي، يا اصل سندس خاندان ڪوفي جو هجي ۽ پاڻ هتي آيو هجي. پر هن ڳالهه جي تصديق نٿي ٿئي، ڇو جو هو پاڻ هن ڪتاب ۾ چوي ٿو، ته: ’اڪثر ڪتاب عربيءَ ۾ آهن، پر اڄ ڪلهه عربي سمجهڻ وارا تمام ٿورا آهن، تنهن جي ڪري منهنجي مرضي آهي ته اُهو هن ڪتاب کي پارسيءَ ۾ ترجمو ڪريان، ته جيئن سڀ ماڻهو سمجهي سگهن.‘ انهيءَ جي معنيٰ ته عربيءَ سان گڏ پارسي به هن کي تمام سٺي ٿي آئي. هو عربيءَ جو عالم هو، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڪيس پارسيءَ جي به تمام وڏي ڄاڻ هئي. هن ڪتاب مان اسان کي خبر پوي ٿي ته هو پارسي ڪيڏي سليس لکي ٿو. اسان اصل عربيءَ جون عبارتون پيٺي ڏنيون آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو، ته هو پارسيءَ ۾ جڏهن انهن جو ترجمو ڪري ٿو، ايڏي سلاست، ايڏي رواني ۽ ايڏي مهٺائيءَ سان ڪري ٿو، جو سمجهجي ٿو ته چڻ پارسي هن جي مادري زبان آهي. جي ائين آهي، ته پوءِ چئبو ته هو ڪوفي ۾ ڪونه ڄائو هو. بيشڪ هو اصل ڪوفي جو هو، يعني ته سندس وڏا ڪوفي جا هئا (ممڪن آهي ته سندس والد ڪوفي جو هجي، ممڪن آهي ته سندس ڏاڏو ابوبڪر ڪوفي جو هجي) پر پاڻ يا ته ڪنهن لڏ ڪنهن ايراني حملي ۾ ڄائو يا ننڍي هوندي کان اتي آيو ۽ فارسي بولي چڻ مادري زبان طور سکيو.

هاڻي سوال آهي ته هو ڪٿي اچي رهيو! انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ڳالهه منهنجي ذهن ۾ اچي ٿي جيڪا اوهان جي اڳ ۾ رکان ٿو. هن ڪتاب (چچ نامي) ۾ هڪڙو شعر، مشهور شاعر ابوالفتح بُستي جو آهي. بُست جو شهر موجوده افغانستان ۾ قندار جي پريان هڪ وڏو عاليشان شهر هو. آتي وڏا عالم رهندا هئا ۽ وڏو علم جو مرڪز هو. شاعر ابوالفتح بُستي جو سچو نالو "ابوالحسن علي ابن محمد بُستي" آهي. هو عربي ۽ فارسي جو وڏو شاعر هو. سندس عربي ۾ چيل هڪ قصيدو مشهور آهي. مولوي قاسمي صاحب هن مجلس ۾ ويٺو آهي، جنهنڪري ان قصيدي جو پهريون شعر پڙهان ٿو:

"زِيادةالمَرءُ فِي دُنياهِ نُقْصانُ"

جنهن جي معنيٰ ته: ماڻهوءَ جي جيڪا وڌائي هن دنيا ۾ آهي، سا حقيقت ۾ خسارو آهي. ابوالفتح بُستي جو اهو سڄو قصيدو، دَميري پنهنجي 'ڪتاب‌الحيوان' ۾ نقل ڪيو آهي. جانورن بابت جاحظ جي ڪتاب کان پوءِ هي ٻيو تحقيقي ڪتاب آهي. بُستي جي هن قصيدي جو هڪ شعر علي ڪوفي هن فتحنامي ۾ آندو آهي، جنهن مان گمان نڪري ٿو ته علي ڪوفي شايد هرات ۽ بُست طرفان اُچ ۾ آيو، جو بُستي جي قصيدي جي ڪيس جاڻ هئي. ان وقت خراسان تي چنگيزخاني مغلن حملا پئي ڪيا ۽ انهيءَ ڪري اتي جا گهڻا عالم فاضل اتان لڏي، اُچ، دهلي ۽ هندوستان طرف آيا. شاعر ابوالفتح بُستي، جنهن جو شعر 'فتحنامي' جي ترجمي وقت علي ڪوفي پاڻ نقل ڪيو آهي، ۽ اصل عربي ڪتاب ۾ ائين ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ جو ابوالفتح بُستي جي وفات جو سال 400 هه يا 401 هه آهي. اهو تمام دير جو زمانو آهي ۽ هن ڪتاب "فتح نامي" وارو مواد ان کان اڳ جو آهي. هن اهو شعر نقل ڪيو آهي، تنهن مان فقط گمان ٿو نڪري ته شايد هو بست طرف رهيو هجي، ڇاڪاڻ ته ابوالفتح بُستي جي ڪلام مان واقف آهي، بلڪ خراسان ۽ هندوستان طرف علي ڪوفي پهريون شخص آهي، جنهن ابوالفتح بُستي جو شعر نقل ڪيو آهي.

علي ڪوفي هندوستان ۾ اچي ناصرالدين قباچه جي درٻار سان وابسته ٿيو. جيئن اڳ غزنوين جي دور ۾ لاهور ۾ شاهي درٻار سان شاعر مسعود سعد سلمان ۽ ٻيا وابسته ٿيا، يا دهليءَ جي درٻار سان شاعر ۽ اديب وابسته ٿيا، تيئن ناصرالدين قباچه جي اُچ ۽ سنڌ جي درٻار سان علي ڪوفي وابسته ٿيو. پاڻ چوي ٿو ته: سلطان ناصرالدين جي حڪومت جي دور ۾ آءٌ پنهنجو اصل وطن ڇڏي، اچي اُچ ۾ ڪو وقت رهيس ۽ سنه 613 هجري ۾ منهنجي عمر 58 سال هئي. انهيءَ حساب سان ڄمبو ته هو 555 هجريءَ ۾ ڄائو. سندس سوانح بابت اها ئي اهم ڳالهه آهي، جيڪا اسان جي ذهن ۾ اچي ٿي.

هو اُچ شهر ۾ هو ۽ سندس عمر هئي 58 سال، جو ان وقت هو چوي ٿو ته مون ڪي ڪتابن جي مطالعي ۽ خاص طرح سنڌ جي اسلامي تاريخ جو شوق پيدا ٿيو. فتوحات بابت مواد

هٿ ڪرڻ لاءِ اَچ مان بکر (روهڙي لڳ) آيس، جو اتي جا بزرگ عرب نسل جا هئا ۽ قاضي هئا. انهن مان قاضي اسماعيل، جيڪو ثقفي قبيلي مان هو، تنهن پڇا ڪرڻ تي مون کي ٻڌايو ته وٽن اسلامي فتح جي تاريخ بابت عربي ۾ هڪ قلمي ڪتاب آهي، جيڪو وڏن کان وٽن وٽن محفوظ آهي. اهو مون کي ڏنائون ته ڏٺم ته نهايت قيمتي آهي ۽ مون ويهي ان جو فارسي ۾ ترجمو ڪيو. انهيءَ جي معنيٰ ته هو ڪجهه وقت (ڪم از ڪم هڪ سال تائين) بکر ۾ رهيو ۽ سنڌ جي تاريخ ۽ فتح واري مواد جو ترجمو 613 هجري ۾ پورو ڪيائين.

جڏهن هي ترجمو پورو ٿي ويو، تنهن کان پوءِ علي ڪوفي ڪيڏانهن ويو، تنهن بابت پوري پڪ ناهي. پر جيئن ته سندس ارادو هو ته ڪو علمي ڪارنامو ڪري، پوءِ وڃي پنهنجي سرپرست وزير جي اڳيان پيش ڪري، انهيءَ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو ته هو واپس اُچ ويو هوندو، جتي وڃي پنهنجو ڪيل ترجمو تحفي طور پيش ڪيو هوندائين، پر اهڙو ڪو به بيان سندس ترجمي ڪيل هن فتح نامي جي مهاڳ ۾ موجود ناهي. ٻين ڪتابن ۾ پڻ علي ڪوفي جو ذڪر سلطان ناصرالدين قباچه جي دور ۾ موجود ناهي. اندازاً ٻارهن سال کن پوءِ دهليءَ جي سلطان التمش ۽ ناصرالدين قباچه ٻنهي اچي سنڌ ۾ بکر جي قلعي ۾ پناهه ورتي. تنهن کان پوءِ دهلي جي لشڪر هن قلعي کي گهيرو ڪيو ۽ مجبور ٿي سلطان ناصرالدين قباچه ٻيڙيءَ ۾ چڙهي اتان اڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر لڪري نه سگهيو ۽ ٻيڙي غرق ٿي وئي. اهو واقعو 625 هجري جو آهي. ان بعد اسان کي خبر آهي، ته ناصرالدين قباچه جي دربار جا جيڪي شاعر، عالم ۽ محقق هئا، سي پوءِ اُچ کي ڇڏي دهلي هليا ويا. عين‌الملڪ وزير اتي ويو. طبقات ناصري جو مصنف سراج اتي ويو، پر علي ڪوفي جو ڪالو ڪونه ٿو ملي. هاڻي انهيءَ مان هڪ ته اسان ائين سمجهون ٿا، ته شايد علي ڪوفي 625 هه کان اڳ ۾ وفات ڪئي: 613 هه ۾ هي ڪتاب ترجمو ڪيائين ۽ 625 هه کان اڳ ۾ وفات ڪيائين. جي نه ته سندس نشان اسان کي دهلي ۾ ملي ها، جيئن ٻين عالمن ۽ اديبن جو ملي ٿو.

ان کان پوءِ ٻي ڳالهه ته ٻيو ڪو ڪتاب علي ڪوفي لکيو يا نه لکيو؟ انهيءَ باري ۾ اسان کي هڪ خبر ملي ٿي. سيد محب الله شاهه بکري سنڌ جي شهرن ۽ سنڌ جي ٻستين بابت هڪ سنو ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هو ڪن اڳين ڪتابن جو ذڪر ٿو ڪري. مثلا علي اصغر لٺوي جي رسالي جو حوالو ڏئي ٿو ۽ ان مان بيان نقل ڪري ٿو. علي اصغر لٺوي چچ نامي جي مصنف علي ڪوفي جي ٻن ڪتابن "تنقيح الاسناد" ۽ "ڪتاب الانساب" جو ذڪر آندو آهي. سيد محب الله شاهه پنهنجي "تاريخ سنڌ" ۾ اهي حوالا ڏيندي علي ڪوفي جو سچو نالو (علي پٽ حامد پٽ ابوبڪر ڪوفي) صحيح نه لکيو آهي، پر غلطي مان "علي بن ابراهيم ڪوفي" لکيو آهي، پر ڪيس "چچ نامي جو مصنف" چوي ٿو. جيڪڏهن اهي حوالا ۽ نالا صحيح آهن ته پوءِ چئبو ته علي ڪوفي هتي بکر سنڌ ۾ ويهي نه فقط چچ نامي وارو ترجمو ڪيو پر سنڌ جي شهرن ۽ نسب نامن جي باري ۾ ٻه ڪتاب لکيائين. ان مان هڪ گمان اهو به لڳي ٿو

ته هو هتي سنڌ ۾ ويهي رهيو ۽ سنڌ کي پنهنجو گهر ڪيائين. هتي بکر ۾ آيو ته وري پوڙهي ڪونه موٽيو ۽ پوءِ هتي ئي وفات ڪيائين. اڄ توڙي دهلي ۾ پيو ڪٿي به هن جو ذڪر ڪونه ٿو ملي. هاڻي اهو ته آهي مصنف جو احوال، جيڪو اسان ڳالهين جا ٽوٽا ملائي پورو ڪيو ۽ ڪنهن نتيجي تي پهتا آهيون. هاڻي اچو ته ڪتاب 'فتح نامي' بابت ڪي معلومات اوهان جي اڳيان رکندس.

## (ب) ڪتاب فتحنامو عرف چچنامو

جيئن علي ڪوفي چوي ٿو ته: اچ ويس بکر جي قاضي اسماعيل وٽ. سندس جيڪو ڪتبخانو هو، تنهن ۾ سنڌ جي فتح بابت تاريخي مواد موجود هو. قاضي اسماعيل عربن جي 'طائي' قبيلي مان هو. علي ڪوفي هن جو جيڪو نسب-نامو ڏنو آهي، تنهن ۾ ڪم از ڪم ڏهه پيڙهيون ڏنل آهن. هو چوي ٿو ته اسان جا وڏا سنڌ جي فتح وقت موجود هئا ۽ انهن واقعن جو رڪارڊ ان وقت کان وٺي اسان وٽ محفوظ ٿيل آهي. قاضين جي انهن ڏهن پيڙهين بابت اچ اندازو لڳايان ٿو ته انهيءَ نسب-نامي ۾ ڪي پيڙهيون ڪٽل آهن: ڇاڪاڻ جو هي سن 613 هجري جو ذڪر آهي ۽ سنڌ جي فتح سن 93 هجري ۾ ٿي، يعني 520 سال اڳ ٿي. هاڻي جيڪڏهن پنجن سوَن سالن ۾ پيڙهيون ڳڻجن ۽ 20 سال هڪ پيڙهي کي ڏجن ته به 25 پيڙهيون ٿيڻ کپن، مگر پيڙهيون فقط ڏهه آهن، جنهن جي معنيٰ ته ڪجهه پيڙهيون ڪٽل آهن. پر قاضي اسماعيل چوي ٿو ته هتي اسان جا وڏا آيا ۽ انهن وٽ هي ڪتاب هو. هاڻي سوال آهي ته هنن وٽ جيڪو ڪتاب يا جيڪو رڪارڊ هو، تنهن جي نوعيت ڪهڙي هئي: سڄو ڪتاب لکيل هو، يا ڪي جُزَ ۽ پنا هئا، يا ڪي جدا جدا روايتون هيون؟ ان بابت خود چچ نامي مان ئي ڪي ڳالهيون اسان کي معلوم ٿين ٿيون ۽ جڏهن اهي ٻين ڪتابن سان ملايون ٿا ته پوءِ اسان ڪن نتيجن تي پهچون ٿا. اهي نتيجا هي آهن:

(1) سنڌ جي تاريخ جي باري ۾ قديم ۾ قديم جيڪو مصنف آهي، سو آهي 'مدائني'. سندس سڄو نالو آهي ابوالحسن علي بن محمد مدائني. هو اصل ۾ بغداد جي پرسان مدائن جي شهر جو ويٺل هو، پر رهندو ئي بغداد ۾ هو. مدائني خاص طرح سان مشرق طرف وارن ملڪن جي تاريخ جو ماهر هو: يعني ته الهنديان ملڪ چئجي، هيڏانهن آيرلدي طرف جيڪي ملڪ آهن، يعني ايران، خراسان (افغانستان، سمرقند، بخارا وغيره) سنڌ ۽ هند-تن جي تاريخ جي ڪيس وڏي ڄاڻ هئي. خاص طرح هو سنڌ جي تاريخ جو وڏو ماهر هو ۽ سنڌ تي هن به ڪتاب لکيا: هڪڙو ڪتاب 'مڪران جي فتح' بابت لکيائين، ته مڪران ڪيئن فتح ٿيو. ٻيو ڪتاب سنڌ ۽ هند جي محاذ يا 'فرنٽ' بابت لکيائين. محاذ يا فرنٽ توهان سمجهو ٿا. عربي ۾ ان کي 'ثغر' چئبو آهي. هڪڙو ٻيو ڪتاب هن جو آهي "فتوح الهند و سند". اهڙو نالو به اسان کي ملي ٿو. علي ڪوفي جڏهن هي ڪتاب ترجمو ڪري ٿو، ته ان کي

"فتح نامه سنڌ" سڏي ٿو. 'فتح نامو' فارسي ۾ ترجمو آهي "فتوح السند" جو. تنهن مان اسين سمجهون ٿا، ته هي ڪتاب يا هڪ-ٻن ڪتابن جو مواد، جيڪو مترجم علي ڪوفي جي آڏو هو، سو اصل ۾ يقيني طور مدائني جو تصنيف ڪيل هو ۽ اهو مواد بکر جي قاضين وٽ محفوظ هو. ان جي ثابتي اها آهي ته خود ڪتاب 'فتح نامي' ۾ جيڪي به تاريخي روايتون يا بيان آهن، سي اڪثر مدائني جي ڏاني سان آهن. مدائني ٿو چوي ته: مون کي هيءَ خبر فلاڻي ماڻهوءَ ڏني، تنهن کي فلاڻي ڏني...... ۽ تنهن کي فلاڻي ڏني، ته سنڌ ۾ فتح وقت هيئن ٿيو يا هوئن ٿيو. اهي چڻ اکين ڏٺا احوال آهن، پر مدائني جا اهي گڏ ڪيل بيان ڪتاب 'فتح نامي' (چچنامي) ۾ ناهن، پر ٻين ڪتابن ۾ به موجود آهن. اسان وري پيٽ ڪئي آهي ته بلاذري جي تاريخ "فتوح البلدان" ۾ جيڪي بيان ۽ سَنَدن جا سلسلا آهن، تن مان گهڻا اهي ساڳيا آهن، جيڪي 'فتح نامي' ۾ آهن. اهو انهيءَ ڪري جو مدائني، بلاذري جو استاد هو. اهي بيان بلاذري خود مدائني کان ٻڌا. سنڌ بابت ڪن بيانن جا اهي سلسلا "تاريخ طبري" ۾ پڻ موجود آهن. انهن شاهدين مان تصديق ٿئي ٿي، ته يقيني طور بيانن ۽ روايتن جو سلسلو، جيڪو فتح نامي (چچنامي) ۾ آهي، سو گهڻو مدائني جو ئي آهي. البت علي ڪوفي اصل عربي تان فارسي ۾ ترجمي ڪرڻ وقت سَنَدن جي سلسلي کي مختصر ڪيو آهي ۽ گهڻيون سَنَدون حذف ڪيون آهن. ڇاڪاڻ ته سندن مقصد هو ته فارسي وارو ڪتاب وڌيڪ عام فهم ٿئي. جي اصل سَنَدن واري لانڍ ڏئي ها، ته مون کي فلاڻي ٻڌايو، ان کي فلاڻي ٻڌايو، ان کي فلاڻي ٻڌايو، ته عام پڙهندڙن لاءِ اهو بار ٿئي ها.

مدائني ٽي تاريخي ڪتاب لکيا. اهي ڪتاب هي هئا: 'ڪتاب ثغرالهند' (هند وارو محاذ)، 'ڪتاب فتح مڪران' (مڪران جي فتح) ۽ 'ڪتاب عمال الهند' (هند جا گورنر). انهن مان پهرين ٻن ڪتابن وارو مواد 'فتح نامي' (چچنامي) ۾ شامل آهي. اهي ڪتاب فنا ٿي ويا آهن ۽ هن وقت ڪٿي به موجود ناهن، پر ستين صدي هجري جي شروع تائين اهي بکر جي قاضين وٽ موجود هئا، جن کي علي ڪوفي ترجمو ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو.

خود مدائني جي وفات ٽين صدي هجري ۾ سنه 224 يا 225 هجري ۾ ٿي. سنڌ جي فتح سنه 93هه ۾ 130 سال اڳ ٿي. جيڪڏهن مدائني اهو مواد سنڌس جوانيءَ واري دور ۾ سنه 180-160هه ڌاري گڏ ڪيو هجي، ته انهيءَ جي معني ته سنڌ جي فتح فقط پنجاهه سال کن اڳ ٿي هئي. مدائني سنڌ جي فتح کان فقط پنجاهه سال کن کان پوءِ اهي تاريخي روايتون هٿ ڪري، انهن کي ڪتابن جي صورت ۾ جمع ڪيو. انهيءَ ڪري اسان چئي سگهون ٿا ته تاريخ جي لحاظ سان يا تاريخي تحقيق جي لحاظ سان فتح نامي (چچنامي) ۾ جيڪو تاريخي مواد سمايل آهي، سو ڪافي مستند ۽ معتبر آهي.

البت سَنَدن واري تاريخي بيان کان سواءِ ٻيو مواد پڻ هن ڪتاب ۾ موجود آهي، جيڪو معتبر ڪونهي. هن ترجمي ۾ ڪافي ٻئي رنگ وارو مواد پڻ موجود آهي، ۽ اهو

رنگ خود اسان جي مترجم علي ڪوفي جي معاصرانه دور جو رنگ آهي. ستين صدي هجري وارا جيڪي فارسي ڪتاب ڏسون ٿا، تن ۾ افسانوي رنگ پريل آهي. ان وقت جي فارسي تصنيفن ۽ تاليفن ۾ اڪثر عبارت آرائي ۽ شاعرانه رنگ گهڻو آهي. احمد بن عثم ڪوفي جي ”ڪتاب الفتوح“ ڪي مستوفي هروي، علي ڪوفي جي فتح نامي کان ٽيهن سال کن اڳ فارسي ۾ ترجمو ڪيو ته ان ۾ به اهو رنگ موجود آهي. اهڙيءَ طرح ”قابوس نامه“ توڙي ”تاريخ سيستان“ ۾ اهو ساڳيو رنگ پريل آهي. تاريخ بابت اڳاٽن عربي ۾ لکيل ڪتابن ۾ بلڪل علمي ۽ سائنٽيفڪ طريقو اختيار ڪيل آهي ۽ هڪ هڪ ڳالهه بابت سَنَد ڏنل آهي ته: فلاڻي مون کي ٻڌايو ته فلاڻي هيئن ڪيو يا هوئن ڪيو ۽ پوءِ هيئن ٿيو يا هوئن ٿيو...... انهيءَ ڏيکهه ۾ پڙهندڙ کي مزو اچي يا نه اچي، پر تاريخي تصديق ٿي ويندي. علي ڪوفي به فتح نامي جي اصل مواد بابت چيو ته: هي عربيءَ ۾ آهي ۽ ماڻهو سولائيءَ سان سمجهي نٿا سگهن. اسان جي مرضي آهي ته هن کي پارسيءَ جو نئون لباس پهرايون، تازگي ۽ رواق ڏياريون، ته ماڻهو هن کي دلچسپيءَ سان پڙهن. اهڙي دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ مترجم علي ڪوفي کن جاين تي عبارت ۾ رنگيني پيدا ڪئي آهي. جڏهن فتح نامي جو ڪو نئون باب ڪندو ته مثال خاطر هيئن چوندو ته: ڳالهه جا جيڪي قابل داناءَ ۽ ڄاڻو آهن، سي هيئن ٿا چون ۽ ڳالهه جي حڪايت هيئن ٿا ڪن، ته جڏهن هن جهان ۾ سج ايريو ۽ روشنائي ٿي، جڏهن ڪرڻ رنگ ڪيا، جڏهن هوائون لڳيون وغيره وغيره، ته پوءِ هيءَ ڳالهه ٿي، يعني عبارت آرائي سان اهڙو ماحول پيدا ڪندو: يعني ته ڄڻ اول قصيدي واري شاعري ڪري پوءِ پنهنجي ڳالهه ڪندو. هن جي ڳالهه ڄڻ افسانې کان سواءِ هلي نٿي سگهي. جتي به موقعو ملندس ته عشقيه قصو آڻيندو. ڄڻ ته ان کان سواءِ سندس ڳالهه هلي نٿي سگهي-

”بنتي لهين هي بلده و ساغر ڪهي بغير“

پوءِ سندس بيان ۾ ڪٿي ڏاهر جي شادي جو ذڪر آهي، ڪٿي محمد بن قاسم ۽ ڏاهر جي ڇوڪرين جو قصو آهي ته ڪٿي وري گجرات جي حاڪم دروهر ۽ اتي جي حسينه ’ڇڳي‘ جو افسانو آهي. بهرحال هن ترجمي ۾ اهو جيڪو افسانوي رنگ آهي، سو مترجم جي طرفان آهي.

پوءِ ته ڪي اهڙيون عام روايتون جيڪي ان وقت هلندڙ هيون، سي پڻ آنديون اٿس. اهو علي ڪوفي طرفان خاص اضافو آهي. ڇاڪاڻ جو اهڙين زباني روايتن مان تاريخي نشان پڻ ملي سگهن ٿا. جيتوڻيڪ پوري ڪاميابي سان مقامي روايتون گڏ ڪري نه سگهيو آهي، تنهن هوندي به هن ڪوشش ڪئي آهي. سن 613هه ۾ جڏهن هو بکر ۾ آيو ته ان وقت جيڪي ڄاڻو ماڻهو هئا تن کان پڇڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ جي فتح بابت اوهان کي ڪهڙن ڳالهه جي ڪا خبر آهي؟ پوءِ اهي زباني روايتون جيڪي کيس مليون سي به هن پنهنجي ترجمي ۾ ڏنيون.

ڇاڪاڻ تہ اسين پيٽيون ٿا تہ اهڙيون روايتون بلاذري ۽ ٻين ڪتابن ۾ لڀيون ملن ۽ فقط هن 'فتح نامي' ۾ ڏني آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهيءَ ۾ ڪيتري تاريخي افاديت آهي. اهو جڏهن ڪو ويهي وڏيڪ تحقيق ڪندو تہ خبر پوندي. پر هن ڪي ڪي ڳالهيون مقامي رواج جي حساب سان ڪيون آهن، جيڪو هن جي طرفان هڪ خاص اضافو آهي.

اهي ڳالهيون، جيڪي اسان هن ترجمي جي فائدي ۾ يا تنقيد طور ڪري سگهون ٿا، تن سان هڪ ڳالهہ جيڪا اڳ ۾ چئي آيو آهيان، سا نهايت اهم آهي، يعني تہ جيڪي مدائني جا ڪتاب هئا سي دنيا مان فنا ٿي ويا آهن. اهو ڪتاب 'فتحنامو' (چچنامو) ئي آهي جنهن ۾ انهن ڪتابن جا تفصيل محفوظ رهجي ويا آهن. ٻيو تہ خاص تاريخي ڪتابن جي لحاظ سان هيءُ ڪتاب 'فتحنامو' سڄي برصغير ۾ پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ مقامي تاريخ بابت اڳاڻي ۾ اڳاڻو مواد محفوظ آهي. انهيءَ ڪري هن ڪتاب جي افاديت، وقعت ۽ قيمت وڌي وڃي ٿي.

'فتحنامي' جي ڀيٽ ۾ اسان فقط 'طبقات ناصري' جيڪو منهاج سراج جو لکيل آهي سو آڻي سگهون ٿا. اهو واقعي پنهنجي رنگ جو بهترين ڪتاب آهي. انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي. پر هن جون خوبيون ٻيون آهن ۽ 'فتحنامي' جون خصوصيتون ٻيون آهن. 'فتحنامو' خاص عربي رنگ جو ڪتاب آهي، ۽ 'طبقات ناصري' فارسي رنگ جو. 'طبقات' سلسلي جا ٻيا سڀ ڪتاب 'طبقات اڪبري' وغيره 'طبقات ناصري' جي نهج تي لکيا ويا. 'فتحنامو' (چچنامو) تاريخي سنڌن جي لحاظ سان پنهنجي رنگ جو خاص ڪتاب آهي، جنهن جهڙو ٻيو ڪتاب سڄي هندوستان ۾ وري نہ لکيو ويو.

'فتحنامي' ۾ تاريخ نويسي جو هڪ بنيادي ۽ بهترين اصول مليو ٿو، جنهن مطابق ڪنهن بہ واقعي جي باري ۾ پنهنجي طرفان لکڻ بدران، هڪ ٻن يا ٽن ٻين شاهدن جا بيان ڏيڻ گهرجن، جيئن پڙهندڙ مختلف بيانن جي آڌار تي حقيقت کي سمجهي سگهن. مثلا اج اسان هتي آياسون ۽ هي اچوڪي محفل آهي. جڏهن توهان ٻاهر ويندؤ تہ ماڻهو چوندا: ڏيو خبر؟ پوءِ هن محفل بابت هڪ خبر اها هوندي جيڪا مرزا صاحب جن ٻڌائي هوندي تہ: اسين وياسون ۽ مولوي قاسمي صاحب ڳالهايو ۽ ڊاڪٽر بلوچ ڳالهايو. ٻي خبر گرامي صاحب جي هوندي ۽ هو چوندو تہ: اسين وياسون، پوءِ هيئن ٿيو. ٽي خبر جوڻي صاحب جي هوندي ۽ هو چوندو تہ: اسين وياسون، پوءِ هيئن يا هيئن ٿيو. بهرحال هرهڪ جي روايت ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ اضافو يا اختلاف ٿيندو. جڏهن ٽيئي بيان ڪنهن جي آڏو اچي ويندا تہ هو هن محفل بابت سڄي ڳالهہ سمجهي ويندو تہ فلاڻي فلاڻي ڳالهايو، هي سوال ۽ هي جواب ٿيا ۽ هيئن بہ ٿيو تہ هيئن بہ ٿيو. ٻاهر خبر ڏيندڙن مان ڪي ڳالهيون هڪ نہ چيون تہ ٻئي چيون. جڏهن اهي سڀ آڏيون آيون تہ سڄي ڳالهہ پڌري ٿي پئي. عربي ۾ اوائلي تاريخ نويسن جو اهو اصول رهيو تہ جيڪا ڳالهہ

لکجي ته مختلف شاهدن کان پڌي لکجي ته جيئن اها ڳالهه وڌيڪ صحت ۽ سچي نموني سان سامهون اچي وڃي. مدائني جي تاريخ نويسيءَ جو اهو اصول هو ۽ مدائني وارو مواد هن ڪتاب ۾ شامل آهي. انهيءَ لحاظ سان هي 'فتحنامو' هتان جي تاريخ بابت واحد ڪتاب آهي جيڪو اسان وٽ موجود آهي. 'فتحنامي' کان پوءِ هن نهج نموني تي هن برصغير هندوستان ۾ ٻيو ڪو به ڪتاب ڪونه لکيو ويو: هن طريقي سان تاريخ لکجي ها ته بهتر هو، چاڪاڻ ته ڳالهه جي تهه تائين پهچڻ جو صحيح طريقو اهوئي ته آهي. پر تي شاهد هجن: جن جون شاهديون اڏو اچن ته ڳالهه سمجهه ۾ ايندي.

هن ڪتاب جي ٻي هڪ خوبي اها آهي، جو خود فارسي ادب ۾ هن ڪتاب جو تمام وڏو درجو آهي. فارسي نثر جا جيڪي آڳاٽا ڪتاب آهن، نه فقط هتي اسان وٽ، پر ايران ۾ يا سڄي دنيا ۾، تن مان هڪڙو ڪتاب هي آهي. علي ڪوفي جيڪو فارسي نثر لکيو آهي، سو لاجواب لکيو اٿس. ايڏو سادو، ايڏو سليس، ايڏو عجيب آهي جو حيرت ٿئي ٿي ته هن انهيءَ طريقي سان ڪيئن نڀايو! اصل عربي عبارتون يعني اهي عبارتون، جيڪي بلاذري، طبري ۽ ٻين جون آهن، سي اسان جي اڳيان آهن. انهن کي علي ڪوفي فارسيءَ ۾ جنهن نموني سان ادا ڪيو آهي، تنهن ۾ واقعي ڪمال ڪيو اٿس. ان کان سواءِ نه فقط فارسي نثر پر نظم پڻ آندو اٿس. هو پاڻ شاعر هو ۽ سنڌس شعر اسان کي ٻهرين ٻهرين هن ڪتاب مان ملي ٿو. ڪي فرد، ڪي شعر ۽ ڪي رباعيون آهن ۽ اهو فارسي شعر به نهايت ئي سلوڻو سنو آهي. حيراني ٿئي ٿي ته باوجود انهيءَ جي عوفي جي تذڪري "لُباب الالباب" ۾ علي ڪوفي جو ذڪر ڪونهي. ٻين ڪتابن ۾ پڻ بحيثيت شاعر جي سنڌس ذڪر ڪونهي. انهيءَ ڪري هتان جي فارسي شاعرن جو جيڪڏهن ڪو تذڪرو لکجي ته اهو علي ڪوفي جي ذڪر کان سواءِ نامڪمل ٿيندو. (ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ٿورن سان)



آئون وري حيدرآباد ڪم ڪار جي سلسلي ۾ ويو هئاس: پر هاڻ توهان منهنجي رهڻ جو بندوبست ڪندا، مون غريب ۾ هوٽلن جي خرچ جي طاقت بنهه ختم ٿي ويئي آهي: پر ٻيٽ لاءِ جاڪوڙ اشد ضروري آهي. همت ڪانه هاريي. ادا، اڳتي اڳيان ٻيا مُرليون وڄايون، يا ته مُرليءَ جو سُر ڪونه ٿو ٻڌي تال تي، يا ڏوڪڙ وارو ناتجربيڪار آهي. ها، ائين ئي هوندو. ٻيلي، مون کي ته هاڻ ڪابه خبر ڪانه ٿي پوي ته: زندگيءَ جي جدوجهد جو فلسفو نيٺ به آهي ڇا؟

- گل محمد کتري

الهداد ٻوهيو

# "شعر جي اڀياس جا نوان طريقا"—6

## شاعري ۽ تاريخ

## ١- تاريخ ڇا آهي؟

هي سوال، جيئن مون لکيو آهي، خاصو وڏو سوال آهي؛ پر ان سوال جو اسان سان رڳو ايترو واسطو آهي، جيترو تاريخ جو شاعريءَ سان. ان ڪري اڄ چاهيان ٿو ته اسان اديبن کي ٻه هن سوال جو ڪو نه ڪو جواب فراهم ڪرڻ گهرجي؛ ڇو ته اسان لاءِ هي ڪو ٿورو يا ڪو معمولي ڪم نه آهي. اسان مان تمام ٿورا ماڻهو تاريخدان آهن ۽ اڃا ٻه تمام ٿورا علم تاريخ کان واقف آهن. اسان جو اڄوڪو ادبي نسل، مون کي خوف آهي ته تاريخ سان ڪا دلچسپي نه ٿو رکي ۽ تمام گهڻا اديب، لڪڻ وقت هر عصر تاريخ يا تاريخ کان واقفيت رکڻ کي ضروري نه ٿا سمجهن. اهي ماڻهو اڪثر ٻڇن ٿا، ته تاريخ ادب تي ڪي فيصلا صادر ڪري ٿي ڇا! پوءِ ٻولو، جيڪو تاريخ کان بي نياز ٿولو آهي، آهو اڻين ٿو چوي ته ادب، تاريخ تي فيصلا صادر ڪري ٿو ۽ تاريخ انهن فيصلن کي محفوظ رکي ٿي ۽ تمام وڏا تاريخي ڪارناما، جهڙوڪ: فرانس جو انقلاب ۽ روس جو انقلاب، ادب جي ڪن اهم فيصلن جي نتيجي ۾ ظاهر ٿيا هئا.

اها صورتحال ڪجهه مونجهاري ۾ وجهڻ جهڙي آهي؛ پر اڄ پاڻ ٿو، اڄ ان صورتحال سان، چند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ سان، ڪنهن نه ڪنهن واضح نتيجي تائين پهچي ٿو سگهان. ڳالهه اصل ۾ اها آهي، ته اهي ماڻهو، جن کي شڪ آهي ته تاريخ ادب تي ڪي فيصلا صادر ڪري ٻه ٿي يا نٿي ڪري! سي ٻن مونجهارن ۾ آهن:

(1) انهن جو تصور تاريخ جي مفهوم جي باري ۾ واضح ڪونه آهي.

(2) آهي تاريخ ۽ همعصر تاريخ جي وچ ۾ فرق کي محسوس ڪونه ٿا ڪن.

ٻيا اهي صاحب آهن، جيڪي چون ٿا ته: تاريخ کي ادب جي پويان هلڻو آهي ۽ اسان جو ڪم آهي ادب پيدا ڪرڻ. اهو تاريخ جو ڪم آهي، ته اها ادب جي فيصلن تي عمل ڪري. تاريخ کي پنهنجو ڪردار پاڻ ادا ڪرڻو آهي ۽ اديب کي پنهنجو. اديب ۽

تاريخ لويس، پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن، ٻئي ڪنهن ڪسي وچ ۾ ٽنگ اڙائڻ جي ضرورت نہ آهي. هي ورري انهيءَ اثر هيٺ آهن تہ:

(1) تاريخ ڪا خارجي شيءِ آهي ۽ اها سندن طفيليءَ جيان، سندن پاڇي ۾، سندن ئي مهربانيءَ جي نظر هيٺ پلجي رهي آهي ۽ سندن دسترخوان تي ڪئي تاريخون موجود آهن ۽ هو سيني تي هڪ جهڙا مهربان آهن ۽ سيني کي هڪ ئي نظر سان ڏسن ٿا. دنيا جي وڏي ۾ وڏي اهميت واري 'شيءِ' هو پاڻ آهن ۽ باقي جهان سندن مرڪز جي چوگرد ڦري رهيو آهي.

(2) تاريخ جو سرچشمو رڳو ادب آهي، رڳو ادب. آها سڄي دنيا، جنهن تي تاريخ محيط ۽ مسلط آهي، سا رڳو ادب جي اصولن جي تابع آهي.

هيءَ صورتحال ڪيتريءَ حد تائين سچي ۽ حقيقتن تي ٻڌل آهي؛ انهيءَ ڳالهہ جي فيصلي جي لاءِ، گهٽ ۾ گهٽ ايترو تہ ضرور ڪرڻو پوندو، تہ اسان ادب ۽ تاريخ کي جدا جدا جاين تي سمجهون ۽ انهن ٻنهي جو ايئاس ائين سمجهي ڪريون، تہ اهي ٻہ جدا علمي سوال آهن ۽ جدا جدا معيارن تي ٻڌل ٻہ وڏا معيار آهن ۽ ٻنهي کي پنهنجو پنهنجو ڪونہ ڪو ڪردار جدارو بہ آهي ۽ اهو ڪين ادا ڪرڻو آهي؛ توڙي جو انسان جي سيني ماسرن جو باهمي تعلق ۽ ربط، ڪنهن بہ دليل ڪان سواءِ ئي قائم آهي ۽ انهيءَ طرح ادب ۽ تاريخ جو بہ باهمي ربط ۽ ڳانڍاپو موجود آهي؛ جيڪو عام قسم جو ۽ رواجي آهي توڙي جو اهم نوعيت جو آهي.

ان طرح اهو لازمي آهي تہ اسان اڳ ۾ انهيءَ سوال جي باري ۾ ڪو فڪر ۽ خيال اڏو رکون تہ تاريخ آخر آهي ڪهڙي شيءِ؟ جيئن مون عرض ڪيو آهي، تاريخ جي باري ۾، انهيءَ سوال تي بہ وڏا ويچار ۽ خيال موجود آهن. ڪن عالمن (جهڙوڪ History and Individuel Raleish) تاريخ جي سوال تي انجيل مقدس سان خاصو فڪر پيش ڪيو آهي. اسلامي طرز فڪر ۾ بہ تاريخ جي نفس، مضمون ۽ مفهوم تي ويچار موجود آهن. عالمن تاريخ کي 'عمر' ۽ 'سنة الله' جي مفهوم ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تاريخ جي باري ۾ تاريخي مذهبيت (Historical Religiosity) جو خيال هيگل کان شروع ٿيو ۽ اهو اڄ سوڌو ٿوري گهڻي ردوبدل سان اسلامي فڪر ۾ بہ اختيار ڪيو ويو آهي (1). تاريخ جي مادي نظريي کي مارڪس پيدا ڪيو ۽ هُن اهو نظريو، پنهنجي فلسفي جدلياتي ماديت جي اصولن تي پرکيو ۽ مقرر ڪيو. وائيڪو (Vico) جو نظريو ٽائن بي (Toynbee) جهڙن عالمن اختيار ڪيو ۽ تاريخ کي، هنن تاريخي مذهبيت جي تصور ۾ موجود سمجهو، ان ڪري ٽائن بيءَ کي مذهب جي حمايت ۾ پيش ڪيو ويو (2). تاريخ جو سماجياتي (Sociological) نظريو ابن خلدون جي فڪر جو نتيجو

---

(1) جيڪو ابن رشد (Averoes) وٽان ابن خلدون پرايو هو ۽ پاڻ پکيڙيو هئائين.

(2) ان باري ۾ ٽائن بيءَ جي ڪتاب "Civilization on trial" جو ايئاس مفيد ثابت ٿيندو.

آهي، جنهن تاريخ کي قومن، ڪلچرن، جماعتن، قوميتن ۽ ٻين ڪيترن ئي ڳالهين سان لاڳاپي ۾ آندو. ابن خلدون جي عمراني فلسفي ۾ رنگن، نسلن، آبهوائن ۽ زمين جي مٿاڇري ڪان وٺي، برساتن جي اپياس تائين، سڀڪجهه تاريخ جي انفس مضمون ۾ موجود آهي. ابن خلدون تاريخ کي عمرانيات ڏني ۽ عمرانيات کي تاريخ، مارڪس تاريخ کي ماديت ڏني ۽ ماديت کي تاريخ. هيگل ۽ ٽئائن بيءَ تاريخ کي مذهبيت ڏني ۽ مذهبيت کي تاريخ. اهڙيءَ ريت گبن ۽ هيرودوٽس تاريخ کي فڪر ڏنو، ويچار ڏنو، ۽ ٽئائن بيءَ ۽ گبن تاريخ کي آرٽ به عطا ڪيو.

سو سمجهه ۾ اچي ٿو، ڪيئن نه انسان جي ٿي ڪوشش سان علم تاريخ کي فڪر، فلسفي، عمرانيت، ماديت، سائنس ۽ مذهبيت سان لاڳاپي ۾ اچڻو پيو ۽ ڪيئن نه تاريخ کي هڪ پختي وجوديت (Permanance) حاصل ٿي. تاريخ جي ان 'استقلال' کي 'عطا ڪيل' يا 'ڏنل استقلال' (Built up permanance) چئجي ته وڌيڪ موزون ٿيندو؛ پر تاريخي مذهبيت وارا ان لفظ تي ناراض به ٿي ٿا سگهن، جو هو تاريخ کي 'قادر' ٿا سمجهن. هنن ماڻهن جي فڪر مطابق "خدا جيڪڏهن آسمانن ۽ زمينن تي نه ليي، ته سمجهو ته خدا تاريخ ۾ ضرور موجود آهي" (History and Individuel). ان فڪر ۾ خدا ۽ تاريخ جي وچ ۾ جا شيءِ هڪ جهڙي آهي، تنهن کي 'دوام' ((Permanance) يا (Abso luteness) ٿو چئجي. دوام يا استقلال يا قرار جي مقابلي ۾، سائنسي فڪر 'تغير' (Dynamics) جو هڪ فڪر ڏنو. تغير Dynamison انهيءَ فڪر جو انڪاري آهي، جنهن کي فلسفي ۾ Determinism ٿو چئجي؛ پر سائنس انهيءَ تسلسل ۽ وڌندڙ تبديل جي فڪر جو انڪار نٿي ڪري، جنهن کي 'ارتقا' چيو ٿو وڃي ۽ جنهن کي هڪ تسلسل ۽ هڪ 'يڪ وجوديت' انهيءَ حالت ۾ حاصل آهي، جو آها هڪ مادي قوت آهي ۽ پاڻ ۾ ايندڙ تبديل جو وسيلو پاڻ ۽ اندروني طور تي، يا داخلي طور تي، رکو پاڻ آهي. ان طرح سان 'دوام' Permanance ٻن قسمن جو ثابت ٿئي ٿو: (1) خارجي دوام (2) داخلي دوام. تاريخي مذهبيت (Historical Religiosity) خارجي دوام جي نمائنده تحريڪ آهي ۽ حياتياتي ارتقا (Biological evolution) اندروني دوام جي. مارڪس هڪڙي اندروني دوام جو مبلغ آهي، جنهن جي باري ۾ هن جو استدلال اهو ٿو پڌائي، ته اهو هڪ لامتناهي تبديل جو يڪو سلسلو آهي.

مذهب ۽ ماديت کانسواءِ، تاريخ جي فڪر سان لاڳاپو رکندڙ علم يعني سماجيات، حياتيات، معاشيات، اقتصاديات، انسانيات کان وٺي ويندي شماريات، طبعي حالات جي علم يعني جاگرافي، جنگلات جو علم، بحريات (Oceanology) ۽ ڪي ٻيا علم سڀ ڪنهن نه ڪنهن طرح سان، تاريخ جي اڀياس ۾ مدد ڪن ٿا ۽ ان طريقي کي عمرانيت وارو طريقو ٿو چئجي ۽ اهو ئي طريقو آهي، جيڪو تاريخ جي مفهوم سان گڏ، 'همعصر تاريخ' جو فڪر به پيش ڪري ٿو.

ان ريت مذهبيت، ماديت ۽ همعصريت جيا تَسي فڪر تاريخ جي ٽن خيالن کي پيش ڪن ٿا ۽ انهن مان هڪ جو تعلق حالات سان آهي، ٻئي جو تعلق واقعات جي جدليات سان آهي ۽ ٽئين جو تعلق خيالات سان يا احساسات سان. همعصريت Contemporarism جو تعلق هر دؤر سان آهي، جو هر ڪو دؤر پنهنجي ليکي همعصر دور ٿئي ٿو ۽ ماديت جو تعلق ڪنهن به هڪ دور سان بدل ڪونهي، جو ماديت جو فلسفو هڪ فلسفو آهي، جيڪو جدا قدرن جو پرچارڪ آهي، جيڪي رڳو اندروني طور تي متحرڪ ۽ متغير آهن: پر مذهب (Religion) ۽ مذهبيت (Religiosity) ۾ فرق آهي. مذهب احڪام الاهي جو نمونو آهي ۽ مذهبيت مذهب سان گڏ انهن خيالن (ideas) ۽ فڪر (thought) سان به تعلق رکي ٿي، جيڪي مذهبي قدرن جي پابندي ڪن ٿا. ان طرح مذهبيت الهيءَ استقلال جي نظريي جي پابند به آهي، جنهن کي نه آهي ابتدا نه انتها ۽ جيڪو پنهنجي ليکي ئي قدرت ۽ طاقت جو سرچشمو آهي.

## 2ـ تاريخ ۽ تاريخيت

تاريخيت (Historicism) جو لفظ انهيءَ واقعاتي سلسلي لاءِ ڪم اچي ٿو، جنهن کي دؤرن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. دؤرن جي تقسيم به عجيب نمولي سان ٿي آهي. ڪنهن دؤر کي قديم، ته ڪنهن دؤر کي جديد سڏيو ويو آهي. دؤرن جي لاءِ پراڻو، وچون ۽ نئون جهڙا لفظ به ڪم آيا آهن. دؤرن جي لاءِ قبل تهذيب (Primitive) پٿر وارو، ٽامي ۽ پتل وارو-لوهه وارو، سجاڳيءَ وارو ۽ روشنيءَ وارو ۽ ٻيا اهڙا لفظ به ڪم آيا آهن. ڪتاب ’فرد ۽ تاريخ‘ جو مؤلف وري تاريخيت لاءِ پنج دؤر ٿو مقرر ڪري. پهرئين دور کي هو يوناني ۽ رومي تهذيب وارو دور ٿو سڏي، جيڪو 500 سال بعد مسيح تائين ٿو پهچي. ٻئي دور کي هو اونداهيءَ وارو دور ٿو سڏي، جنهن کي هو هڪ هزار سال جو عرصو ٿو ڏئي. ٽئين دور کي فرانس جي انقلاب تائين ٿو آڻي، چوٿين کي هو پهرين جنگ عظيم تائين ٿو آڻي ۽ آخري دور کي هو پهرين جنگ عظيم کان پوءِ وارو دور ٿو سمجهي .("History and Individuel" Raleigh)

خبر نٿي پوي، ته انهن دورن جي تقسيم جو محرڪ ڪهڙو نظريو آهي؟ توڙي جو پهرينءَ تقسيم جي لاءِ انسان کي معلوم آهي، ته ان جي محرڪ طور انساني تهذيب ۽ طور طريقي ڪانسواءِ وسيلن (Tools) جو تصور موجود رهيو آهي.

## 3ـ هڪڙو اهم نتيجو

سو هائي ڏسي سگهجي ٿو، ته تاريخ جي ڪنهن به نظريي کي قبول ڪرڻ سان، انسان انساني معاملن جي ڪنهن نه ڪنهن رخ، يا سلسلي کي قبول ڪريون ٿا. ڪٿي تهذيب کي،

ڪٿي عمرانيات کي، ڪٿي ماديت کي، ڪٿي مذهبيت کي، ته ڪٿي وسيلن يا حالتن ۽ واقعن کي قبول ڪرڻو ٿو پوي، جو انهن ڳالهين کانسواءِ تاريخ جو ڪو به مقصد، منصب يا ڪردار سمجهه ۾ اچي نٿو سگهي ۽ اصل ۾ اِهائي اهـا ڳالهه آهـي، جنهن جي بنياد تي تاريخ ۽ شاعريءَ جو ڪو لاڳاپو قائم ڪري ٿو سگهجي. هن هيٺ اسان انهيءَ ڪري تاريخ ۽ شاعريءَ جي لاڳاپن تي سوچڻ جي ڪوشش ڪنداسون. هر سوال جو جواب اديب وٽ موجود ڪونه آهي؛ پر هر صورتحال کي سمجهائڻ جو ڪم اديب جو ڪم آهي ۽ هڪڙي صورتحال جي باري ۾، وضاحت اسان به پيش ڪري رهيا آهيون.

## 4- ٽائن بيءَ (Toynbee) جو تاريخي ڪردار

پروفيسر جي حيثيت ۾ ٽائن بيءَ 1955ع ۾ رٽائر ڪيو؛ پر هو آخري دم تائين سرگرم استاد ۽ محقق جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو رهيو. هـو بين الاقوامـي حيثيت جو محقق هـو ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ ۾، بين الاقوامي تاريخ جي استاد جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو رهيو هو. هو بين الاقوامي معاملن جي رايل انسٽيٽيوٽ جو ڊائريڪٽر به هو. هڪڙي طرف کان هو تاريخ اقوام جـو تمام وڏو نالو هو، ته ٻئي طرف هو عالمن جي وچ ۾ تڪرار جو سبب به هو. هن جي لاءِ مشهور آهي تـه هن جو ڪتاب "تاريخ جـو مطالعو" (A study of History) چوويهن تهذيبن جـي تاريخ جو نچوڙ آهي. ٽائن بيءَ جي سڄي ڪم تي نظر وجهڻ جو ڪم، ڪو سولو ڪم نه آهي؛ البت ڪي اهم ڳالهيون، جن کـي اسان ادب جـي ميدان تـي بـه ڪم آڻـي سگهون ٿا، سي ڪي قـدر معلوم ڪري ڏيون سگهجن؛ پـر پوءِ بـه، ٽائن بيءَ جـي تحقيق کي سنڌي زبـان ۾ سمجهائڻ جو ڪم، ڪنهن نه ڪنهن محقق کي هٿ ۾ کڻڻ ٿي گهرجي.

ٽائن بيءَ جي اڳيان وڏو سوال اهـو هـو، تـه قديم ۽ جـديـد سماجن جي وچ ۾ فرق ڪهڙو آهـي ۽ سچ پچ، تـه اسان جي ادب ۾ ان سوال جـي اهميت کي ڪڏهن بـه درگـذر ڪري نٿو سگهجي. ٽائن بيءَ جو خيال هو، ته اهو سوال ادارن جي موجودگي يا غير موجودگيءَ جو سوال نه آهي. ٽائن بي ٿو لکي: "آڳاٽن سماجن وٽ به ادارا ته هئا. هنن وٽ زراعت جي چڱن فصلن جي بنياد تي قائم هڪ مذهب بـه هو، انهن وٽ ٽوٽميت هئي. انهن وٽ ڏاريـن مان شادي ڪرڻ جو ڪو نمونو هو، انهن وٽ تابو هو، انهن وٽ وڏ-نيڏائپ جي بنياد تي طبقا هئا- انهن وٽ جنس جـي بنياد تـي امتياز قـائـم هو... ۽ ظاهر آهـي تـه انهن ادارن مان ڪيترائي تهذيبن جي بنياد طور ڪم آيا آهن". (Challenge and Response)

ٽائن بيءَ جي ان فلسفي تي به اختلافي رحجان موجود آهن. عام طور تي، جو ٽائن بيءَ کي 'مذهبي تاريخيت' جي نالي ڏانهن منسوب ڪيو ويـو آهي، ته ان جو هڪڙو سبب هنن لفظن ۾ به موجود آهي. ٽائن بي آڳاٽيءَ تهذيب کي 'غير طبقاتي' تهذيب مڃڻ کان انڪار ٿو ڪري ۽ الهيءَ نقطي وٽان ئـي ٽائن بي تاريخ جي مادي تهذيب ۽ غير طبقاتي سماج جـي

پوئلڳن کان جدا ٿي ٿو وڃي. پيءُ ڏر جو خيال اهو آهي، ته جنهن طبقاتي سوال تي ٿامس بي لکي رهيو آهي، اهو ڪلچري (Cultural) سوال آهي ۽ نه تاريخي سوال. تاريخ انهن ڪلچري سوالن کي قبول ڪيو آهي؛ پر انهن سوالن جي ڪري، تاريخ جي، پنهنجي مادي ڪردار تي ڪو اثر ڪونه ٿو پوي ۽ اصل ۾ اهو ئي ڪردار آهي، جيڪو اندروني طور تي ارتقا پذير رهي ٿو ۽ ملڪيت ۾ ان جي مناسب تقسيم جي سوال تي ٻڌجي ٿو ۽ اڳتي وڌي ٿو. ان فڪر جي هڪڙي سمجهاڻي جارجي پليخانوف جي تحريرن مان ملي ٿي، جيڪو تاريخ جي مادي نظرئي جو وڏو ماهر هو.

مذهب، ٽوٽميت، شاديءَ جا رواج، لنڊ-وڏائپ جو سوال ۽ جنس جو بنياد، تاريخ جي مادي نظرئي جي پوئلڳن وٽ تهذيبي ڳالهيون ته آهن؛ پر اهي تاريخ جي نوعيت ۽ ڪردار جي سوال تي، انهن ڳالهين کي ڪا اهميت ڪانه ٿا ڏين، جو انهن ڳالهين کي هو انسان ذات جي مختلف ڪلچرن جو جزو ٿا سمجهن ۽ انهن جو ڪردار هنن ماهرن جي نظر ۾ مقامي آهي ۽ نه ڪائناتي (Universal) ۽ انهيءَ ڪري، اهي ڳالهيون تاريخيت جي بحث ۾ شامل ڪونه ٿيون ٿين. خبر ناهي ته ڪيئن ٿامس بي جهڙي رتبي جو ماڻهو، انهن ڳالهين جي ڪري، غير طبقاتي پراڻي سماج جو ڪو وجود نٿو مڃي؛ ايتري قدر جو هو لکي ٿو: ”پورهئي جي ورڇ ۽ پراڻي ۽ نئين سماج جي وچ ۾ فرق جو سبب ٿي نٿي سگهي.“ اڳتي چوي ٿو ته ”بادشاهه، جادوگر، لوهر ۽ مثلا موراٿا (minstrels) سڀ ”ماهر“ (specialists) هئا. ان جاءِ تي معلوم هئڻ گهرجي، ته ’پراڻي سماج‘ (Primitive society) جي دؤر جي باري ۾، عالم ٿامس بي تاريخ جي ڪنهن به دؤر جي نشان دهي ڪرڻ ڪانسواءِ ٿو لکي؛ ان ڪري غير طبقاتي سماج جي دور کي به، هن بادشاهن ۽ پادرين جو دور سمجهيو آهي؛ حالانڪ حقيقت هيءَ آهي، ته بادشاهت جو دور تاريخ جو هڪ مختلف دور آهي ۽ ان ۾ جادوگر، لوهر ۽ پادريءَ جي طبقاتي حيثيت پاڻ غير واضح هئي، جو هو سڀ بادشاهت جا طفيلي هئا. ان ڪري هنن ماڻهن کي، اهڙي دور ۾ ڪابه طبقاتي حيثيت حاصل نه هئڻ گهربي هئي؛ پر بهرحال ٿامس بي وڏو عالم آهي.

## پوڙڪاريءَ يا (Primesis) جو فلسفو

ٿامس بيءَ جي اڳيان پوڙڪاري، سماجي زندگيءَ جو هڪ اوعياني قسم (generic feature) آهي. هو چوي ٿو ”پوڙڪاريءَ جو ڪردار opration اسان کي نون توڙي پراڻن سماجن ۾ ملي ٿو.“ ان ڪري ٿامس بي پوڙڪاريءَ يا ’اهل‘ يا نقل کي ئي پراڻي ۽ نئين سماج جي وچ ۾ فرق جو سبب سمجهي ٿو؛ پر اهو ان طرح، جو هو چوي ٿو، ته ”پراڻن سماجن ۾ پوڙڪاري (imitation) کي اهڙو رخ (Direction) ڏنو ويو هو، جو اها پراڻن ماڻهن يا سماجن جي اهل ڪري رهي هئي ۽ مثل بزرگ هن جو مادل هئا، جن کي ڏسي ته نه سگهيو هو؛

پر انهن کي محسوس ڪري سگهبو هو. ان دور ۾ موجود زنده بزرگ (living elder) جي اڳيان، اهي ئي مثل بزرگ هئا، جيڪي زنده ماڻهن جي مٿان پنهنجي وقار کي مڙهيندا رهندا هئا. "اهڙن سماجن ۾ جن ۾ پوئڪاريءَ جو رخ ماضيءَ ڏانهن هجي رواج، قانون ۽ سماج غير متحرڪ static ئي رهندا". پر اهڙن سماجن ۾ جن ۾ اڳڪاري يا پوئڪاريءَ جو رخ انهن تخليقي شخصيتن ڏانهن هجي، جيڪي "پيش رو" (pioneers) هجن، تهذيبي عمل ۾ سرگرم رهي ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ 'رواج' ٽٽل ٿو رهي ۽ سماج متحرڪ (dynamic) ٿيو رهي ۽ 'تبديل ۽ اوسر' جي هڪ طريقي تي گامزن ٿو رهي. (ان جاءِ تي ٽائن بيءَ والٽر بيگ هاٽ (Walter Baghot) جو حوالو ڏنو آهي ۽ سندس ڪتاب 'سياست ۽ طبعيات' مان استفادو ڪيو اٿس)(1).

ٽائن بيءَ جي ان خيال کي سندس سڄي فلسفي ۾ تمام وڏو مقام حاصل آهي، جو هن پنهنجي خيال ۾ تاريخ جي انهيءَ ڪردار کي سمجهايو آهي، جيڪو پراڻن ۽ نون سماجن جي نه رڳو نوعيت کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿو، پر انهن جي وچ ۾ فرق کي ظاهر ڪري ٿو. ان فلسفي جي اهميت وڌيڪ تڏهن ٿي ظاهر ٿي سگهي، جڏهن تاريخ جي مادي نظرئي کي به ان سان گڏ سمجهايو وڃي، ته جيئن ٻنهي جي بنيادي فرق ۽ نوعيت جي باري ۾ ڪو فيصلو ڪري سگهجي؛ پر هي ڪم اڳتي ڪري نٿو سگهان، جو منهنجو موضوع هرو ڀرو اهڙي تفتيش کي ضروري طور تي اختيار ڪرڻ جي ڪري، وڌيڪ صاف ٿي نه سگهندو.

پر ظاهر آهي ته ٽائن بيءَ مغرب کي اهڙي وقت تاريخ جو هڪ فلسفو ڏنو، جنهن وقت مغرب وٽ تاريخ جو ڪو فلسفو موجود نه هو ۽ تاريخ جي مادي نظريي جو جواب مغرب ڏئي نه ٿي سگهيو. انهيءَ ڪري انگلينڊ توڙي آمريڪا ۾ ٽائن بيءَ جو وڏو قدر ڪيو ويو؛ پر ٻئي طرف تاريخ جي فلسفي جي باليءَ ابن خلدون جي شهرت ۽ مرتبت کي وڌيڪ ڌڪ لڳو. ابن خلدون ٽائن بيءَ کان اڳ ۾، مغرب ۾ تمام گهڻو مقبول هو، جو ان وقت مغرب کي ابن خلدون جي نظرين ۾ ڇوٽڪاري جو رستو ڏسڻ ۾ آيو هو. پاڻ ٽائن بيءَ ابن خلدون جي فلسفي کي، پنهنجي سڄي فڪر جو بنياد بڻايو آهي، جو کانئس اڳ ۾ فقط اهو ئي هڪ عالم هو، جيڪو مغرب جي نظرياتي مونجهاري جو جواب ڏئي ٿي سگهيو. بروبر ٽائن بي چوڻهن تهذيبن جو اڀياس ڪيو؛ پر ٽائن بي ٻوءِ ٻه جهازن تي سوار هو. ساڳيو اڀياس جڏهن ابن خلدون ڪري رهيو هو، تڏهن هو خچرن، اٺن ۽ گهوڙن جي پٺيءَ تي سوار هو؛ رڻن پٽن ۾ پٽڪي رهيو هو؛ ڪيس پاڻ کي زنده رکڻ لاءِ، ڪيترن ئي ملڪن جي سياست کي سمجهڻو پيو هو ۽ هن السانذات جي ڪيترن ئي تهذيبي سوالن جو جواب ان وقت ڏنو، جنهن وقت، هن کي رڳو سمهڻ جي جڳهه به گهوڙي جي پٺيءَ کان سواءِ ٻي ڪا ملي نه ٿي سگهي.

---

(1) بيگ هاٽ اڻويهينءَ صديءَ جو انگريز - ماهر اقتصاديات ۽ صحافي هو.

ڇاڪاڻ ته ابن خلدون، هيئين ڪلاس جو هڪ ماڻهو هو، هو يوليورسٽين جو پروردھ نه هو ۽ هو مشرق جي ذهن جو پرچارڪ هو ۽ هو مغرب جو نمايندو عالم لہ قسي سگهيو. ٽنائين ٻيءَ هن جي پيروڪي مغرب ۾ وڏو مقام ملڻو ئي هو، پر ٽنائين ٻيءَ پنهنجي انهيءَ مقام تي ويهي، مغرب جي اقتصادي نظام جو ڪو معقول جواز پيش ڪيو به آهي يا نه؟ اهو سوال ٻيو سوال آهي ۽ انهيءَ سوال جي معقول جواب لاءِ، اڳ ۾ تاريخ جي مادي نظرئي جو اڀياس ڪرڻو پوندو، پر اها ڳالهه ٺيڪ آهي، ته مغرب جي هڪڙي مونجهاري کي حل ڪرڻ لاءِ، عالم ٽنائين ٻي، پنهنجي ڏکيءَ عمر جو تمام وڏو عرصو پورهيو ڪندو رهيو ۽ يورپ کي رڳو انهيءَ ڪري ٻ. ٽنائين ٻيءَ جو احسانمند رهڻ گهرجي.

بهرحال هڪ نقاد جي لاءِ، تاريخ جي اڀياس جي جيڪا اهميت آهي، انهيءَ تي بحث ڪرڻ ڪانسواءِ ٻ، ايترو ته مڃي سگهجي ٿو، ته ادب جو مؤرخ ۽ نقاد، تاريخ جي فلسفي جي پوريءَ ڄاڻ ڪانسواءِ، ادب سان انصاف ڪري نٿو سگهي، جو ادب جي تنقيد جو هرڪو نظريو، تاريخ جي ڪنهن نه ڪنهن نظرئي جو محتاج ٿئي ٿو ۽ نظرياتي خيال ڪان، هڪ نمائينده تنقيد نگار آهو ئي آهي، جيڪو تاريخ جي هڪ مخصوص نظرئي جي تحت ادب جي تنقيد لکي ٿو. ان ڳالهه کي سمجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو، ته شاعري تاريخ کان الڳ رهي، پاڻ کي مؤثر ۽ متحرڪ رکي نٿي سگهي. جهڙيءَ ريت تاريخ قومن، تهذيبن، سياستن، رواجن، طبقن، عمراني ۽ طبعي حالتن، عدل ۽ انصاف جي معيارن ۽ پين اهڙن ماعرن سان تعلق رکي ٿي، تهڙيءَ ريت شاعريءَ جا موضوع به اهي ئي آهن. اهو ئي نڪتو آهي، جنهن جي بنياد تي مون هن مضمون جي پنجين پاڱي ۾، اڳ ۾ ئي اهو لکيو آهي، ته (اياز ۽ امداد جي ڳالهه سان) شاعري يا عظيم شاعري، ڪردارن جي مدد سان ڪٿي تي وڃي ۽ ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن دور جي ڳجهاڳر (Myth) کي اڳيان رکيو ٿو وڃي. سون پاڻ ان باري ۾ جيڪي مثال ڏنا آهن، انهن ۾ مون شاهه لطيف جي دور جي ڳجهاڳر کي اڳيان رکيو هو، پر ڳجهاڳر هر دور ۾ هوندو آهي ۽ اچوڪو ڳجهاڳر (جيئن مون عرض ڪيو هو)، اسان جي انهن شاعرن اڳيان رکيو آهي، جيڪي همعصر تاريخ جي حالتن جي بنياد تي شعر جوڙين ٿا. خبر نٿي پوي، ته منهنجي ان خيال کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي تخليقي ادب جي شعبي ۾ ڪيترو وقت ڏنل پوڳ جو موضوع بڻايو ويندو! پر مان شاعري ۽ تاريخ جي لاڳاپي تي، اڃا ڪجهه هن ئي مضمون ۾ لکندو هلندس.

ادبي تنقيد ۾ هاڻ ۽ عام طور تي به طبعيات، مابعدالطبعيات، تبديلي، عمل، چئلينج ۽ ردعمل (challenge and response)، ڪلچر، تهذيب، ارتقائي عمل، خدا جي تصور، مادي ۽ ان جي تحريڪن - سڀني ڳالهين جو خيال ۽ لحاظ رکڻو ٿو پوي ۽ مان توهان کي پڪ ٿو ڏيان، ته انهن ڳالهين جي لحاظ رکڻ جو مطلب اهو نه آهي، ته اسان ”ڳالهه کي ڳالهوڙو ڪري پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.“

بهرحال انهن ڳالهين مان، ڪيترين ئي ڳالهين اهڙيون آهن، جيڪي تاريخ جي علم جي ماهرن جي اڳيان به آيون آهن. مثال طور ابن خلدون، بادشاهن، فوجن ۽ انهن جي حرڪتن ۽ ضرورتن، عدل ۽ انصاف جي اهميتن ۽ زمين جي مٽاڇري جي حالتن کي خيال ۾ رکيو هو ۽ ٽنائن بيء چئلينج ۽ رد عمل (response)، تخليقي عمل (creativity)، ٽڪراءُ (encounter) ۽ خدا جي انهيء تصور کي خيال ۾ رکيو هو، جنهن کي انساني مثبت ڪردار (human protogonist) چيو ٿو وڃي. ٽنائن بيء ٽڪراء جي عمل کي، هڪ ثنويت (duality) مڃيو آهي ۽ هن عالم اهو تصور چين جي قديم دانش مان ورتو آهي، جنهن ۾ تخليق کي يين (yin) ۽ يانگ (yang) جي ٻن عملن جو نتيجو سمجهيو ويندو هو. پاڻ ٽنائن بيء لکيو آهي ”اسان ڏسي ورتو آهي، ته تخليق هڪڙي ٽڪراء جي اپت آهي ۽ عمل ارتقائي (genesis) يا عمل تناسل هڪڙي عمل ۽ رد عمل جو نتيجو آهي ۽ اسان کي حيرت ڪڏهن به نه لڳندي، جيڪڏهن اسان تهذيبن جي ان پيداواري عمل ۾ هڪڙي ۽ ساڳئي ئي نسل کي هڪڙي نقطي تي قائم ڏسنداسون.“

ڏسي سگهجي ٿو ته عمل ۽ رد عمل (thesis and antithesis) جو هي ارتقائي سلسلو، نوعيت جي خيال کان، تاريخ جي مادي نظرئي جي نوعيت کان گهڻو مختلف نه آهي ۽ اختلاف آهي، ته به رڳو فروعي آهي، يا جي اصولي آهي، ته به فروعات جي حد تائين آهي؛ پر پوءِ به ٽنائن بيء جي نظرئي جي مغربي تشريح اها آهي، ته اهو تاريخ جي مادي نظرئي جي مقابل هڪ نظريو آهي. انهن خيالن کي اڃا به وڌيڪ سمجهڻ جي لاء، اچو ٽنائن بيء جي هڪ ٻي اهم تحرير ترجمو ڪري هن هيٺ آڻيان ٿو: ”انساني مثبت ڪردار جي مشڪلات جي پهرين منزل اها آهي، جنهن ۾ هو اونداهيء کان روشنيء ڏانهن ۽ سڪوت کان تحريڪ ڏانهن سفر ڪري رهيو آهي، يعني هو ’ين کان يانگ‘ ڏانهن هلي رهيو آهي. هي سفر هڪ عمل تحرڪ (dynamic act) جهڙو آهي، جيڪو عمل خدا جي مخلوق ’دشمن‘ (adversory) جي پيدا ڪيل حالتن جي نتيجي ۾ اختيار ڪري ٿو. اهو ’دشمن‘ ئي آهي جيڪو پاڻ خدا کي پنهنجي تخليقي عمل کي جاري رکڻ جو موقعو پيدا ڪري ٿو (which enables God Himself to resume His creativity).(1) پر ان سفر تي خرچ به اچي ٿو ۽ اهو خرچ خدا نه؛ پر خدا جو بندو انسان مزارع (sower) برداشت ڪري ٿو، جيڪو انهيء سفر جي قيمت ڏئي ٿو. آخر تڪليفن جي هڪ سلسلي کان پوءِ، اهو مظلوم (sufferer) اسان جو رهبر (pioneer) بڻجي ٿو، ان طرح انساني مثبت ڪردار يا ’دوست‘ هن الاهي لاٽ ۾ ٻن قسمن جو ڪم ٿو ڪري: هڪ ته هو اهڙيون حالتون پيدا ٿو ڪري، جن ۾ خدا تعاليٰ پنهنجي مخلوق جي حيثيت ۾ تبديل ٿو آڻي، يا ان جي صورتحال کي تبديل ٿو ڪري؛ ٻيو ته هو پاڻ جهڙي ٻيء مخلوق يعني پنهنجي سماج جي رهبريء لاء هڪ راهه هموار ٿو ڪري.“

(1) ”دوست“ ۽ ”دشمن“ جو تصور ٽنائن بيء جي ٽڪراء جي تصور کي اپارڻ لاء ڏنو آهي.

هيءَ تحرير ٽئائن بيءَ جي آهي. مغرب هيءَ تحرير وڏي غور سان پڙهي آهي ۽ يورپ انهيءَ ڳالهه تي اطمينان جو اظهار ٿو ڪري، تہ موجوده حالتن ۾ (يعني 1917ع جي روسي انقلاب کان پوءِ)، جڏهن يورپ جي پوري دنيا، سخت خطري جي حالتن ۾ مبتلا آهي، ان تحرير تي اڪتفا ڪرڻ کان سواءِ، ٻيو ڪو چارو ڪونهي؛ پر مان نٿو چئي سگهان، تہ مشرق ان تحرير جي باري ۾ ڪهڙو رايو ٿو رکي (1).

ٽئائن بي ٿو لکي "جيستائين 'دوست' جي ڪردار جو تعلق آهي، ان جو بنيادي نقطو تڪليف آهي يا درد ۽ ڏک آهي ۽ اهوئي نقطو، هرناٽڪ سان پڌرو آهي. لاٽڪ جو ڪردار حضرت عيسيٰ هجي يا حضرت يعقوب يا ڪٿي ان جا ڪردار، حضرت آدم ۽ بيبي حوا هجن، ڳالهہ اهائي آهي."

"آدم جو بهشت مان تڙجڻ ۽ هڪ دشمن صورتحال ۾ داخل ٿيڻ، جنهن صورتحال ۾ عورت کي درد ۽ ڏک جي حالتن ۾ ٻار پيدا ڪرڻ آهن ۽ مرد کي منهن تي پگهر آڻي، پوءِ گراهہ وات ۾ وجهڻو آهي، سو هڪ اهڙو مامرو آهي، جنهن ۾ 'دشمن' (Serpent) هڪ چئلينج پيدا ڪيو آهي ۽ 'دوست' کي ان جو جواب ڏيڻو آهي. حضرت آدم ۽ بيبي حوا، جيڪو هم‌بستريءَ جو عمل ادا ڪيو آهي، جيڪو دشمن جي چئلينج جي جواب ۾ آهي، سو سماجي تخليق جو هڪ عمل آهي. هن عمل جي نتيجي ۾ ٻہ ٻار پيدا ٿيا آهن، ٻئي پٽ آهن ۽ جيڪي ٻن (Nascent) تهذيبن جا نمائندا بڻجن ٿا. هابيل ڌنار ٿو بڻجي ۽ قابيل هاري ٿو بڻجي، جيڪو زمين کيڙي ٿو." اهي آهن اهي لفظ، جن ۾ ٽئائن بي پنهنجي چئلينج ۽ ردعمل (Challenge and response) وارو نظريو ڏنو آهي ۽ ڏيکاريو اٿس، تہ خدا جو تخليقي عمل بہ 'دوست' ۽ 'دشمن' جي ٽڪراءَ جو نتيجو آهي. رهيو سوال تہ اچوڪو انسان، انهيءَ ٽڪراءَ جي سزا ڇو ڀوڳي رهيو آهي؟ تہ انهيءَ باري ۾ منهنجو خيال آهي، تہ انهيءَ سوال جو جواب فقط ڪو شاعرئي ڏئي ٿو سگهي، البت تاريخ جو مادي نظريو انهيءَ نڪتي تي وضاحت سان ٻڌائي ٿو تہ اچوڪي انسان لاءِ ضروري آهي، تہ اهو پيداوار ۽ ان جي تقسيم جي سوال تي فطرت جو قانون اختيار ڪري ۽ اها ڳالهہ قبول ڪري. انساني معاملا سڀ پيداوار جي وسيلن سان بدل آهن (۽ ٽئائن بي بہ ٻهرين تهذيبن جي لاءِ اهائي ڳالهہ ٿو چوي).

بهرحال شاعري توڙي ادب جو اصل موضوع تاريخ ڪي ئي مڃڻو پوندو، پوءِ اها تاريخ ابن خلدون لکي، يا ٽئائن بي، پلوتارچ لکي، يا هيرو ڊوٽس، گبن لکي يا ايلس ورٿ، يا ٻنهين مارڪس، اينجلس يا ڪو جارجي پليخانوف لکي.

## 5- تاريخ ۽ شاعري

هيستائين پهچڻ کان پوءِ بہ، آءٌ نٿو سمجهان، تہ مون تاريخ جي سچي سوال سان ڪو انصاف ڪيو آهي، توڙي جو مون پڙهندڙن کي پريشان ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي؛

(1) اميد تہ سنڌ ۾ ئي ڪوئہ ڪو صاحب ان تحرير جي باري ڪوئہ ڪو رايو ظاهر ڪندو.

پر چاڪاڻ ته مون ڳهريو ٿي ته اَءٌ توهان کي ياد ڏياريان، ته بي عمل سياست (politics without change) جيان، بي عمل ۽ سڪوت پذير شاعريءَ جو به ڪو وجود آهي. منهنجي لاءِ اهو ضروري هو، ته اَءٌ تاريخ ۽ علم تاريخ جي باري ۾، ڪن لاڳاپو رکندڙ ڳالهين ڏانهن پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪايان. اسان جي نظرئي پٽاندر، شاعريءَ جو مقصود تبديل ۽ سماجي تبديل آهي ۽ تبديل ۽ سماجي تبديل جو اصل سوال تاريخ جو سوال آهي، ان ڪري علم تاريخ کان لاواقفيت جي بنياد تي شاعري ڪرڻ عبث ڪوشش آهي، جنهن جي سفارش جيڪر اَءٌ ڪڏهن به نه ڪريان. بي ڳالهه جا هاڻي سمجهه ۾ اچي ٿي، سا اها آهي، ته تاريخ جي بنياد تي شاعري ڪرڻ سان، شاعر جي تخليق جو ميدان (scope-canvas) وڏو ۽ ويڪرو ٿو ٿئي، جو تاريخ ان کي گوناگون موضوع ڏئي ٿي. ٽڪراءُ هجي يا چئلينج، عمل هجي يا رد عمل، مٽ هجي يا داستان، قدر هجي يا غيرافادي (valueless) صورتحال، تهذيب هجي يا ڪلچر، درد دک هجي يا جنسي تعلقات هجن، مذهب هجي يا وجود باري تعاليٰ هجي، طبعي حالتون هجن يا بعدالطبعياتي حقيقتون، مادي حالتون هجن يا تغير پذيري (dynamics) هجي، سڪوت هجي يا پورهيو هجي، ڪمال هجي يا زوال هجي، ظلم هجي يا استحصال هجي، عورت هجي يا ان جو حسن هجي(1)، فڪر هجي، فلسفو هجي، سياست هجي، سماجيات هجي، ڪجهه به هجي، آهو شاعر جو موضوع آهي ۽ اهوئي تاريخ جو موضوع آهي. سو تاريخ جي بنياد تي شاعري ڪرڻ جو مطلب آهي، انهيءَ فڪري بنياد تي شاعري ڪرڻ، جنهنجو مقصود تبديل ۽ تعمير آهي.

پر افسوس جو ڳالهه رڳو ايتري نه آهي. سڄيءَ ڳالهه جي هيءَ رڳو هڪڙي جهلڪ آهي. اَءٌ پڙهندڙن کان معافي ٿو گهران، جو مون سڄيءَ ڳالهه ڪرڻ لاءِ، همعصر تاريخ جي باري ۾ رڳو ڪي اشارا ڏنا آهن. همعصر تاريخ اسان جي شاعر جي دور جي تاريخ به آهي ۽ تاريخ به آهي. ان ڪري ان سوال تي به (مجبوري آهي) ٿورو ويچار ڪندا هلنداسون.

## 6- تاريخ ۽ همعصر تاريخ

اِها ڳالهه سچي آهي، ته همعصر تاريخ جو لفظ، عام طور تي انهيءَ تاريخ جي لاءِ ڪم آندو ويندو آهي، جنهن تاريخ کي ڪنهن به هڪ خاص دور جي حالتن سان واسطو هوندو آهي. مثال طور روم جي زوال جي تاريخ، ان زوال جي دور جي تاريخ آهي، جنهن ۾ سلطنت روم زوال پذير هئي، يا زوال ڏانهن مائل هئي ۽ پاڪستان جي وجود جي همعصر تاريخ اها آهي، جنهن ۾ پاڪستان جي لاءِ جدوجهد ٿي رهي هئي ۽ پاڪستان وجود ۾ اچي رهيو آهي. همعصر جو لفظ ان طرح هر دور سان لاڳو ڪري ٿو سگهجي ۽ ان طرح همعصر جو لفظ، آسانيءَ سان تاريخ جي ابتدائي دورن کان وٺي، ان جي ويجهڙائيءَ وارن دورن سان لاڳو ڪري ٿو سگهجي؛ پر ان جو مطلب اهو نه آهي، ته همعصر تاريخ جو لفظ

(1) حسن اسم جي فعلي صورتن واري نظم تي مان ٿورو اڳتي لکان ٿو- هي نظم الور پيرزادي جو آهي.

تاريخ جي سلسلي يا ان جي اوسر يا ان جي وڌندڙ تبديل جي تصور جي برخلاف ڪو تصور آهي. ڇو ته همعصر جو لفظ، رڳو تاريخ جي اپياس جي خيال کان ئي ڪم آڻي ٿو سگهجي. ان ڪري ادب يا تاريخ ۾، اهو لفظ تاريخ جي هڪ رخ جي رفتار جي هڪ منزل مڪمل ٿو ڪري.

ان ڪري ڪالنگ ووڊ (R. C. Calling wood) صاحب جو خيال آهي، ته "تاريخ انهن عملن جي علم (science) کي ٿو چئجي، جيڪي ماضيءَ ۾ اختيار ڪيا ويا هئا." (History is the science of 'resgestae')، ان پس منظر ۾ ڏاڍو عجيب ٿو لڳي؛ پر هو پاڻ به مڃي ٿو، ته هن جو اهو خيال، اختلافي مسئلا پيدا ڪرڻ جهڙو آهي. هو لکي ٿو "توڙي جو اهو جواب، هر قسم جا وڏيڪ سوال پيدا ڪري ٿو، جن مان ڪيترا ئي اهڙا آهن، جن تي اختلاف آهي". آءٌ پايان ٿو، اهو جواب به قابل قبول ٿي ٿو سگهي، البت اسان کي لفظ 'ماضيءَ' جي باري ۾ ڪو واضح تصور اختيار ڪرڻو پوندو برو بر تاريخ اهيءَ واقعي يا حقيقت يا قدر جو ذڪر ته لئي ڪري سگهي، جيڪو مستقبل ۾ وجود ۾ اچڻو آهي؛ پر هن حال ۾ انهيءَ کان انڪار ڪرڻ به ممڪن نه آهي، ته 'حال' جو لفظ به هڪ دور کان وٺي هڪ گهڙيءَ تائين استعمال ڪري ٿو سگهجي. ان طرح ڪنهن به هڪ لمحي تي بيهي، اهو لڙو چئي سگهجي، ته اهو واقعو ماضيءَ سان تعلق رکي ٿو. هڪڙي هڪڙي لمحي ۽ ساعت جي به ڪا تاريخ ٿئي ٿي؛ پر اها تاريخ يا مائيڪرو هسٽري (Micro History)، اسان مان ڪنهن پڙهي آهي، نه ڪو پڙهي سگهي ٿو؛ ان ڪري ان جو علم ۽ فن به اسان تائين ڪونه آيو آهي، توڙي جو تجربيگاهن ۾، فطرت جي ڪيترن ئي عملن ۽ شين جي ڪارڪردگيءَ جو حساب ڪتاب، هاڻي سيڪنڊن جي به ڪن پتين ۾ رکيو ٿو وڃي. جنهن تاريخ جي باري ۾ ڪو اديب يا تاريخ دان يا تاريخ نويس هاڻي سوچي ٿو، سا دورن، زمانن يا انقلابن يا تحريڪن جي تاريخ آهي ۽ اها تاريخ ضروري نه آهي، ته ماضيءَ سان تعلق رکندي هجي. ان ڪري جناب ڪالنگ ووڊ صاحب جي استدلال جي ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اسان وٽ طريقو رڳو اهو آهي، ته اسان ڏسون ته هڪ دور يا عمر حال ۽ ان کان اڳ وارو ڪيترو زمانو والاريو آهي؟ ان طرح 'عصر' جي لفظ ۾ حال به شامل ٿئي ٿو ۽ ان طرح همعصر تاريخ جو هڪڙو تصور قائم ڪري ٿو سگهجي ۽ اهو ئي تصور آهي، جنهن جي ڳالهه اسان هت ڪري رهيا آهيون.

عظيم هيروڊوٽس (1)- ان طرح تاريخ جو يونان وارو تصور، ته تاريخ چئجي ئي ٿو تپاس- ڳولا يا جاچ کي (جيئن يوناني لفظ هسٽريءَ جو مفهوم ٿو لکري)، بلڪل سادو ۽ سهڻو

---

(1) هيروڊوٽس جي ڪتاب 'تاريخ' کي جارج رالنسن (George Rawlinson) ترجمو ڪيو آهي. جيڪو ايوري مَن (Everyman) وارن شايع ڪيو آهي. پاڻ هيروڊوٽس جنهن کي سائسرو (Cicero) 'تاريخ جو ابو' ڪري ڪوٺيو آهي، سو حضرت عيسيٰ کان 484 ڪن سال اڳ ڄائو هو ۽ ابن خلدون جيان ملڪن جو سير ڪيو هئائين. سندس ڪتاب جي ڪن حصن ۾ عام ماڻهوءَ بابت پهرين ۽ مستند معلومات ملي ٿي.

تصور آهي: جو ان طرح همعصر تاريخ جي تصور کي وڏيڪ هٿي ٿي ملي. جڏهن تاريخ جو مطلب آهي تپاس يا جاچ (Investigation or Inquiry)، تڏهن همعصر تاريخ جو مطلب آهي ڪنهن به هڪ دور يا 'دور جديد' (پوءِ اهو جيڪو به مقرر ڪيو وڃي) جو هڪ ڳوڙهو ۽ ڏاهپ وارو اڀياس، جنهن مان ڪي عام ۽ قبول ڪرڻ جهڙا قاعدا جوڙي سگهجن. ان ريت همعصر تاريخ به تاريخ جيان هڪ علم آهي، جيڪو ڪنهن به مقرر ڪيل دور جي تاريخ ڏئي ٿو. تاريخ جو اهو تصور، هيروڊوٽس (Herodotus) ڏنو هو، ان ڪري هن کي تاريخ جو ابو ڪوٺيو ويو آهي، توڙي جو تاريخ جي علم جو جهنڊو ابن خلدون جي هٿ ۾ آهي.

همعصر تاريخ جي باري ۾ نظرياتي بحث ڪو ٿيو آهي يا نه؟ تنهن جي مون کي خبر نه آهي: پر پاڻ هيروڊوٽس جا تاريخ لکي آهي، سا بلاشڪ همعصر تاريخ آهي. هيروڊوٽس جي فلسفي جي اهميت ۾ ٽي ڳالهيون شامل آهن: (1) هن تاريخ کي تپاس سمجهي، ان کي سائنسي فڪر سان مانوس ڪيو. (2) هن پنهنجي دور جي ڳجهاندرن ۽ مها ڪهاڻين يا مثالي ڪهاڻين کي ڇڏي، پنهنجي فڪر ۾ عام انسان جي مسئلن جو ذڪر ڪيو ۽ تاريخ کي انساني ۽ حقيقي مسئلن سان روشناس ڪرايو. (3) هن تاريخ کي عقل ۽ دليل جو بنياد فراهم ڪيو ۽ اهو بڌايائين، ته شاهدي ڪيئن هٿ ڪجي ۽ ان جي ڇڪاس ۽ تپاس ڪيئن ڪجي. ان حالت ۾ شاهدي (evidence) ۽ ان جي تشريح (Interpretation) جو تصور به اسان کي هيروڊوٽس وٽان مليو آهي، جنهن ۾ تاريخ کي عصر جي حالتن ۾ لکيو ويو آهي ۽ عام انساني معيارن حالتن سان دلچسپيءَ جو اظهار ڪيو ويو آهي. ڪالنگ ووڊ صاحب جو خيال به اهو ئي آهي. هيروڊوٽس جي اصولن تي لکڻ وارو پهريون تاريخ نويس، شايد ٿيوسيڊائيڊس (Thucydides) هو، جنهن هيروڊوٽس جي اصولن جي تحت لکيو. هن جو ڪتاب، جيڪو هن پيلوپونيشن جنگ (Peloponnesion war) تي لکيو، اهو واقعن جي تاريخ تي تمام آڳوٽو ڪتاب آهي.

هيروڊوٽس جي روايتن تي، پاڻ ابن خلدون به لکيو آهي: پر هن جي عظمت، علم تاريخ جي ڪري آهي. باقي پلوٽارچ، گبن، وولٽيئر، گورڪي ۽ روميلو جهڙن عالمن، همعصر تاريخ جي فڪر ۾ لکيو آهي ۽ هنن، جنهن به دور تي لکيو آهي، تنهن کي دوام بخشي ڇڏيو اٿن، توڙي جو پلوٽارچ راوي هو ۽ "درباري" قسم جي تاريخ لکڻ لاءِ، سوانح نگاريءَ کي اختيار ڪيو اٿس.

## 9- تاريخ، همعصر تاريخ ۽ شاعري

ان سوال تي لکڻ سان، اسان شايد سڄي مضمون جي اهم حصي تي پهچي ويا آهيون. اهو ئي سبب آهي، جو اڳ پڙهندڙن جو ڌيان اڳ ۾ آيل صفحن ڏانهن ڇڪائي رهيو آهيان. ان ڪان اڳ اسان تاريخ ۽ همعصر تاريخ جا ڪي نهايت ئي اهم سوال بحث هيٺ آندا آهن ۽ ان هيٺ، اسان انهن جي هڪ وڇوڙ ڏئي رهيا آهيون، ته جيئن اطمينان سان اڳتي وڌي سگهون. اسان ڏٺو آهي ته:

(1) تاريخ، تهذيبن جي سوالن سان تعلق رکي ٿي.

(2) آها ڪلچرن ۽ دورن جي ماهرن تي آڌار رکي ٿي.

(3) ان جو وڏو حصو فکر ۽ فلسفي سان ڀرپور آهي.

(4) ان ۾ سائنسي سوچ جو بنياد تمام آڳاٽو ئي رکيو ويو هو.

(5) ٽئائن ليءَ جي حالت ۾، علم تاريخ هڪ تهذيب جي جواز جو سبب بڻيو آهي.

(6) ٽڪراءُ (duality) يا جنهن کي ڊاڪٽر وزير آغا 'ٺنويت' ڪري سڏيو آهي، تنهن تاريخ جي سچي ڪردار ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي.

(7) تاريخ ۾ وڏي ۾ وڏو ڪردار خدا نه، پر مثبت انساني ڪردار (human protagonist) آهي ۽ ان جو ٽڪراءُ جنهن ڪردار سان ٿيندو رهيو آهي، اهو 'دشمن' (منفي انساني ڪردار) جو ڪردار آهي. (سپر مئن ۽ شاهين جا يا مرد مؤمن جا مثال موجود آهن).

(8) پاڻ ٽئائن ليءَ جي فکر ۾ ب، پورهئي جي بنياد تي هڪ طبقي جي قائم ٿيڻ جو جواز موجود آهي.

(9) انسان جي اخلاقيات جا گهڻائي سوال تاريخ ۽ علم تاريخ جا سوال آهن.

(10) تاريخ رڳو ماضيءَ سان نه، پر ماضي قريب، حال ۽ مستقبل قريب سان به تعلق رکي ٿي، جنهن حالت ۾ ان کي همعصر تاريخ سڏي ٿو سگهجي.

(11) همعصر تاريخ گجهاندرن جي بنياد تي قدرن، حقيقتن جي بنياد تي شاهديون، اصولن جي بنياد تي اخلاقيات ۽ واقعن جي بنياد تي تحريڪن جو اپياس ڏئي ٿي.

(12) تاريخ رڳو فن ۽ روايت جي بنياد تي له تي نهي، اها ته انسان جي عام رواجي نجي، جماعتي، تحريڪي، واقعاتي، جذباتي، عقلي، سماجياتي ۽ عمراني حالتن جي وڏي زور هيٺ قابو آهي، ان ڪري ان جو ڪردار، انساني وسيلن ۽ فطرت جي ذريعن جي باهمي لاڳاپي ڪانسواءِ سمجهه ۾ اچي لئو سگهي.

(13) تاريخ سان انصاف ڪرڻ جو مطلب آهي، انسان جو انسان سان انصاف ڪرڻ. تاريخ جي آپياس جو مطلب آهي، انسان ۽ ان جي نُوس ۽ خشڪ، توڙي جذباتي ۽ نفسياتي زندگيءَ جو اپياس ڪرڻ ۽ تاريخ جي بنياد تي شاعري ڪرڻ جو مطلب آهي اهڃاڻن، ڪردارن، گجهاندرن، واقعن، حقيقتن، روحن ۽ جذبن جي بنياد تي شاعري ڪرڻ، پر همعصر تاريخ جي بنياد تي شاعري ڪرڻ جو مطلب آهي "خوشبو" ۽ "بدبو" جي انهي ٽڪراءَ جو اپياس ڪرڻ، جيڪو سوڙهين گهٽين کان وٺي گلبرگن ۽ انٽرڪانٽيليٽن يا ميٽروپولن تائين شاعر جي رستي تي؛ بنهين ان جي اکين جي آڏو موجود آهي. (هر دور ۾ ۽ هر جاءِ تي).

(15) تاريخ جي ازلي ۽ ابدي ڪردار جي بنياد تي شاعريءَ جو مطلب آهي، همعصر تاريخ جي انهيءَ ڪردار کي سمجهي بيان ڪرڻ، جيڪو تبديل جي انيڪ رخن ۽ لاڙن سميت، شاعر جي لاءِ راتين جي ننڊ حرام ڪري رهيو آهي ۽ اديب کي هر ساعت چهنڊي پائي،

جاڳائي ٿو ڇڏي، ته جيئن درد ۽ دک جو اهو اڻ کُٽ سلسلو، پنهنجي سچي آب و تاب سان قائم رهي، جيڪو سماجي تبديل جي سوال تي 'دشمن' يا 'دوست' ٻنهي سان ڪو به هڪ ڪردار ادا ڪري ٿو سگهي.

سو اڄ توهان کي همعصر تاريخ ۽ تاريخ ۽ شاعريءَ جي سوالن تي ڪافي 'پريشان ڪري ٿو سگهان'؛ پر سان چاهيان ٿو، ته اسان جا آهي اديب، جيڪي 'مهراڻ' جي هن پرچي کي پڙهڻ جي تيارين ۾، ٻئي پرچي جي اچڻ تائين لڳا رهندا، سي ٿورو ساهه پٽين. ڪي نفس نفيس، چانهه جي پيالي کي هٿ ۾ جهلڻ سان، ايذائڻ تا محسوس ڪن ۽ ڪن جي رڳو ٽيبل تي ڪتاب جي موجودگي باعث خفت ۽ دل آزاري آهي، توڙي جو ڪتاب هٿ ۾ ڪٿي هلڻ جي لاءِ به ڪين اجرت ٿي ملي. سو اهڙيءَ حالت ۾، پهلا اڄ هن مضمون ۾ اهو ڪيئن ٿو لکي سگهان، ته اسان جي شاعريءَ جو وڏو حصو، رڳو الهيءَ ڪري تنقيد جي آڏو اٿو اٿي سگهجي، جو اهو تاريخ ۽ تاريخ وقت جي تقاضائن تي نه لکيو ويو هو؛ پر هڪڙو تصور اهو اڄ به ٻاسيان ٿو، ته هن اهم حصي کي اڄ رڳو اکتن ۾ بيان ڪري رهيو آهيان.

## 7- سنڌي شاعريءَ ۾ همعصر تاريخ کي ڪٿي ۽ ڪيئن بيان ڪيو ويو آهي:

اڄ جيڪر اهو عرض خاص طور تي ڪريان، ته مضمون جي هن حصي تي وڌيڪ ڏيان ڏنو وڃي. سنڌي شاعري ڳجهاندر جي بنياد تي شروع ٿي هئي. اهي ڳجهاندر وڏي ۾ وڏي حيثيت مثبت انساني ڪردار (human protogonist) کي ڏين ٿا؛ پر اوائلي شاعريءَ ۾ منفي انساني ڪردار جي موجودگي، پاڻ انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪرڻ جو هڪڙو وڏو دليل ٿي پيش ڪري. منفي انساني ڪردار 'دشمن' سنڌي شاعريءَ ۾ 'چنيسر' کان به اڳ ۾ پيدا ٿيو هوندو، جو 'چنيسر' جو ڪردار اوائلي ۽ تهذيب جي ٻنهي ابتدا وارن ڪردارن کان گهٽو سڌريل آهي. اهو ڪردار انسان آهي، انساني جذبن (هوڏ ۽ حسد) جو اظهار انساني طريقن سان ڪري ٿو، توڙي جو فطرت جي مانداڻ ۾، اهو به مثالي ڪردار (legendry character) آهي ۽ فوق‌الانسان قوت رکي ٿو؛ پر تنهن هوندي به، سنڌ جي تاريخ سان ڳنڍيو ويو آهي. اهڙي دور جي شاعريءَ ۾، سورمي 'ٻاگهيءَ' جهڙيءَ ڪنهن عورت کي ٿيڻ گهربو هو يا نه؟ سا ڳالهه 'داستان' جي سماجياتي اڀياس کان پوءِ ڪٿي سمجهه ۾ ايندي ته ايندي. اهو اڀياس اڃا ڪيو نه ويو آهي. (هن مضمون جي 5 حصي ۾ مون ان داستان بابت ڪجهه لکيو آهي)؛ پر 'ٻاگهيءَ' هڪ تهذيب کي تباهه ڪرڻ جي لاءِ پيدا ڪئي وئي آهي. جنهن ڏينهن تي آخري لو سريون وڃي رهيون هيون، اهو سنڌ جي سرزمين جو آخري تهذيبي ڏينهن ثابت نه ٿيو، ته اها شاعر جي ڪمزوري آهي، جو هن ته ننگر ۽ منگر جي ڪردارن ۾ به تباهه ڪرڻ جي فضا پيدا ڪري ڏيکاري آهي؛ پر خير ان شاعريءَ جو دور وري به ايترو پراڻو نه آهي، جو ان کي هڪڙي تهذيب جي خاتمي جو دور سڏجي.

## 8- ٽڪراءَ جو پس منظر:

’دودي‘ جو ڪردار، ان دور ۾ مثبت انساني ڪردار هو ۽ شاعريءَ جو بنياد، ٻن تهذيبن جو ٽڪراءُ نه، پر ٻن سماجياتي رخن جو ٽڪراءُ هو. ان ٽڪراءَ جي حالت ۾، اسان ”بدبو ۽ خوشبو“ جا لفظ ڪم آڻي نٿا سگهون: البت ان دور تائين اسان چئي ٿا سگهون، ته ”’دوست‘ ڪردار“ ۽ ”’دشمن‘ ڪردار“ جا ٻــ عمل هڪٻئي جي مخالفت ۾ موجود هئا، توڙي جو اهو دور عظيم هوسر جي دور کان گهڻو پوءِ جو دور هو. ان مان هڪڙي ثابتي ته هيءَ ملي ٿي، تہ سنڌ ۾ تصوراتي ادب جو اهو نمونو اڳي ئي موجود هو، جنهن ۾ ٽڪراءُ هليو ٿي آيو، جيڪي عالم هندي ۽ سنسڪرتي ادب کان واقف آهن، آهي اها ڳالهہ بهتر سمجهائي ٿا سگهن. الهن ٻولين جي شاعريءَ ۾ ٻــ، ’دوست‘ ڪردار ۽ ’دشمن‘ ڪردار، لڳ ڀڳ انهن ئي دورن ۾ موجود هئا (پر ان سوال تي منهنجو مطالعو معمولي آهي) ايران ۽ عرب جي شاعريءَ جي باري ۾، ته اهو هر شخص لکي ٿو، ته انهن جو اسان تي وڏو اثر پيو هو، ان ڪري اُهي پڙهندڙن جو وقت وڃائڻ نٿو گهران. نتيجي طور رڳو ايترو چئي ٿو سگهان، تہ اسان جي شاعري مثبت ۽ منفي، ٻن مخالف ۽ ٽڪرجندڙ قوتن جي بنياد تي ٺهي هئي. ان کان پوءِ واري دور جي شاعريءَ جي باري ۾، جو ڪجهه بہ لکيو ويو آهي، سو اهو آهي، تہ تهذيب جو هڪڙو خال سنڌ ۾ هو، جنهن کي ڪڏهن عرب تهذيب، تہ ڪڏهن ايراني تهذيب پئي پُر ڪيو آهي، ان ڪري اصل ٽڪراءُ ”عرب“ ۽ ”ايران“ جو هو: پر ان کي ميدان سنڌ جو سازگار ٿي مليو، رڳو سنڌ جي باري ۾ بہ اها ڳالهہ غلط ناهي: پر لنڊي ڪنڊ جي بنياد تي ته اها ڳالهہ سورهن آنا سچي آهي. ايراني اثرات تي هميشه مقامي ۽ عربي اثرن جا حملا ٿيندا رهيا. اڪبر اعظم جي منصوبي ۾ اهم ڳالهہ بہ اها هئي، تہ هندوستان کي واحد تهذيبي حيثيت ڏني وڃي ۽ اها تهذيب مقامي هجي: پر ان باري ۾ همعصر تاريخ، هندو فلسفي جي بنيادي ڪمزورين ۽ مسلمانن جي پارسي طور طريقن جي ڏيکاءُ هيٺ هئي. پارسي طور طريقي ۾ عورت، شاعريءَ ۽ گُلَ کي وڏي اهميت هئي، جو عورت جو ڪردار مرڪزي هو ۽ شاعري ۽ خوشبو ان جي مرڪزي ڪردار جي مضبوطيءَ لاءِ وڏيڪ اهم هئا. ٻي ڳالهہ اقتدار جي هئي. اڪبر اقتدار کي مهارت جي ماتحت رکڻ ٿي گهريو: پر هندو ۽ پارسي ٻئي ڌريون، ان نڪتي تي اتفاق ڪري نٿي سگهيون، ان ڪري اقتدار ان دور ۾ ٽڪراءُ جو وڏو سبب بڻيو رهيو. ”نا اقتدار“ يا ”غير اقتدار“ جو ڪردار ان حالت ۾ ڪنهن ٿي ادا ڪيو؟ اهو سوال ڏاڍو ڏکيو سوال آهي: پر ان سوال جو هڪڙو جواب اهو آهي، تہ اهو ڪردار ”تصوف“ جي نالي هڪڙي فلسفي ٿي ادا ڪيو، جيڪو سنڌ جي ٻن عالمن وٽ هندستان جي نجات جو آخري وسيلو هو. سنڌ جو بہ اهو فلسفو اصل ۾ چڱا پيڙهيءَ جي فضا کي ختم ڪرڻ لاءِ آندو ويو هو ۽ ايران ان باري ۾ عرب سان اشتراڪ ڪيو هو، جو ان حالت ۾ ٻئي طاقتون پنهنجي اصل مقصدن کي حل ڪرڻ جا پنهنجا اوزار استعمال ڪري ٿي سگهيون.

تصوف سنڌ ۾ ڪجهه وقت تائين "فڪري اشتراڪ" جو سبب بڻيو رهيو ۽ ان طرح "نا اشتراڪ" جي دشمن ڪردار کي زنده رهڻ لاءِ شريعت جي صورت اختيار ڪرڻي پئي. ان ڪري سنڌ ۾ سمن، ترخانن ۽ ارغونن جي دورن ۾ "تصوف" ۽ شريعت "دوست" ۽ "دشمن" جو ڪردار ادا ڪندا رهيا ۽ سنڌ ۾ ٽڪراءُ جو وجود قائم رهيو.

ان اشتراڪ تي وڏو حملو يورپ جي تهذيب ڪيو، جنهن ۾ فوجي طاقت کي "واپاري قوت" جي مدد سان هڪ ميدان ولارڻو هو. مقامي طور تي ننڍي ڪنڊ وٽ فوجي طاقت توڙي واپاري قوت پنهنجي ڪمي هئي ۽ ماڻهو مذهبي مناظرن ۽ علم ڪلام جي باريڪين کي وڏيڪ برداشت ڪري نٿي سگهيا، تنهن ڪري هنن سنڌ ۾ پنهنجي رهبري "وڏيرپ" جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏي، جيڪا هڪ مضبوط اداري جيان قوت خريد جي ڪري قائم ٿي چڪي هئي. سنڌ ۾ شايد اهو پهريون پيرو هو، جو 'قوت خريد' يا 'ملڪيت جي طاقت' کي مجموعي طور تي اقتدار ۽ سياسي اقتدار مليو. انگريز ملڪيت جي طاقت کان متاثر هو، ان ڪري هُن 'وڏيرپ' کي هر مرض جو علاج سمجهي ان سان ناهه ڪيو. وڏيرپ اقتدار ۽ "ڏر" جي صورت اختيار ڪئي، ته مزدور ۽ هاريءَ جي مفادن جو سوال پيدا ٿيو. ان طرح ٽڪراءُ اتي ڪڙو ٿيو، جيڪو اڄ سوڌو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ موجود آهي.

## 9- ٽڪراري صورتحال:

ان ٽڪراري صورت کي مغرب سمجهي ورتو، تنهن ڪري هنن ان صورتحال جو توڙ پيش ڪيو. اهو توڙ اڄ سوڌو مغرب جدا جدا ملڪن ۾ آزمائي رهيو آهي. ان جو نالو جمهوريت آهي. جمهوريت نه ته انصاف جو نالو آهي ۽ نه حقيقت تي بدل ڪنهن فلسفي جو. جمهوريت اصل ۾، انهيءَ ٽڪراري صورتحال جي مخالفت ۾ موجود هڪ قوت آهي، جيڪا مالي وسيلن جي هئڻ ۽ نه هئڻ جي ٻن حالتن جي موجودگيءَ تي دٻاءُ وجهي رهي آهي. جمهوريت جي لفاظ جي لاءِ، ڪي سهولتون به پاڻ يورپ ڏنيون آهن، جو اها شيءِ 'اولاد' به سنڌ ن ئي آهي. رعايتن ۾ اڳي آزادي ۽ پوءِ امداد شامل آهن. امداد ۾ فوجي امداد جو مطلب آهي جمهوريت جو وجود برقرار رکڻ. اخلاقي طور تي، جمهوريت کي نه ته عوام قبول ڪيو آهي ۽ نه "وڏيرپ". جو، جمهوريت ڪنهنجي به مسئلي جو حل موجود ڪري نٿي ڏئي؛ پر جمهوريت ۾ جا وڏي ۾ وڏي ڳالهه آهي، سا آهي "وقت گذرڻ جو ڀالو"- سو ان طرح جيڪو سماج ٽڪراءُ جي قيمت ادا ڪرڻ نه گهرندو، سو جمهوريت تي راضپو نه ڏيکاريندو ۽ نه ئي چاهيندو! سودي بازي هر مجبوريءَ جو هڪ علاج آهي؛ پر اهو علاج آهي غير مستقبل ۽ جمهوريت به هڪ سودي بازي آهي.

ترقي پسند سماج خوب سمجهن ٿا، ته تاريخ ڪهڙي طرف ٿي وڃي، پر ترقي پذير سماج 'مفاد' جي بنياد تي انهيءَ لاءِ مجبور آهن، ته هو جمهوريت کي اختيار ڪن ۽ ڪنهن نه ڪنهن نالي سان ان کي قائم رکن. اهو ئي سبب آهي جو ادبي تنقيد ۾ لفظ "ترقي پسنديءَ" ۽ "رجعت پسنديءَ" کي داخل ڪرڻو پيو هو.

رجعت پسند سماج مجبور سماج آهن: هو مفاد جي بنياد تي ٽڪرو قدم کڻن ٿا ۽ ٽڪراءَ جي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ رضامندي (compromise) ڏانهن رجوع ڪن ٿا. اهي ئي سماج جمهوريت کي پورهي انداز سان قبول ڪن ٿا.

ترقي پسند سماج ٽڪري مفاد جي بجاءِ، سماجي تبديل جو هڪ ڏکهو پروگرام اختيار ڪن ٿا ۽ سياسي بنيادن تي اهڙي رٿابندي اختيار ڪن ٿا، جو اڳتي هلي انهن جي منصوبه بندي، ڪنهن نه ڪنهن تبديل جي شڪل اختيار ڪري. جمهوريت ۾ تبديل جي گنجائش ڪانهي، البت ان ۾ فردن جي اقتصادي صورتحال جي تبديل جي گنجائش رکيل آهي، جيڪا سياسي پارٽين بدلائڻ سان پيدا ٿئي ٿي. ساڳيائي فرد جدا جدا حالتن ۾، اقتدار حاصل ڪرڻ جا جدا جدا طريقا اختيار ڪري ٿا سگهن ۽ جمهوريت چئجي ته انهيءَ برائيءَ کي ٿو.

سنڌ ۾ تاريخ جي ان سڄي سفر ۾، شاعريءَ جي صورتحال ڪهڙي رهي آهي؟ ان ڳالهه کي معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪي اهم سوال مقرر ڪرڻا پوندا:

(1) ڇا تصوف هيٺ ڪيل شاعريءَ جو ڪردار ٽڪراءَ جي تقاضائن کي پورو ڪري سگهي ٿو؟ جي هائو، ته ان حالت ۾ مثبت يا منفي ڪردار ڪهڙو هو؟

(2) ڇا اسان جو بهادرائو شعر، تاريخ جي تقاضائن کي پورو ڪري ٿو؟ جي هائو، ته هر دور ۾ مثبت ۽ منفي اڳواڻ ڪردار مقرر ڪندا هلو.

(3) سنڌ جا آهي ڪهڙا وڏا شاعر آهن، جن جي شاعري ڪردارن تي بدل آهي، سماجي تبديل گهري ٿي ۽ همعصر تاريخ جي تقاضائن تحت لکي وئي آهي.

(4) سنڌ ۾ شاعرن مان اهي ڪهڙا شاعر آهن، جن جي شاعري هڪڙي پوري دور جي دائري جيتري ويڪري آهي ۽ جيڪا تمام گهڻا موضوع والاري ٿي؟

(5) موضوعن جي تعداد جي لحاظ کان، شاهه جو مقابلو پيو ڪير ٿو ڪري؟

(6) ڇا هاڻوڪي سنڌي شاعريءَ ۾، اها همه گير وسعت آهي، جنهن کي همعصر تاريخ سان تعبير ڪري سگهجي؟

اهي ۽ ٻيا اهڙا سوال، آهو اٿاريندو، جيڪو سنڌي شاعريءَ جي تاريخ لکندو. اميد اها آهي، ته هاڻي ان موضوع ڏانهن ڌيان ڏيڻ سگهجي.

مون پاڻ ان باري ۾ ٻه دفعا ڪوشش ڪئي آهي ته پڙهندڙن جو ڌيان ادب جي تاريخي ۽ افادي نڪتن ڏانهن ڇڪايان. ان باري ۾ مون اڳ ۾ "ادبي تاريخ ۽ ان سان لاڳو مسئلا" جي عنوان تحت لکيو ۽ پيو پيرو مون تخليقي ادب جي لصابي حيثيت تي، ان جي افاديت جي خيال کان لکيو: جنهن کي دوستن ڪابه قيمت نه ڏني.

## (10) تاريخ جي خيال کان هڪڙي نظم جو اڀياس

عن سري هيٺ آءٌ هاڻي هڪڙي نظم جو اهڙو اڀياس پيش ڪندس، جهڙو آءٌ گهران ٿو ته شاعريءَ ۽ تاريخ جي سوال کي سامهون رکي ڪرڻ گهرجي. نظم جي چونڊ ڪنهن به

خاص خيال تحت ڪاڻ ٿو ڪريان. مختصر نظم هت ۾ ڪنيو اٿم، ته جيئن ڪم ٿيائي وڃان ۽ مان ائين به نٿو سمجهان، ته ڪو هي نظم هرو ڀرو بهترين نظم آهي، يا منهنجي خيال ڪان موزون آهي. هي نظم انور پيرزادي جو آهي ۽ مهراڻ 87-2 ۾ ڇپيو آهي. مون ڪي صرف ان طرح مثال ڏيڻو آهي ۽ بس.

گبن جهڙي عالم لکيو ”تاريخ انهيءَ ڪان وڌيڪ ڪجهه به نه آهي، ته اها پاپن، ڪمزورين ۽ بدنصيبين جو هڪ رڪارڊ آهي“. گولڊسمٿ به گبن جي ئي راءِ سان اتفاق ڪيو ۽ پنهنجي ڪتاب ”دنيا جا شهري“ (Citizen of world) جي صفحي 42 تي، يورپ جي تاريخ لاءِ ايترو ئي لکي سگهيو: پر برنارڊشا تي ”خدا رحمت ڪري“: جنهن قرآن وارا ساڳيا لفظ استعمال ڪيا، يعني چيائين ”سچ پچ ته هيگل صحيح ٿي چيو، ته اها خبر به اسان ڪي تاريخ مان ئي ٿي پوي، ته انسان تاريخ مان ڪو به سبق حاصل نٿو ڪري.“ ليڪن جو خيال آهي ته ”تاريخ مان ڏاهپ حاصل ٿئي ٿي“. اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي، پر ايمرسن جهڙي عالم جي راءِ کي به وڏي وزن ڏيڻ ڪان سواءِ رهي نٿو سگهجي، چوي ٿو ”تاريخ انهيءَ لاءِ آهي، ته ان جي مدد سان حال کي پوري اهميت ڏني وڃي ۽ پنهنجي دور جي تقاضائن کي پورو ڪيو وڃي“. ان راءِ ۾ جا ڳالهه موجود آهي، سا اڳ بار بار مٿي هممصر تاريخ جي باب ۾ ڪندو آيو آهيان ۽ هن جاءِ تي، اڳ ان راءِ کي ڪارلائل جي انهيءَ راءِ سان ملائي پڙهڻ ٿو گهران، جنهن ۾ ڪارلائل چيو ”تاريخ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته چئي ٿو سگهجي، ته اها سچي شاعري آهي“. (باسويل جي جانسن جي زندگي).

ايمرسن ۽ ڪارلائل يورپ جي ذهين دنيا جي لاءِ وڏا ڪارائتا وسيلا هئا. هنن يورپ جي علمي ۽ ادبي ادارن جي لاءِ تمام وڏو ڪم ڪيو ۽ يورپ جا ڪيترا ئي ادارا، هنن ئي جي ڪري مضبوط ٿي پيا ۽ تاريخ جي باري ۾، هنن جي قولن جو پاڻ ۾ ڪو ناتو قائم ٿيو: پر اصل ۾ هنن مان ڪنهن به ادب جي تاريخي ڪردار يا ادب جي عصري اهميت تي ڪو مستقل ڪم يا ڪا تحرير پيش نه ڪئي. البت دانش جي بنياد تي، ايمرسن ۽ ڪارلائل تاريخ کي شاعريءَ جي ۽ ”هم‌عصريت“ (contemporarism) جي بنياد تي پڙهيو ۽ پرکيو ۽ اها ڳالهه اسان لاءِ به ڪارگر آهي.

پر جنهن نظم جي باري ۾ اڳ توهان سان ڳالهايان ٿو، سو ’هم‌عصريت‘ جو رڱو هڪڙو روپ آهي، جنهن کي شاعريءَ ۾ ’سونهن اسم‘ سڏيو ويو آهي. سونهن (the beauty) عالم انسان جي اها خوابي ۽ جذباتي شيءِ آهي، جنهنجي باري ۾، وڏ ۾ وڏ اعتماد جوڳي ڳالهه اها آهي، ته ان جي وصف جي باري ۾ ڪجهه به چئي نٿو سگهجي، حالانڪ هر شاعر ان کي ڏسي ٿو، سڃاڻي ٿو ۽ محسوس ٿو ڪري. ساڳي ڳالهه مهراڻ 78-2 جي صفحي 36 تي آئي آهي. شاعر سونهن ڏسي ٿو، ڇاڻي ٿو، محسوس ٿو ڪري: پر جا ڳالهه خاص آهي، سا اها ته هو پنهنجي ذات کي هن سچي ماڻداڻ ڪان ٻاهر ٿو رکي. سڙ نسرڻ ڪان وٺي، شهيد ٿيڻ

تائين، هو هڪڙي 'عصريت' کي بيان تہ ڪري، جنهن ۾ ڪلچر، موسم ۽ ماحول جي ماڻهن ۾ ڪل 14 ڪردار آهن ۽ اهي سڀ ملي، هڪ ڪ وجوديت بنائي رهيا آهن، جيڪا اسم جي حالت ۾ "سونهن" آهي.

پر همعصريت کي رڳو 14 ڪردارن جي بنياد تي بيان ڪري وڃڻ، پنهنجي ليکي هڪ ڏکيو ڪم آهي، جو تاريخ جو وڏي ۾ وڏو موضوع پاڻ انسان آهي، جنهنجي اسمي حسن جي باري ۾ معلومات اها آهي، تہ اهو يا تہ "پرڻجي ٿو" يا "شهيد ٿو ٿئي". انسان جي حسن ۽ ان جي عصريت جي باري ۾ اها معلومات، يا اها راءِ ڪمزور نہ هوندي، پر ناڪافي آهي. ٻي ڳالهہ جا نوٽ ڪرڻ ضروري آهي، سا اها تہ، سونهن اسم جو اهو تصور، علم شاعريءَ ۾ ايندڙ تصور جيان، يا تہ وقت ۽ موسم تي ٻڌل آهي يا انسان جي سچي وجوديت جي رڳو هڪڙي معمولي لڪتي تي رکيل آهي. پرڻجڻ ۽ مري وڃڻ، فعلي صورتون آهن؛ ۽ بهتر فعلي صورتون تہ ماميزو سنيما يا هاڪس بي تي يا شينهن جي پڃري ۾ يا صبح سوير بندر روڊ تي، يا طارق روڊ تي، يا ڪوڙن گداگرن جي ٽولن ۾، يا پينانگ لوٽي واريءَ جي لوٽي ۾، يا "منهنجي ننڍڙي ڳوٺ ۾، جيڪو آفريڪا ۾ آهي"، يا "اپ ڪي پاڏائينڊڙ" ماڻهوءَ ۾ بہ موجود آهن، جو اهو زنده رهڻ جو تصور آهي. سو ڏسي ٿو سگهجي، تہ اسان جا شاعر عصريت کي سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح، پنهنجي ذاتي تصور تائين محدود رکڻ جهڙي ڪوشش ڪرڻ لاءِ مجبور آهن ۽ اصل ۾ اها ئي اها ڳالهہ آهي، جيڪا اسان جي شاعريءَ کي تاريخ کان ڇنڻ لاءِ ٻڌل آهي. ان طرح اها ڪوشش، جا ان نظم کي 'عصريت' جي دائري ۾ آڻي ٿي سگهي، سا ان کي عصريت کان ڪيڍي، شاعريءَ جي دائري ۾ وٺي آئي ۽ ان طرح، تاريخ ۽ شاعريءَ جا رستا گهڻو وقت گڏ وڪڏ هلي نہ سگهيا.

شاعري ۽ تاريخ جي لاڳاپي، يعني 'عصريت' جي احساس ۾، رڳو سج جو لسرڻ نہ؛ پر سج جو ڪيجڻ بہ اچي ٿو، رڳو اتر جو لڳڻ نہ، پر "اتر جو ڏاهڻ" بہ موجود آهي، رڳو چنڊ جو ڪڙڻ نہ، پر چنڊ جو لهي وڃڻ بہ شامل آهي. اهڙيءَ طرح تاريخ جي عمل ۾ سونهن اسم کي جڏهن 'مثبت انساني ڪردار' تصور ڪجي، تہ پوءِ منفي انساني ڪردار يعني "دشمن" جي موجودگيءَ ڪانسواءِ اها شاعري تاريخي ڪردار ادا ڪرڻ جي اهليت ئي رکي سگهي. الهيءَ صورتحال کي "عصريت جو بحران" يا "عصريت جو فقدان" ٿو چئجي ۽ اهو ئي لکتو اسان لاءِ هن بحث ۾ وڌ ۾ وڌ ڪارگر آهي.

هاڻي ڇاڪاڻ تہ سچي نظم ۾ جڏهن ٽڪراءَ جي ڪا صورت عصري ۽ تاريخي طور تي موجود نہ آهي؛ سچو نظم خواب خيالي ۽ اعصابي ڪيفيت جو اظهار تہ ڪري. حالانڪ شاعر پاڻ تو چوي تہ:

مُنهن ڦرڻ سان
جيڪي اُداس تي ويندا آهن
شاعر هوندا آهن. (انور)

ان نظم جي هڪ ٻي عجيب ڳالهه اها آهي، جو ان ۾ ڪلچر جو آهو حصو آندو ويو آهي، جنهن جي باري ۾ عصريت پاڻ مشڪوڪ آهي. ان طرح اهو حسن، جيڪو عصري تقاضائن جي اهميت جو حامل نه آهي، سو ڪلچر جي انهيءَ صورت ۾ اچي ويو، جيڪو حسن ته ڪڏهن به چوائي نٿو سگهي. انهيءَ لڪتي تي به شاعر سان ڳالهائي ٿو سگهجي، ته هي ”حسن“ ڪهڙي قسم جي سماج جي عڪاسي ڪري ٿو، جڏهن ته سماج ۾ اسان وٽ يا ته ترقي پذير سماج آهي يا ترقي پسند سماج ۽ ترقي يافته سماج. جيڪڏهن شاعر مڃي ٿو ته، هي حسن ڪنهن به سماج جي تاريخ جي ڪردار ۾ ڪو اهم ڪم نٿو ڪري ته پلو، نه ته اصل ڏڦيڙ انهيءَ بنياد تي ٿي سگهي ٿو، ته پوءِ انهن فعلي صورتن کي پڳل يا گم ٿيل، يا تصوراتي ڪلچر جي تباهيءَ جون فعلي صورتون ڪري سمجهيو ويندو.

جيڪڏهن سڪ لڳڻ ۽ باڪ ڦٽڻ سان تاريخ جي ڪردار تي ڪو اثر پوي ٿو ته تاريخ جو آهو صبر اسان لاءِ ڪا معنيٰ نٿو رکي، جيڪو هاڻي تهذيبن، رڪن، جسمن، وقارن، مسئلن ۽ ماهرن تي اثرانداز ٿي رهيو آهي.

ڇا ان قسم جي شاعريءَ کي عصري ۽ تاريخي شاعري به چئي ٿو سگهجي؟ اڃا پاليان ڏو ان سوال تي جواب لکڻ جي ضرورت نه آهي، جو اسان سڀ سمجهون ٿا، ته عصريت تي سٺي شاعري، ڪلچر جي بنياد تي نه، پر ڪلچري اثرات جي شاهديءَ جي بنياد تي ٿئي ٿي.

سو پڙهندڙ حضرات کي آخري عرض آهي ته هي نظم مون رڳو مثال طور ورتو هو، ته جيئن اهو پڌائي سگهان ته ”عصريت“ ۽ ”تاريخيت“ کي اسان شاعري ۽ ادب ۾ ڪيئن ٿا داخل ڪري سگهون. نظم پنهنجيءَ جاءِ تي ڪيئن آهي، اهو سوال منهنجي اڳيان ڪونه هو.

پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ ساڳيو نظم شاعر ۽ ايڊيٽر کان معذرت سان پاڻ هيٺ ڏيان ٿو:

سترُ نسرڻ، چت پچڻ، اتر لڳڻ، چنڊ ڪتڻ، سڪ لڳڻ، شاهه پڙهڻ، باڪ ڦٽڻ، ماڪ پوڻ، پيچ پنيءَ لائون لهڻ، سات ٿيڻ (ڪرڻ) ميندي لڳڻ، ڪنوار ٿيڻ، گهوٽ ٿيڻ، شهيد ٿيڻ، هي سڀئي جڻ سونهن اسم جون فعلي صورتون آهن.

سونهن اسم ۾ ڏڪرائ جي حالت.

هاڻ اڳتي اچ هن نظم جو آهو اڀياس شروع ٿو ڪريان، جيڪو تاريخي اعتبار کان، اسان سڀني لاءِ اهميت وارو آهي. سنڌي ادب ۾ تنقيد ڪانه لکي وئي آهي ۽ تنقيد پنهنجي ليکي هڪ وڏو علم آهي ۽ وري 'عصريت' ۽ 'تاريخيت' جي بنياد تي تنقيد لکڻ جو ڪم ته پنهنجي اجا سوچيو به نه ويو آهي. اچو ته هڪڙي ڪوشش ڪريون.

جهڙيءَ ريت اولڌاهي پنهنجي ليکي جدا وجود نٿي رکي؛ پر روشنيءَ جي موجودگي يا عدم موجودگيءَ جي هڪ صورتحال سان تعلق رکي ٿي؛ جهڙيءَ طرح ڪوڙ پنهنجي ليکي

ڪا اهميت لٿو رکي، پر اهو سچ جي فقدان ۽ عدم موجودگيءَ جو هڪ سماجي مامرو آهي ۽ جهڙيءَ طرح شيون پنهنجن ضدن جي ڪري موجود آهن ۽ ڄاتيون ٿيون وڃن تهڙيءَ طرح 'سونهن' ۽ 'قبح' يا گدلائپ جي لاءِ آهو اضافي امر آهي جنهن جي هئڻ يا نہ هئڻ سان قبح جي وجود جو تعلق مڃيو ٿو وڃي. پر هن لظم ۾ شاعر سونهن کي پنهنجي ليکي هڪ جدا ۽ مستقل يا ازلي امر تسليم ٿو ڪري ۽ عصريت ۾ اهو صاحب سونهن کي قبح جي ڪنهن ۽ تقرر کان سواءِ اپاري ٿو. احساس جي سادگيءَ جي بنياد تي آهو تصور ڪلچر سان لاڳاپي ۾ آئيندي هو افلاطونيت جو شڪار ٿسي ٿو وڃي. آلهيءَ افلاطونيت جو، جيڪا شين جي هڪڙي پاسي کي 'حسن' ۽ ٻئي پاسي کي 'قبح' جو نالو ڏئي، تاريخ جي عصري ڪردار تي اثرانداز ٿئي ٿي؛ پر ان ۾ ٽڪراءَ جي يا 'ضد' يا 'دشمن' جي گنجائش موجود نٿي رهي.

زندگيءَ جو هي تصور غيرسائنسي، جذباتي، اخلاقياتي ۽ بعدالطبعياتي تصور آهي ۽ انهيءَ ڀلائيءَ ۽ بوريءَ اخلاقيات جو پرچارڪ آهي، جنهن ادب ۾ عورت، گل ۽ گل حجاب جي تصورن کي قائم ڪيو هو. البت انهن لفظن ۾ اهو تصور ڪجهہ مختلف صورت اختيار ڪري ويو آهي ۽ اهوئي سبب آهي، جيڪو ان نظم جي اڀياس جو هڪ جواز بڻيو آهي.

جيڪڏهن 'چنڊ ڪڙڻ' ۽ سونهن اسم جي فعلي صورت آهي، تہ پوءِ 'اماس رات' جي تصور تي شاعريءَ جو جواز ڪيئن ٿو رد ڪري سگهجي. جڏهن 'مثبت انساني ڪردار' روشني ۽ چنڊ کي سونهن ۽ سوڀيا جو سرچشمو سمجهي ٿو، تڏهن تاريخيت جي عصري ڪردار جو سوال ئي پيدا نٿو ڪري سگهجي، جو تاريخ ۽ ان جي ڪردار جي اڳيان "چنڊ جو ڪڙڻ" بنيادي سوال تہ نہ ڏاڻي ٻيءَ وٽ آهي نہ گبسن ۽ هيروڊوٽس وٽ، نہ ڪارلائل وٽ ۽ نہ ڪارل مارڪس وٽ.

جيڪڏهن 'مثبت انساني ڪردار' 'سڪ لڳڻ' کي سونهن اسم جي فعلي صورت ٿو سمجهي، تہ پوءِ 'عشق' جو آهو تصور جيڪو سنڌي شاعريءَ ۾ خام خياليءَ جي بنياد تي رد ٿي چڪو هو، سو وري ڀيهر ٿو اڀري اچي. هاڻ جيڪڏهن ادبي تنقيد کي بعدالطبعياتي تصورن تحت رکڻو آهي، تہ پوءِ هي نظم تہ واهہ جو نظم آهي؛ پر ادبي تنقيد ان بنياد تي تاريخي ۽ عصري ڪردارن جي فقدان جو شڪار ٿئي ٿي، جو ان ۾ 'منفي انساني ڪردار' دشمن يا ثنويت وارو "پهلو" موجود ئي ڪونهي.

عجب آهي تہ شاهہ (ڀٽائي) پڙهڻ کي ان نظم ۾ "حسن جي فعلي صورت" تصور ڪيو ويو آهي؛ جيئنڪ شاهہ وٽ ٽڪراءَ جو فلسفو آهو واحد فلسفو آهي، جنهن کي ان جي شاعريءَ جو بنياد بڻائي ٿو سگهجي. شاهہ جي ڪردارن ۾ شايد ئي ڪو اهڙو ڪردار هجي، جنهن جو (adversor) يا (protagonist) 'دشمن' نہ ڏنو ويو آهي. آسانيءَ جي ڳالهہ

اها هئي، ته شاهه پڙهڻ کي عصريت جي فعلي صورت سمجهيو وڃي ها (اڃا هڪ دفعو وري به اها ذميواري قبول ڪئي ويئي هجي، ته ڪو شاهه جي ڪردارن تي لکي ڪهڙيون، پر هونئن شاهه جي شاعريءَ کي 'عصريت' ۾ چئلينج ۽ رد عمل جي بنياد تي به پڙهي ٿو سگهجي ۽ ان بنياد تي مان نٿو سمجهان، ته الور ان شاعريءَ کي 'حسن جي فعلي صورت' سان تعبير ڪري سگهندو.

"ماڪ پوڻ" کان وٺي "گهوٽ ٿيڻ" تائين هٿ نوڪئي حسن جون اهي فعلي صورتون، عورت سان يا انهيءَ تصوراتي عورت جي "انگ عضوي سان" ڪيڏڻ جي الهيءَ تياريءَ سان پڌل آهن، جيڪا هڪ "درد ۽ دک" (ٿئائن بيءَ جي لفظن ۾) جو سبب بڻجي ٿي، ٺيڪ آهي، هي هڪ لظم آهي. ڪجهه وقت تائين پڙهيو ويندو ۽ عورت به ان کي پڙهندي؛ پر ياد رکڻ گهرجي، ته "تاريخيت" جي خيال کان هي لظم الهن فعلي صورتن تي مبني آهي، جن جي اڳيان "ثبت است بر جريدهِ عالم دوام ما" هڪ وڏو ڪوڙ آهي.

شهيد ٿيڻ 'حسن' جي فعلي صورت آهي يا مثبت تاريخي ڪردار جي ڪي عمل جي سلسلي ۾ هڪ واقعي جي صورت آهي. هي بحث اڃا ان ڪري نٿو چيڙيان جو آءٌ سمجهان ٿو ته "اسان جو شاعر" حسن جي باري ۾ ڪو به تاريخي عصري ۽ ٽڪراءَ تي پڌل تصور قبول نٿو ڪري يا اختيار ڪري نٿو سگهي. حسن منهنجي اڳيان رڪائپ، نا اميدي، نا همواري حالتن، تنگ ۽ تاريڪ سماجن، ڏکيائين ۽ ڏولاون، ماڻهن جي نراساين ۽ حالتن جي جبر ۾ به موجود آهي، جيڪو "دشمن" جو ڪردار ادا ڪري ٿو سگهي. ڇا اسان جو شاعر ۽ تخليقي ادب جو استاد هن ڳالهه کان پوءِ به مون سان حسن جي سوال تي ڳالهائڻ پسند ڪندو!

بهرحال مٿين صفحن ۾ مون (شايد پهريون دفعو) عصريت ۽ تاريخيت جي انهيءَ سوال تي لکيو آهي، جنهن ڏانهن سنگت مان ڪو به مائل نه هو. پڪ آهي ته تمام ٿورا ماڻهو متوجهه ٿيندا. گهڻا نوجوان دوست هن مضمون کي نه پڙهندا؛ ڪي عالم هن مضمون تي ظاهر ۾ ڏمر ڏيکاريندا، پر مهراڻ جا هي صفحا هڪ دور ۾ وڏي ويچار سان پڙهيا ويندا ۽ ڪو نه ڪو ڏکيو اديب هنن لفظن کي پڙهندو ۽ اهو ئي منهنجو مقصد آهي.

## 11- ڪتاب جن مان مدد ورتي ويئي:

(1) محسن مهدي - 'ابن خلدون (س) فلاسافي آف هسٽري' جارج ايلن اينڊ آنون.

(2) ٽئائن بي - 'سيسيوليزيشن آن ٽرايل' آڪسفورڊ وارو نسخو.

(3) ساڳيو صاحب - 'تاريخ جو اڀياس' "چئلينج اينڊ ريسپانس". آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس 1947 (ڊي سي سومرويل وارو تاليف ڪيل نسخو).

(4) ڪالنگ ووڊ آر- جيي 'دَ آئيڊياز آف هسٽري' آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ وارو نسخو. سال 1957ع وارو. (تاريخ ڇا کي ٿو چئجي).

(5) هيروڊوٽس- ’هسٽري‘ جلد ٻه ريون. جارج رالننس وارو ترجمو ڪيل لکيو ۽ ايوري مئن وارن جو ڇاپيل، جيڪو اي- بي ڊٽن وارن ٻيهر ڇاپيو.

(6) پلوٽارچ- ’لائيوز‘ يعني ”لائيف اسٽوريز آف مين هو شيپڊ هسٽري“ جي مدد سان جيڪو مينٽر وارن 1950ع ۾ ڇاپيو ۽ لنڊن مان شايع ڪيو.

(7) گبن ايڊورڊ- ’دي هسٽري آف ڊ ڪلائين اينڊ فال آف دي رومن ايمپائر‘ (مختصر لکيو).

(8) ’ڪئسل‘ ڪمپني ”ڪلاسيفائيڊ ڪوٽيشنس“. (تاريخ)

(9) ويلڪ ۽ ويرن ’ٿيري آف لٽريچر‘ جارج ايلن اينڊ ان ون وارن جو لکيو.

(10) ’جاسف شپلي‘ (ايڊيٽر) ڊڪشنري آف ورلڊ لٽريري ٽرمس. جارج ايلن ۽ ان ون وارن جو لکيو.

(11) رَيلي ’هسٽري اينڊ دي انڊويڊيوئل‘ هولٽ رينهارٽ ۽ ونسٽن وارن جو لکيو.

(12) پليخانوف- ’لائيف اينڊ ورڪس‘.

(13) لينن- ’ڪليڪٽيڊ ورڪس‘.

(14) رسالو مهراڻ- سنڌي ادبي بورڊ سال 1978ع جو پهريون نمبر. انور پيرزادي جو نظم (سولهن اسم جون فعلي صورتون).

(15) انجيل مقدس- سنڌي ترجمو لاهور بائيبل سوسائٽيءَ وارن جو.



ادب تي پنهنجو پاڻ کي مڙهڻ ۽ ٺاڦڻ جي لوڀ ۾ اهي ڏسي ڏٽيل آهن، جن جا پيٽ ڀريل ۽ دماغ خالي آهن.

مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر

# المنصوره - برهمڻ آباد - 2

علوين جو منصوره سان خاص واسطو آهي، انڪري انهن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ٻري چڙ وڃون، خود اسان جي سنڌ جي هڪ مشهور ۽ قديم علوي بزرگ شيخ غياث الدين ريحان نزد ٽنڊو قيصر جو اولاد اڃا تائين شيخ علوي سڏائيندا آهن، جيڪو قادري طريقي جو سنڌ ۾ اول شيخ هو. سندس ولادت 531هه ۽ وفات 638هه ۾ آهي. سندس شجرو اسان کي هٿ آيو، اهو ڪجهه هن ريت آهي: شيخ غياث الدين ريحان بن شيخ روبن ڪبريا بن متو بن بهرام بن ويرار خفيف بن سومره بن شهاب الدين بن صعبدين بن جعفر بن احمد بن محمد بن علي السلام بن ابوطالب. (1)

منصوره ۽ علوين جو لاڳاپو اڳتي هلي ثابت ڪبو. اهو تہ ثابت آهي تہ علوي تمام قديم وقت کان سنڌ ۾ رهندڙ هئا، ۽ عقيدتاً ڪي شيعا بہ هئا.

سلطان منصوره تي حملو ڪيو. اتي جو حاڪم جيڪو قرمطي حڪمران هو، سو نديءَ پار ڪري ڀڄي ويو ۽ وڃي هڪ ڪجين جي جهنگل ۾ پناهہ ورتائين. سلطان ڪجهہ سالار سندس پويان موڪليا، جن هنن جي لشڪرگاهہ کي گهيرو ڪري ورتو ۽ هن جا ڪيترائي پوئلڳ مارجي ويا. (2)

سلطان جي شاعر مصنف فرخي ان حڪمران جو نالو "خفيف" ڄاڻايو آهي، (3) فقط فرخي ئي هڪ اهڙو مصنف آهي، جنهن منصوره جي قرمطي حڪمران جو نالو ڄاڻائي مشڪلات حل ڪري ڇڏي آهي.

"خفيف" نہ رڳو سومرن ۾ نالو آهي، بلڪ سومرن جي 14 ڪُڙمن ۾ هڪ ڪُڙم جو نالو ئي خفيف آهي. ٿي وارا سومرا مرحوم محمد عثمان سومرو ۽ پٽنهس محمد خان سومرو، تہ آهن ئي خفيف. خود دودي چنيسر واري لڙائيءَ ۾ بہ ڪٿ سومرن کي خفيف ڪري مخاطب ڪيو ويو آهي:

"سنتي خفيف وڙهـيا، هيڪڙي جيئن هـلن،
محمود خان ماري ڪري، ان جـو ڪنيو ڪنو خفيفن."

(دودو چنيسر، سنڌي ادبي بورڊ ص 51)

عُضبا آمرائن جا، لوهو منجهه لڙهن،
ڪنها خفيفن جا، واڪي ساڻ وڄن،
سڙيون وجهن ٿا سومرا، جڻن لنب جو گاهه لڻن.

(دودو چنيسر، لوڪ ورثي جو قومي ادارو اسلام آباد، ص 102)

مٿين بيتن مان صاف ظاهر آهي ته منصوره جو آخري حڪمران خفيف سومرو هو، نه ڪو هباري، جيئن ڪن مورخن انومان ڏيکاريو آهي.

خفيف نالو لکو عبارين ۾ هو، نه وري ٿي گذريو آهي، نه وري ڪو اهڙو ثبوت ئي مليو آهي، ته ڪو هباري قرمطي فرقي جا هئا. البت خفيف نالو سومرن ۾ ڪثرت سان استعمال ۾ اچي ٿو. عام طور تي هڪ بيت ڏيندا آهن:

ست خفيف، ست کينئرا، ست پونگر، ست پيئن،
سنڌ ملهائي سومري، اٺهه واڙي سين.

سومرن جي خانداني نسب دانن پاڳ فقيرن وٽ سومرن جو شجرو محفوظ ٿيل آهي، جيڪو سلطان دودو شهيد عليه الرحمت کان وٺي هيٺن اچي ٿو: دودو بن دودو بن پونگر بن خفيف بن همير بن پيسن، بن چنيسر بن عمر بن محمد بن کينئرو بن پتڙ دودو بن پارس پين بن راج دين دودو بن ورهيه خفيف بن دودو اسود (ڪارو) ابن پونگر بن سمره بن امير شاهو عرف شهاب الدين بن امير صاحبو عرف صاحب دين بن امير جعفر بن امير احمد بن امير محمد بن حضرت علي بن ابو طالب. خفيف کي سومره حڪمران منصوره، محترم سيد حسام الدين راشديءَ تحفة الڪرام جي تعليقات ۾ به مڃيو آهي.

سلطان محمود غزنويءَ جي وقت ۾ ورهيه خفيف منصوره جو حڪمران هو. سومرن جي قرمطي هجڻ بابت ثبوت تمام گهٽا آهن، پر اسان هت ڪو سومرن جي نسل جي تاريخ ڪوله لکي رهيا آهيون، البت انهن لاءِ جدا ڪتاب تيار ٿي رهيو آهي. فقط هڪ ثبوت لکندا سين. سومرا قرمطي فرقي جا پيروُ نه، بلڪ باني ۽ امام هئا. دراصل قرامطه ڪيسانيه شيعي فرقي جي شاخ آهن، جيڪي محمد بن حنيفه کي امام ڪري لکندا ۽ مڃيندا آهن، بلڪ ڪي ته ان عقيدي جا آهن، ته امام محمد حنيفه زنده آهي ۽ مهدي به اهو ئي ٿيندو. محمد حنيفه مان گهڻيون ئي شاخون ٿيون، پر ان کان گهڻو پوءِ 258هه ڌاري حمدان بن اشعث، جيڪو داعي اول بڻيو، ان چيو ته هنن جو امام احمد بن محمد حنيفه آهي. (4) هي احمد اهو ئي آهي، جيڪو سومرن جي شجري ۾ اچي ٿو. ائين برابر آهي ته سڀ سومرا علوي ڪوله آهن، جو ته بوهرن ۽ خواجه اسماعيلين والگر سومرا به تبليغي فرقو هيا، انڪري انهن ۾ غير عرب به اچي ويا هوندا، پر شاهان سنڌ بلاشڪ علوي هئا.

سلطان محمود غزنوي قرمطين، باطنين ۽ معتزلن جي سخت خلاف هو. انهن کي ملحد ڪري سمجهندو هو. ريءَ واري جنگ، جيڪا بندبويه جي خلاف هئي، ان ۾ فتح بعد هن

قرطي، باطني ۽ معتزلي هزارن جي تعداد ۾ ڦاسيءَ تي لٽڪايا، سنگسار ڪرايا ۽ زنجيرن سان ٻڌرائي خراسان موڪليا، ته بدحال ٿي قيد ۾ وڃهجن (5). سندن گهرن جي تلاشي ورتائي، عقيدي جا ڪتاب ساڙايا ويا، جيڪي ڪجهه چڱي خيال جا ڪتاب هئا، سي غزنيءَ موڪليا ويا ۽ ابن اثير ۽ ابن جواز جي لکڻ موجب 50 اٺن جي بار جا ڪتاب ساڙيا ويا هئا.

منصوره جي فتح کان اڳ 396 هه ۾ ملتان جي قرمطين تي حملو ڪيو هو، جتي جو حاڪم دائود سنڌ وندهيءَ جي ڪنهن ٻيٽ ۾ وڃي لڪو، ۽ لشڪر قرامط شهر جو دروازو بند ڪري مقابلو ڪيو. ستن ڏينهن جي گهيري بعد سلطان يلغار ڪري قلعو فتح ڪيو. شهرين ۾ ڪروڙ درهم ڏئي جان بچائي، ۽ سلطان قرمطين کي نه ڇڏيو. سوين قرمطي پنهنجي عقيدي تان قربان ٿي ويا، حتاڪ هنن جي مسجد به نه بچي سگهي، جيڪا ڪُٽڙهه بنائي وئي (6). سلطان قرمطين ۽ باطنين جي سخت خلاف هو، کين سخت سزائون ڏيندو هو ۽ سندن ڪتاب ساڙائيندو هو (7).

تاريخ مان اسان کي پتو پوي ٿو ته ٻهمن آباد ۽ منصوره ساڳئي شهر جا ٻه نالا آهن. منصوره درياهه جي ڪناري تي قلعو هو، بارها ٽٽو ۽ ٺهيو ويو، ۽ آخري طرح سلطان محمود غزنوي، سومره حڪمران خفيف کسي باطني يا قرمطي سمجهي مارايو. ۽ عين ممڪن آهي ته حسب عادت شهر کي به برباد ڪيو ويو هوندو; ڊاٺو ۽ ساڙيو به ويو هوندو ۽ ان واقعي بعد تاريخ منصوره جي احوال کان خالي آهي. باقي تحفةالڪرام ۾ دلوراءِ ۽ چنو آمرانيءَ جو قصو بيان ڪيو آهي، اهو سلطان محمود غزنويءَ کان اڳ جو آهي. ٻهمن آباد يا منصوره ته سلطان اچي برباد ڪرايو; ان ڪري اهڙن قصن ڪهاڻين کي طوالت جي خيال کان درج نه ڪيو ويو آهي.

## نوان رايا ۽ کوٽائيءَ جا آثار

هن بابت اسان گهڻو مواد ڪزنس کان ورتو آهي يا وري تازه کوٽائيءَ مان نتيجو اخذ ڪيو آهي. سطحي مشاهده نگارن پڪل چوڙن، ڪنيل سڪن ۽ ٽُٽل ٺڪرن کي ڏسي، نتيجو ٺهي ڪيو آهي ته هن جي راءِ ٻين کان وڌيڪ درست هوندي، ۽ ڪنهن چڱي ۽ درست نموني ۾ کوٽائين جا طريقا ميشرس بيلاسس ۽ رچرڊسن 1854ع ۾ استعمال ڪيا، جن جو نتيجو رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي بمبئي برانچ جي جنرل ۽ السٽريٽيڊ لنڊن نيوز جي 21- فيبروري 1857ع ۾ شايع ٿيو، ۽ ظاهر ڪيل ڏڙي جون شيون ڪجهه برٽش ميوزم ۽ پيون بمبئي سوسائٽيءَ جي ميوزم ۾ رکيون ويون; ۽ انهن مان ڪابه شيءِ خاص اهميت يا قيمت واري نه هئي. هن ڏڙي جي شين کي سڀ کان وڌيڪ نقصان پر پاسي وارن ڳوٺائن وڌو، جنهن هِن وقت جي مصرين والنگر پنين ۾ پاڻ وجهڻ خاطر کوٽائي ڪرائي، جنهن ڪري اصلي شهر جا نشان ئي بگاڙي ڇڏيائون. جهڙائو واهه ۽ ان جي شاخن لڪرڻ ڪري، ٻرپٽ سرسبز ۽ پنين ۾

بدلجي ويا ۽ اصلي درياهہ جي وهڪرن جا نشان بہ آباد ٿي ويا ۽ نشان بہ بدلائي ڇڏيائون. فقط وچ ڪنڊر ۾ اسٽوپا وارو منارو هن ويرانيءَ ۾ بيٺو آهي، باقي اڪثر نشان ختم ٿي ويا آهن. هن ڪنڊر ۾ ڪنهن بہ عمارت جي سرن ۾ پٿر استعمال نہ ٿيل آهي. قلعي جي ديوار مان بہ ظاهر آهي تہ ديوار ٺاهيل آهي. هن ديوارن ۾ وڏين ماپن واريون سرون استعمال ڪيل آهن، ڪن هنڌن تان ٺڪر جا وڏا ٺانوَ بہ هٿ آيا آهن. مٿين تهہ مان مسلم دور جا مٽڪا ۽ سڪا هٿ آيا آهن، جن مان گهڻا ٽامي جا آهن ۽ ڪو اتفاقي چانديءَ جو بہ مليو ٿو. سون جو سڪو هڪ بہ نہ مليو آهي، نڪي وري ڪا قابل قدر گهرو استعمال جي شيءِ ملي آهي؛ جيتوڻيڪ انهن وٽ ڌاتن وارا برتن بہ ضرور هوندا، پر يقين آهي تہ هر تهہ ۾ ان دور جي عمارتن ۽ گهرن جو سامان بعد جي دور جي آباد ڪندڙن استعمال ڪيو هوندو. فقط هڪ گهٽيءَ مان سطح تي اسان مسجدن جا بنياد ڏٺا، بمع محراب جي، جيڪي مڪي جي طرف هئا.

ٺل جي اولهہ طرف وري هڪ وڏي مسجد جا نشان مليا آهن، جيڪا وقت ۽ فند جي گهٽتائيءَ سبب پوريءَ طرح نہ کوٽائي سگهيا. کوٽائيءَ وارن جي خيال موجب اها عربن جي اوائلي دور جي مسجد آهي، جو ان جي سطح پين مسجدن کان هيٺ آهي. وڌيڪ تفصيل وري مسجد جي بناوت جو ڏنل آهي. مسجد کوٽائي ڪندي، هيٺين سطح تي وري هندو عرصي جي سرن جو عرش ۽ پاڻيءَ جي نيڪال جي ڍڪيل نالي ظاهر ٿي آهي، ۽ مسجد جي هيٺان جي سرون اکٽيون آهن، سي شايد عربن ڪنهن هندو عمارت مان ڪيري ڪم آنديون آهن؛ پر انهن مان گڻپتيءَ جي مورت بہ ملي ٿي ۽ شيوءِ پاربتيءَ جي بہ، ۽ شايد سوريہ جو مٿو بہ ۽ ننڍڙو ڪنجهي جو ڏيئو ۽ ننڍڙي شيشي جي ٻوتل ۽ ٺڪر جا ٺانوَ وغيره بہ مليا آهن. پراڻيون سرون $2\frac{1}{2} \times 10\frac{1}{2} \times 16\frac{1}{4}$ جي ماپ جون بہ آهن. اڪثر سرون $2 \times 9\frac{1}{2} \times 14\frac{3}{4}$ ماپ جون ملن ٿيون. اولهان ۽ سوڙها کوهہ گهڻا ملن ٿا، امڪان آهي تہ کوٽائيءَ ۾ هزارن جي تعداد ۾ کوهہ ملن؛ پر اهي پوئين عرصي جا آهن، جي هيٺين سطح جي مليل سرن جي ڪنڊرن مان بہ هيٺ لنگهي وڃن ٿا ۽ اهي بہ فوٽ ڊاياميٽر قطر جا آهن (8).

ڪزنس اسٽوپا يا ٺل متعلق وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ هي ٻڌ مندر عربن جي ڪاهہ وقت ٽٽو ڦٽو ويران ٿيل هو، ان کي مرامت جي ضرورت هئي. مشهور چيني سياح هوان سيانگ چوي ٿو تہ 641ع ۾ ملتان ۾ ٻڌ ٻوڇا تقريباً ختم ٿي چڪي هئي، مڙهيون قريباً ويران هيون. هيٺين سطح واريون سرون اسٽوپا وٽ $2\frac{1}{2} \times 10\frac{1}{2} \times 17$ ماپ جون هيون، جي برهمڻآباد ۾ وڏي ۾ وڏي ماپ واريون مليون، آهن.(9) ظاهر آهي تہ اهي هندو دور جون ٿي ٿي سگهن ٿيون ۽ آهن. ڪزنس راور تي تاريخي بحث ڪيو آهي، تاريخن جا رايا بہ ڏنا آهن، انهن مان اڪثر جو رايو هي آهي تہ برهمڻآباد ئي منصوره آهي يا منصوره بہ برهمڻآباد تي پڌل آهي. اسان طوالت جي ڊپ کان سمورو مواد هتي نٿا ڏئي سگهون. البت تازه کوٽائي، خصوصاً مسجد ۾ جا اونهي

ڪوٽائي تي آهي، قريباً هيٺ اصلي مٽيءَ ۾ 20 فوٽ کن هيٺ هندو طرز جي سرن جي هڪ ديوار يا ٿنڀو نڪتو آهي، جنهن مان اهو معلوم ٿو ٿئي، ته مسلم دور جي تعمير هرگز نه آهي.

ٻهرين دفعي مون هڪ دروازو قلعي جو ٻه صاف ٿيل ۽ ظاهر ڪيل ڏٺو، جنهن جي عجيب طرز تعمير هئي، يعني اولهه وارو دروازو شهر ۾ اندر اچڻ لاءِ لنگهه زمين سطح تي نه آهي، بلڪ ان کي 10 فوٽ مٿي وجهي مٽي ڪيو ويو آهي، ان مٿان سرن جو فرش به لڳايل آهي. الهيءَ طرز تعمير ۽ ڪن ٻين شين ڏسڻ لاءِ مون کي ٻهر 9- جنوري 1978ع تي ڏسڻ لاءِ مجبور ڪيو. آئون خود حيران هئس ته گذرگاهه کي مٿي ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور هو. هي شهر جيئن نه درياهه جي ڪناري تي هو، لامحاله ٻوڏن جو شڪار ٿيو هوندو، ۽ تاريخ ۾ ٻوڏ ۽ زازلي جو ذڪر ڪولہ ڪيل آهي، پر ان جي معنيٰ اها هرگز نا ءِي ته ٻوڏ آئيءَ ڪاله هولدي. ٻوڏ به آئي هوندي، ڪچيون سرون- جيڪي شروع جي دور ۾ استعمال ٿيل آهن- ان بعد پڪيون سرون شهر جي صاحب ثروت هئڻ مان ڪڏ، ٻوڏن ۽ برساتن کان بچاءَ جو به دليل آهي. منهنجو خيال دروازي کي مٿي ڪرڻ سان ٻوڏن ڏي ضرور ويو: ان لاءِ فقط پڪي ديوار قلع جو بچاءُ نه ڪري سگهي هوندي، ڇو ته ان وقت اهڙو ڪو به پلستر نه هو، جو پاڻيءَ کي روڪي سگهي. اڪو وري ڪنهن پلستر يا مصالحي جو استعمال ئي نظر ٿو اچي، الڪري قلعي جي جن جن حصن جي کوٽائي ٿي، منهنجو خيال هو ته ڪم از ڪم ٻاهرين طرف مٽيءَ جو بند ديوار لڳ ضرور موجود هوندو ۽ اسان کي پنهنجي معائني ۾ ان ڳالهه جي تصديق ٿي. ديوار جي شهر کان ٻاهرين طرف ديوار جي لڳولڳ واريءَ ۽ مٽيءَ جو بند نظر آيو، جنهن ۾ ملبي جي اڪر پٿر يا ٺڪري يا سر جو ذرو به نظر نه آيو، خالص ۽ خالص مٽيءَ جو بند هو. اسان جي نظر ۾ جنهن شهر جي کوٽائي تي رهي آهي، اهو اصل برهمڻ آباد آهي ۽ منصوره به اگر ڪو آهي ته بعد ۾ هت ئي آباد ڪيو ويو آهي: اگر الڳ ڪو هو ته اهو يا ته ٻئي ڪنهن هنڌ هوندو، جيڪڏهن فقط چچنامہ تي يا ٻين تاريخن تي نظر ڪيون ته برهمڻ آباد کي محمد بن قاسم جو ڇهه مهينا گهيرو رهيو ۽ 40 هزار هندو فوج مقابلو ڪري رهي هئي، شهر کي قلعو هو. جڏهن صلح ٿيو ته ان ۾ فوج کان سواءِ باقي ٻين رهاڪن کي امن ڏنو ويو ۽ هٿيار بند فوج کي قتل ڪيو ويو ۽ اٽڪل 30 هزار غلام قيد ۽ قبضي ۾ آيا. ظاهر آهي ته فوج کان سواءِ به شهر جو آدم لک کن هوندو ۽ شهر کي ٻاهران ڪوٽ به هو، جنهن کي چار دروازا هئا، جنهن جا ٻالا- ٻهرند، ساتيا، بنوره ۽ سالها- هئا. البت قتل ڪندڙن ۾ چچنامہ ۾ ڪٿي 6 هزار ته ڪٿي 16 هزار چيو آهي قلعي ۽ شهر جي مضبوطيءَ جو به ذڪر ڪيل آهي. (10)

اوائلي عرب مورخن منصوره جا چار دروازا بيان ڪيا آهن. جيڪڏهن هاڻ فرض ڪريون ته ڏيپر گهانگهري جو دڙو ئي اصل برهمڻ آباد آهي، ته ات نه ته ڪنهن قلعي جا نشان آهن، نه وري ايڏو وڏو ڪو ڪنبر آهي، جت ايڏو لشڪر يا ماڻهو رهي سگهن، پناهه وٺي سگهن

ها وري مقابلو ڪري سگهن. انڪري لامحالہ برهمڻ آباد ئي هي کنڊر آهي، جتي ڪوٽائي ٿي رهي آهي، منصوره بہ هي آهي.

## منصوره جي بربادي

ڪزنس هن شهر جي بربادي ۽ جي مختلف امڪانن تي بحث ڪيو آهي. مثلا زلزلي يا ڌرتي ۽ جو ڌڪڻ، جيڪو اڪثر ويران شهرن لاءِ چيو ويندو آهي. مسٽر بيلاسس سطحي معائني بعد چوي ٿو تہ کنڊر جي مڪمل تباهي وقت جو ڪم آهي. جيڪڏهن غنيم جي فوج ڪشي سبب تباهہ ٿئي ها تہ اهڙي مڪمل تباهي نہ ٿئي ها. جيڪڏهن شهر جا رهاڪو باقاعده لڏي ويا هجن ها تہ قيمتي شيون ضرور پاڻ سان کڻي وڃن ها، خاص طور 'روڪڙ ۽ زيورات'. مسٽر بيلاسس جي ان راءِ تي ڪزنس خاص طرح نڪتہ چيني ڪئي آهي. هو پنهنجو رايو لکندي چوي ٿو تہ مسٽر بيلاسس کي فقط ڪٽيل ٽامي جي سڪن ۽ چند چانديءَ جي سڪن کان سواءِ اگر پيو ڪو سامان هٿ آيو آهي، تہ هن اهڙو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي، جيڪڏهن پيو ڪو ڪٿي ويو آهي تہ اهو ڪير آهي؟

مسٽر رچرڊسن — جيڪو مسٽر بيلاسس سان گڏ هو- پنهنجي نوٽ ۾ لکي ٿو تہ "اسان کي ڪاٺ جو ڪوبہ نشان ڪونہ مليو، جيڪو عمارت جي تعمير ۾ ضرور ڪم آندو ويو هوندو ۽ اهو فرش تي پيل ضرور ملي ها. اڪو وري ڪوئلي يا ٻاهہ جو ڪو نشان مليو آهي، ان ڪري اسان ائين چئي سگهون ٿا تہ شهر کي ساڙيو ڪونہ ويو آهي."(11)

ڪزنس پنهنجو رايو ڏيندي چوي ٿو تہ "منهنجي پنهنجيءَ نظر ۾، آءٌ سمجهان ٿو، تہ شهر تي دشمنن حملو ڪيو، رهاڪو تلوار جو شڪار ٿيا ۽ مسلمانن کي خطرناڪ شڪست نصيب ٿي، خصوصاً هندن جي هٿان، جيڪا شايد مسلمان تاريخدانن کان وسري وئي آهي. اسان کي پيو ڪوبہ رستو ڪونہ ٿو ملي، جنهن تي مدار رکون. شايد هنن شرم کان اهو واقعو درج ڪونہ ڪيو آهي تہ هنن جو قاول فخر تختگاهہ بُت پوڄڪن فتح ڪيو ۽ ويرانيءَ ۾ اسان گهٽي تعداد ۾ انساني هڏا ڏٺا آهن، گهرن ۾ ۽ ٻاهر وغيره...... ٻر چٽيون ۽ پٽيون گهرن جون ڪاٺ جي ڪري ڊاٺيون ويون آهن، جو تہ ڪاٺ سنڌ جي هن حصي ۾ قيمتي شيءِ هئي. درن ۽ درين جي لاهڻ وقت پٽين کي ڊاٺو ويو آهي، جو تہ اهي فقط مٽيءَ جي گاري سان لڳايل هيون. اهڙيءَ طرح چٽيون بہ ڪاٺ جي ڪري ڊاٺيون ويون ۽ شهر کنڊر بڻجي ويو." (12)

ڪرمتان، خصوصاً انگريز پنهنجو ڪٽرپڻو لڪائي نہ سگهيو ۽ اهو انومان هرو ڀرو بہ ظاهر ڪيائين تہ هي شهر بت پرستن ڊاٺو يا فتح ڪيو؛ حالانڪ ثبوت ظاهر آهي، تہ هي شهر سلطان محمود غزنويءَ 1026ع ۾ سومنات کان موٽندي ڊاٺو؛ ڇاڪاڻ تہ ان وقت قرامطين سومرن جي حڪومت هئي، ان ڪري سلطان عقيدتاً انهن کي ملحد، مرتد، ڪافر يا خبر ناهي

ڇا ڇا سمجهندو هو، ان ڪري هو قرامطين ۽ باطنين جون مسجدون ۽ بتخانا به هڪجهڙا سمجهندو هو؛ بلڪ انهن کي ته ذمي سمجهي شايد ڇڏي به ڏئي، مگر هن قرامطين کي ڪڏهن به نه بخشيو؛ جنهن جا مثال اسان اڳ ئي ڏئي آيا آهيون. سلطان هٿ ڇا ڪيو هوندو، ان جو تصور ڪرڻ به مشڪل آهي - روغن نفت ۽ منجنيقن سان حملا ۽ باهيون - بلڪ هاڻي واري کوٽائيءَ ۾ ته مسجد ۾ به باهه لڳڻ جا آثار مليا آهن ۽ ڪجهه عربي اکر به سڙيل ورقن سان مليا آهن. انهن تي به تحقيق جي ضرورت آهي؛ ڇو ته انهن جي ڳولا قرمطي فقه ۾ به ڪرڻي پوندي، جيڪا هينئر هٿ اچڻ مشڪل آهي. ازان سواءِ ان تي تقيه جو دبيز پردو به چڙهيل آهي. قرامط جو اثر سنڌ ۾ اچا به جيڪڏهن باريڪ بينيءَ سان جاچ ڪبي، ملڻ مشڪل نه آهي. سنڌ جا اولهه وارا جبل لاهوت ۽ ڪراچيءَ کان وٺي ڪڇي تائين ڏسو ته هر جڳهه سيدنا علي عليه السلام سان منسوب نظر ايندا، بلڪ پيو ثبوت هي آهي ته ڪنهن غير تعليم يافته پيڙهي سنڌيءَ کان پڇو ته امام مهدي ڪير ٿيندو، ته هو هڪدم چوندو ته محمد بن حنيفه. حالانڪ هن وقت مسلمانن جا جيترا به فرقا موجود آهن - شيعا خواه سني - ڪنهن جو به اهو مذهبي عقيدو هرگز نه آهي ته ڪو امام مهدي محمد بن حنيفه ٿيندو. اهو عقيدو ڪيسانيه شيعه ۽ بعد ۾ قرامطين شروع ڪيو، جنهن جا پوئلڳ بلڪ امام ۽ اولاد هجڻ جا مدعي سومرا سلاطين سنڌ ۾ هئا.

سنڌ جا ماڻهو جنگ نامه محمد حنيفه کان چڱيءَ طرح واقف هوندا. صفا ڪوڙن جو مجموعو آهي، خبر نه آهي ته ڪڏهن اهو قصو ٺهيو، پر لاشڪ سومرا دور جو قصو آهي. ان قصي جي ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي، ته امام محمد حنيفه زنده آهي، اهوئي مهدي آخرالزمان ٿيندو. محمد حنيفه جي ڪنيت ابوالقاسم آهي ۽ حضور پاڪ جي هڪ حديث - جنهن جي صحت ڇاهي کهڙي به هجي - اڪثر بيان ڪئي ويندي آهي ته امام مهديءَ جو نالو 'محمد' هوندو ۽ ان جي ڪنيت ابوالقاسم هوندي ۽ پيو ڪو به مسلمان بجز مهديءَ جي، جنهن جو نالو محمد هجي، پنهنجي ڪنيت ابوالقاسم يعني پٽ جو نالو قاسم نٿو رکي سگهي؛ بلڪ ڪي تاريخون ته محمد حنيفه جي والده سنڌي اصل ٻڌائين ٿيون. ڪي روايتون ته امام صاحب جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ جنگشاهي طرف به محمد حنيفه سان منسوب ڪن ٿيون ته ان ۾ امام محمد حنيفه غائب ٿي ويا آهن. اگر غور سان ڏسجي ته هي سڀ عقيدا سومرن قرامطين جي لاڳيتو سنڌ ۾ طاقت ۾ هئڻ سبب ڦهليا، وڌيا ۽ ويجهيا ۽ سنڌين جي دماغ ۾ بلڪ لاشعور ۾ کهڙي ويا ۽ اڄ به موجود آهن.

اسان وري به پنهنجي تحقيق موجب ان راءِ جا آهيون ته بهمن يا برهمڻ آباد ۽ منصوره ساڳي شيءِ آهن، يا هڪٻئي جي پرسان ٺاهيا ويا آهن. قلعو به اڳ جو آهي، بعد ۾ ان کي وڌايو ۽ درست ڪيو ويو آهي. اڳ به ڦٽو ۽ ٺهيو آهي. آخري حڪمران خفيف سومرو هو، نه ڪ هباري. باقي هباري خاندان هڪ زنده جاويد يادگار اهو خاندان آهي، جو ملتان ۾ وڃي رهيو، جنهن مان حضرت غوث الزمان مخدوم بهاءُ الدين زڪريا ملتاني آهن. (13) باقين کي

قريشين ۾ ڳولڻ کپي، مگر ان خاندان ۾ ڪڏهن به خفيف نالو نه آيو آهي. هبارين جو سنڌ ۾ اچڻ بمع تاريخدان 111هه ٻڌائين ٿا. (14) اسان سمجهون ٿا ته اختصار کان ڪم وٺندي ڪي ڳالهيون اجا به تفصيل طلب هجن، تاهم يڪ مشت از نمونه خروار جي مصداق، اسان مضمون پيش ڪيو آهي، تاڪ تحقيق جو دروازو کُلي: ڇو ته تاريخ ۾ اختلاف ضروري آهي، ان ڪري ئي تحقيق لاءِ قدم اڳتي وڌندو. اسان کي اميد آهي ته اهل قلم اسان جي مزيد رهنمائي ڪندا ۽ غلطين کان آگاهه ڪندا، تاڪ پيهر اسان پنهنجي لکيت جو جائزو وٺي سگهون ۽ شايد ڪو جواب به ڏئي سگهون.

سنڌ جو هي عظيم الشان شهر مذهبي ڪٽرپڻي سبب هميشه لاءِ برباد ٿي ويو، مگر تاريخ پنهنجو پاڻ دهرائيندي آهي. غزنوي جو شهر، جيڪو سلطنت عباسيه جو هم پلئه ۽ هم مقابله هو، ان شهر کي 547هه ۾ علاوالدين حسين بن حسن جهانسوز غوري فتح ڪري، 3 ڏينهن خوب قرلت ڪرائي، بعد ۾ شهر کي باهه ڏياري سپ خشڪ و تر جلائي رک ڪري ڇڏيو. (15) فاتح ۽ مفتوح ٻئي شهر هڪجهڙا مٽيءَ جا ڪنڊر بڻجي ويا. هاڻ ٻنهي شهرن ۾ محڪمهءِ آثارقديمه وارا وتن کوٽايون ڪندا!

## حوالا

(1) قلمي شجرو شيخ ريحان سومره، جو اسان جي قلمي بياض ۾ اوت ٿيل آهي.

(2) Sultan Mehmood of Ghazna P- 120, 242 بحواله ابن اثير

(3) Sultan Mehmood of Ghazna by Farkhi P- 21.

(4) تاريخ ابن خلدون اردو ترجمه حصو 3 عهد بني عباس ص 339.

(5) Sultan Mehmoed of Ghazna P- 83. By Ibin-e-Athir, 1x, 262.

(6) Sultan Mehmood of Ghazna by Ibin-e-Athir, P- 97.
(عتبي، عنصري ۽ البيروني)

(7) Sultan Mehmood of Ghazna by Ibin-e-Athir, P- 160.
(ابن جوازي، ابن اثير مجمل تاريخ)

(8) An Antiquities of Sind, by Henry Cousens, 1929, P- 48 to 52.

(9) An Antiquities of Sind, by Henry Cousens, P- 59.

(10) چچنامه (سنڌي ترجمو) مترجم: مخدوم اميراحمد، مرتب ڊاڪٽر بلوچ ص 291 کان 309.

(11) Antiqutes page 71.

(12) Antiquities of Sind Page 71.

(13) عرب و هند ڪي تعلقات ص: 355.

(14) تاريخ سنڌ جلد 2 ص: 155. مولانا نورمحمد نظاماڻي صاحب بحواله ايلٽ.

(15) ڪابل درياهه کان يرموڪ درياهه تائين 1974 بحواله البدايه والنهايه جلد 12.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# ساميءَ جا سلوڪ

❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋

**سامي،** سنڌي زبان جو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي. هندو شاعرن ۾ ته سندس درجو سڀ کان مٿانهون آهي. شاعريءَ ۾ هو مقصديت جو قائل آهي، ۽ شاعريءَ کي فقط پنهن جي هدايتن بيان ڪرڻ جو ذريعو سمجهي ٿو. هو رومانوي شاعر نه آهي. هو حقيقي عشق کي مجازي عشق ذريعي سمجهائڻ نٿو گهري. هو پنهن جا اصول، نظريا، عقيدا ۽ هدايتون سڌي سنئين نموني سمجهائي ٿو. سندس سمجهائڻ جو طريقو جاذب، پراثر ۽ واضح ضرور آهي، پر انهن ۾ ڪنهن به قسم جي تمثيل ڪانهي. شاعريءَ جون خوبيون جهڙوڪ تشبيهون، استعارا وغيره به سندس سلوڪن ۾ ملن ٿيون. فني لحاظ کان سندس سلوڪ پختا ۽ سلوڪ جي اصلي فني ٽيڪنڪ مطابق آهن. ٻوليءَ جي لحاظ کان سندس سلوڪن ۾ جيتوڻيڪ هندي ۽ سنسڪرت لفظن جي ڪثرت آهي، تڏهن به سندس زبان، شڪارپوري محاوري جو پورو پورو نمونو پيش ڪري ٿي.

سامي ويدانتي شاعر آهي، ۽ مٿس ڀڳتي تحريڪ جو اثر آهي. عام طور ڀڳتي ڪال جي شاعريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: ”نرگن ڪاويه“ ۽ ”سگن ڪاويه“. هڪ ۾ معبود حقيقيءَ جو تصور مادي پيڪر جي شڪل ۾ ظاهر نٿو ٿئي، ٻي ۾ انکي ڪنهن نه ڪنهن مادي پيڪر جي روپ ۾ ڏسن ٿا. ٻهرين ۾ ويدانيت جي فلسفي سان گڏ، اسلامي تصوف ۽ ٻجريالي ۽ ناٿ پنٿي جماعت جو اثر به آهي، ۽ ٻي تي خالص ويشنوي نظريي جو اثر آهي. هنن ٻن نظرين کي ”سنت ڪاويه“ ۽ ”ويشنو ڪاويه“ نالا به ڏنا ويا آهن.

ساميءَ جي شاعري سنت ڪاويه مطابق آهي. سنت ڪاويه ويدانيت جي فلسفي سان گڏ ٻڌ ۽ ناٿ پنٿي خيالن جي اشاعت به ڪئي، ۽ روحاليت تي خاص طور سان وڌيڪ زور ڏنو. هي سلسلو هنن ته ڪبير کان گهڻو اڳ شروع ٿي چڪو هيو، پر ڪبير کي ئي انجو محرڪ سمجهيو وڃي ٿو. ڪبير ئي هن تحريڪ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي، ۽ انجو ئي آواز سڀني کان بلند آهي.

سنتن جي شاعريءَ جو خاص موضوع خدا جو وصل، ان سان تعلق، مختلف قسمن جي اثرن جو اظهار، ان جي نالي جي تسبيح ۽ تقديس، نفس جي قرباني، صالح زندگيءَ جي اهميت ۽ پند و نصائح وغيره آهن. هنن گيان (معرفت) کي خدا جي قربت حاصل ڪرڻ جو پهريون ڏاڪو

ٺهرايو آهي. پر گيان جي ذريعي انهيءَ اعليٰ طاقت کي سڃاڻڻ ڪالپوءِ ان جي تقرب جو ذريعو سنڌن آڏو صرف ڀڳتي آهي. هنن ساڌنا جي لاءِ ٽي طريقن جون ڏچيون اڏاريون آهن: ۽ بنيادي، اخلاقي ۽ روحاني حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

**آتما:-** اپنشدن جي تعليم مطابق ڀهريائين آتما (انفرادي روح) کي دريافت ڪيو وڃي، ۽ پوءِ ان کي برهمن ۾ فنا ڪيو وڃي. برهمن يا آفاقي روح تائين رسائي فقط وجدان جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿي. عقلي استدلال ان ڪوشش ۾ بيڪار ثابت ٿيندو. ڀڳتي تحريڪ ۾ به اها ڳالهه ڪارفرما آهي. **سامي** به آتما جي اهميت تي زور ڏئي ٿو. هو چوي ٿو، ته آتما کي سڃاڻڻ نهايت ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو اها نهايت حقيقي شيءِ آهي. وڌيڪ هو چوي ٿو، ته ان کي سڃاڻڻ ڪانپوءِ مالڪ سان ملي سگهجي ٿو:

ورلي ڪنهن ڄاتو؛ قدر مالڪ ديهه جو؛
جنهن ملي ساڌ سنگت سان، منهن مڙهيءَ ڀاتو؛
سامي ڇڏي سروپ کي، ستيه سڃاتو؛
واري خط ڪاتو؛ جنهن ڏي ويئو جم سان.

سامي به انهيءَ خيال جو آهي، ته پنهنجو پاڻ کي فنا ڪيو وڃي. انڪانپوءِ ئي هو اصلي روح سان ملي هڪ ٿي ويندو:

جيڪو سميٽي؛ پسريو آئي گهر ۾؛
سو سهجي سرين کي، پرلڪيءَ جان پيٽي؛
سکي ڏي ليٽي؛ سامي سکپت سيج تي.

ساميءَ جي به ساڳي سمجهاڻي آهي، ته ظاهري علم يا عقلي استدلال انهيءَ ڏس ۾ بيڪار ثابت ٿيو آهي. سندس خيال موجب اوستائين پهچ فقط وجدان يعني عشق جي ذريعي ٿي سگهي ٿي. چوي ٿو:

مورک سڀ منجهي پيا، ويدن جي واچ ۾،
سامي لک سروپ جي، ڪنهن سياڻي سمجهي؛
جنهنکي ڏلي ڪنجي؛ ستگر عين عشق جي.

گيتا به اها ئي تعليم ڏئي ٿي. اڌياءَ 2، سلوڪ 71 ۽ 82 ۾ آيو آهي:

”جيڪو انسان دل مان خواهشون دور ڪري؛
جنهن جي دل ۾ هوس جو فتور نه هجي؛
جنهن ۾ نه خودي هجي، ۽ نه گندگي هجي؛
ان کي ئي سڪون ۽ اطمينان قلب حاصل آهي.
اهو ئي خدا جي وصال جو مقام آهي؛

جتي سڀ تو هر اچي فنا ٿين؛
جيڪڏهن موت وقت به ڪيس اهوگيان حاصل ٿئي؛
تڏهن به ڪيس برهم نروان (وصال خدا) حاصل ٿئي."

اهو نظريو يوناني نوفلاطونيت ۾ به ملي ٿو. پر تجليءَ جا جيڪي مراحل نوفلاطونيت ۾ ٻڌايا ويا آهن؛ اهي اپنشدن جي تعليم کان قدري مختلف آهن. اهو فلسفو ڪنهن نموني افلاطون جي فلسفي ۾ به موجود آهي. ڪن جو چوڻ آهي، ته نوفلاطونيت ۾ اهو نظريو اپنشدن جي ذريعي آيو. پر ان لاءِ ڪو تاريخي ثبوت ڪونه ٿو ملي. اسلامي تصوف ۾ به اهي ڳالهيون ملن ٿيون، تہ پنهن جو پاڻ سڃاڻجي، ۽ پنهن جو پاڻڪي فنا ڪجي. ان کان سوا ان ۾ بہ اهو ٿي ٻڌايو ويو آهي؛ تہ انهيءَ منزل تائين رسائي ظاهري علم ذريعي نہ؛ پر عشق حقيقي وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي. شاه لطيف فرمائي ٿو:

جو مون پڙهيو پاڻ ليءِ، سبق سابق جو،
پرين سڃاتم، پانهنجو نفس جو نهو،
جت عرفان اصل ۾، ڏي روح راز ڪيو،
وري ورق پيو؛ ڪڏيم ويڇ وصال جو.

پڻ هتہ فرمايو اٿس، تہ پرين پنهنجو پاڻ فنا ڪجي ٿو، ان کان پوءِ ٿي محبوب جو مشاهدو نصيب ٿئي ٿو:

پرين وڃائڻ پاڻ، پسڻ پوءِ پرين کي.

قاضي قاضن چوي ٿو، تہ محبوب جو مشاهدو مون ظاهر علم ذريعي نہ ماڻيو آهي، پر اهو ڪو طريقو ٿي پيو آهي:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪہ ڪين پڙهيوم؛
سو پار ٿي پيو ڪو، جئان پرين لڌوم.

**جون:-** جيتوڻيڪ اسلامي تصوف ۾ به انهن ڳالهين جو اهڃاڻ ملي ٿو، پر تڏهن به اسلامي تصوف جون منزلون بلڪل مختلف آهن. اسلامي تصوف ۾ وصال جو جيڪو تصور آهي، اهو بلڪل پنهن جي نوعيت جو آهي. اسلامي تصوف موجب روح جدا جدا روپ نہ ٿو وٺي. ويدانتي نظريي مطابق جيڪڏهن آتما کي وصال نصيب نہ ٿو ٿئي، تہ هو مختلف روپن ۾ اچي ڦرندو رهي ٿو. انهيءَ مها چار کي جون يا تناسخ چيو وڃي ٿو. گيتا جي ادياءِ 2، سلوڪ 22 ۾ آيل آهي:

"جئن انسان پراڻي پوشاڪ لاهيندو آهي،
(۽) نئون وڳو زيب تن ڪندو آهي،
اهڙيءَ طرح روح قالب بدلائي ٿو،
(۽) نئين ويس ۾ وري نڪري ٿو."

ساميءَ جو بہ اهو ئي نظريو آهي. هو چوي ٿو: تہ جيڪڏهن انسان دنيا جي موهہ ۾ گرفتار ٿئي ٿو، تہ پوءِ ڪيس مرڻ کان پوءِ ڪيترن ئي جنمن ۾ ڀٽڪڻو پوي ٿو:

مسايا پلائي وڏو، جيءُ پرم ۾،
پاڻ پنهن جو پاڻ ۾ وينو وڃائي،
سپني ۾ سامي ڇٽي ڪوٽ جنم پائي،
اوديا پٽ لاهي، جاڳي ڏسي ڪينڪي.

اهو نظريو يوناني افلاطونيت ۾ بہ آهي. ان کان اڳ ۾ قديم مصر ۾ بہ موجود هو. ڪن جو خيال آهي تہ مصر مان ئي انجو ڦهلاءُ ٻين ملڪن ۾ ٿيو هوندو، ڇاڪاڻ جو مشهور يوناني مؤرخ هيروڊوٽس جو چوڻ آهي، تہ پٿاگورس اهو نظريو قديم مصر مان رتو هو. بهرحال ان قسم جو ڪوبہ نظريو اسلامي تصوف ۾ ڪونهي. انهيءَ ڪري ئي چيو وڃي ٿو، تہ اسلامي تصوف جا اقدار پنهنجا آهن. انهن تي ڪو بہ اسلامي رنگ ڪونهي.

**رمزيت:** جڏهن الفاظ ذاتي تاثرات ۾ وجداني ڪيفيت جي ترجماني ڪرڻ کان قاصر ٿيندا آهن، تڏهن شاعريءَ ۾ رمزيت ايندي آهي. اپنشد ۾ ان غير معمولي ڪيفيت جو ذڪر محب ۽ محبوب جي همآغوش ٿيڻ سان ڪيو ويو آهي، ۽ ان کي سپني ۾ ٻين تجربن کي زير ڪرڻ وارو ٻڌايو ويو آهي. ان ڪيفيت يا اعليٰ حقيقت جي احساس ٿيڻ تي بہ انجي ترجماني پوريءَ طرح نٿي ڪري سگهجي.

ڪبير صاحب ان ڪيفيت کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

اوگت اڪل الويہ، ديکيا ڪهتا ڪهيا نہ جائي،
سين ڪري من هي من رهسي، گونگي جاني مٺائي.

ڪبير چوي ٿو، تہ انهن جي محسوسات جي ترجماني ڪرڻ جي ڪوشش اهڙي آهي، جيئن گونگي شخص کان مٺائيءَ جي لذت پڇي وڃي، ۽ هو اشارن ئي اشارن ۾ ٻڌائي، دل ۾ خوش ٿئي. ساميءَ بہ انهيءَ ڪيفيت لاءِ ساڳيو خيال ظاهر ڪيو آهي:

جنهن تي رکيو هٿ، سامي پوري ستگروءَ،
ڪيو تنهن کپت ري، پرچي پرڪارٿ،
چيت مٺائي چت جي، ٿيو سوڪم سمرٿ،
پائي پداڪت: مشڪي ڪشڪي ڪينڪي.

ڪبير جي مٿين شعر تان سنڌيءَ ۾ پهاڪو جڙيو آهي:

”گونگو ڳڙ کائي، ڪچي پچي ڪينڪي.“

**ازدواجي اثر:** ڀڳتي تحريڪ جو محبوب ترين پرتيڪ (Symbol) ازدواجي تاثر يا زال ۽ مڙس جي محبت آهي، جنهن کي هنديءَ ۾ ”داپتہ پريم“ چوندا آهن. سنتن کان اڳ بہ انهن تاثرات جي ترجماني ڪئي وئي آهي. ڏکڻ هندستان جي مشهور شاعره ’گورا‘ جي

شاعري ان جو دلڪش مثال آهي. راجستان جي مشهور شاعره ميرا ٻائي جي ڀڳتي به ان درجي جي آهي، ۽ باد ري صاحب جي ساڌنا به انهن ئي تاثرات جو نتيجو آهي، انهيءَ پرتيڪ ڪي نرگن توڙي سگن، ٻنهي سنتن ٿوري فرق سان قبول ڪيو آهي. "نرگن مسلڪ" جي سنتن، محبوب کي هر جڳهه موجود ڄاڻي، سوا ڪنهن تفريق جي پاڻ ۾ ڳولها جي ڪوشش ڪئي آهي. ان جي مقابلي ۾ سگن مسلڪ جا سنت، ان کي سڀ ڪجهه سمجهنديءَ به ان جي ۽ پنهن جي وچ ۾ تفريق سان، ان جي قربت حاصل ڪرڻ جا خواهان رهيا آهن. سنتن وٽ محبوب جو تصور، مرد جي شڪل ۾ آهي. هو پاڻ کي زال ڀانئي، ان جي ويجهو اچڻ گهرن ٿا. سندن نظريي مطابق خدا ئي مرد ۽ پرش آهي، ۽ ٻيا سڀ انسان سندس زالون آهن. دادو ديال جو هڪ شعر آهي:

پرش همارا ايڪ هي، هم ناري بهو الڳ،
جي جي جيسي تاهيون، ڪيلي تيسي هي رنگ.

گرونانڪ به انهيءَ خيال جو اظهار ڪيو آهي. سندس چوڻ آهي، ته فقط اهو ئي هڪ پرش آهي، ۽ ماڻهن جو پريتم آهي. اهو جنهن تي ڪرم جي نظر وجهي ٿو، اها سهاڳڻ ٿي وڃي ٿي:

بهنت نانڪ سڀنا ڪا پيو ايڪو سوئي،
جنو ندر ڪري، سا سهاڳن هوئي.

ساميءَ به انهيءَ لمونې پنهن جا خيال ظاهر ڪيا آهن، ۽ نانڪ وانگر ان کي سهاڳڻ سڏي ٿو، جيڪا پنهن جي ڪانڌ کي ريجهائي راضي ڪري ٿي:

سامي سائي ڄاڻ: سهاڳڻ سچڻ جي،
جنهن پرچايو پرينءَ کي، اچي پنهن جو پاڻ،
سنسي ري سيوا ڪري، سڪ صبوري ماڻ،
پوري تنهن جو ياڻ: خاوند خالي نه ڪري.

اسالجي قديم سنڌي شاعريءَ ۾ به عورت جي زباني پنهن جا خيال ظاهر ڪيا آهن. شاهه لطيف به پنهن جن سورمين جهڙوڪ سسئي، مومل، نوري، ليلا، سهڻي وغيره جي زباني پنهن جا جذبات، احساسات ۽ خيالات بيان ڪيا آهن. ايراني صوفي شاعرن جي روايت ان جي برعڪس آهي.

**گرو جو مقام:-** گرو جي مدح ۽ ساراهه هندستاني روايت جو نمايان جز آهي. سنسڪرت ۾ گرو جي عظمت بابت ڪيترا ئي شلوڪ ملن ٿا. هندن جو عقيدو هو، ته گرو ئي ماتا به آهي، ته پتا به آهي. ايتري قدر جو سندن چوڻ آهي، ته خدا به گرو ئي آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ جي خدمت دل، زبان ۽ عمل سان ضروري آهي. گرو جي توجهه سان ئي سنيون ۽ نيڪ شيون حاصل ٿي سگهن ٿيون:

گرو ٻتا گرو ماٻتا گر ديوانہ شيشہ ـ ڪرمنا مسنا ۽اچا تسما ڀرسيويتي.

(گهرنڊ سنهتا ترتيو يديش، شلوڪ 16)

هندي شاعر بہ سچي گروءَ جي تعريف ٻار ٻار ڪن ٿا. ساميءَ جي نظر ۾ بہ ستگر يعني ڪامل مرشد سيڪجهہ آهي. اهو جڏهن مهرباني ڪري ٿو، تڏهن ئي من مان ٻيائي ۽ ڪوٽ لڪري وڃي ٿو، ۽ طالب تي فيض جي ٻالوت ٿئي ٿي:

ستگر پرک سڃاڻ، رکيو هٿ مٿي تي،
مٽي وئي من مون، سامي ڪنچا تاڻ؛
وسيو مينگهہ سهر جو، پريا ايهن اياڻ؛
اچي وينا ٻاڻ، سنمک منهنجي سپرين.



ڪامل ڪرم ڪيو، تڏهن اکيون کلي آئيون،
ڏسي پنهنجو ٻالڪي ميتل من ٿيو؛
سنسو آتم جيءَ جو، سو وڇون سڀ ويو؛
ٻاسي ڪين ٻيو، سامي ڇٽي سروپ ري.

سامي صاحب جو چوڻ آهي، تہ جهڙي مهرباني ستگر ڪري ٿو، اهڙي ٻيو ڪوبہ دليا ۾ ڪري نٿو سگهي:

اهڙي ڪير ڪري، سامي ٻنا ستگروءَ،
ڀگت جوڳ ويراڳ جا، ڏئي ڀنڊار ڀري؛
انييہ جوت الدر ۾، سٽي سڌ ڀري؛
پلڪ نہ ٽئي پري، رمتارام اکين کون.

سامي صاحب جي خيال موجب ستگرو اهوئي آهي، جيڪو خراب سنگت ڇڏائي، نصيحت ڪري، ڪنيون عادتون مٽائي، روحاني راز ۽ رمزون سمجهائي، جهالت جو پردو هٽائي، ۽ محبوب جو مشاهدو ڪرائي:

ڪسنگ ڇڏائي، سوئي ساڌو ستگرو،
ڏيئي گڻ هر ڀڳت جا، اوگڻ مٽائي؛
انتر مک جوڙي ڪري، اوديا پٽ لاهي؛
سامي لکائي، آتم پد اکين سان.

**چيتاوني يا تنبيهہ:** ڪنهن شئي يا ماڻهوءَ کان هوشيار رهڻ جي حڪم يا پيغام کي تنبيهہ چوندا آهن. سنتن جي شاعريءَ ۾ اهڙي قسم جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. چيتاوني لکڻ جو سلسلو هندي ادب ۾ تمام پراڻو آهي. "مرهيا"، ٻاڪنبي، غرور يا تڪبر کي ننديندي، مختلف هنڌن تي انهن کان دور رهڻ جي تنبيهہ ڪئي آهي. "سويمبهو" بہ دنياوي ٻنڌڻن

جي فاني هجڻ جي حقيقت ظاهر ڪئي آهي. ڏهين صديءَ جي ”دبوسين“ ۽ ”نلوپا“ ۽ تبرت ۽ بت پوڄا وغيره کي بيڪار ۽ بي سود ٻڌائي، انهن کان پري رهڻ جي تنبيهه ڪئي آهي. اڳتي هلي ”گورکناٿ“ جي شاعريءَ ۾ چيتاوني جا اڃا به دلڪش مثال ملن ٿا. سنت شاعرن جي چيتاونين کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) روحاني معاملا (2) سماجي مسئلا. هنن کي وڌيڪ ٻين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪ ترغيبي، ٻيو ترهيبي. روحاني توڙي سماجي معاملن ۾ شاعرن ترهيبي شين ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏياريو آهي.

سامي صاحب به ترهيبي شين ڏانهن اسان جو ڌيان ڇڪائي، انهن کان پري رهڻ جي سخت تنبيهه ڪري ٿو. هو چوي ٿو، ته انسان جا هي پنج دشمن آهن: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار. سندس چوڻ آهي، ته اهي سلوڪ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ آهن. جيڪو انهن جي قبضي ۾ نه ايندو، اهو ئي منزل مقصود ماڻيندو. ”مايا“ يعني دولت انسان کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري، پاڻ تي هرکائي ٿي. اهيءَ ڪري انسان مايا جي موهه ۾ ڦاسي، الله تعاليٰ جي رستي کان غافل ٿي وڃي ٿو:

ڪئي خلق انڌي، مايا موت ممت مان،
مرگهه ترشنا جي جل ۾، وڃي سڀ وهندي؛
ورلي ڪنهن گرمک لڌي، ڪرپا سان ڪنڌي؛
پاليڻ جنهن ٻنڌي، پنجئي ڪيا وس پنهنجي.

مايا ماڻهن کي پلائي، ڀرمن ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جنهنڪري هو اڻ هوندي درياهه يعني خالي دنيا جي موهه ۾ غوطا کائيندا رهن ٿا. هو پاڻ ۾ جهاتي پائي پاڻ نٿو سڃاڻي. جيڪڏهن مرشد جي مهر ٿئي، ته جيڪر معرفت حاصل ڪري وڃي مشاهدو ماڻي:

مايا پلائي، وڌو جيءَ ڀرم ۾
اڻ هوندي درياهه ۾، غوطا ليت کائي؛
سامي ڏسي ڪينڪي، منهن مڙهيءَ پائي؛
ستگور جاڳائي، ته جاڳي جڙي پاڻ سان.

اوديا، يعني الله تعاليٰ جي رستي کان غيرواقفيت ئي انسان کي مصيبت ۾ مبتلا ڪري ٿي. اوديائي انسان کي پنج ڀوت بڻجي، تڪليفون ڏئي ٿي. سندس چنبي مان ڪي ٿورا ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهن ٿا:

اوديارن لٽي، ٿي خاص خزانو سڀ جو،
جوڙي جيئن کي ٻنڌي، گهيرت مان گهٽي؛
پيادا پنج بڻجي ڪري، راتيون ڏينهن ڪٽي؛
ڪو سامي سنت ڇٽي، ڪري حمايت هر جي.

مسن، يعني لفس بري بلا آهي. اهو لفس ئي آهي، جيڪو انسان کي دنيا جي موهہ ۾ گرفتار ڪري، انٽي پهر تڪليفون ڏئي ٿو. سندس قبضي مان ڪي ٿورا آزادي حاصل ڪن ٿا، جنڪي معرفت حاصل ٿئي ٿي.

طالب کي الله تعاليٰ جي وات تڏهن ملندي جڏهن هو دل مان پيائي، ڪوٽ ۽ ٻي گندگي دور ڪندو. جڏهن هو دل مان غير ڪيندو، تہ پوءِ کيس هرشئي ۾ ان جي ذات جو جلوو جاري ۽ ساري لظر ايندو:

گر گم گند غير؛ ڪيڍيو جنهن اندر مون،
سو ساڪي ٿي سنسار جو، سامي ڪري سير؛
ڪميا ساڻ سگهير؛ گهري درس دلدار جو.

وڏائي، تڪبر ۽ ضد انسان کي صحيح رستي تان ٿيڙين ٿا. جن هٺ وڃايو، انهن پنهن جي نهٺائيءَ سان دنيا کي راضي ڪري، چڻ جڳ تي فتح ڪئي. نہ فقط ايترو، پر ان کان پوءِ کين هر هنڌ محبوب جو مشاهدو نظر اچي ٿو:

جنين هٺ هاريو؛ تنين جيتيو جڳ کيءَ

هٺ مان خودي يا پاڻپڻو پيدا ٿئي ٿو؛ جنهن ڪري انسان پاڻ کي گهڻو ڪجهہ سمجهڻ لڳي ٿو. خوديءَ کي پيدا ڪرڻ جو سبب، ٻين ڳالهين سان گڏ، ظاهري علمن جي ڄاڻ بہ آهي. سامي چوي ٿو، تہ اهو پاڻپڻو ختم ڪر، متان اها ظاهري علمن جي ڄاڻ توکي الله تعاليٰ جي وات کان پري ڪري ڇڏي، ۽ پوءِ تون جوڻ جي مهاڄار ۾ ڦاسي تڪليفون سهندو رهين. وڌيڪ کيس هدايت ٿو ڪري تہ خوديءَ کي ختم ڪري وڃي، سچي صاحب جي سڪ رکندڙن جي صحبت اختيار ڪر:

پاڻپڻ پچي ڇڏ؛ متان ڄاڻ وجهئي ڄار ۾.

ڪوڙ، روحانيت جي ڪتر آهي. انهيءَ ڪري سامي چوي ٿو، ڪئي بہ ذري جيترو بہ ڪوڙ نہ ڳالهاءِ. جڏهن انهيءَ نصيحت تي هلندين تہ ڏئي تعاليٰ توتي راضي ٿيندو، ۽ تنهن جو مان، مرتبو ۽ شان وڌائيندو:

ڪاٿي ڪوڙ نہ ڪر؛ ڪنهن سان ڪڻ جيترو.

طالب کي ظاهري علم جي مولجهاري ۾ مبتلا ٿيڻ نہ گهرجي. هن کي حرفت ۽ اٽڪل سان بہ ڪو واسطو نہ رکڻ گهرجي:

ويدن جا وادي، اسين آهيون ڪينڪي،
لڪي ڄاڻون چت ۾ اسين، اٽڪل استادي.

اهڙي طرح سامي صاحب، طالب کي انهن ڳالهين کان پاسي رهڻ جي هدايت ڪئي آهي، جيڪي سلوڪ جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو سبب ٿين ٿيون. هو انهن ڳالهين جا نقصان پوريءَ طرح سان ذهن نشين ڪرائي، انهن جي ويجهو نہ وڃڻ جي تلقين ڪري ٿو. اسلامي تصوف ۾ بہ

اهوئي ساڳيو ترهيبي پهلو ملي ٿو. اسلامي تصوف جا شاعر به طالب کي هدايت ڪن ٿا، ته دنيا سان دل هٿڻ نه گهرجي، خوديءَ کي ختم ڪجي، نفس کي پنهنجي وس ڪجي.

ترهيبي پهلوءَ سان گڏ، سامي صاحب وٽ ترغيبي پهلو به آهي. هُو نه فقط اهو ٻڌائي ٿو، ته هي شيون نقصانڪار آهن، تنهن ڪري انهن کان پاسو ڪرڻ گهرجي؛ پر اهو به ٻڌائي ٿو، ته ڪهڙو طريقو اختيار ڪجي، جيئن انهن کان پاسي رهجي، ۽ صحيح واٽ حاصل ڪجي. هو چوي ٿو، ته جڏهن طالب خدا کي هر هنڌ حاضر ناظر ڄاڻيندو، تڏهن ئي خودي، ٻيائي، ڪلپت ۽ مايا موه تي فتح پائيندو:

انـدر ٻـاهـر رام: سـامـي جنهن سهي ڪيو،
متي تنهن جي من مون، ٻي سڀ خودي خام؛
ڪيائين ڪلپت ڪيڏي ڪري، اليي منجهه آرام؛
ٻـري ڪين سـلام: در در ديـوالـن جـان.

سامي صاحب گروءَ جي اپديش يعني مرشد جي تعليم تي گهڻو زور ڏئي ٿـو. هو چوي ٿو، ته جيتوڻيڪ ماڻهو دنيا کي تياڳ ڏيئي، ويراڳي ٿي گهمندو وتندو، تڏهن به هو مايا جي موه کان ڇٽي نه ٿـو سگهي، فقط اهوئي ان جي ڇنبي کان آزاد رهندو، جيڪو مرشد جي تعليم تي هلندڙ يعني گر مک هوندو.

سامي صاحب، ساڌ سنگت اختيار ڪرڻ تي به تمام گهڻو زور ڏنو آهي:

بنا ساڌ سنگت، سامي سـڌ ڀـو ڪو نه ڪو.

سنتن جي سنگت اختيار ڪرڻ سان ڏئي تعاليٰ جـو رستو ملي ٿـو؛ جنهن ڪري طالب، مالڪ سان ملي هڪ ٿئي ٿو. سامي صاحب چوي ٿو:

رکـيـو جنهن انـاتـو؛ سنتن ساهـرمن سان،
تنهن لنگهي مايا موه کون، ٻـورن پد پاتو؛
ڇـيـتـي ۽ ڪنچـر ٻر، صـاحب سڃـاتـو،
وائـي لـه واتـو؛ سامـي رکـي سنتوک ٻر.

سڌي رستي تي هلڻ کي هو "رهت رهڻ" ڪوٺي ٿو. هو چوي ٿو، ته جيڪو سڪ ۽ محبت سان سڌي رستي تـي هلندو، ان کـي ڪڏهـن بـه نقصان نـه پهچندو. ۽ هـو هميشه اطمينان قلب سان رهندو:

تـن کـي لـڳـي ڪين ڪي، سامي واءُ تتي.

**شونيه يا عدم:-** شونيه معنيٰ آهي خلا، غير موجودگي، عدم، ڪنهن شئي جو نـه هئڻ، جنهن جو وجود نه هئڻ، جنهن جو وجود نه آهي. سنتن ڏئي تعاليٰ کان سواءِ دنيا جي هر شئي کي شونيه ٻڌايو آهي. سندس خيال آهي، ته دنيا جون سڀ روپون شيون اوديا ۽ مايا ٻر

ليٽيل آهن. يعني دنيا جون سموريون شيون فاني آهن، ۽ انهن کي حقيقي وجود ڪونهي. ڪن جو خيال آهي، ته شواهه جو تصور، پد ذرم کان ورتل آهي. سامي صاحب دنيا جو فنا ٿيڻ بيان ڪري، ان سان موهه نه رکڻ جي هدايت ڪئي آهي. هو چوي ٿو، سو انهيءَ سچي نالي جي، پيو سڀ جهان ڪوڙو آهي، يعني انکي حقيقي وجود ڪونهي:

سڀ جڳ ڪوڙو ڄاڻو، بنا نالي نام جي،

يا

جئن پيڙيءَ جو پور، تئن لوڪ ڪٽنبن جا.

انسان دنياوي طاقت (ڪايا)، دولت مايا ۽ ڪل (نسبت) ۾ ڦوند ۾ پرچي، پاڻکي الائي ڇا سمجهڻ شروع ڪندو آهي. سامي صاحب چوي ٿو، ته اهي انڌا آهن، جو ڪايا، مايا، ڪل، تي وڏائي ڪن ٿا. ۽ هن جهان کي سچ سمجهي، پنهن جي روحانيت وڃائي ويهن ٿا. يعني جيئن ته هي جهان فاني آهي، تنهنڪري انجي ڪنهن به شئي کي بقا ڪونهي. جيڪي انهن بي بقا شين تي ڀروسو ڪن ٿا، اهي سمجهه کان ڪورا ۽ حقيقي اکين کان انڌا آهن:

انڌا پيا ارجهي، ڪايا مايا ڪل ۾.

**تشبيهه:**- اهي آهن ساميءَ جي شاعريءَ جا قدر، جنکي ور ور ڪري سمجهايو اٿس. هو اهي ڳالهيون سڌي سنئين نموني بيان ڪري ٿو. ڪنهن به قسم جي تمثيل يا اوٽ اختيار لٿو ڪري. البته تشبيهن کان ڪم وٺي، مطلب وڌيڪ واضح ڪري ٿو. ڪٿي ڪٿي مثال به ڏئي ٿو. مثلا: دنيا جي فنائيت لاءِ هي مثال ڏنو اٿس، ته هڪ سچو ماڻهو، خواب ۾ هڪ ملڪ جو راجا ٿيو، پر پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيو، ته پنج ڪٿي پنڻ لڳو. ڪجهه وڌيڪ تشبيهون:

پاري ۾ پاڻي، تيئن ويا پڪ وس ۾

—

جئن گهاگهر لوڻ جي، پرڻ هلي پاڻي

—

جئن ڪيلوڙو ڪنڌ جو.

اپنشدن ۾ به اهڙي قسم جون تشبيهون آيون آهن. نه فقط ايترو، پر سنسڪرت جي وڏي عالم مئڪس ملر لکيو آهي، ته قديم رشي ۽ مني روحاني تعليم سولين تشبيهن ذريعي بيان ڪندا هئا. سامي صاحب نفس کي ڏيڳي سان تشبيهه ڏيئي، نفس جي حمايت کي هن طرح واضح ڪري ٿو:

ڪيڏالهن منهن ڪمالد جو، ڪيڏانهن چري ٿو ڏيڳو.

هو سچن عاشقن کي ڪنول سان ڀيٽ ڏئي ٿو:

رهن منجهه جهان، سدا اليپ ڪنول جيا.

هو جيتوڻيڪ دنياوي زندگي گذارن ٿا، ۽ دنياوي نموني هلن چلن ٿا، تڏهن به هو دنيا جي گندگيءَ کان سدائين پاڪ ۽ صاف رهن ٿا:

توڙي ڀوڳن ڀوڳ، تان پي ڪيول ڪنول جان سدا.

هن دنيا ۾ محبت ئي سيني کي قبضي ۾ ڪري ٿي. ان لاءِ سامي صاحب مثال ڏئي ٿو، ته ناد جو آواز ٻڌي، هرڻ ان تي عاشق ٿي ڊوڙي اچي ٿو: ڪنول جي خوشبوءِ ڀنور کي ڀنهن جي دام ۾ ڦاسائي ٿي؛ ۽ پتنگ جوت جو جلوو ڏسي، اچي ٻنهن جو پاڻ قربان ڪري ٿو:

سڀ ڪي ڀوڙايو؛ پريم ڦاسڇ لڳي ڪري،
ٻڌي ناد ڪنن سان، مرگهه ڊوڙي آيو؛
وٺي واس ڪنول جان، ڀنور لپٽايو؛
سامي سمايو؛ پتنگ جوت ڏسي ڪري.

آڪاس جي تشبيهه هن طرح آندي اٿس، ته جٿن هر هنڌ ساڳيو آسمان نظر اچي ٿو، تٿن هر هنڌ الهيءَ جو جلوو آهي:

جٿن ڳهتين ۾ آڪاس، تٿن ساکي ڏسي سڀ ۾.

هڪ تصوراتي پکي چيو وڃي ٿو، جيڪو روايت موجب هميشه آسمان طرف اڏامندو رهي ٿو. ان کي شاهه صاحب ”هُما“ سڏيو آهي، ۽ هندي شاعريءَ ۾ ”انل“ نالو مليل ٿو. سامي صاحب به ”انل“ سان سچي طالب کي ڀيٽي سندس خاصيتون بيان ڪيون آهن:

انل جان آڪاس ۾، سامي سرت وسي
--
رهن منجهه آڪاس، انڊي پهر انل جان
--
جنن ڀکن ۾ هيڪڙو، انل آڪاسي.

چڪور چنڊ تي عاشق هوندو آهي، ۽ ان جي ديدار لاءِ پيو تڙڦندو آهي. ڀنور ڦل جي خرشبوءِ لاءِ بيقرار هوندو آهي. مڇي پاڻيءَ کان ڌري جيئري رهي نه سگهندي آهي. سڀ سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ رهي به مينهن جي پاڻيءَ لاءِ پريشان هوندو آهي. سامي صاحب چوي ٿو، ته اهڙيءَ طرح سچو عاشق به محبوب جي مشاهدي کان سوا رهي نه ٿو سگهي. مطلب ته ساميءَ جي شاعري اعليٰ شاعري آهي، ان ۾ مقصديت آهي، اعليٰ فڪر آهي ۽ اصلاحي پهلو آهي. انسان ۾ برايون ڏسي، سندس دل ڪڙهي ٿي، ۽ انهن کان ڌري رهڻ جي هدايت ڪري ٿو.



## ننڍڙي ڪهاڻي

منصور احمد

هن صدارتي تقرير ۾ اوچايو: ”... سنڌي اديب کي ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ قربانيون ڏيڻيون پونديون... پيٽ تي پٿر ٻڌڻا پوندا...“ تاڙين جي ڦهڪي ۾ هن تقرير پوري ڪئي - ۽ هال مان نڪرندو، تسبيح جا دانا ڳڻيندو، ائرڪنڊيشنڊ ڪار ۾ وڃي ويٺو. ۽ ڪار اُن فائيو اسٽار هوٽل ڏانهن ڊوڙڻ لڳي، جتي هن جي مان ۾ ڊنر ڏنل هئي.

# پڙهندڙن ونان

● اوهان جو خط مليو، وڏي مهرباني. اها به وڏي مهرباني جو اوهان کي 'مهراڻ' ۾ تحقيقي مواد جي کوٽ جو احساس آهي. توهان چاڻايو آهي ته اهو مسئلو پوري سنڌي ادب جو آهي. هن کان اڳ انهيءَ حقيقت کان ڪنهن انڪار ڪيو آهي؟ اهائي ڳالهه ته آهي، جو اوهان تي زوربار ڀيا پون ته تحقيقي مواد چاهيو. 'مهراڻ' جي ان ڪريءَ ئي اهميت رهي آهي جو ان هيستائين سنجيده ادبي ڪم ڪيو آهي. هر مسئلو حل ڪرڻ لاءِ ئي هولدو آهي. ائين چئي ڇڏي نه ڏبو ته فلاڻو يا فلاڻو مسئلو آهي، تنهنڪري ان کي اتي جو اتي ڇڏي ڏيو. تحقيقي مواد ۾ ويرِ الائي ڪيئن پاڙيو آهي؟ حيرانيءَ جهڙي ڳالهه آهي. تحقيقي مضمون ۾ ته ڪنهن نه ڪنهن موضوع تي ڇنڊڇاڻ هولدي آهي، جڏهن ائين نه آهي ۽ رڳو ڪنهن شخص کان وير پاريو ويو آهي تہ انهيءَ کي توهان تحقيقي مواد ڪيئن ٿا سڏيو؟ ڪنهن کان وير پاڙڻ لاءِ ته تحقيقي مضمون جي بدران ٻيا سهڻا ذريعا آهن؛ مثلاً، ڪنهن مُرادو ٽالي سان ڪو ڪالم لکي ڪنهن جو ٽڪو لاهي سگهجي ٿو يا ڪنهن غريب جي لاش کي به ذاتي وير پارڻ لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. تازو لاش نه ملي ته پراڻو کوٽي ڪڍجي. پوءِ ان کي ڪلهن تي کڻي هاءِ گهوڙا ڪجي ۽ ذاتي خواهش کي جلا ڏجي. باقي اڻون نٿو سمجهان ته ڪو ماڻهو تحقيقي مضمون ۾ وير پاڙي سگهي ٿو. تحقيقي مضمون جي سلسلي ۾ پڙهڻو پولدو آهي ۽ تمام گهڻي ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي آهي، ائين ڪونه ٿيندو جو ٻه ٽي اردوءَ جا شعر، هڪ اڌ افسانو ۽ هڪ اڌ ڇرڪائيندڙ سياسي مضمون پڙهي پنهنجي دماغ تي علميت جو اجايو پوت چاڙهي سقراط بقراط ٿي ويهي رهجي ۽ وڏا وڏا مثال ڏجن جن ۾ مواد گهٽ ۽ لفاظي گهڻي هجي. رڳو تحقيقي مضمون لاءِ پر افسالي ۽ شاعري سان ليائڻ لاءِ به وڏي مطالعي جي ۽ ڇنڊڇاڻ جي ضرورت آهي. اهي صنفون ڪي معمولي صنفون نه آهن، انهن لاءِ به ڇنڊڇاڻ جي ضرورت آهي جيتري هڪ تحقيقي مضمون لکڻ لاءِ. تحقيق واري مسئلي کان ڪنهن به صورت ۾ لنوائي نٿو سگهجي. بنا علمي ڇنڊڇاڻ جي ڪي ماڻهو تخليقي ادب ۾ پير وجهي **ڪانڊيرن مان درخت** ٿي ويندا آهن. پر پوءِ وقت هر ڪنهن جو فيصلو ڪري ڇڏيندو آهي. ان سڄيءَ **پچار** مان منهنجي مراد اها آهي ته جنهن لکڻيءَ ۾ ذاتي وير پاريل هجي، اهو نه ته تحقيقي مواد ٿي سگهندو ۽ نه ئي وري شعر ٿي سگهندو ۽ نه ئي وري افسانو ٿي سگهي ٿو- ڇنڊڇاڻ ۽

مطالعي جي سلسلي ۾ اسان وٽ محترم شيخ "اياز" جو وڏو مثال موجود آهي، جيڪو سنڌيءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ صحيح معنيٰ ۾ هڪ عظيم آرٽسٽ شاعر آهي. هن بہ ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون ڪتابن تي ويهي نور نچويو آهي، تڏهن ئي کيس اهو مقام نصيب ٿيو آهي- باقي توهان انگن اکرن جي ڳالهہ ڪئي آهي تہ ان سلسلي ۾ گذارش آهي تہ علم جي جديد دنيا ۾ انگن اکرن کان سواءِ تحقيق هلي نہ سگهندي آهي. اهو نسل جنهن کي توهان ڪڏهن جيٽ دؤر جو، ڪڏهن ڪمپيوٽر دؤر جو ماڻهو ٿا چئو، تہ ڪڏهن کيس نيوٽران جي دؤر جو بہ چئو ٿا، اهو ماڻهو ۽ نسل اڄ اکين سان ڏسي آيو آهيان. اهو نسل علم ۽ ادب جي سڀني شاخن ۾ وڏي ڇنڊڇاڻ ڪري رهيو آهي. نئچرل سائنس ۽ سوشل سائنس جي ڪنهن بہ شاخ ۾ شماريات کان سواءِ اڳتي هڪ پير بہ هلي نٿو سگهجي. جديد تحقيق جي طريقي (Modern research Methodology) ۾ انگ اکر لازمي جُز آهن- انگ اکر اتي ناڪامياب ويندا آهن، جتي رڳو اکر هوندا آهن ۽ موضوع نہ. ۽ رڳا انگ اکر صرف حساب ۽ آلجبرا جي نصابي ڪتابن ۾ هوندا آهن. تحقيقي مضمون ۾ موضوع ۽ انگ اکر پاڻ ۾ لازم ملزوم هوندا آهن، پلا جي اوهان کي رڳا انگ اکر اچي مليا آهن ۽ موضوع نہ، تہ پوءِ اسان اهو زور ڪوڙ ڪنداسين تہ هرو ڀرو اها شيءِ شايع ڪريو- مضمون وڌڻ لاءِ ماڻهن وٽ وڃي ڪوشش ڪرڻي پوندي آهي. ايڊيٽري اها نہ آهي تہ ايڊيٽر آرام سان ويٺو هجي ۽ مضمون پاڻهي آسمان مان ڇڻندا هجن. ان لاءِ توهان کي ڀڄ ڊُڪ ڪرڻي پوندي ۽ لکڻ وارن سان رابطو رکڻو پوندو- معاوضي جو فيصلو بورڊ کي ڪرڻو آهي، اڄ پنهنجي سر اوهان جي مدد ڪندس. باقي مهراڻ جي سلسلي ۾ اوهان سان وڏيون شڪايتون آهن. مهراڻ جو معيار ڪري چڪو آهي. فقط 1/78 واري شماري وارو سرورق ڏسي شرم پيو اچي. نہ آرٽسٽ کي سنڌ جي روزانہ زندگي جي خبر آهي ۽ نہ وري ايڊيٽر کي. وڏيڪ وس وارا آهيو.

ــ اوهان جو مخلص ڊاڪٽر غلام علي الانا، پروفيسر انچارج انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.

● مهراڻ ۾ پهرين تنهنجون پاڻاروں پڙهيم. 'مهراڻ' پراڻي ڪفني لاهي، تخليقي ميدان ۾ پير پاتو آهي، تہ هٿ- ٺوڪين ادب دشمنن جي هانءُ ۾ ڪنڊو ٿي چڀڻ لڳو آهي. ادب جا اهي ٺيڪيدار، سنڌ جي سجاڳ نوجوان کي دٻاءُ هيٺ رکڻ چاهين ٿا، جيئن سندن هڪ- هٽي قائم رهي. 'بند ڪري ڇڏيو شاعري ۽ ڪهاڻيون' چوندڙن کي ٻڌائي ڇڏيو، تہ 'مهراڻ' اڄ ڪوبہ بند ٻڌو ويو تہ 'مهراڻ' ۾ آٿل ايندي. 'مهراڻ' سنڌي ادب ۽ سڀيتا جو محافظ آهي- ۽ تنهنجي ادارت هيٺ نڪتل پرچا ائين آهن، جيئن مظلوم ۽ ورهيتن کي سالن کان پوءِ پنهنجو حق ڏنو ويو هجي. ٻڌو هوم تہ ڪهن ڇڙهيون هٽندي ڳيڙيو هو تہ: 'مهراڻ' هاڻ واهيات ٿيندو وڃي. آن کي اهوئي جواب آهي، تہ 'مهراڻ' هاڻ پوتر اهي

سنڌو-جل جيان، ڏوهہ سچو توهان جي واقعيات منڊي خارج سوچ جو آهي. سنڌ جي لکندڙ ۽ پڙهندڙ کي اڳوات خبردار ڪري، تو سٺو ڪيو. عن ٻيري شاعريءَ جو حصو ڀرپور نہ هو. تو ۽ سحر سٺو لڀايو آهي. رسول ميمڻ، نور گهلو، انور، شرجيل، مرڪش سنڌي ۽ بلبل سٺا رهيا. ڪهاڻين ۾ علي بابا هن ٻيري ڪولهڻ جو چوريءَ کي ڇڏي سامين جي چوريءَ جي ڪَيَ لڳو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ جان آهي. شوڪت جي ڪهاڻي وچئين ڪلاس جي ڪهاڻي آهي. شرجيل جي ڪهاڻيءَ 'سمنڊ جي ڦيڻ' ('مهراڻ' 77/2-1) ۾ بہ ساڳيو موضوع هو، ان ۾ فقير ڀاڻي هئي ۽ شوڪت جي ڪهاڻيءَ ۾ پرائيويٽ عورت. شرجيل جي ڪهاڻيءَ ۾ قوم پرستي يا هيٺين ڪلاس جي نمائندگي نہ هوندي آهي؛ پر اهڙن لوجوانن جا ڪردار هوندا آهن، جي ڪجهہ نہ پاڻ کان پوءِ خودڪشيءَ بدران زندگيءَ سان ناهہ ڪري پوڳيندا آهن. فاروق جي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ چوڪري، هڪ اهڙي چوڪري لاءِ عزت لٽائي ٿي، جنهن جي نوڪريءَ جو مسئلو آهي (جيئن 'شبنم شبنم ڪنول ڪنول' جي لرس، هڪ مريض جي زندگي بچائڻ لاءِ عزت لٽائي ٿي). 'ڪنڊر' پڙهي ڀاسيو تہ مدد سنڌي مايوسيءَ جي ڪنڊرن مان صبح ٿيندو، پر هو ڦٽندي جهڙا لفظ آڻي، ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪيس ڪهاڻي لکڻ جو ڏانءُ آهي. سحر امداد جي ڪهاڻي انهن ماسڪ چڙهيل ماڻهن جي منهن تان رانبوٽاهٽي، ماسڪ لاهڻ جو آنساهہ آهي، جيڪي حساس ماڻهن کي ٿارچر ڏيئي نشاني يا چريو ڪري ڇڏيندا آهن. سالول جي ڪهاڻي ايڏي ڀرپور هئي، جو ورور پڙهيم: ڳالهين جو ٽٽڻ، پاڳ جي موت جو تاثر، لنيڍي هولدي جي دوست جو گهر ٻاهران هليو وڃڻ- ڪيڏي نہ ٽرئجڊي آهي! تشبيهون اندر ۾ چڀي ويندڙ هيون: اکين سان پيرون چٽي پوڻ جي تشبيهہ من ۾ ڇهنڊڙي ٿي پائي. ترجمي جو ڀاڱو بہ سٺو رهيو. 'پورٽريٽ' پڙهي حفيظ شيخ سان جيٺري ملاقات ٿي- حفيظ کي بہ تہ ادب جي ٺيڪيدارن ذهني عذاب ڏيئي، جيٺري ٿي ماري ڇڏيو هو! — هوشو سنڌي، جوهي

● مون جڏهن مدد علي سنڌيءَ جي ڪهاڻي 'احساس ۽ جذبن جو موت' پڙهي هئي، تہ ڏاڍي پسند آئي هئي. الهيءَ ڪهاڻيءَ جي آڌار تي سمجهيو هئم، تہ مدد علي اڳتي بہ اهڙيون جديد ٽيڪنڪ تي سٺيون ڪهاڻيون سنڌي ادب کي ڏيندو (اها اميد اڃا بہ اٿم)؛ پر 'مهراڻ' 2/78 ۾ سندس نئين ڪهاڻي 'ڪنڊر' پڙهي سخت بوريت ٿي. منهنجي خيال ۾ اسان 'جديديت' يا 'لواڻ' جي مفهوم کي ٺيڪ طرح سان سمجهوئي ناهي، جنهنڪري 'جديديت' جي مخالفن کي غلط سلط فتوائن ڏيڻ جو وجهہ ملي ويو آهي. مان هتي 'جديديت' جي مفهوم جي مختصر سمجهاڻي ڏئي، پوءِ 'ڪنڊر' تي ٿورو تفصيلي رايو ڏيندس. ادب ۾ 'جديديت' نہ حقيقتن کان فراريت جو نالو آ، نہ داخليت ۾ پناهہ وٺڻ، نہ ڪو ذميدارين کان منهن موڙڻ: (1) اها حساس ۽ باشعور انسان جي پاڻ کي سڃاڻڻ، سمجهڻ ۽ ظاهر ڪرڻ جي هڪ ڀرپور ڪوشش آهي؛ چو تہ جيڪو ماڻهو پنهنجي وجود کي نٿو سمجهي سگهي، اهو ڀلا ٻين جي وجود کي ڪيئن سمجهي يا سمجهائي سگهندو! (2) اها هر ڪترپٽي (ٻيٺل ڀاڻيءَ جهڙن نظرين جا پيدا ڪيل)

کي عئائي ڪري، انساني لاڳاپن کي نئين سري سان جوڙڻ جو هڪ احساس آهي، تنهنڪري جديديت کي 'جديد احساس' سمجهڻ گهرجي. (3) سڀني نظرين ۽ اصولن (سماجي توڙي ادبي) جي سچائي ۽ قدر قيمت، فرد جي پنهنجي ذاتي تجربي ۽ مشاهدي تي آڌار رکن ٿا. فرد جيڪڏهن ڪنهن نظريي يا اصول کي صحيح ٿو سمجهي، تہ پوءِ ان تي عمل ڪرڻ سندس ذميواري آهي (بہ انڌي عقيدت پرستي نہ) ۽ جيڪڏهن ڪنهن نظريي يا اصول (يا ان جي ڪنهن پهلو يا حصي) کي غلط ٿو سمجهي، تہ پوءِ ان کي وائڪو ڪرڻ سندس بنيادي حق آهي. جديد احساس ڪنهن بہ نظريي يا اصول کي قطعي چيهہ نٿو سمجهي، بلڪ جديد احساس جدلياتي اوسر (Evolution) جو قائل آهي. (٤) ادب ۾ نوان آڻڻ، مدي خارج ادبي اصولن ۽ قاعدن کي ترڪ ڪري، نين ٽيڪنڪن ذريعي نوان تجربا ڪرڻ.

'ڪنڊر' ۾ مُک ڪردار جي داخلي خود ڪلامي (Interior monologue) وسيلي، سندس ذهني حالت کي چٽيو آهي، جنهن سان ظاهري طور تي اهو ڪردار ذهني مريض (neorotic) ٿو لڳي؛ پر جڏهن ليکڪ هن ڪردار جي داخلي خودڪلاميءَ هاندي ڪافڪا جي خطن سان حوالا بہ (ڪردار جي شعور جي وهڪري سان ڪٿي ڪٿي ملائي ڪري) ڏئي ٿو، تڏهن ڪنهن بہ طرح سان اهو ڪردار ذهني مريض نٿو لڳي؛ پر عجب اهو تہ جڏهن اهو مُک ڪردار، پنهنجي يادن ۾ ايترو تہ غرق آهي، جو وٽس ڪي آيل ماڻهو، جڏهن ساڻس ڪجهہ ڳالهائڻ چاهين ٿا، تہ هو ڌيان ئي نٿو ڏي ۽ پنهنجي خود ڪلامي جاري رکندو اچي؛ پر هڪ هنڌ تي موجود سهڻي ڇوڪريءَ کي چاهڻ ۽ پسند ڪرڻ ٿو لڳي- ڪهاڻيءَ ۾ پيدا ڪيل ماحول ۽ مُک ڪردار جو عمل حقيقي گهٽ ٿو لڳي. ڪهاڻيءَ ۾ بوريت جي حد تائين هلندڙ ڊگهي داخلي خودڪلامي، وچ وچ ۾ ڪافڪا جي خطن جا حوالا (جيڪي انگريزيءَ بدران سنڌيءَ ۾ هئڻ کپندا هئا) ڪهاڻيءَ کي سمجهڻ لاءِ پيدا ٿيل تجسس ۽ دلچسپيءَ کي ختم ڪري ٿا ڇڏين- منهنجي خيال ۾ ڪهاڻين توڙي ناولن ۾، ٻين ليکڪن جا حوالا تيستائين نہ ڏيڻ گهرجن، جيستائين Situation جي تقاضا نہ هجي. 'احساس ۽ جذبن جو موت' ۾ ڪافڪا جا (سنڌيءَ ۾ ڏنل) حوالا ٺيڪ پئي لڳا؛ پر 'ڪنڊر' ۾ مدد حوالن کي فيشن طور فٽ ڪيو آهي. مدد کي ڪافڪا سان دلچسپي آهي، اها سٺي ڳالهہ آهي ۽ مان نٿو سمجهان، تہ هو سنڌي ٻوليءَ جو ڪافڪا بڻجڻ ٿو چاهي. بهرحال ڪافڪا حقيقت ۾ هڪ تمام وڏو اديب آهي، تنهنڪري هن جي حوالن ۽ قولن کي سوچي سمجهي ڏيڻ گهرجي- مان ان خيال جو آهيان، تہ جيڪڏهن لفظ لکندڙ ۽ پڙهندڙ جي وچ ۾ صحيح ڳانڍاپو قائم ڪرڻ ۾ اسقل آهن، تہ پوءِ اهڙن لفظن، جملن کي سڌارڻ گهرجي. ليکڪ کي سمجهڻ گهرجي تہ هو جيڪي ڪجهہ لکي ٿو، پڙهندڙن لاءِ لکي ٿو، تنهنڪري ڪيس غيرضروري ابهام کان ڪم وٺڻ نہ گهرجي. اميد تہ مدد آئيندي هڪ پٽرن واريون ڪهاڻيون نہ لکندو، ورجائڻ کان بچندو ۽ ڪهاڻين ۾ غيرضروري حوالن ڏيڻ جي فيشن کي ترڪ ڪندو. - ممتاز مهر، ڪراچي سنڌ

● هن لافاني رسالي سالن کان سفر شروع ڪيو آهي، جيڪو اڃا هلندو اچي. سنڌي ادب جي خدمتن لاءِ 'مهراڻ' جو هڪ خاص مقام آهي. 2/78 جو 'مهراڻ' تمام سٺو هو، شاعري توڙي نثر جي لحاظ کان؛ خاص ڪري علي بابا جي ڪهاڻي 'سين هنيائون سڄ ۾' ڏاڍي وڻي.

– محمد يوسف ڳجڻ، عمرڪوٽ.

● 'مهراڻ' 2/78 جو سٺاءُ ۽ سولهن ساراهه جوڳي آهي. البت ڇپجڻ ۾ ڪي دير ضرور ٿي آهي، ان جو خيال رکندا ته چڱو.

– اشرف آصف، لاڙڪاڻو.

● 2/78 جي 'مهراڻ' ڪي ڏيان سان پڙهيو اٿم. علي بابا ۽ شرجيل جي ڪهاڻين کان سواءِ، ٻيون ڪهاڻيون مختصر ڪري، 'گل ڦل' ۾ ڏيو ها ته بهتر! انگريزي ادب جي ترجمن سان گڏ، هن ٻيري جيان پنجابي، پشتو، بلوچي ۽ سرائيڪي ڪهاڻين جا ترجما ڏيو؛ يا گهٽ ۾ گهٽ چونڊ سنڌي ڪهاڻيون ڏيو. 'خاڪي' لاءِ عرسانيءَ کي واڌايون. شاعريءَ ۾ تنوير، شاد، ڪنول، امداد ۽ سحر سيني کان سرس رهيا. جيتوڻيڪ اوهان ڪهاڻيون گهٽ لکيون آهن؛ پر سٺيون لکيون آهن، 'مهراڻ' ۾ ڪا ڪهاڻي ڏيو. ڪهاڻين جو معيار بلند رکو. 'ڊرامي' لاءِ 'مهراڻ' ۾ ڪي صفحا ضرور رکو.

– فردوس شاهين، ملير.

● 2/78 جي 'مهراڻ' ۾ علي بابا جي ڪهاڻي فيوڊل نظام ۾ ٻڙڇيءَ جو وار آهي. ڪيس لکڻ جو ڏانءُ آهي. شوڪت شورو هن ڀيري ان لاءِ ڇو ايترو آپاڪو هو. سنڌس ڪهاڻيءَ ۾ ڪالواڻ نہ هئي. ورجايل موضوع ۽ Innocent قسم جي روماني ڪردارن تي پاڻ ضايع ڪيو اٿس. 'خفتي' سٺن لفظن ۾ تنوڪ آهي. ڇاڪاڻ اثرائتي آهي. جيڪڏهن مسرور بيدل (۽ منهنجو ڪردار) نہ لکي ها، تہ ڪهڙو نقصان ٿئي ها؟ ساڳيون ڳالهيون، ساڳيا جملا، هڪ جهڙا ڊائلاگ—! شرجيل نئون تجربو ڪيو آهي. مدد جي اها ڪهاڻي (ڪنڊر) هئي، آزاد نظم هو يا نظماڻو نثر؟ لڳي ٿو مدد پاڻ ذهني مولجهارن ۾ منجهيل آهي؛ ڇاڪاڻ تہ ليکڪ جي شخصيت سندس لکڻيءَ مان ڀڪندي آهي. ڪهاڻين ۾ ٻيا بہ چڱيرڙا هئا— ترجمي وارو حصو بهترين آهي. البت پنجابي ڪهاڻيءَ (!) وارو ترجمو اڳ بہ پڙهيل اٿم. شاعريءَ ۾ ٽالپرا ۽ نوان شاعر سٺو رنگ لايو بيٺا آهن. امرجليل ڪٿي آهي؟

– ممتاز عباسي، لاڙڪاڻو، سنڌ.

● بورڊ جا جيڪي ڪتاب ختم ٿي ويا آهن، آهي ٻيهر ڇپايا وڃن، جيئن سنڌ جي دربار؛ قديم سنڌ جا شهر ۽ ماڻهو؛ سچل سرمست جو رسالو؛ شاهه جو رسالو؛ 'مهراڻ' جو ڏهه سالہ ۽ شاعر نمبر... 'مهراڻ' کي علمي ۽ ادبي رسالو سڏيو وڃي ٿو، پوءِ ان رسالي ۾ ادب کان ٻاهر مضمون مطالع ڪرڻ ۾ آيا، جهڙوڪ: ڪاري ۽ ڪنول (!).

– محمد يونس متقي، امروٽ-رڪ.

● ...'مهراڻ' تي اڃا فارسيءَ جي مهر لڳل آهي. نيٺ ٽماهي چو نہ؟ سماهي چو؟ عربي ۽ فارسيءَ سان گڏ، ڪي وري هندي ۽ سنسڪرت جا ڳاتي نوڙ لفظ ڪم آڻين ٿا،

جن جي معنيٰ ڊڪشنرين ۾ به لڀي ٿي. اهو ان ڪري نه پيو چوان، ته مون کي ٻين ٻولين کان ڌڪار آهي؛ پر ان ڪري جو سنڌي ٻوليءَ سان پيار اٿم. (2/78 مهراڻ) شيخ سنڌيءَ سامراج خلاف جدوجهد ضرور ڪئي آهي؛ پر صحيح معنا ۾ 'انقلابي' هجڻ ڪا ٻي شيءِ آهي... پرينءَ کي چنڊ برابر سمجهڻ جي رسم لطيف ادائي سؤ صديون اڳ توڙي چڪو آهي، پر شاعريءَ ۾ اها ريت چالو آهي. شاعريءَ جي پرک سماجي ڪارج، گهڙائيءَ کي اهميت، مسئلن جي چونڊ ۽ حل جي آڌار تي ڪرڻ گهرجي. سليم ڳاڙهوءَ جو نظم به روايتي هو. غلام جي وائي (ڪافي) سٺي هئي. سوز هالائي: مونجهارا ۽ منڊ اوچتو نه لهندا؛ پر هر ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ جي خاتمي لاءِ تياري ڪرڻي پوندي. درمحمد پناڻ تصوير جو هڪ پاسو ڏنو ۽ ڏيکاريو آهي. بلبل ڪورواهي: ننڊ کي نهر (لَيرَ = سنگهر، زنجير) ۾ قيد ڪيئن ٿو ڪري؟ شرجيل: 'مٽيءَ جو اثر' موضوع جي پياري چونڊ آهي. انور: غزل کان سواءِ ٻي شاعري ترقي پسنديءَ لاءِ سٺي ته ناهي! امداد: شاعري سٺي رهي، 'هڪ چالو نظم' جي 'سا سنگهر توڙي سگهجي ٿي؟' واري سوال کان پوءِ وارين ٽن سٽن جي مفهوم ۾ سنگل ڪاما ۽ ٽي سٽ ۾ عجب ۽ سوال جي نشاني ڏيڻ سان مطلب چٽو ٿي وڃي ها، جيڪو هاڻ چڱن ڀلن جي سمجهه ۾ به نٿو اچي. ان ڪارڻ 'ڌرتي' ۾ ان نظم تي نظماڻي تنقيد ٿي هئي ۽ هڪ ڊگهو بحث به. سرڪش ڏاڍو وڻيو، جهڙو موضوع تهڙو نڀاءُ ۽ رواني 'پڙهندڙن وٽان' ۾ يارن جي تنقيدي معيار، خاص ڪري اطهر ۽ عثمان سولنگيءَ تي ڏک پهتو. اطهر سنڌي سماج جو اقتصادي، ثقافتي ۽ سياسي تجزيو به ڪيو آهي، يا رڳو نلهي وڏ ـ ماڻهائپ ڏيکاري آهي؟ حال جو عڪس، ماضيءَ کي ڇهڻ آهي؟ ماضيءَ کي سانڍڻ، ماضيءَ کي موٽائڻ آهي؟ پوءِ ته نلهو ٻر سنڌي عورت توڙي مرد پوسجي ۽ پيڙجي ٿي پيو. عثمان سولنگيءَ قرآن به پڙهيو آهي يا نلهو ڪاوڙيو وتي! الله پاڪ پاڻ انسان کي مدد لاءِ سڏيو آهي؛ گدائي ته امداد کي ٿو سڏي، انسان کي انسان پڪاريو آهي...

ـ عظيم سومرو، قنبر سنڌ.

● 'مهراڻ' اهڙي آهي، جهڙي اڳ هو، سواءِ نون لکندڙن جي پلٽڻ جي. 'پڙهندڙن وٽان' ۾ 99 سيڪڙو خط اديبن جا هئا. لکن به پاڻ ته پڙهن به پاڻ. رسالن جي محدود وڪري جو ڪارڻ به اهوئي آهي. سڀ لکڻيون گهٽو ڪري اڌ ۾ ڇڏيم؛ ماڳهين مٿي جو سور. خاص ڪري سحر امداد ۽ مددعلي سنڌيءَ جون ڪهاڻيون... اهڙين ڪهاڻين کي جديد سڏيو ٿو وڃي. ٻين ٻولين جي ادب ۾ ته ائين ڪونهي. اهي ڪهاڻيون نه ته علامتي آهن، نه ئي روائتي. سنڌي ادب جو منو حصو جديديت ۾ ٻڏي چڪو آهي. اهي تجربا عام پڙهندڙ ۽ عوام جي سمجهه کان مٿي آهن. ڳوٺن ۾ اخبارون شوق سان پڙهجن ٿيون، ادب ڇو نٿو پڙهيو وڃي! ذميوار اديب آهي جنهن ادب کي پاڻ ۽ ڪن پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن تائين محدود رکيو آهي. ڪو اهڙو پڙهندڙ پيدا ٿو ٿئي، ته اهو به ڏينهن اڌ ۾ اديب ٿيو وڃي ۽ نوان تجربا ڪونيو ڪڍي! عوام کي ٻئيان ڇڏي پنڌ بيوقوفي آهي. بي مقصد ۽ کوکلو فلسفو، ٿيوري ۽ ڇسي علامت نگاري ـ اهو نيٺ به ڪيستائين؟ ـ بشارت حسين جعفري، حيدرآباد سنڌ.

● اسان وٽ تنقيد گهٽ، شخصي وير وڌيڪ ٻاڙيو ٿو وڃي. قلم جي آزاديءَ جو مطلب آهي نيڪنيتي ۽ سچائي، نه ڪي الزام تراشي ۽ ٺٺولبازي! 'مهراڻ' (2/78)، ص 245: '...'مهراڻ' تي هڪ-هٽي آهي، پڇنديءَ وارا شاعر ۽ اديب اڃا ڇانيل آهن...' ڀلا ان سچڻ کي ڪهڙي سُڌ، ته 'مهراڻ' ۾ هاڻ سُرت، صلاحيت، ذات ۽ ڏانءُ جي آڌار، الهن بي ٻهچ ۽ نادارن جون لکڻيون به ڇپجن ٿيون، جيڪي سرندي پڄنديءَ وارا ته ڇا؛ ٻير لولي لوڻ لاءِ به مُنڌا ويٺا هوندا آهن. الهن جي ڪنهن ايڊيٽر سان ياري باشي ته ڇا، ڪنهن اديب سان ڏيٺ به ڪانهي. آرهه تي لت ڪان اڳ، پنهنجي دل تي هٿ رکڻ گهرجي. ڇيٺا پورڻ کان لنوائڻ گهرجي. 'مهراڻ' جي نيڪنيتي ۽ غيرجانبداري، اهڙن خطن کي ڇاپڻ مان پڌري آهي. اختلاف رکندڙن جي حق جي بچاءَ لاءِ، 'مهراڻ' ان کان وڌيڪ ڇا ٿو ڪري سگهي: 'جيڪڏهن اوهان اختلاف راءِ لڪا رکو، ته توهان زنده ناهيو' (1/78: سوچ لوچ). 'مهراڻ' هن ڀيري به سهڻو ۽ پيارو لڳو. ڪن ڪالمن (ٽانڊاڻي جي لاٽ، سچاڻ...) جي کوٽ محسوس ٿي. تاريخي، تحقيقي مضمونن لاءِ به وڌيڪ صفحا رکڻ کپن. الهداد ٻوهيو چڱو ٻاڻ پتوڙيو آهي. ترجمي جو ڀاڱو به واهه جو آهي ۽ لاڳيتو اچڻ کپي. شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ نثر وڌيڪ پڙهيو ٿو وڃي، ان جي چونڊ ڏانهن ڌيان ڏيو؛ جيئن هن پرچي ۾ 'خفتي' ۽ 'شنگهور شيدي'. ذاتي طور علي بابا ۽ شوڪت حسين وڻيا. شاعريءَ ۾ طالب المولى ۽ تنوير. تنوير عام توڙي خاص ۾ مقبول آهي. سادن ليڪ لفظن ۾ واهه جي معنى ٿو آڻي. شرجيل، انور ۽ امداد به شاعريءَ جو منهن مرڪايو آهي. سحر جي لکڻين ۾ فڪر ۽ فن هوندي به لواڻ ۽ تجربي جي ڏُٻڻ آهي. ڪن سڄڻن کي هندي لفظن جي واهپي تي اعتراض آهي-۽ مون کي انگريزي لفظن تي. سٽڻ قميض تي 'ٽاءِ' ٽنبڻ ڪو ٺهي ٿو ڇا؟— آخر ۾ نسيم احمد کرل جي خون تي ڏک جو اظهار. هو امر آهي، جڏهن ته ڪي جيئري هوندي به فنڪار جي وادين ۾ ڪم هوندا آهن. — رسول بخش قريشي، جهڏو.

● ''مهراڻ' پڙهيم پسند آيو"، اهو هڪ روايتي جملو آهي. اهميت الهن خطن کي ڏيو، جن ۾ چنڊ ڇاڻ ڪيل هجي. 1/78 جو ٽائيٽل جيترو سٺو، 2/78 جو ايترو ئي ٻور... تنهنجي وائي وٺي اٿم، خاص ڪري هي سٽون:

'ڇانڊوڪيءَ جي لڙڪن سان مان، داغ ڌيان ٿو ڌوئي،
ليڙ لٽن تي، هٿڙ ڳڻن تي، رت ڌيان ٿو روئي'

مخدوم صاحب ۽ سليم ڳاڙهوي به سٺا هئا. ترجمي ۾ 'ڪوڙو ڊيڪ' چڱو هو. مضمونن ۾ غلام رباني ۽ مير محمد بخش ٽالپر کي پڙهي چڱي تاريخي ڄاڻ ٿي ملي. 'پڙهندڙن وٽان' ۾ عاجز اڄڻ واهه جو لکيو اٿس. ڪهاڻين ۾ 'سين هنياڻون سيج ۾' ۽ 'ٻئو جنم' کان سواءِ سڀ بهترين آهن. ص 114 کان 120 تائين، هڪ سٽ تي هڪ لفظ (!) ڏيڻ پڙهندڙ سان ناانصافي آهي. — خالدالزمان، هالا لوان.

● ٺيڪ نہ رهڻ ڪري 1/78 جي 'مهراڻ' تي پڻ اکر بہ لہ لکي سگهيس. البت هوريان هوريان پڙهي پچايو هوم. ڇگو دلچسپ ۽ ساراه جوڳو هو. 'هل تي ويئل نوجوان' ڪهاڻي رسالي جي جان هئي. خبر نہ آهي تہ هڪ دوست کي اهو اصل وڏو قصو ڪيئن لڳو؛ ٻوهئي صاحب جو مضمون 'شعر جي اپياس جا نوان طريقا' (2/78) اهم ۽ ڪارائتو سلسلو آهي. عالمي ۽ پاڪستاني ٻولين جو ادب ڏيئي اوهان ڪيرون لهيون. شعر جو ڀاڱو ارالو آهي. مون کي آزاد نظم تي اعتراض ڪندڙن سان اختلاف آهي. — عبدالواحد تنبو آدم.

● 'مهراڻ' 2/78: طالب المولي سائينءَ جون ايترين ڪافيون ڏيڻ ٺيڪ نہ هو. سليم ڳاڙهوي جو نظم سٺو هو. آزاد نظم جون اجايون تمثيلون لفظن جو هتراد و جوڙجڪ سنڌي سڀاجها پسند ڪونہ ٿا ڪن. اسان جا ڪهاڻيڪار هندي ۽ انگريزيءَ کي انڌي وارو پڪڙ هنيو اچن. علي بابا هنديءَ ۾، ڪيهر شوڪت ۽ شرجيل وري انگريزيءَ ۾ ڪاهي پيا آهن. چا سنڌيءَ ۾ لفظن جي اٺاٺ آهي. ڪهاڻين ۾ بادل جماليءَ ڳوٺاڻي ماحول تي سٺي ڪهاڻي لکي آهي. سالول جي ڪهاڻي 'ٻاڇا' پڻ ڇڱي هئي. — مظفر جلباڻي، ٻريالوءِ سنڌ.

● 'مهراڻ' 2/78: محنت لاءِ الله اجر ڏيندو. ترجمي جي ڏار ڀاڱي جي آجيان ٿيندي. لحظن ۾ تحقيقي ڪم ڏانهن ڏيان ڇڪايل آهي. ان تي عمل ڪندا. ٽالپرصاحب جو مضمون سٺو آهي؛ پر ڪيس المنصوره جي تازين کوٽائين کي بہ بحث هيٺ آڻڻ کپي. 'پورتريٽ' پئي ڀاڱي ۾ رکجي ها تہ سٺو هو. الهداد ٻوهيي جي سلسلي کي جاري رکڻ تي مبارڪ.
— غلام محمد لاکو

● 'مهراڻ' 2/78 مواد جي لحاظ کان اڳئين پرچي کان گهٽ هو. شاعريءَ ۾ سرڪش سنڌيءَ جو 'تون ۽ آءٌ' هڪ انقلابي آواز آهي. الطاف جون تخليقون بهترين آهن. الطاف اسان وٽ ناهي؛ پر سندس شاعري امر آهي. تنوير جو 'هرڪو پل سنداڻ' پڙهي لڙڪ تري آيا. سحر جي وائي وٺي ۽ 'ناتو' پڻ. تنهنجا شعر بہ وٽيا، خاص ڪري وائي ۽ 'پهر پهر زهر'. ڪهاڻين ۾ علي بابا، شرجيل، بادل، بيدل ۽ مدد وٽيا. شوڪت شورو الاءِ تہ چا ٿو لکي. 'شنگهور شيدي' تي خاڪو پسند آيو. ترجمي جو ڀاڱو هڪ بهترين سلسلو آهي، خاص ڪري ولي رام ولڀ جو 'پن چڻ جا چٽيل سدا ساوا پن'؛ ص 168 تي لورڪا جو جنم شروع ۾ 1998 ڄاڻايل آهي، جڏهن تہ هيٺ 1898 آهي! مضمون واري ڀاڱي ۾ تاريخي، تهذيبي ۽ معلوماتي مضمون شامل آهن. — عاشق منصور گوپانگ، لاڙڪاڻو سنڌ.

● مون وٽ ذري گهٽ بورڊ جا سمورا تاريخي ۽ ادبي ڪتاب آهن؛ پر اوچتو توهان جي تماهي 'مهراڻ' 2/78 تي نظر پئجي ويئي، خريد ڪري پڙهيم. پڙهڻ سان اندر ۾ پيهي ويو. تاريخ سان چاهہ اٿم، ان ڪري 'رني ڪوٽ'، 'المنصوره برهمڻ آباد'، 'پن چڻ جا چٽيل سدا ساوا پن' ۽ 'الله ۽ گرانڊز' وڻيم. براڻن شاعرن جي سوانح، انهن جا انٽرويو ۽ قديم شهرن جي معلومات ڏيندا. — محمد پچل ڏهر

● 'مهراڻ' 2/78: لواڻ لاءِ توهان کيرون لهڻيون. اميد ته معياري ادب ڏئي، سنڌي ادب ۾ هڪ نمايان حيثيت قائم ڪندا. 'مهراڻ' ۾ ڏنل مضمون ٻوليءَ جي خدمت جي سلسلي جي ڪڙي آهن. ممتاز ڪي انگريزي-لفظن جو سنڌي ترجمو (!) ڏيڻ گهرجي ها. مدد جي ڪهاڻي 'ڪنڌر' ۾ انگريزي واهپي ڏک رسايو؛ ٻوءِ مدد سان 'سنڌي' ڇو؟ علي بابا، شوڪت ۽ شرجيل جون ڪهاڻيون سٺيون آهن، مجموعي طور تي ڪهاڻين جو حصو سٺو آهي. پٽر ۽ انجم جا تاثر بهترين آهن. ترجمي جي الڳ پاڱي تي مبارڪون. شاعريءَ ۾ امداد چانڊئي جي سٽ: 'چپ پڪوڙي ويهان ڪيئن، ماس پٽن پيا ڏس ٻرمار'، درمحمد پٺاڻ جي سٽ: 'رات انڌيري چمڪن تارا، لنڊ نهوڙيا ڌرتيءَ وارا' ۽ ڪنول جو: 'سقراط اسان جو ساٿاري، سرمد به سمايل آ من ۾' ساراهه جوڳا آهن. توهان جي غزل ۾ خيالن جي پختگي، تسلسل ۽ رواني ته آهي؛ پر قافيي جي پابنديءَ ڏانهن به ڌيان ڏيڻ گهرجي. توهان جي شاعري بي ترتيب آهي، ڏسون ته ٻهراڙيءَ ۾ ڪيتر بقدر تي ڪامياب ۽ جٽادار ٿئي! مجموعي طور 'مهراڻ' معياري رهيو.

— مخلص مهراڻوي، شيرخان چانڊيو

● 'مهراڻ' 2/78 سارو سون هو. ٽائيٽل سٺو هو؛ پر اڃا محنت جي گهرج آهي. مائر ۽ عارف المولا جو ڪجهه ڪلام ڏيڻ کپي ها. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ تي ايڊيٽوريل سچ هو ۽ شيخ صاحب جي تقرير فلسفي جو هڪ باب. طالب المولا جو ڪلام سون تي سهاڳو هو. سليم ڳاڙهوي ۽ درمحمد پٺاڻ وٺيا. سرڪش سچ پچ سرڪش آهي. الطاف اسان وٽ ناهي؛ پر سندس فن اسان وٽ آهي. الطاف تي تفصيلي مضمون ڪڏهن ٿا ڏيو؟ 'Lovers day' صفحي جو زيان هو. تنوير جو شعر سچ پچ به ذهن جي سنڌاڻ تي ڏک جيان لڳو. سحر امداد سٺو لکيو؛ پر ماڳ اڃا ڏور آهي. تنهنجون وايون، فاروق ۽ شرجيل جون ڪهاڻيون سٺيون هيون. 'خفتي' لکيل به خفت ۾ هئي.

— نثاراحمد سهتو، مرزاپور

● 'مهراڻ' 2/78 مجموعي طور ٻوليءَ جي اصلاح ۽ ترقيءَ لاءِ بهترين قدم هو؛ پر ڪٿي ڪٿي ڪتاب (!) جي صفحن تي 'اڪرا ليک' ڇپي ظلم ڪيو اٿئي. هوشوءَ ۽ هيموءَ جا هموطن اهو ڪڏهن نه سهندا. 'سوچ-لوچ' ۾ مائر ۽ عارف المولا جهڙن عظيم شاعرن تي 6 سٽون لکڻ کان نه لکين ها ته سٺو هو. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تقرير ۽ اخباري ايڊيٽوريل ڇپڻ تي اوهان کيرون لهڻيون. طالب المولا جو ڪلام سچو سونهن هو. سليم ڳاڙهوي جو نظم 'دل' پرپور هو. سرڪش جو 'تون ۽ آءٌ' لازوال آهي. الطاف واري صفحي وري حسين ماضيءَ ڏي ڪهليو. انور جو 'Lovers day' دبي ۾ نڪريون هو. تنوير جي شعر الطاف جي ياد تازي ڪرائي ڇڏي. ڪهاڻيون مجموعي طور سٺيون هيون، سواءِ 'خفتي' جي. فاروق جي ڪهاڻيءَ جو نالو انگريزي ڇو؟ پٽر، انجم ۽ عرسانيءَ جا ليک وٺيا. ترجمي ڪندڙن کي واڌايون. الهداد ٻوهيو سرس رهيو. ممتاز سمنڊ ڪوزي ۾ بند ڪيو آهي. اطهر... ٽائيٽل نه رکو سٺو هو، پر يادگار هو. عثمان سولنگي صاحب، ڪيڏو نه سٺو ٿئي، جو ذاتي سطح کان مٿي چڙهي تعميري تنقيد ڪريو ها!

— ڏني بخش ناز سهتو، هالاڻي

● ’مهراڻ‘ 2/78 ته منهنجي ذهني جاڳرتا جو آئينو آ.جنهن لاءِ جس هجيئي. سدا لاءِ چوندم: ’سو ڪوهه ڪري سڪا، تون ڪُڇي ڪٽج وڪت‘. بشير سيتائيءَ جي ڏک ۾ ڪڏ آهيون. سماهي مان تماهي ۽ تماهي مان سماهي، عجب جهڙي ڳالهه آهي!

- عدنان، پنگو ٻهڻ.

● ’مهراڻ‘ 2-78 جو مواد ڏسي، اهو محسوس ٿيو پوي ته ’مهراڻ‘ وڪرو ڦيرائي، حقيقي گس ورتو آهي. ڀريون ڀاڱو وڏي اهميت رکي ٿو: پر ڀوءِ ته روايتن کي پوريءَ ريت توڙي نه سگهيو آهين. روايتي شاعريءَ مان پلا ڇا هٿ حاصل؟ ان ڀاڱي ۾ انور گهلو، در محمد پٺاڻ، سرڪش، ڏاڪپال، انور، امداد ۽ سحر ساراهه جوڳا آهن. ٽئين ڀاڱي ۾ سدا موت ۽ جياپي جي فلسفي تي سٺو بحث ڪيو آهي: ’ماڻهو آخر مري ڇو ٿو؟‘ ۽ اهو ماڻهو جيڪو ڪجهه نٿو سمجهي، ان لاءِ موت ڪيڏو نه بي معني آهي.‘ يا ’ڪواس زندگيءَ جي علامت آهي. موت زندگيءَ جي حقيقت آهي. ۽ خاموشي زندگيءَ جو انت آهي‘. شوڪت شوري جي ڪهاڻيءَ جي پڄاڻيءَ سچو اثر وجهائي ڇڏيو: ’۽ ٽيڪسي پنهي جي نظرن جي ڏور کي چنندي هلي وئي‘ واري جملي تي ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي هئي. بيدل جي ڪهاڻي اُپيل موضوع کي، نئين ٽيڪنڪ ۾ لکڻ جي سٺي ڪوشش هئي. مانول جي ڪهاڻي مختصر هوندي به پياري لڳي: جنهن ۾ زندگيءَ جو ساءُ ۽ نچوڙ آهي: ’تون ٿي ته چوندو هئين، ته سانت کي پنهنجي لات آهي. خاموشيءَ کي پنهنجي صدا آهي‘. يا ’... من؟ من ڪير ٿو ڏسي؟ لوڪ ته رڳو چپن جي لپ اسٽڪ تي چنبڙي پوندو آهي. رتوڇاڻ نه روح هوندو آهي، جتي هر چهرو چڙيل هوندو آهي: پر...‘. ٻيا ڪهاڻيڪار هلڪيرا رهيا. ٽئين ڀاڱي ۾: ’ڪرامت‘، ’ڪوڙو ڊيڪ‘، ’الُله ۽ گرا ناز‘ ڪهاڻيون سٺيون هيون، پر جنهن اڙا پهچائي، سو هو امرتا پريتم جو ليک: ’پن چڻ جا چٽيل سدا ساوا پن‘، جو مختصر ۽ اڌوري هجڻ جي باوجود به مڪمل لڳو. چوٿون ڀاڱو مجموعي طور سٺو رهيو. ’پورٽريٽ‘ متاثر ڪندڙ هو، جڙ سچ اچ حفيظ سان ڪچهري ٿي هجي!

- ملڪ آگاڻي، لاڙڪاڻو سنڌ.

● ’مهراڻ‘ 2/78 بهترين هو. ڪهاڻين ۾ شوڪت شوري جي ڪهاڻي ’هڪ بدنل ماڻهو‘ وڻندڙ ۽ دلچسپ هئي. مخدوم صاحب جو ڪلام وڻيو. نون ڪهاڻيڪارن کي آپاريو.

- لياقت علي سيال، هالائي سنڌ.

● ’مهراڻ‘ 2/78 پڙهيم. دل جي دنيا ۾ رونق اچي وئي. اهڙي سهڻي ۽ من مهڻي رسالي ڪيڻ تي واڌايون. ڪهاڻيون پسند آيون ۽ شاعري به بي مثال هئي. سٽاءُ سڀ کان مٺو هو. ٽائيٽل کي اڃا به سهڻو بڻايو. ’مهراڻ‘ ماهوار نٿو ٿي سگهي؟ ’مهراڻ‘ ۾ اديبن جا انٽرويو ڏيو ۽ نون اديبن کي همٿايو.

- صابر انصاري، ڪنڊڪوٽ.

● 'مهراڻ' 2/78: ايڊيٽوريل لکي چاڙهو ڏنو. اکر اکر ائين اندر پيهي ٿو وڃي، جيئن چاهيو ٿا. شاعريءَ وارو حصو غريب ۽ هيسيل لڳو. شعرن جي گهٽائي زوريءَ لڪيل ٿي لڳي، جڻ ٿالي ڇپائڻ ۾ ئي دلچسپي هجي! باقي ڪهاڻين وارو حصو شاهوڪار ۽ آڇي ڳالهه هو. 'سين هنيائون سَچ ۾' تاثر ڇڏيندڙ ۽ حقيقت تي ٻڌل ٿي لڳي. علي بابا هميشه جيان ڪيرون لهيون. علي بابا هن دؤر جو راڪاس ليکڪ آهي. ڪنهن ليکڪ جي سوچن جي ايڏي آڏام! عليءَ جا ڪردار، ٻولي ۽ سياڻ، عليءَ کي به شايد اسان جيان حيران ڪري ڇڏيندا هوندا. شوڪت شوري جي ڪهاڻيءَ به سٺو تاثر ڇڏيو. شرجيل سيني ڳڻن سان هڪجهڙو انصاف ٿو ڪري. 'من جو اڳڻ' سٺي ڪهاڻي آهي. 'فيميل وارڊ' فاروق جي ڪامياب ڪوشش آهي. بادل جي 'خفتي' نه رڳو سندس، پر سنڌيءَ جي ڪن سٺين ڪهاڻين ۾ اڳين جاءِ والاريندي؛ خاص ڪري ڪهاڻيءَ جي پُڄاڻي اثر واري هئي. بيدل جون ڪهاڻيون سدائين هڪجهڙيون! سدد جي 'ڪنڌر' آهي به ڪنڌرا سانول جي ڪهاڻيءَ جا ڊائلاگ سٺا هئا، پيو ٺيو خير. سحر لکيو به پاڻ، ته پڙهي ۽ سمجهي به پاڻ. ترجمي وارو سلسلو سٺو اضافو آهي ۽ ان ڪري 'مهراڻ' وسيع لڳو. 'پڙهندڙن وٽان' ۾ خطن جي چونڊ سٺي آهي، اهي به اوترو ٿيا وٽن، جيترو شعر ۽ ڪهاڻيون.
-ج. ع. منگهاڻي، ڪراچي سنڌ.

● 'مهراڻ' 2/78: ڪتريءَ جي اسڪيچ کان، عاجز اچڻ جي خط تائين، سمورو وهڪرو موهيندڙ هو. 'مهراڻ' هاڻي ٻند پچندو، ڳهارا وجهندو، ڏوڪيندو وڏندو وڃي. هيل وسندڙ مينهن ۾، ساوڻ جي اوج ساڻ، 'مهراڻ' جي موج به ڏسو. تنهنجي صلاحيتن جي ساراهه لاءِ مون وٽ لفظ ڪينهن. سڪشن سجدن کان پڳل ڪنول لهاڻي جو غزل؛ الطاف جو 'اڻ ڪٿ سفر'؛ شهر سيتائيءَ جو 'سارا ڪاڪر ڪارا ٿيل'؛ شرجيل جو 'آڏ مو'؛ الور جو غزل 'سڀ زبالون تکيون...'؛ سحر امداد جي وائي 'چونري تي جو چنڊ ڏٺو م'؛ تنهنجي وائي 'ايڙ لٽن تي...' ۽ اظر 'لڙڪ-سنگهر'، 'اداس نيڻن جي نانءُ'، 'پهر پهر زهر' ۽ طويل غزل سڀ شيون رسالي لاءِ ڪاشيءَ تي چيٽ مثل هيون — ڪهاڻين ۾ عليءَ جي ڪهاڻي 'مهراڻ' جي سولهن آهي، جيئن ڪنوار لاءِ لَٽ. علي مهان آهي ۽ سندس ڪهاڻي هر پرچي لاءِ ضروري. شرجيل جي ڪهاڻي 'من جو اڳڻ' بهترين هئي. بادل جماليءَ جي ڪهاڻي 'خفتي' حرام ڪانو پرماري لوڏ تي وار هئي. سحر امداد جي ڪهاڻي 'پنر جنم' جديد فڪر، لفظن جو جڙاءُ ۽ قومي جذبي جو اظهار هئي؛ هوءَ هڪ وڏي ليکڪا ۽ عظيم انسان به آهي. 'جاندهه جهڙي جندڙي...'، 'مثل مارو، ڪٺل ڪيڪون...'، 'هيڏي شهر ڀنڀور ۾...' سچائيءَ جو اظهار آهي ۽ اها ئي عظمت آهي. سنڌي سماج جي ريتن روايتن جي اڏيءَ تي هزارين بي گناهه ڪٺل آهن ۽ انهن جون ڪيڪون، سحر جي لکڻين وانگر اندر ٿيون ڏارين - ترجمي ۾ 'ڪرامت' ۽ 'الله وڳرا ناڙ' سٺيون هيون. 'پورٽريٽ' ادب ۾ هڪ نئين شيءِ آهي. 'رني ڪوٽ' سٺو مضمون هو. 'پڙهندڙن وٽان' ۾ پهتل رايا 'مهراڻ' کي ڀڪيڙڻ ۾ تنهنجي مدد ڪندا. ذاتي سطح تي

لکيل خطن کي ڇاپڻ سان سنڌي ادب کي مجموعي طور ڪهڙو فائدو رسندو؟ عثمان سولنگيءَ کي (ص 245) ناداريءَ ۽ ذهني ڏيوالي جي معنا ۾ فرق جي خبر هئڻ گهرجي. 'پاپيءَ ۽ ٻڌر اڇلائڻ' ته تحرڪ جو اهڃاڻ آهي؛ پر هن ان کي به Evil معنا ڏني آهي.

- ساز ملاڪاتياري.

● 'مهراڻ' 2/78: اڳئين پيري سون پرڏيهي شاعريءَ جي ترجمي ڏيڻ بابت لکيو هو، هن پرچي ۾ شاعريءَ سميت پرڏيهي ادب جي ٻين صنفن جا ترجما ڏئي، رسالي ۾ لواڻ آندل آهي. بابا فريد جي دوهن جي سنڌي روپ سان محنت بکي پئي. ترجمي سان پڙهندڙ جو ٻاهرين ملڪن، ماڻهن، ثقافتن ۽ ماحول ساڻ انسدو ناتو قائم ٿئي ٿو. سٺو ٿئي ها ته ولي رام ولڀ انهن عظيم لکندڙن مان هڪ ٻه ٻن بابت تفصيل سان لکي ها... شاعريءَ جي حصي کي محدود ۽ مختصر ڇو ڪري ڇڏيو؟ نور گهلو جو غزل ۽ امداد چانڊئي جي وائي وڻي. الطاف جو شعر پڙهي، سيني مان سور جي سَٽَ آيري. ڪاش! جيڪي ڪجهه هن ڪلا کي ڏيڻ ٿي چاهيو، ان جي مهلت مليس ها. ترائيل جي سٽ 'سات تنهنجو نه شل ٿئي ڪڏهن' ڪنن ۾ پڙاڏجندي رهي. تنوير جو شعر الطاف جي ڏنل زخمن جو اولڙو آهن... سحر جا نيڙو پنهنجو مٽ پاڻ آهن، پيئي نيڙو پن-ڇڻ جي آواز جيئڻ سُرسنگيت سان ٽمٽار آهن؛ سندس وائيءَ ۾ اندر جي پيڙا ۽ پڇتاءُ- ڪنهن ايندڙ طوفان جي اڳڪٿي ٿي سگهي ٿي! توهان جون وايون سٺيون آهن. خاص ڪري 'مان بي ڏوهي'، 'هڪ چالو نظم' خبر ناهي ته ڪهڙي سوچ هيٺ لکيو ويو آهي؟ اهو نظم ڪٿي اڳ به ڇپجي چڪو آهي!... ڪهاڻين ۾: علي بابا جي ڪهاڻي 'سين هنيائون سڄ ۾' ڪلاسڪي-نواڻ جي لحاظ کان سيني ۾ سرس آهي- لفظن جي ادائگي، منظرنگاري، ماحول ۽ ڪردارن جو مشاهدو ڀرپور آهي. البت علي بابا جي هيءَ پراسرار دعوا: "... اڄوڪي سنڌ ۾... ڪو جوڳي ڪورٽ ۾ ڪهُربل ڪينهي... (ص 44)!" سچي ناهي. سنڌ جي مختلف جيلن ۾ نه رڳو سامي ۽ جوڳي؛ پر عليءَ جا پيا چوالديل ڪردار ڀيل، مينگهواڙ ۽ ڪولهي، باگڙي، جهپير ۽ پاليشاهي به موجود آهن. (ڪو به انسان، ڪو به قبيلو، ڪو به نسل مافوق الفطرت يا مافوق البشر نه هوندو آهي، هر انسان ماحول، حالتن، لڪل جذبن ۽ جبلتن جو شڪار ٿي سگهي ٿو). شوڪت شرري جي ڪهاڻي 'هڪ ڊنل ماڻهو' مايوس پڄاڻيءَ هوندي به مايوس نٿي ڪري. بازاري عورت جي ڪردار ۾ ليڪ جذبا سمايل آهن. شوڪت هاڻ ڪهاڻي بيان ڪرڻ جي انداز ۾ ڪجهه ڦيرڦار ڪئي آهي... مدد جي 'ڪئنڊر' کي ڪهاڻيءَ بجاءِ تاثر چئجي. ڪهاڻيءَ جي وچ تي ڪافڪا جي خطن جا ڊگها ڊگها انگريزي ٽڪر ٽنبڻ جو ڇا مطلب؟ ائين ڪهاڻيءَ جو تسلسل ٽٽي ٿو. اڃا به سٺو ٿئي ها، جو انهن جو سنڌي ترجمو ڏنو وڃي ها... سحرامداد جي ڪهاڻي 'پنرجنم' نئين دور جي نئين انسان جو ناسور آهي. اهو نئون نسل جو پنهنجي هستي ۽ پنهنجي وجود جي معنا سوجهري جي سچ بجاءِ اونده انڌوڪار ۾ ڳولي رهيو آهي. سحر مُسڪ ڪردار واتان چورايو آهي: "اهوئي اسان جو

توهان ڪان ـ توهان جي سوسائٽيءَ ڪان انتقام آهي. (ص 119)"، جيتوڻيڪ مان سمجهان ٿو، ته اهو پنهنجو پاڻ ڪان انتقام آهي. ڪهاڻي منفرد انداز ۽ پختگيءَ سان لکي ويئي آهي... پٽر جو ٿائر 'ھند لٽي ٻئي' ڪافي عرصي ڪان پوءِ سنڌ س هڪ سنجيده ڪوشش آهي. غلام رباني ۽ 'رني ڪوٽ' ۾ سچاڻ محققن لاءِ لوان سوال اٿاريا آهن، جن تي ڪين سوچڻو پوندو... 'پورٽريٽ' دلچسپ ۽ معلوماتي هو، اينڌڙ قسط ۾ ڏسون ته ڪهڙو روپ ٿو وٺي. لٽي ٻئي 'مهراڻ' 2/78 سنڌي ادب جي اوسر ۾ سٺو واڌارو ۽ هڪ پرالکهه اڳٽي آهي.

ـ احمد خان ملڪاڻي، دادو سنڌ

● 'مهراڻ' سچ پچ مهراڻ آهي. ڪٿي چوليون پيو چولي، ته ڪٿي ويرون پيو آٿي، ڪٿي وري سالت. ڪٿي مارونڙا مهوڙ ته ڪٿي لنپ آٿي لاءِ پيا ليلائين. بادل، شوڪت ۽ عليءَ جون ڪهاڻيون ته پڙهڻ وٽان هيون... شرجيل سٺي محنت ڪئي آهي؛ باقي مدد ۽ سحر ته الاءِ ڇا پيا لکن!... شعر جي حصي ۾: مخدوم صاحب، تنوير، بشير، سوز هالائي ۽ سليم ڳاڙهوي ساراهه جوڳا آهن... ص 34 ڪان 40 تائين ته 'مهراڻ' سان ويل هو ـ اهڙو قهر ته نه ڪيو!

ـ مختيار لاز، ڪنڌڪوٽ

● 'مهراڻ' 2/78 پڙهي، دل کي خوشي نصيب ٿي ـ ٿئي به ڇو نه؟ مومل جي ڪاڪ وانگر 'مهراڻ' ۾ طرح طرح جا شعر ۽ ڪهاڻيون ڇپجن ٿا؛ پر اڃا به محنت ڪري پنهنجي قوم کي بخشائڻو آ، جيئن ته توهان رهو سنڌ ۾ ٿا، ان ڪري سنڌ تي اعتماد رکڻ گهرجي، لکهو اوناڙ نه ڪرڻ کپن.

ـ ع. غ. بلوچ، ميرپور ماٿيلو سنڌ

● نظم 'تون ۽ آءٌ' (مهراڻ 2/78، ص: 22) ۾ 'توکي قاتل ٺهرائيندين' بدران، اوهان صاحبن 'قاتل سڏرائيندين' ڇپيو آهي، جڏهن ته 'قاتل سڏرائيندين' جي پيٽ ۾ 'قاتل ٺهرائيندين' وڌيڪ زور ۽ طاقت رکندڙ هو، اصلاح پلي ڪريو، پر اها بهتريءَ لاءِ ٿي هئڻ گهرجي!

ـ سرڪش سنڌي

● 'جيڏي موج مهراڻ ۾، تيڏا ڪُنَ ڪَپَرَ'. تيو جيڪي 'مهراڻ' ۾ سپون لوڙهيون آهن، سي موتين پرڙيون آهن؛ پر افسوس ته سنڌين انهن لاءِ جهول نه جهليا آهن. آءٌ مهراڻ جي سير جو پلو آهيان ۽ مون اهي موتي ڏٺا آهن. انڌيرن ڪان پوءِ آجالا آهن. مڃان ٿو ته 'مهراڻ' ڪڏهن ڪڏهن ڊها ڊها پاڻي ۽ ڏڙا ڏڙا واري هوندي آهي؛ پر جڏهن وهڪرو هماليا تان ڪڙڪي لهي ٿو، ته سپ ڏڙا ريتجي ويندا آهن ۽ هاڻ ته لکين ڪيوسڪ پاڻي پيو وهي. پوليءَ ۽ ادب جي ويرين کي هيءَ ست ياد رکڻ گهرجي: 'تو جا پاڻي ست سا، پڙڪي ته پولچال'... سائين طالب المولا جي شاعري پنهنجو سَت پاڻ آهي. ڪافيءَ کي زنده رکڻ ۽ اڳتي وڌائڻ واري خدمت کي قوم ڪڏهن به نه وساريندي. سائينءَ جي شاعري پوڙهي ٻڙ جي

ڇاڻ آهي. امداد چانڊئي جي هيءَ سٽ لک لهي! 'زنجيرن جو کڙڪو هولدو، ڇڻ ڇوڙيندي ويڳس وارَ'. سليم ڳاڙهويءَ جو نظم 'دل' بامقصد آهي. تنهنجي شاعريءَ جون ڦٽن تي لوڻ ستون: 'بندوق ڇٽي آڏريا ڳوڙها، حدلاحد...، آپ هو... 'چالو نظم' کان 'لنيڊو نظم' ستو هو... غلام رباني ۽ مير محمد بخش ٽالپر جا مضمون سٺا هئا... علي بابا منفرد ليکڪ آهي. شوڪت شورو ۽ پتر سنڌي تهذيبي ليکڪ آهن. سانول جي ڪهاڻي 'ٻاڇا' وڻي. 'ڪرامت' (مصري ڪهاڻي) جي ٻڇاڻي سمجهه ۾ نه آئي. تنوير جون سورانٽيون سٺون: 'ڇا هيءُ به ڪو ضد ٻاراڻو هو، ڇا هيءُ به هُن جو ماڻو هو'، 'مان ڪيئن مڃان، مان ڪيئن مڃان، هو مون کان ٻانڌ ڇڏائي ويو'. خدا ڪري تہ سنڌي پڙهندا رهن، لکندا رهن، وڌندا رهن، جيئن سنڌ عظمت جو پرچم دنيا تي ڦڙڪي... تنهنجون هي سٽون ڪنن ۾ اچا پيون پُرن: 'مات نہ مور مڃان او لوڪو، موت ٻگان سُرڳوئي، چالبوڪيءَ جي لڙڪن سان سان، داغ ڏيان ٿو ڌوئي'، 'ٻلي رُت ۾ هيڊ ڳيٽي تي، رت ٻوان ٿو روئي'. سحر امداد جي شاعري چڱي هئي. سرڪش باغي شاعر ٿو لڳي. سوز هالائي، انور، درمحمد پٺاڻ، رسول بخش قريشي، ناگپال، مداحيات، جوهر بروهي، حيات جتوئي ۽ بشير سيتائي سٺا هئا. — منظور نظر

● هاڻ به ائين ڪهڙو هو، جو سواءِ مخصوص ادبي سوچ ۽ فڪر رکندڙ ماڻهن بدران، عام ماڻهن جو 'مهراڻ' هجي. اسان جي قوم جا ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ، جنهن جو ڳوٺن ۾ جيون جي ڏاڍن ڏٽن هيٺ، هر خواهش جو ڪنڌ مروٽيل آهي ۽ ٻيو حصو شهرن ۾ آهي — ۽ مان نٿو سمجهان، تہ ڇڙو چند ماڻهن تائين آواز پهچائڻ ئي ڪو انصاف آهي. هاڻي 'مهراڻ' سنڌ جو عام ماڻهو، ٻين پرچن جيان ساهہ سان ساڻي ٿو، اها 'مهراڻ' جي هڪ خوبي آهي. ڳوٺن ۾ اهڙي سوچ هلي آئي ۽ اها هڪ سٺي ڳالهہ آهي. بادل جي ڪهاڻيءَ ۾ ڳنڍي ذهنيت کي پڌري پٽ ڏيکاريو ويو آهي. شرجيل جي ڪهاڻي ذات جا ڏنڀ هڻي ۽ ڀرپور ڪلائمڪس ڇڏيندڙ. علي بابا جيڪي ڪجهہ لکي ٿو، سو شايد ٻيو ڪو به نہ ڏئي سگهي. عام ماڻهو عليءَ کي پڙهائڻ کان ڊيڄڙو پيو پائي، سو بہ ان ڪري، تہ هُن علي بابا جي سوچ کي جهاتي پائي ڏٺو ناهي. — قمر شبير، خيرپور سنڌ.

● موج ڀريو 'مهراڻ' هٿن ۾ آهي. ٽائيٽل، سيٽنگ بهترين آهي. شاعريءَ ۾ الطاف: 'اڻڪٽ سفر'؛ سرڪش سنڌيءَ: 'تون ۽ آءٌ'، شرجيل: 'مٽيءَ جو اثر'، 'آڌ رو'، 'زخمي پڳر' ۽ 'آرسي'؛ حضرت طالب المولى جون ڪافيون ۽ تنوير عباسيءَ جو 'هرڪو ٻل سنڌان' وڻيا. ڪهاڻين ۾ 'من جو اڱڻ'؛ 'هڪ ڊلل ماڻهو' 'ٻئر جنم' ۽ 'ڪنڌر' پسند آيون. ترجمي جي ڀاڱي ۾ بابا فريد جو ڪلام؛ 'ڪرامت' ۽ 'ٻن ڇڻ جا ڇٽيل سدا ساوا پن' سٺا هئا. مضمونن ۾ 'رني ڪوٽ'؛ 'ادب جون بہ اهم تحريڪون...' ۽ 'پورٽريٽ' چاهہ سان پڙهيم. 'مهراڻ' جي سهڻي سهڪار ڪندڙن کي جَس هجي. — قربان سنڌي، هالائي.

● محترم امداد حسيني.
السلام عليڪم،

تنهنجي چوڻ تي مهراڻ رسالي جي 1978ع واري نمبر 2 تي آءٌ پنهنجو رايو موڪلي رهيو آهيان. منهنجو رايو ڪجهه ڪوڙن لفظن جي ويس ۾ آهي، جيڪڏهن اهي لفظ توکي ڏکيا لڳن ته خط شايع نه ڪجانءِ بلڪل ائين جيئن 1978ع واري نمبر ۾ برين تي موڪليل راءِ، واعدي ڪرڻ جي باوجود شايع نه ڪئي.

توکي اهو ته معلوم آهي ته گرامي صاحب جي وفات کان پوءِ جڏهن تنهنجو نالو مهراڻ جي ايڊيٽريءَ لاءِ پيش ڪيو ويو هو، تڏهن آءٌ انهن ميمبرن مان هڪ هوس جن تنهنجي مقرريءَ جي تائيد ڪئي هئي. ان کان پوءِ توسان هر طرح تعاون ڪرڻ جو واعدو ڪيو هئم.

پر حقيقت هيءَ آهي ته تو هان مرحوم گراميءَ جون سيڪون نه لاٿيون. مهراڻ جا ايڊيٽوريل غير ذميدارانه مطالعي جي کوٽ ۽ خالي پريءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهن. مون سمجهيو هو ته تون فارسي، اردو ۽ انگريزي زبانن ۾ نڪرندڙ رسالا ڏسي، انهن جي مدد سان مهراڻ ۾ ڪا نواڻ، ڪا تعميري تبديل آڻيندين، پر ڪنهن تعميري نواڻ جي بدران تون اها لواڻ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين جيڪا سنڌي ٻولي، سنڌي ادب، سنڌي سماج ۽ سنڌي تهذيب ۽ تمدن لاءِ هاڃيڪار ۽ سنڌ جي نئين نسل لاءِ تباهه ڪن ثابت ٿيندي. تو مهراڻ ۾ غلط ٻوليءَ کانسواءِ گرامر ۽ صورتخطيءَ واري حصي ۾ اهڙين ئي هاڃيڪار روايتن جي شروعات ڪئي آهي، جن لاءِ شايد تون پاڻ کي جوابدار نه سمجهندو هجين، پر سنڌي ادبي بورڊ انهن لاءِ ضرور جوابدار رهندو، ڇاڪاڻ ته سنڌي ادبي بورڊ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي علم-ادب لاءِ هڪ ذميدار اداري جي حيثيت ٿو رکي. بورڊ ۽ بورڊ جو هر ميمبر قوم ڏانهن جوابدار آهي. آءٌ پنهنجي اها جوابداري محسوس ٿو ڪريان. آءٌ پنهنجو اهو فرض ٿو سمجهان ته توکي مهراڻ جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾، ۽ بورڊ جي سربراهن جي حيثيت ۾ چيئرمن ۽ سيڪريٽريءَ کي پنهنجن خيالن کان آگاهه ڪريان.

سنڌي ادبي بورڊ پاران نڪرندڙ رسالو ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جو ذاتي رسالو نه آهي، جو ان کي جيڪا پاليسي وڻي سا اختيار ڪري، جڏهن ڪجهه وڻيس ۽ جيئن وڻيس تئين لکي ڇڏي يا ڇاپي ڇڏي، ۽ رسالي جي پاليسيءَ لاءِ بورڊ جوابدار آهي. رسالو اها پاليسي اختيار ڪندو، جيڪا پاليسي بورڊ ٺاهي ڏيندو. ايڊيٽر کي من ماني ڪرڻي نه آهي، پنهنجن نظرين جو پرچار ڪرڻو نه آهي، پراڻن بورڊ جي ميمبرن جي مرتب ڪيل پاليسيءَ کي لتاڙڻو نه آهي.

مهراڻ رسالو سڄيءَ قوم جو آهي. سنڌي زبان ڳالهائيندڙ سڀني ماڻهن جو آهي. هن رسالي ۾ سڄيءَ قوم جون امنگون آهن، پوءِ ڇاهي ڪا اڪ ڪوڙي ٻه گروهه سان واسطو رکندي هجي، ڪوڙي به نظرئي رکندڙ ماڻهوءَ جي هجي. مهراڻ رسالو ڪنهن هڪ ماڻهوءَ، ڪنهن هڪ ميمبر، ڪنهن هڪ گروهه يا هڪ نظرئي رکندڙ جي ملڪيت نه آهي، پر هي رسالو سنڌ جي ماڻهن جي گڏيل ملڪيت آهي، جن ۾ مسلمان، هندو، ڪرستان، پارسي وغيره

اچي وڃن ٿا. اها پاليسي بورڊ جي هر ميمبر جي آهي، سيڪريٽريءَ جي آهي، قابل صد احترام شخصيت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي آهي، جيڪي هن وقت بورڊ جا چيئرمن آهن، ۽ اها ئي پاليسي بورڊ جي اڳوڻي چيئرمن قبليٰ مخدوم صاحب جن جي هئي.

اسداد صاحب! اوهان جيڪي هاڃيڪار روايتون شروع ڪيون آهن، انهن ۾ پهرين روايت آهي سنڌي صورتخطي ۽ املا جي مقرر شده اصولن ۽ قاعدن ۾ ڦيرگهير. انهن ۾ پهرين ڳالهه آهي ٻيهڪ جون نشانيون. اوهان کي معلوم هوندو ته مرحوم مرزا قليچ بيگ، ڪاڪو ڀيرومل، علامه دائود پوٽي مرحوم، مخدوم محمد صالح ڀٽيءَ ۽ مسافر ڪان پوءِ محترم محمد ابراهيم جويي، سراج، ربالي، شمشير ۽ مرحوم گراميءَ محنت ڪري ٻيهڪ جي نشانين جا جيڪي اصول مقرر ڪيا هئا، جن اصولن تي سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڪانسواءِ پراونشل ڪئريڪيولم ڪاميٽي، سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌالاجي عمل ڪندا آيا آهن، ۽ اسان فخر سان چوندا آهيون ته اردوءَ جي مقابلي ۾ اسان جي صورتخطي مڪمل آهي. انهن اصولن ۽ قانونن جي اوهان ڪابه پرواهه نه ڪري هن پرچي ۾ اوهان انهن ۾ ڦيرڦار آندي آهي. اوهان پوري دم (Full stop) جي بدران ڊٺش جي نشاني ڪم آندي آهي. ايتري قدر جو اٺين پئرا بعد ڊئش سان شروع ڪئي آلو. هن ڏس ۾ اوهان جو ايڊيٽوريئل، شرجيل، سحر ۽ سالول جي نالي ۾ لکيل افسانا ڏسي سگهو ٿا. صورتخطيءَ ۾ لئين پئرا ڊئش سان شروع ڪرڻ لاءِ اوهان وٽ ڪهڙو سبب هجي، پر لسانيات جي علم جي هڪ ادنيٰ شاگرد جي حيثيت ۾ آءٌ ته چوندس ته اها هڪ هاڃيڪار روايت آهي، جيڪا بزرگن ۽ سنڌي زبان جي سڄڻن جي ڪئي ڪمائي ڪٽ ڪرڻ لاءِ هڪ قدم آهي. آءٌ فقط ايترو عرض ڪندس ته ٻيهڪ جي نشانين لاءِ مقرر ڪيل قاعدن ۾ ڦيرڦار آڻڻ اوهان جو ڪم نه آهي، اوهان کي جيڪڏهن ڪا ڦيرڦار آڻڻي ئي آهي ته اوهين اهڙيون سفارشون بورڊ کي ڪري سگهو ٿا، پر فيصلو سڄيءَ سنڌ مان ماهرن کي ڪرڻو آهي ۽ اِها ڪ هڪ چٽي ڪي.

اوهان جيڪا ٻي زيادتي ڪئي آهي، سا آهي لفظن جي صورتخطين ۾ ڦيرگهير. مثال طور هيٺ ڏنل لفظن ۾ ڦيرگهير ڪرڻ جو اوهان کي اڪيلي سر ڪوبه حق نٿو پهچي:

| صفحو | اصل لفظ | ڦيرائي لکيل لفظ |
|---|---|---|
| 42 | مٿانئس | مٿاهنس |
| 43 | آماس | اوماس |
| | مولي | مولا |
| 114 | آهي ٿي | آهيٿي |
| 115 | معنيٰ | معنا |
| 117 | يقين | يقينن |
| 234 | گنڀيرتا | گمڀيرتا |

نہ فقط لفظ پر ٻهاڪن ۾ ڦيرڦار آندل آهي؛ مثلاً:

| صفحو | اصل ٻهاڪو | ڦيرائي ڏنل |
|---|---|---|
| 42 | جيڪي اڳيان، سو پيش پرين. | جهڙو حال حبيبان، تهڙو پيش پرهان |

اوهان جي لکت ۾ يڪسانيت بہ ڪانهي. ايڊيٽر جي حيثيت ۾ يڪسانيت جو خيال رکڻ تمام ضروري آهي. رسالي جي اندرئين ڪور تي "سہ ماهي مهراڻ" لفظ لکيل آهن، ۽ اندرئين ڪور جي پٺئين پاسي "ٽماهي مهراڻ" لفظ لکيل آهن. اهو فرق ڇو آهي! ساڳيءَ طرح صفحي 42 تي "گنڀيرتا" لفظ لکيل آهي ۽ 234 صفحي تي اهو ساڳيو لفظ لکيل آهي "گمڀيرتا". ائين ڇو آهي؟ اهڙيءَ طرح ص 42 تي هڪڙي لفظ جون ٻہ صورتون ڏنيون ويئون آهن. اهي صورتون آهن: "متاهنس" ۽ "متانهس" آخر اها لاپرواهي ڇو ڪئي ويئي آهي؟

هن ڏس ۾ ٽين ڳالهہ آهي وياڪرڻي اصول. علم صرف جي اصولن موجب ڪي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ڪن ذاتن لاءِ مخصوص ٿيل آهن. اهي ڪن ٻين ذاتن سان ملائڻ غيرفطري ڳالهہ ٿيندي. مثال طور "سُندر" لفظ جو ضد ڏاهڻ لاءِ "سندر" لفظ جي اڳيان "آ" اڳياڙي ملائڻ وياڪرڻي اصول موجب غلط ۽ غيرفطري عمل آهي. "سندر" جو ضد "اسندر" ٿئي ٿو سگهي. اهڙيءَ طرح صفحي 119 تي هڪ جملي ۾ فعل جو ضد "اڻ" اڳياڙي "اڻ فعل" ڇپيو ويو آهي. "فعل جو ضد" "اڻ فعل" ڪم آڻي ۽ لکڻ تہ: "پنهنجي فعل اڻ فعل لاءِ ڪوڙ ڪو Reason گهڙيل، هن جملي ۾ "اڻ فعل" غيرفطري بناوت آهي. صفحي 233 تي ڏنل لفظ "حقيقت" جو ضد "اڻ حقيقت" ۽ "حقيقت پسند" جو "اڻ حقيقت پسند" بہ غلط ۽ غيرفطري آهي.

اوهان پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ ڪي جملا بورڊ جي پراڻن ۽ اڻ ڏهہ سال اڳ ڪيل فيصلن جي خلاف لکيا آهن. اوهان صفحي VI تي لکيو آهي:

> "مهراڻ کي ائين ٻڌايو ٻئي ويو آهي: 'بند ڪري ڇڏيو شاعري ۽ ڪهاڻيون' ۽ ائين هڪڙي جملي سان سڄي ڪي ڪمائي ڪٽ ڪئي ويئي. ان عرصي ۾ پل هيٺان ڪيترو پاڻي وهي چڪو آهي."

مهرباني ڪري ٻڌائيندو تہ اوهان جنهن حڪم طرف اشارو ڪيو آهي تنهن لاءِ سڌو سنئون جوابدار ڪير هو؟ گذريل بورڊ اهو فيصلو ڪيئن ڪيو ۽ ڇو ڪيو؟ اوهان کي معلوم آهي تہ سنڌي ادبي بورڊ حڪومت جي گرانٽ تي هلندڙ ادارو آهي، انهيءَ ڪري بورڊ کي وقت جي حڪومت جي پاليسيءَ موجب هلڻو پوندو آهي. اوهان جنهن حڪم طرف اشارو ڪيو آهي تنهن لاءِ آءٌ تہ چوندس تہ وقت جي سرڪاري پاليسيءَ موجب بورڊ کي اهڙو فيصلو ڪرڻو پيو هوندو. بلڪل ائين جيئن ڪنهن وقت بورڊ اهو بہ فيصلو ڪيو هو تہ مولانا ڪوثرنيازيءَ جو ڪلام سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرائي ڇپايو وڃي.

اوهان ساڳئي ايڊيٽوريل ۾ اڳتي صفحي VII تي هيئن لکيو آهي:

”اسان وٽ تنقيد جي نالي ۾ جيڪي ڪجهه لکيو، آڪيو پيو وڃي، اهو ادب جي مفاد ۾ گهٽ پنهنجي مفاد ۾ ڪجهه سرس ٿي آهي. هٺ ٺوڪين، ٺهيل ٺڪيل نظرين، مدي خارج ۽ آڏوهي ڪاڏل ويچارن جي آڌار تي ادب جي ٻرڪ ٺهڙي تي هڪ وڏيڪ نقاب آهي، ۽ ڪمري ۾ هڪ لاش آهي، جو ٻئي ٻئي سڙي رهيو آهي- سنو آهي ته Cannibals ٿيڻ بدران، ان لاش کي هميشه هميشه لاءِ دفنايو وڃي.“

هن ڪان اڳ منهنجو موڪليل خط اوهان جي هن راءِ جو جواب آهي. هرڪو شخص پنهنجي مفاد لاءِ لکي ٿو، پنهنجي مفاد لاءِ ٻين جو استحصال (exploitation) ڪري ٿو. منهنجو خط بلڪل واضح آهي، چاهيو ها ته گهڻيون ڳالهيون صاف ٿي وڃن ها. اوهان جو رايو يڪطرفو آهي. جدت ۽ ترقي پسنديءَ جي علمبردار هجڻ جي دعويٰ جو دليل ۽ جيڪڏهن ”سنجوڳ“ جي عنوان واري شاعري ”پنر جنم“ جي عنوان وارو افسانو آهي ته پوءِ اها جدت ۽ اها ترقي پسندي اوهان کي ئي سونهي. مون کي چين، اميريڪا، فرانس، جرمني، جپان، اٽلي ۽ مصر ۾ اوهان واري جدت ۽ اوهان واري ترقي پسندي نظر ڪانه آئي. البت هانگ ڪانگ ۽ بئنڪاڪ ۾ اهڙي جدت پسنديءَ جي اُچ تي هئي، جنهن ۾ سنجوڳ ۽ پنر جنم جا منظر هجن ها پر مون پنهنجو سڄو توجهه ميوزيمن، آرٽ گئلرين ۽ ثقافتي ادارن ڏسڻ ۾ صرف ڪيو. اوهان جي نظر ۾ جدت، عرياني، اوگهڙ ۽ سيڪس جي تبليغ کي ئي چئبو آهي، اوهان جي نظر ۾ ترقي پسندي اسان جي ثقافتي ورثي ۽ لغت ۾ ضم ٿيل عربي ۽ فارسي لفظن کي ڪڍي، انهن جي بدران پراڻا متروڪ هندي لفظ استعمال ڪرڻ آهي، ته پوءِ اها ترقي پسندي سنڌي زبان، سنڌي زبان جي لغت، سنڌي علم ادب، سنڌ جي تمدن ۽ تهذيب جي تاريخ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندي.

تعجب ته هن ڳالهه تي آهي جو اوهان جي جن ساٿين هنديءَ جا متروڪ لفظ استعمال ڪيا آهن، انهن کي انهن لفظن جي صحيح معنيٰ ۽ صحيح استعمال جي به خبر ڪانهي. انهن ۾ پد، يگ، اڌيڪار، ڪلپنا، دشا ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا لفظ آهن، جيڪي اوهين روزمره جي ٻوليءَ ۾ هرگز ڪم آڻيندا نه آهيو، يا ڪو به جدت پسند اهي لفظ عام طور گهر ۾ ڳالهائيندو ئي نه آهي. پوءِ لکت ۾ اهي لفظ استعمال ڪرڻ غيرفطري استعمال نه آهي؟

امداد صاحب! شاعريءَ واري حصي ۾ سحر جو ”ڏوتل مک شيتل اکيون“ جي عنوان واري شعر ۾ ڪم آندل لفظ ”مک“ جي معنيٰ ”منهن“ ورتي ويئي آهي؛ دراصل مک جي معنيٰ منهن نه آهي، پر مک جي معنيٰ آهي ”وات“. اهڙيءَ طرح شيتل اکيون ۾ شيتل لفظ جو اچار غلط آهي، سنڌ ۾ اهو لفظ ”سيتل“ اچاريو آهي ۽ نه ڪ شيتل. اسان جي ڪيترن ئي هندو دوستن جو نالو سيتل آهي. پلا انهن لفظن جي استعمال سان ٻوليءَ ۾ ڪهڙي

جدت آئي ۽ ڪهڙو انقلاب آيو؟ اهڙيءَ طرح صفحي 117 تي سحر صاحب پنهنجي افسانوي ٻ ٻوليءَ جي مها ڪاريگر ۽ جدت پسند ماهر هجڻ جو ثبوت هنن لفظن ۾ ڏنو آهي:

”هوءَ سندس هنج ۾ ويهي، نرمل ڪومل آگرين سان سندس وڪريل وارن کي ٺاهي ڊاهي رهي هئي.“

سائول سائين! آگريون نرمل ڪونه ٿينديون آهن ۽ لڪو وري ڪومل ئي ٿينديون آهن. مون کي يقين آهي ته سحر کي ”نرمل“ لفظ جي معنيٰ ۽ ان لفظ جي استعمال جي خبر ڪانهي. بلڪل ائين جيئن ”سنجوڳ“ لفظ جي معنيٰ جي خبر ڪانه هئس. نرمل لفظ نور يعني روشني يا جوت سان نسبت رکي ٿو. نرمل جي معنيٰ آهي صاف ۽ اوجل. اهو لفظ سنڌي شاعريءَ ۾ خاص ڪري مولودن ۾ گهڻو ڪم آيو آهي. اهڙيءَ طرح هت ”ڪومل“ ٿي سگهن ٿا پر آگرين لاءِ ”ڪومل“ لفظ ڪم آڻڻ ڪيتري قدر صحيح آهي، اهو فيصلو پڙهندڙ ڪري.

صفحي 114 تي ڏنل جملي ”گپ ۾ ٻڏائو پيو هو“ ۾ ”ٻڏائو“ لفظ معياري سنڌيءَ جي ويا ڪرڻ موجب صحيح آهي يا نه، اهو اوهين پاڻ ٻڌايو. صفحي 115 تي ”سنگهر“ لفظ جي محترم کي خبر ڪانهي ته اهو اسم مذڪر جي صيغي ۾ استعمال ٿيندو آهي يا مونث جي صيغي ۾. مثال طور ڏسو:

پڇي چڙيو اهي سنگهر. ”سنگهر“ اسم مونث آهي، ان جو جمع ٿيندو ”سنگهرون“ ۽ لکڻ گهرجي ها: ”پڇي چڙيو اهي سنگهرون“.

صفحي 46 تي هيٺ لفظ جي تشريح ڪندي ”سرجڻهار“ لفظ ڪم آندو ويو آهي. اوهان کي معلوم آهي ته ”سرجڻهار“ لفظ هندي ڪڇي، سرائڪي، پنجابي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ ڀڄنن، گنانن، ماڙولال شاهه حسين جي ڪافين ۾ فقط خداوند عالمين لاءِ ڪم آندل آهي ۽ منهنجي خيال ۾ اهو لفظ ٻوليءَ جي مزاج موجب الله تعاليٰ لاءِ ئي مخصوص آهي.

صفحي 118 تي ”سنڍ“ لفظ جو استعمال غلط آهي. ”......جيئن اسان جا سيئي ذهين ماڻهو چپن جي آڌيمين جيان ٻڪين ۾ رهن. سنڍ ٿي وڃن. زندگيءَ جي هر ڊوڙ ۾ پٺتي، ايجا به پٺتي رهجي وڃن.“

امداد! اوهان کي اهو ته معلوم هوندو ته ”سنڍ“ لفظ فقط عورت سان لڳائي سگهجي ٿو. مثال طور: ”سنڍ“ زال. مرد لاءِ ڪڏهن ”سنڍ“ لفظ ڪم ڪونه آڻبو آهي، ۽ ڪڏهن ڪونه چئبو آهي ”سنڍ مرد“.

اهڙيءَ طرح صفحي ٢٣٢ تي ڏنل هي جملو: ”تاج جوئي جي ٻوليءَ ۾ تازگي آهي. سندس ڪوتا جي متن ۾ لفظ گلن وانگر پوبل ۽ قافيا قبيل لظر اينه!“ هن جملي ۾ پوبل ۽ قبيل لفظن جي بدران پوتل ۽ ”قباڻي بيهاريل“ لفظ ليک لکڻ ها.

وري صفحي 235 تي هلي جملو: ”ڪيهر وت ڪهاڻي جنمڻ جو ڏانءُ آهي.“ هن جملي ۾ ”جنمڻ“ لفظ جو استعمال غيرفطري آهي. اهڙيءَ طرح هڪ نئون لفظ ”چواڻي“ ايجاد ڪيو اٿو. اهو لفظ شرجيل جي افساني ۾ اوهان طرفان لکيل ايڊيٽوريئل ۾ استعمال ٿيل آهي: مثال طور اوهان لکيو آهي:

”ايليٽ چواڻي: تنقيد ساهه کڻڻ جيان اٽر آهي.“ هت ”چواڻي“ لفظ عجيب ٿيو لڳي. شايد اوهان جي ايجاد آهي. ساڳيو لفظ شرجيل هيئن ڪم آندو آهي:

”مون سوچيو هو ته تنهنجي شادي ٿي وڃي- پر تون هر ڀيري اها ڳالهه مختلف بهانن ۽ طعنن سان ٽاريندو رهين، ۽ اها ڳالهه پاڻ وڏيڪ مون کي ڏوهي ثابت ڪندي وئي، تو **چواڻي** ته سماج اسان کي لتاڙي چيڀاٽي ڇڏيو آهي.“

هت ”چواڻي“ لفظ ڇا ٿو مفهوم ادا ڪري اهو اوهين ئي سمجهو. مون اهو لفظ انهيءَ حالت ۾ پهريون ڀيرو لکت ۾ پڙهيو آهي.

امداد صاحب! اوهين جنهن ڳالهه کي جدت چئو ٿا تنهن جو واضع ثبوت سحر جي افسالي ”نرجنم“ ۾ ملي ٿو. منهنجي خيال ۾ مهراڻ جهڙي رسالي ۾ في الحال اهڙن افسانن جي ضرورت ڪانهي. اهڙي جدت ۽ جدت پسندي پاڻ تائين محدود رکي، مهراڻ جهڙي رسالي ۾ هن قسم جي مواد کي شامل نه ڪريو. آءٌ هيٺ سحر جي افساني مان ڪي جملا ڏيئي اوهان جو ۽ پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪايان ٿو، ۽ پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو ته اهي پاڻ فيصلو ڪن ته مهراڻ ۾ هن قسم جي مواد ڇاپڻ جي ضرورت آهي؟ صفحي 115 تي هي جملا لکيل آهن:

”سچ دلبر عورت جي ديهه جي بوءِ به اهڙي ڇتي ڪانهي.“

هن جملي جي معنيٰ ۽ مفهوم پڙهندڙ پاڻ ئي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا. صفحي 120 تي محترمه سحر جا لکيل هي جملا ملاحظه فرمايو:

”الله سان ڊوڙندو- ڪينجهر ڪنڌيءَ تائين پڳو هوس: آسمان جي ستارن جڙيل ساڙهيءَ کي سورج جيان هڪ ئي ست سان لاهي ورتو هوس، ۽ آسمان ننگو ٿي پيو هو. ڪڏهن البر کي ڇهڻ جي رڳو ڪلپنا ڪئي هئم: ۽ اج آڪاس منهنجين ٻانهن ۾ آهي. ۽ تڏهن سورج-ديوجيءَ پري آڪاس کي ماڻيو هو. ۽ جڏهن پيئي نستا، ساٿا ۽ لنبڪڙا ٿي پيا هئاسين تڏهن ته وري ستارن جڙيل ساڙهي چاڙهي ورتي هئي، ۽ وار کولي ڇڏيا هيئي.“

ڇا اهو آهي جديد ادب؟ ڇا اها آهي جدت، جيڪا اوهين موجوده دور ۾ سنڌي-ادب ۾ آڻڻ جي دعوا ڪريو ٿا؟ ڇا هن قسم جي مواد شايع ڪرڻ لاءِ اوهان کي مهراڻ رسالو سونپيو ويو آهي؟ جيڪڏهن اها جدت آهي ته پوءِ جنسياتي ادب ڇا کي چئبو آهي؟ بهتر ٿئي ها ته هن کي اڃا به وڌيڪ جديد بنائڻ لاءِ ڪوڪ شاستر وانگر هن سان تصويرون به ڏيو ها ته پوءِ اوهان جي اها دعوا ته جيئن سوچجي تيئن لکجي، کي چار چنڊ لڳي وڃن ها.

امداد صاحب! هي جملا ۽ اهڙا سوچ ان ليکڪ جي قلم مان سهڻا نٿا لڳن جيڪا يونيورسٽيءَ جي هڪ استاد آهي، جنهن جي ذمي، سائنٽ پنهنجا ڪچڙا ذهن الهيءَ اميد ۽ آسري تي ڇڏيندا آهن تہ استاد هڪ رهبر مثل آهي، استاد هڪ رهنما آهي جو پنهنجن شاگردن، قوم جي آئينده جي اميدن ۾ حيا، شرم، فضيلت ۽ اخلاقي قدرن جي جوت جاڳائيندو، جو پاڪ خيالن، نيڪ ارادن جي ڪري پنهنجن شاگردن ۾ ساڳيا جذبات نيڪ ارادا، پاڪيزه خيال اجاگر ڪندو، پر هيءَ استاد صاحبہ ڪچن ذهنن کي قوم جو سرمايو سمجهي انهن ۾ سٺا جذبا پيدا ڪرڻ جي بدران، انهن کي ص 119 تي هڪڙي جملي ۾ اجهو هي سبق ٿي پڙهائي:

”مئي، مينبريڪس، راڪيٽ، پوپا، آفيم، پنگ، چرس، حشيش، ايل-اس-ڊي ۽ وڏيڪ ڪوڪلا ٿيندا وڃون “

اهو اسان جي زبان جي اديبن ۽ عالمن کي ئي فيصلو ڪرڻ گهرجي تہ جيڪڏهن اهڙي شاعري ڪندڙ ۽ اهڙا افسانا لکندڙ استاد جيڪي خود نفسياتي مريض هوندا، جيڪي خود جنسيات طرف مائل هوندا اهي قوم جي نئين نسل کي ڪهڙي تربيت ڏيندا؟ مهرباني ڪري ٻڌايو تہ اهڙا شعر ۽ افسانا اسان جي ٻولي، ادب ۽ سماج کي ڪهڙو فائدو پهچائيندا.

اڳ هن سلسلي ۾ سنڌي زبان جي هڪ نجنوجوان شاعر ۽ سنڌ يونيورسٽي جي هڪ شاگرد، نصير مرزا جا لفظ دهرايان ٿو جيڪي هن سندس خط ۾ اوهان کي لکيا هئا. اوهان خود اهي صفحي 233 تي ڇاپيا آهن، اهو لکي ٿو:

”ڇا سحر جي سنجوڳ ۽ اوسيئڙي ۾ سيڪس ڳتيل آهي؟ ساڪيءَ لاريا جسم ۾ پل پل ڪوڪي جي تنبجڻ جهڙين سٽن، ڳهٽ ۾ ڳهٽ منهنجو ڌيان ان سوچ طرف ڌڪيو آهي.

امداد صاحب! منهنجي راءِ موجب سحر جو ”پنرجنم“ ۽ سانول جو ”پاڇا“ پڻ افسانا هڪڙي ماڻهوءَ جا لکيل آهن، ان ماڻهوءَ جا لکيل آهن جيڪو لشي آور گولين سان گهڻي دلچسپي رکي ٿو. پنهي افسانن ۾ ساڳيا ساڳيا لفظ ۽ ساڳيا ساڳيا خيال آهن. اوهان جيڪڏهن انهيءَ قسم جو مواد ڇاپيندا رهيا تہ پوءِ انهن نشي آور گولين وغيره جي اشتهارن جي الهن ڳوٺن ۽ شهرن تائين ڪمپنن کي ضرورت ڪالہ ٿيندي، جتي جتي مهراڻ رسالو پهچندو هوندو. اوهان جي مهربانين سان ئي ڪافي ماڻهو انهن سان واقف ٿي ويندا.

شوڪت شوري ۽ علي بابا جا افسانا بي مقصد آهن. علي بابا ٿر جي ماڻهن، مڪانن ۽ ٻوليءَ کان اڻواقف آهي. هو ٿري ماحول، ٿر جي جاگرافيءَ کان اڻڄاڻ آهي. تازو معمور يوسفاڻي مليو، جنهن علي بابا جي ٿري ٻوليءَ جي لفظن کان غيرواقف هجڻ ۽ انهن جي غلط استعمال لاءِ ڏانهون ٿي ڪيون. هڪ مثال ڏيئي خط بند ڪندس، علي بابا صفحي 43 تي لکي ٿو:

”رات جي لوائيءَ ۾ ڪٿان ڪو قافلو پيو گذري، اٺن جي ڇنگ ڇڙن جا آواز وايومنڊل ۾ ڏور ڪٿان پڙاڏ جندا پيا وڃن.“

اٺ ڪي چنگ پڌا آهن ڇا؟ چنگ ڏکن ڪي پڌا آهن پر علي بابا الانا اهو ڪيئن لکيو آهي.

مضمون ۾ مير حاجي محمد بخش ٽالپر ۽ ڊاڪٽر ٻوهيي جا مضمون تمام سٺا آهن.

والسلام — اوهان جو مخلص

4-10-1978ع — غلام علي الانا

● محترم الانا صاحب،

السلام عليڪم.

رايو ڪيڏو به ڪوڙو ٿي سگهي ٿو- ۽ ڪوڙي ۽ آڪري دوا وانگر، اڪيون ۽ لڪ بند ڪري پيي به سگهجي ٿو، پر توهان جا اهي لفظ اهو تاثر نٿا رکن. ڪوشش ڪندس، انهن ڪُوڙن لفظن جو پنهنجي وَڙ وٽان جواب ڏيان ۽ ذاتي سطح تي نه لهان.

1. توهان منهنجي هاڃيڪار روايتن ۾: ”سنڌي صورتخطي ۽ املا جي مقرر شده اصولن ۽ قانونن ۾ ڦيرگهير. انهن ۾ ٻهرين ڳالهه آهي ٻيهڪ جون نشاليون...“ ٻهرين روايت طور ڄاڻائي آهي؛ جيتوڻيڪ خود توهان جو خط انهيءَ دعوا جو ڪوبه عمدو مثال ناهي؛ تنهن هوندي به توهان انهن مقرر شده اصولن تي فخر پڻ ڪيو آهي. ان ڏس ۾ آئون توهان جي ٿي ٿيسز مان مثال ڏيڻ چاهيندس (ٿيسز جي پنن هاڃن ڪي ڇڏي):

(الف) ”1956“ ۾ ”بورڊ آف انڊوالسڊ اسٽڊيز“ طرفان مون کي ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ جي عنوان تي ڊي-فل جي ڊگريءَ لاءِ مقالي (Thesis) لکڻ جي اجازت ملي.“ (پيش لفظ - الف).

(ب) ”... اوائلي خاڪي ناهڻ کان پوءِ جڏهن ڪتابن جي فهرست (Bibliography) ناهي تيار ڪيم تڏهن ائين محسوس ڪيم تہ ڪتابن ۾ جيڪو مواد آهي تنهن کان وڌيڪ اڻڇونو رهيو پيو آهي...“ (پيش لفظ - الف).

انهن مٿين پنهي ٽڪرن ۾ توهان ٻيهڪ جون نشانيون نہ ڏنيون آهن.

(ج) جملي ۾ جتي ”۽“ اچي ٿو، اتي توهان ڪاما (،) ڏني آهي: ”... ڪيٽي بندر تائين، ۽ درياءَ جي اپيءَ پر ڦٽل ديري تائين، ۽ ڇڇ جهان...“ (پيش لفظ - الف)؛ پر ساڳي سٽ ۾: ”... ڇڇ جهان ۽ ڪتڪي کان وٺي مانڊر ۽ ڪيٽيءَ جي قبن تائين...“ ائين توهان هر هنڌ ڪيو آهي. ڪهڙي اصول پٺاندر؟ اهو توهان ٿا ڄاڻو.

2. ”مٿانهس“ جيڪڏهن لاڙي لهجي هوندي به معياري ناهي، تہ پوءِ مٿانهون ڪيئن صحيح آهي؟ پيو تہ اڄ جو ڪوبہ شاعر ۽ ڪهاڻيڪار توهان جي انهن اصولن ۽ قانونن کي لٽو مڃي، جن تي توهان پاڻ به ڪڏهن عمل ناهي ڪيو. ڪنهن به تخليق ۾ اهميت لفظن کي نہ؛ پر معنا کي هوندي آهي. توهان هڪ ڪردار واتان چوايل ٻهاڪي کي غلط چيو آهي،

جڏهن تہ Colloquial Language ۾ ڪوبہ الين چئي سگهجي ٿو: ساڳي وقت تـوهان ان ڪردار جي "ماڻهپي" کي لنوائي ويا آهيو، جيڪو ڏ ُڪار ۾ بہ پئي انسان کي، جنهن سان نہ سندس سگ نہ سياڪو، ماليءَ پورجي آڇ ٿو ڪري. پوءِ جي علي بابا جي ڪهاڻي توهان کي بي مقصد ٿي لڳي، تہ ان ۾ اڇرج جي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي. علي بابا يا پئي ڪنهن بہ ليکڪ بوليءَ جاڻڻ جي ڪڏهن بہ دعوا ناهي ڪئي؛ ڇاڪاڻ تہ بولي بيٺل ۽ سينواريل تـلاءُ لـہ، پـر وهندي واهڙ جيان آهي ۽ اڄ جي ليکڪ جي اها جوابداري آهي، تہ هو بولي سکندو رهي، عوام ۽ لوڪ ـ ڪلاسيڪل اتهاس مان لفظ حاصل ڪندو رهي. "آماس" يـا "امـاوس" مـان هڪ جي چونڊ ليکڪ تي آهي. بولي هڪ زندهہ حقيقت آهي، نہ ڪي مري ٺري ويل شيءِ. اڄ جي ليکڪ جي اها بہ جوابداري آهي، تـہ هو بوليءَ کي هٿ سان پاتل ليکن مـان باهر ڪيڏي اچي، لئين diction جي تلاش ڪري. ڪنهن بہ ڪهاڻيءَ يـا شعر ۾، بيهڪ جـون نشانيون بہ تخليقي سطح تي ايندڙيون آهـن ۽ لفظن والـگر، احساسن ۽ جذبن جي اظهار جـو وسيلو آهن. ان لاءِ پرک جو هڪ ئي معيار مقرر آهي: "تہ ليکڪ انهن احساسن ۽ جذبن جي اظهار ۾ ڪامياب ٿيو آهـي يـا نـہ؟" ۽ سائين منهنجا، سنڌي بوليءَ جي "تخليقي ڳڻ" کي انهن ئي ذات ـ ڏئين اسان جي آڏو آندو آهي ۽ الهيءَ عظيم ڪارنامي جي موٽ ۾ ڪين ڇـا پلئہ پيو آهي؟ الزام، بهتان، فتوائون ۽ بي عزتي. معاف ڪجو سائين، توهان جي بهرين خط ۾ بہ، ذات ـ ڏئين تي "ڪانديري مان درخت" تي ويٺ جو آچاترو رمارڪ ڏلو ويو هو.

"معنا" ۽ "مولا" تہ توهان غلط صورتخطيءَ جي طور تي ڄاڻايا آهن: ۾ پنهنجي ٿيسز جي ص 343 تي توهان پاڻ "عبدالرحمان" (عبدالرحمٰن) لـکـي، ساڳيو هاجو ڪيو آهي. "چونڊ سنڌي افسانا" ۾ "فتوا" (ص 32)، "فتويٰ" (ص 106) ۽ ص 98 تي "سائين، ملڪ مولا جو وڏو ويڪرو آهي." هونئن بہ خط ۾ توهان "دعوا" ئي لـکيو آهي.

3. لفظن جي معنا نہ اچڻ ۽ مطالعي جي کوٽ جو الزام، جيڪو توهان پين تـي هنيو آهي، اهو توهان تي بلڪل سچ ٿي نهکي ٿو اچي ۽ دعوائن جي باوجود، توهان جي بوليءَ جي ڄاڻ تي ڏ ُک گاڏڙ اڇرج ٿو ٿئي! مثال طور: توهان "مُـک" جي معنا وات لـکي آهي، جڏهن تہ توهان جي ئي اداري پاران ڇپايل "سنڌي ـ انگريزي ڊڪشنري" (جـَسُ هجي پرمانند ميوارام ڪـي) جي ص: 556 تـي "مُـک" جي معنا "face" ڏنل آهـي. "مُـک" جي ان معنا جا انيڪ مثال ڏئي سگهجن ٿا:

"مُـک" پسي محبوب جو، ارَنُ ٿيو اولي (سنڌ سينگارـ ص 40) ان جي معنا ۽ شرح هيءَ ڏنـل آهي: "محبوب جـو منهن ڏسي، سج بہ شرمسار ٿيو. (ص 125) ان ڏس ۾ امير "خسرو" جو هڪ جڳ مشهور دوهو:

گـوري سـووي سيج پـر، "مُـک" پر ڊاري ڪيس،
"خسرو" چـل گهـر آپني، سانجهہ ڀـئـي چـرد يـس.

ان ريت "سنجوڳ" جي معنا به توهان کا منَ گهڙي مقرر ڪئي ٿي ڏسجي. ان لفظ کي به سنڌي-انگلش ڊڪشنريءَ جي ص 335 تي ڏسي وٺندا. "مُک" ۽ "سنجوڳ/سنڃوگ" جي معنا هڪ ٻي مستند ڊڪشنريءَ تان پيش آهي:

1- مُک The mouth , face, brim, an opening (713)
2- سنجوگ/سنڃوگ Connection, accident, combination, chance, oppertunity (P 838-842 resp)

Bhargava's Dictionary of the Hindi Language compiled and edited by Prof. R. C. Pathak

رهي ڳالهه نظم جي موضوع ۽ مواد جي، ته ان جو موضوع "لينهن" آهي، جنهن ۾ ماڪيءَ لاءِ جو تسلسل، رنگ ۽ مٺاج آهي. ان نظم ۾ "اوسيڙو" تي پنهنجي راءِ جي ٽيڪ لاءِ "هڪ نوجوان شاعر ۽ يونيورسٽيءَ جي هڪ شاگرد، نصير مرزا" جو سهارو ورتل آهي. "اوسيڙو" ۾ جيڪو عذاب ۽ پيڙا آهي، ان ۾ به سيڪس ڳولي لهڻ وارن کي پنهنجي دماغ جو علاج ڪرائڻ گهرجي. سائين، "سنجوڳ" لفظ ساڳي معنيٰ ۾ شاهه "سماجوڳ" جي روپ ۾ ڪتب آندو آهي:

ڳنڍي ليه نه سڀجي، ٿُه نه پچي ماڻ،
ڪنجي پِرَ ڪيڻاڻ، ٿئي سماجوڳ سڄڻين؟

سڄي صفحو ۽ بيت نمبر توهان جي وسيع مطالعي هيٺ ضرور آيا هوندا. ڇا اتي به پنهنجي گهڙيل معنيٰ فٽ ڪري، لطيف جي ان بيت جي هٺ ٺوڪي معنا ۽ تشريح ڪلاس ۾ شاگردن، جن کي توهان "ڪچڙا ذهن" سڏيو آهي، اڳيان ڪندا؟ توهان جي وسيع ڄاڻ ۾ اها ڳالهه به هوندي، ته انڊيا ۾ "سنجوڳ" فلم به ٺهي چڪي آهي.

4. صورتخطين ۾ جيڪو "هاڃو" توهان منهنجي ڪاتي ڇاٽائي، "سنڌي ٻوليءَ، سنڌي علم ادب (ساڳيءَ ٻَرا جي سٽ 11 ۾ ساڳيو لفظ هيٺين لکيل آهي: علم-ادب)، سنڌي سماج ۽ سنڌي تهذيب ۽ تمدن لاءِ هاڃيڪار ۽ تباهه ڪن..." (ان سٽ ۾ ٽن هنڌن تي "۽" ڪتب آندل آهي) سڏيو آهي. ان ڏس ۾ توهان جي ٽيسز مان رڳو هڪ صفحي (122) جا هاڃا پيش آهن:

اصل لفظ: مينهوڳي (ڦيرائي لکيل: ميهوڳي)؛ ليار (ڦيرائي لکيل: ليئار)؛ مَڪَ (ڦيرائي لکيل مڪ)؛ ڏوٺرا: (ڦيرائي لکيل: ڏنٺرا).

ص 19 ص 14: "ويهراج" يا "ونراج"، ص 397 تي: "وهراج"؛ ص 366؛ مطمئن کي "متمعن"، ص 245: "ڪافيا" ۽ ص 250 تي "قافيا" لکيل آهي! ان ريت امرجليل نمبر ۾

”هنجي“ ”الجي“، ۽ ”جنجي“ لکيو اٿو، جڏهن ته ٽيسز ۾ ”جن جي“ (ص 212) ”هن جي“ (ص 212) لکيو آهي.

4. توهان جن ادارن جا نالا ڳڻايا آهن، انهن جا ڪتاب به توهان نه پڙهيا آهن (انهن ڪتابن ۾ هر لحاظ کان آنيڪ چڱڪون آهن؛ توهان جي ٿيسز ان ڏس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي). مثال طور ”لطائف‌الطوائف“ ص 139 تان: ”198 هڪڙي زال، هرات جي قاضيءَ محمد هروي وٽ آئي ۽ چيائين ته ”مڙس مون کي هڪڙي سوڙهيءَ جاءِ ۾ ويهاريو ويٺو آهي. آءٌ ڏاڍي تنگ ۽ بي‌آرامي ۾ گذاريان. قاضيءَ چيس، ”مائي، ماٺ ڪر، زال جي جاءِ جيتري تنگ ۽ سوڙهي، اوتري چڱي“. ان ئي ڪتاب جا صفحا: 138 (ڳالهه: 197)، 248 (ڳالهه: 148)، 181 (ڳالهه: 532)... به ڏسي وٺندا. ”هو ڏوٽي، هو ڏينهن“ جي (ص 236) جا جملا به: ان ريت ”چونڊ سنڌي افسانا“ جي ص 90 تي ”پيشسان“ لفظ آيو آهي. اهو لفظ ان ئي معنيٰ ۾ ”مهراڻ“ ۾ اچي، ته توهان بخش ڪندؤ!

توهان جي مقرر‌شده اصولن موجب ته سچو شاهه جو رسالو متروڪ ڪرڻو پوندو. رسالي جو ته بحر ئي هندي-چند تي آهي ۽ نئين دؤر جا ذات ڏٺي پوليءَ، ڳهاڙيتن، بحر، ڪردارن ۽ اهڃاڻن وسيلي پنهنجي شاندار لوڪ-ڪلاسيڪل ورثي سان رشتو جوڙي رهيا آهن. توهان جي دؤر جن املهه صنفن ۽ لفظن کي متروڪ ڪري، دهڙاتي ۽ کهوکهاڻي ڇڏيو هو، اسان جي دؤر انهن کي ٻيهر جيئاريو ۽ جرڪايو آهي. الهيءَ ساراهه جوڳي ڪارنامي تي توهان کي مٺيان لڳي آهي! ڇا اياز کان انور تائين سڄي اتهاس تي منڌ پٽڙو پائڻ ٿا گهرو؟ ان ورتاءُ جي نتيجي ۾ ڪاريءَ وارا ڪک نه وڃي رهندا؟ ٻولي ۽ ادب، آرٽ ۽ فن هڪ ڏينهن ميوزمن (پوت خانن)، آرٽ گئلرين ۽ شوڪيسن جي بند ڪتابن ۾ دفن ٿي ويندا؟ ۽ اهو سڀ ڪجهه هٽ نوڪين نظرين جي آڙ ۾ ڪيو ويندو.

ٻولي ٺلهو صورتخطي، وياڪرڻي اصولن ۽ ٻيهڪ جي نشانين جو نالو ناهي؛ توهان ”اردوءَ جي مقابلي ۾ اسان جي صورتخطي مڪمل...“ هئڻ جي جيڪا ڳالهه ڪئي آهي، اها سورج کي ٻني ڏيڻ جي برابر آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ کي جيڪي مسئلا آڏو آهن، الهن کي لنوائڻ جي شعوري ڪوشش آهي. اردو ٻولي هر لحاظ کان اڳتي آهي ۽ انهيءَ سچ کي نه مڃڻ هڪ ٻيي آهي، ٺلهو اڊمبر آهي، دوکو آهي پنهنجو پاڻ سان! اڄ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي جيڪا حالت آهي انهيءَ کي ڏسي ته ماتم ڪرڻ جڳائي، جڏهن ته توهان جشن ملهائڻ جي موڊ ۾ آهيو.

توهان ”سرجڻهار“ کي پنهنجي معنا ڏيئي، ان معنا جي ٺيڪ لاءِ عجيب (۽ ساڳي وقت غريب به) دليل ڏنو آهي. توهان کي ثبوت ۽ ڪو هڪ اڌ مثال ڏيڻ کپندو هو. Creator جو ترجمو ”خالق“ يا ”تخليقڪار“ ڪريو ته ٺيڪ؛ پر ”سرجڻهار“ ڪريو ته ٺيڪ

ناهي، جيڪو ليٺ سنڌي لفظ آهي. سائين منهنجا، ”خالق“ ۽ ته خداوله ڪريم جو صفتي نالو آهي، پوءِ توهان جي اداري (جنهن لاءِ مون کي بيحد عزت آهي) ڇاپايل ”سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج“ جي مهاڳ ص 7 تي اهوئي لفظ ”خالق“ سماج لاءِ ڇو لکيل آهي؟

”چوائي“ (بقول) توهان اڳ ۾ پڙهيو آهي، اهو توهان جي وسيع مطالعي جو ثبوت آهي! بهرحال ”طبي تاريخ“ جلد ٻهريون جي ص 12 تي هيءَ سٽ پڙهي وٺندا: ”...سنڌ جي قدامت مسٽر چلڊ ’چوائي‘ لوح لبيءَ جي طوفان کان به اڳاتي آهي....“

5. ”سندر“ ڏاريون ڏاتو آهي، ته پوءِ ”آ“ اڳاڙي ڪهڙي ليکي پنهنجي آهي؟ هونئن به ٻوليءَ کي اڳاڙي- پڇاڙي هڻڻ ٺيڪ ته ناهي! ”فعل“ جو ”آڻ فعل“، ”حقيقت“ جو ”آڻ حقيقت“ ضد غلط آهي، واقف- آڻ واقف بابت ڪهڙي فتوا آهي؟ ساڳي وقت توهان جيڪڏهن ”ڪنور دلي“ (امرجليل نمبر ص 33) ۽ ”نوڪزلي“ (امرجليل نمبر ص 36) لکو، ته اهو عين فطري آهي! آخر اهي ٻه ماٺا ڇو؟

6. توهان هنديءَ جا متروڪ لفظ ڳڻايا آهن. ٻهرين ڳالهه ته اهي متروڪ ڪنهن ڪيا آهن؟ ٻي ڳالهه ته ”ٻد“ (صحيح لفظ ”يد“، ”جد“) جهڙي جاءِ تي ”ويڙهه“، ”لڙائي“، ”جهڳڙو“ ڪَرَهه؛ ”يُڳ“ بدران ”جُڳ“ ”دشا“ بدران ”دس- ڏس“ ني ايندا ته؛ ”اڌيڪار“ سنڌي- انگريزي ڊڪشنريءَ ۾ به آهي. پوءِ عربي ۽ فارسي لفظن کي ڪيڏڻ واري ڳالهه ڪيتري قدر صحيح آهي؟ نسيم کرل نمبر ۾ توهان ”...اسان جي ثقافتي ورثي ۽ لغت ۾ ضم ٿيل عربي ۽ فارسي لفظن کي ڪيي...“ جيڪي هندي لفظ فيشن طور ڪتب آندا آهن، اهي پيش آهن: ”اڀياس، مهاساگر، سمان، جيون، جاڳرتا، آتم، وستار، الوڪو، روپ...“ يا امر جليل نمبر ۾ ”پيالڪ ڀونچال“، ”ڀون وگيان“، ڇا اهي لفظ توهان عام طور تي گهر ۾ ڳالهائيندا آهيو؟ يا مٿي جيڪا فتوا ڏني آيا آهيو، اها توهان تي لاڳو نٿي ٿئي؟

7. ايڊيٽوريل پوري ذميداريءَ سان، هڪ اهم مسئلي تي لکيل آهي، ۽ سنڌي ٻوليءَ/ ادب جي مفاد ۾ آهي؛ اها ٻي ڳالهه آهي، ته ڪنهنجي ذاتي مفاد جي خلاف هجي!

8. ڪنهن به آرٽسٽ کي ان ڳالهه جي ڪڏهن به پرواهه نه هوندي آهي، ته سندس تخليق تي ”ڳاريون ملند يون يا گل“. سحر جي (يا ڪنهنجي به) رچنا تي رايو ڏيڻ سگهجي ٿو؛ پر رايو انتهائي شخصي سطح تي لهي اولڙ جو نالو ناهي. مون کي ڏک رڳو اهو آهي، ته يونيورسٽيءَ جي هڪ قابلِ صد احترام استاد جو رايو ايڏو ڪَوڙو به ٿي سگهي ٿو؛ جڏهن ته ان سچي عمارت جي پاڙ نڪريءَ تي آهي. استاد ۽ ليکڪ ٻه الڳ روپ آهن، جيڪي هڪ ٻئي جا پابند ناهن؛ پر جيڪڏهن بحث ٿي ان تي آهي، ته پوءِ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي ڪهاڻي ”ون يونٽ“، خيرالنساءِ جعفريءَ جي ڪهاڻي ”حويليءَ کان هاسٽل تائين“ ۽ ليلي ٻالا جي ڪهاڻي ”سن مٿيو... تن پهڻ“ کي ڪهڙي ڪاتي ۾ رکندا؟ جڏهن ته موضوع بحث انهن جو فني سٽاءُ ۽ ادبي اهميت ناهي.

سائين، ڪنهن ۾ ليڪ جي، ڪنهن ۾ ٻرا مان، ڪنهن ۾ سچويشن تان، ڪا ۾ ميٽ/ ميٽون ڪوري ڌار ڪري، ان جي هٽ ٺوڪي معنا تي واويلا ڪرڻ جي معنا اها ٿي آهي، ته توهان سچائي ۽ ايمانداريءَ جا لفظ بہ رڳو ٻڌا آهن. جڏهن تہ توهان ”پيار جو ڇهاءُ“ (ڪرانت) ڪسي سارا هي بہ سگهو ٿا (اسيم ڪرل نمبر)، آغا سليم جي ناولٽ جو باب ”روشنيءَ جو سفر“ ڪورس تي بہ رکي سگهو ٿا، جنهن ۾ هندي لفظن سان گڏوگڏ الڳ الڳ ۾ رنگ پريل آهن. ”چونڊ سنڌي افسانا“ جنهن جا مرتب بہ توهان آهيو، جي ص (ط) تي امرجليل کسي ”عرياني ۽ جنسيات تي لکڻ جو شوقين ...“ (جيڪا پنهنجي پر ۾ التهائي غير ذميدارانہ راءِ آهي) سڏي بہ سندس ڪهاڻي ڪورس تي رکو ٿا، (جڏهن تہ ان کان رڳو چار- پنج مهينا اڳ امرجليل نمبر ۾ ڪيس ”...اعليٰ فنڪارن سان هڪ“ جو لقب بہ ڏيو ٿا).

9. سحر جي ڪهاڻي الهيءَ ٻرچي جي هڪ اهم ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ اسان جي جيئنس لئين نسل جي تباهيءَ جي ڪارڻن تي هاڪاري (positive) ۽ تعميري ڍلگ ۾ لکيو ويو آهي؛ ان ۾ نشي جي شين جي واهپي کي condemn ڪيو ويو آهي. ساڳي وقت اها ان سوسائٽيءَ جي نندا آهي، جيڪا پنهنجي ذهين ماڻهن کي موت جي اوڙاهہ ڏانهن ڌڪي رهي آهي. تازو سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾، بوڪ ورڪشاپ جي موقعي تي، ڪمشنر حيدرآباد، درسي ڪتابن ۾ انهن موضوعن تي لکڻ لاءِ زور پريو هو، جيئن اينهڙ نسل کي الهيءَ تباهيءَ کان بچائي سگهجي. ڇا اتي بہ توهان جي ساڳي فتوا آهي؟ ڇا لئين نسل جي تباهيءَ جي ڪارڻن کي نندڻ ڏوهہ آهي؟ انهيءَ ڪهاڻيءَ جو ٻيو موضوع موت کان زندگي، اونداهيءَ کان روشني؛ ڪوڙ کان سچ ڏانهن سفر آهي؛ ان ڪهاڻيءَ ۾ اونداهيءَ ۽ روشنيءَ جي آرٽسٽڪ ڍلگ سان اُٽت ڪيل آهي. ان ڪهاڻيءَ جي بنيادي ٿيم ٿي اها آهي، تہ: هڪ اونداهين ۾ گهيرجي ويل شخص، جنهن لاءِ زندگيءَ ۾ ڪو موهہ نہ رهيو آهي؛ جنهن وٽ جياپي لاءِ ڪا بہ روشني نہ رهي آهي؛ ڏاهپ جي ڏوهہ ۾ الزامن ۽ فتوائن جو ڪٽ ڪڇيءَ ۾ پاتل اهو شخص، فراريت ۾ پناهہ ٿو چاهي، نشن جو سهارو ٿو وٺي ۽ ائين اند مان موت ڏانهن ٿو وڌي، تڏهن ”زندگي“ (ڪهاڻيءَ ۾ اهو ڪردار زندگيءَ جو اهڃاڻ آهي- سچو ۽ روشن/آ سنه رتا جو ضد) ڪيس ريجهائي تي وٺي... ۽ ائين، سڄي ڪائنات سان؛ فطرت سان؛ سونهن ۽ سچائين سان (آسمان جي ستارن جڙيل ساڙهي پاٽ رات آهي، نااميدين جي، لراسائين جي... ۽ سورج اهڃاڻ آهي، ڀرپور زندگيءَ جو، آس/اميدن/هنگامن/حرارت/گرمجوشيءَ/توانائيءَ ۽ تحرڪ جو...) هڪ پيرو وري هن جو ناتو جڙي ٿو وڃي؛ اها ٿي سچ جي ڪوڙ تي، روشنيءَ جي اونداهہ تي، نيڪيءَ جي بديءَ تي سوڀ آهي. اهو ٿي ان ڪردار جو re-birth يا پنرجنم آهي. ڪنهن بہ سچي آرٽسٽ لاءِ، ان کان وڏيڪ ٻيو ڪو الزام نٿو ٿي سگهي، تہ ان جي تخليق ڪنهن ٻئي جي نالي الاٽ ڪئي وڃي. سحر جي سڄي ڪهاڻي تہ ٻري رهي؛ ٻر ڪنهن بہ ٻئي جي ميٽ، ٻرا،

يا ڇپڙ کڻڻ وارڻ تي سحر ٽڪار ٿي وڃي ـ ۽ سحر اسان جي انهن لکندڙن مان آهي، جن جي تخليق ڇپڻ ڪنهن به رسالي لاءِ هڪ اعزاز آهي. پيش لفظن، مهاڳن، پبلشر لوٽن، لکران اعليٰ... مختلف لقابن ۾ مڙهجڻ جو موهه سنڌي ادب جي مفاد وٽان ناهي. برعڪس يا ٻين نشن جو واهپو ته بين‌الاقوامي مسئلو آهي. ان تي ڪيتريون فلمون ٺهي چڪيون آهن، تي. وي پلي اچي چڪا آهن؛ اخبارن ۾ هر روز خبرون ڇپجن ٿيون. لياريءَ ۾ ڪچي شراب ڪري ڪيترن ئي انسانن جا جگر ٻرڻ تي چڪا هئا، توهان جي مطالعي هيٺ شايد اها خبر نه آئي آهي، نه ئي اها خبر، ته ڄامشورو ڦاٽڪ وٽ، چرس ۽ ٺري جي اڏي تي ڇاپو لڳو هو! (توهان کي خبر آهي ته اهو چرس ۽ ٺرو ڪٿي سپلاءِ ٿيندو هو؟). توهان جي وسيع مطالعي ۾ امر جليل جي ”رڃ“ ڪهاڻي ته ضرور آئي هوندي، جنهن ۾ ٽن شرابين جو ڪردار آهي، ظفرحسن جي ڪهاڻيءَ ”تلاءُ“ (مهراڻ 78/1) ۾ مکيه ڪردار هڪ ”چرسيءَ“ جو آهي، جڏهن ته ظفر ۽ جليل پيڙي به ڪونه پيئن. ڇا ڪنهن جي ڪردار تي ڪهاڻي لکڻ لاءِ ڪدڙو ٿيڻ ضروري آهي؟ (نجم عباسيءَ جي ڪهاڻي: ”دعا ۽ تاڙيون“ توهان جي سرپرستيءَ ۾ ڇپايل ڪتاب: ”طوفان جي تمنا“. ان ڪهاڻيءَ ۾ مکيه ڪردار، پنهنجي ساماڻيل پيٽ جي وهنجڻ وقت اوگهڙ ٿو ڏسي). پڇاڻيءَ تي، توهان جي سرپرستيءَ ۾ ڇپيل ”طوفان جي تمنا“ ۽ توهان جي مرتب ڪيل ڪتاب ”چونڊ سنڌي افسانا“ مان ڪجهه حوالا ٽڪرا، جيئن توهان پنهنجي ئي اکرن جي آئيني ۾ ڏسي، پاڻ بابت به ڪا راءِ مقرر ڪري سگهو:

”پشوءَ جا نشائي ٽني ويا... اچي رئيس جي حويليءَ وٽ نڪتو. ڇي! ”تون منهنجي آهين.“ گلناز جون پياسي اکيون، ڏکيا ڏکيا ساهه ۽ ڏرو ڏرو بدن، پشوءَ جي هر سوال جو وڻندڙ جواب هئا... پٽ تي پيو.“ (ص 19 جون پهريون 19 سٽون: ”چونڊ سنڌي افسانا“).

”سنڌيا هڪ هڪ ڪري ڪپڙا لاٿا ۽ تلاءَ ۾ گهڙي. تلاءَ ۾ ترلدڙ چنڊ جو ٻاچو هن جي بدن جي ڇهاءَ سان ڏڪڻ، ڪنبڻ ۽ لهرن ۾ لڙهڻ لڳو. ۽ پوءِ ڪنول جي سدا ٽڙيل ٻن دلن سان اک پوٽ راند کيڏڻ لڳو. (ص 71: ”چونڊ سنڌي افسانا“).

”هو هن جي بدن کي ڇهي عجيب لذت محسوس ڪندو هو. هن کي گود ۾ کڻي سيني سان لڳائڻ، چميون ڏيڻ، ڳل پٽڻ، ۽ ٻيون ڪي ناشائسته حرڪتون به ڪرڻ لڳو هو...“ (ص 78: ”طوفان جي تمنا“، سنڌ يونيورسٽي، رائٽرز ڪلب (سنڌي ياڳو) پاران ڇپيل، جنهن جا توهان سرپرست هئا). ۽ هيٺيون ريپ سين به:

”تڏهن ماهتاب کي پٽ ۾ بيهوش پيل ڏنائين، هن جي سلوار رت ۾ ٻڏل هئي... ۽ رمضان غائب هو...“ (ص 78: ”طوفان جي تمنا“).

ڇا اِهي توهان جي نقطهء نظر پٽاندر ”عرياني، اوگهڙ ۽ سيڪس“ جي تبليغ اهي ٿئي؟ ڇا اهي ”... هن کي وڏيڪ جديد بڻائڻ لاءِ ڪوڪ شاستر وانگر... تصويرون...“ توهان نه ٿي

ڏني سگهيا؟ ڇا ڪورس جي ڪتابن ۾ اهڙوئي سواد رکيو ويندو آهي؟ ڪنهن به ادب باري تي الڪپ رايا ٿي سگهن ٿا: ۾ ڪورس جو ڪتاب ڪنهن به اختلاف راءِ کان مٿانهون هئڻ گهرجي: خاص ڪري تڏهن جڏهن حيا، شرم، فضيلت ۽ اخلاقي قدرن جي تبلغ به ڪندا هجو! ان ڏس ۾ توهان جي گهڻي استعمال ڪيل لفظ "جوابداري" جو مثال، "چونڊ سنڌي افسانا" جو "وطن" افسانو پڻ آهي!

"... ته پاڪستان ٺهي ويو. هندستان جو ورهاڱو ٿيو. چوطرف ڪهور الڏيو ڇانئجي ويو..." ص 158.

"... وطن آهي تنهنڪري ڇڏي نٿو سگهجي؛ باقي پارٽيشن کان پوءِ ته سنڌ بنهه تباهه ٿي وئي آهي!" ص 60).

"... هڪ اڻ ڏني ٿي ايمان آئيون، پيو وري هونديءَ سونديءَ بڪون کائيون. اها مسلماني مهانگي ٿي پيئي." ائين چوندي، عثمان ڏڪي پڻ ڏني ته جيڪڏهن اچا ۽ ڪيس روزي رکڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، ته هو لاهور وڃي يا ته پنگي ڪرستان ٿيندو يا پارت وڃي شڌي ٿيندو..." (ص 103: "چونڊ سنڌي افسانا"). انهيءَ ساڳي ڪتاب ۾ لسيم احمد ڪرل جي ڪهاڻي "ڪافر" پڻ آهي. ڇا اهوئي اهو معيار آهي؟ جنهن تي توهان فخر ڪيو آهي! يا توهان تي ڪابه ميار ناهي؟

مٿي جن به ڪهاڻين جا حوالا آيا آهن، اهي سنڌيءَ جي وڏن ليکڪن جون تخليقون آهن، جن تي ڪابه پولي فخر ڪري سگهي ٿي، هتي رڳو توهان جي لقطہ نظر جي آڳراڻ ڪي وائکي ڪرڻ جي لاءِ ائين ڪيو ويو آهي.

هڪ پاسي ته توهان نئين نسل جي درد ۾ ورتل آهيو، ٻئي پاسي، توهان جي اندر ۾ نئين لسل جي ذات ـ ڏئين لاءِ آٿاهه ڌڪار آهي. ان جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ ڪهڙا وير ٿا پاڙيو؟ توهان خط ۾ هڪ هنڌ موں کي "سانول سائين" به سڏيو آهي. دراصل توهان جي ڪاوڙ "ثميره زرين" تي لکيل ڪالم جي ڪري به آهي. ان ڪالم ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهه هئي، جنهن ۾ ڪنهن جو هتڪو لٿو آهي؟ توهان ان ڪالم کي هرويرو پاڻ ڏانهن ڇو ٿا ڇڪيو؟ ڪنهن به تحرير کي رنگدار عينڪ سان پڙهڻ ۽ ان کي هٿ ٺوڪي معنا ڏيڻ سنڌي ادب جي مفاد وٽان ناهي. توهان ادب جي باري ۾ پنهنجي راءِ کي آخري راءِ ڇو ٿا سمجهو؟ جديد ادب ته پري رهيو، پر توهان پنهنجي ٿيسز ۾ مشهور ۽ لافاني لوڪ گيت "هو جمالو" به غلط ڏنو آهي، جيڪو سنڌ جي هر ٻار، جوانَ ۽ پوڙهي کي برزبان آهي. نه رڳو اهو: پر لوڪ ادب جي غلط وصف جي آڌار تي 1957ع ۾ وفات پاتل شاعر به توهان مشهور لوڪ شاعر جي حيثيت ۾ ڏنو آهي.

الالا صاحب، جواب ۾ دير ان ڪري ٿي، جو اهو ڪيترن ئي صفحن تي ڦهليل هو ۽ ان ڪي مختصر ڪرڻو هو.

محترم استاد صاحب، قوم، ملڪ، ٻوليءَ، ادب ۽ اداري ڏانهن منهنجون جوابداريون ۽ فرض ڪهڙا آهن؟ ۽ مون انهن کي ڪهڙيءَ ريت پئي نڀايو آهي، ان لاءِ مون کي ڪنهن به سرٽيفڪيٽ جي ڪابه ڪانهي.

خلوص مان

امداد حسيني

ايڊيٽر، ٽماهي مهراڻ،

سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ.

● ...سحر امداد جي ڪهاڻي "پنرجنم" زندگيءَ جو سچو مشاهدو آهي: ڪوڙ ڪان قدرت ۽ آرٽيفشل زندگيءَ کان جند ڇڏائڻ جي ڀرپور ڪوشش، هڪ ڀيرو وري پڙهڻ تي مجبور ڪيو: ڪوڪلا لفظ، ڪوڪلا ماڻهو: ڀوري ڀيڙ، اڌيءَ ڪاڏل هيءَ سموري سوسائٽي- مثلاً مئنڊريڪس، راڪيٽ، ٻوٽا، چرس، حشيش، ايل. ايس. ڊي ۽ وڏيڪ ڪوڪلا ٿيندا وڃون ۽ پيا لفظي جوڙ ڏئي سماج تي وڏو احسان ڪيو آهي....

- گل محمد کٽي

## سنڌي فلم جي سرپرستي — سنڌي ٻوليءَ جي سرپرستي

## سالن جي تجربي جو نچوڙ — سنڌي فلمن ۾ اهم موڙ

## چانوٽ فلمز جي

# حاضر سائين

**ڊائريڪشن: ايس. گل**

Printed and Published by Ghulam Rabbani A. Agro, at the Sindhi Adabi Board's Printing Press, Tilak Incline Hyderabad, Sind.

## ثريا سوز

## غزل

ڪيئن حياتي آخر گهاريون، سوچيان ٿي،
ڪيسين پنهنجا جذبا ماريون، سوچيان ٿي.

هر روز اندر ۾ جوش نئون ٿو جاڳي،
پڙڪيل باهه پلا ڇو ٺاريون، سوچيان ٿي.

اونداهي ڇو آهي؟ پوسٽ ڇو آهي؟
جڳمڳ جوت نئين ڪا ٻاريون، سوچيان ٿي.

ڪو رهبر آهه نه ڪائي منزل آهي،
پنهنجو ٻه لڳي ٿو ڏُر ڏاريون، سوچيان ٿي.

ڏور ڪنارو، تيز هوائون، مڙهه ڦاٽل،
ٽار منجهان ڪيئن ٻيڙي تاريون، سوچيان ٿي.

هٿ پير هڻون اڳتي ته وڌون، لَڪَ لنگهون،
ڏاڍ سندا ڪيئن ڏونگر ڏاريون، سوچيان ٿي!

## ماڌيڏو اوڏو

•

ڏُک جو ڪونهي ڊنگ، جيون ڪاريهر جو ڏنگ.
مون کي موهي سگهيو ڪينَ، ڍولڻ سائينءَ جو ڪو ڍنگ.
سوچي سوچي ذهن ٿڪو ته: ذهنن تي ڇو آهي زنگ.
مون کي چارڻ ڪونه سڄهي، ڇوري جيڪو هاڻي چنگ.
هيڏي هوڏي هاريل آهه، رندن تي اڄ ريٽو رنگ.
ساوڻ رُت ۾ وسندا مينهن، جهومي ڳائيندو جهرجهنگ.

•

ڏات ڏيئي ڪي ٻاريندا سين، جاڳي جوت جيار يندا سين.
ڳيتين منجهه ڳرون ڇو سائين، مُرڪي عمر گذاريندا سين.
گهر ۾ ساهه وڃي ٿو گهُٽجيو، ڪُلي ءَ هوا ۾ گهاريندا سين.



• ...سندس مشاهدي جي وسعت، ڪردارن جي اصليت، ٻوليءَ جي ڪماليت، فني قدرت ۽ تخليقي صلاحيت، کيس عظيم فنڪارن جي صف ۾ آڻيو بيهارين. بلاشڪ، هن وقت ميدان ۾ موجود سڀني ڪهاڻيڪارن ۾، ڪرل سنڌ جو سڀ کان وڏو ڪهاڻيڪار آهي.

— شمشيرالحيدري (چوٿيهون در)

• نسيم جون ڪهاڻيون، ڪنهنجي فرمائش يا خنجر جي نوڪ تي نه، پر پنهنجي پسند تي پڙهيون اٿم. جڏهن ڪنهن لکندڙ جي لکڻي پسند ايندي آهي، تڏهن سندس ڪلوز اسٽڊي ڪبي آهي ۽ ان رائٽر جون سڀ لکڻيون ڪٺيون ڪري، سانڍي سنڀالي رکبيون آهن ۽ پوءِ ٻي لکڻيءَ جو انتظار ۽ تلاش جاري رکبي آهي — جيئن وات ويندي ڪا سونهن - ڀري نظر چڙهي ويندي آهي ۽ الوپ ٿيڻ کان پوءِ به، هن جو عڪس ۽ اثر ذهن تي قائم رهندو آهي، نسيم جي ڪهاڻين جو به چِت تي اهڙوئي چِٽ چٽيل آهي.

— ولي رام ولڀ

• ...نسيم جا ڪردار جاندار ڪردار آهن، پر وڏيڪ صحيح هيئن ٿيندو ته، آرڏا ڪردار آهن.

— حميد سنڌي

• ڪرل جو فن، جمال، حفيظ ۽ ربانيءَ جي ڪهاڻيءَ واري روايت يعني، مڪمل ٺهيل ڪهاڻي (the well-made story) جي روايت جو ڊنگ هوڻ هاڻي شايد ئي اهڙي ڪهاڻي لکجي!

— ظفر حسن

• ڪرل کي پڙهڻ کان پوءِ اها نيبير ڏکي آهي، ته هو ڪڇي جو مالوند مارو آهي يا اوچي سوسائٽيءَ جو فرد! نسيم جو هيئن هليو وڃڻ سنڌي ڪهاڻيءَ لاءِ ڪاپاري ڌڪ آهي.

— محمد خان مخمور

• ڪرل جي ڀهرين ڪهاڻي "مڪسڊ گرل" پڙهي هئم. هڪ نه، ٻه ٻيرا ۽ پوءِ ان ئي ويل پنهنجي ڀهرين ڪهاڻي لکي هئم — ائين نسيم کي پڙهي آءٌ ڪهاڻي لکڻ تي مجبور ٿي پوندو هوس.

— مشتاق ڪاملاڻي

• سنڌي ڪهاڻي لال ڪنوار آهي، ته نسيم ڪاڙهو گهوٽ آهي.

— امداد حسيني

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاران هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز عِلمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۾ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۾ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)